ڪتاب جو نالو: انقلاب
ليکڪ: انور پنهور
موضوع: سياست
ڇپائيندڙ: طبقاتي جدوجهد پبليڪيشن - حيدرآباد/ لاهور
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: موهن لال مڪواڻا ۽ هوت ميگهواڙ
ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: انٽيل ڪميونيڪيشنز، حيدرچوڪ، حيدرآباد.
ڇاپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز، حيدرآباد
ڇاپو پهريون: جنوري 2004ع
تعداد: 1000
قيمت: -/150 روپيا



INQILAAB
[Politics]
*By Anwar Panhwar*
Published by Tabqati Jedojehad Publication,
Hyderabad/Lahore
Composed by Mohan Lal Makwana & Hot Meghwar
Intel Communications, Hyderchowk, Hyd.
Printed by: Intel Communications, Hyderabad.
First Eidtion: January, 2004
Quantity: 1000
Price: Rs. 150/-

# انتساب

پورهيت طبقي جي نجات جي ويڙهه
وڙهندي شهيد ٿيندڙ سمورن
انقلابين جي نانءُ.

# فهرست

# پبلشر پاران

ڪامريڊ انور پنهور جو لکيل ڪتاب انقلاب ايڪهين صدي ۾ سنڌ جي مظلوم ماڻهن خاص ڪري پورهيتن، هارين ۽ نوجوانن لاءِ هڪ زبردست سوکڙي ۽ تحفو آهي جيڪو سنڌ ظلم ۽ جبر کان چُور ٿيل ذهن ۽ جسم لاءِ سهارو ۽ رهنمائي ڪندڙ اهو قطب تارو آهي جنهن جي نشاني تي رات جو ماڻهو رستي لاءِ رهنمائي وٺن ٿا. اڄوڪي سنڌ جو مظلوم ماڻهو ويڳاڻپ جو شڪار ٿيل ۽ ٻڌايل آهي. سويت يونين جي ڊهڻ ۽ چين جو سرمائيداراڻي رستي تي هليو وڃڻ هتان جي نام نهاد "قائد انقلاب، مني مائوزي تنگ، چي گويرا" ۽ ابو جهاد. خبر نه آهي، ڪهڙن ڪهڙن پيڪيدار لقب رکندڙ ليڊرن بي شرمائي سان موٽ ڪائي، حڪمران نظام جي پولڙين سان سَر ۾ سر ملائي ناهه ڪري ڇڏيو. ڪو وقت هو جڏهن هتي اهي نعرا هڻايا ويندا هئا، ته "آزادي جو هڪ ئي ڏنگ" گوريلا جنگ، گوريلا جنگ. ۽ ڇوڪرين ڪان ڪلاشنون ڪٺائي سلاميون وٺيون هيون، بلوچستان جي گوريلا سردار شيروف سان گڏ ويهي، ڪلاشن جون سلاميون وٺندي، فائرنگ سان اهو لقاء ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندا هئا؛ ته هتي سنڌ ۾ به جڻ گوريلا جنگ ٿيڻ واري آهي ۽ اهي نيم حڪيم سنڌ جا "چي" بنجڻ وارا آهن. ته ٿئي پاسي سويت ٽينڪون بس جڻ خيبر قلعي وٽان اچڻ واريون آهن ۽ هتان جا "ڪامريڊ" حڪمران بنجڻ وارا آهن. پر جڻ اهو خواب هو ۽ اک کلي، ته سي ڪجهه غائب ۽ اهي ليڊر جمهوريت، جناح ۽ بينظير اچان به نواز شريف ۽ جاويد هاشمي جا مدح سرا بڻجي ويا ۽ سنڌن حڪمن تي قتل ٿي ويندڙ ڪارڪن، عبدالله سمون کان ويندي ڪوڙا، ڦٽڪا پٺن تي سهندي، نعرا هڻندڙ نوجوان ته هڪ پاسي شهيد نذير عباسي، اشرف جوڻيجو، محمد علي ڳاڏهي، خيرپور ناٿن شاهه، لاڪاڻ ۾ گن شپ هيلي ڪاپٽرن وسيلي شهيد ٿيندڙ سوين پورهيت، هاري ۽ نوجوان رت ڏيئي ويا. پر سنڌن ليڊر هاڻ چون ٿا، ته اهو غلط هو. حقيقت ۾ ڏٺو وڃي، ته اهي ليڊر ۽ سنڌن چاڙهي بازي،

ڪلهہ بہ غلطي هئي. اڄ تہ اُهي اجان بہ وڏيڪ غلط آهن ۽ ڪوڙ هٽي رهيا آهن. مائي بختاور، عزيز السلام بخاري، نبي بخش زئونر همدرد، باقر سنائي، رمضان چوهاڻ، جهڙن سوين هزارين ماڻهن جون قربانيون ڇو وڃايون ويون؟ انهن جا ڏوهاري ڪير آهن؟ تاريخ انهن ڏوهارين کان دزندگي ۾ حساب ورتو آهي ۽ سندن حقيقي حساب سنڌ جا پورهيت، هاري ۽ نوجوان اجان وٺندا. هي ڪتاب انهن تي فردجرم آهي، FIR آهي، تہ انقلاب جو رستو بند يا ختم ناهي ٿيو. پر حقيقت ۾ تہ رستو ۽ منزل تہ هاڻي چٽي ٿي آهي. انقلاب يا تبديلي رڪٽي ناهي. سويت يونين جي ڊهڻ يا چين جي سرمائيداري ڏانهن موٽ سان اها تبديلي يا انقلاب رڪجي نہ ويا آهن. هن ڪتاب ۾ اهو سڀ ڪجهہ سمجهائڻ ۽ ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. صوفي شاهہ عنايت جي طبقاتي تحريڪ کان چمبڙ هاري عدالتن تائين مسلسل انقلاب لاءِ ويڙهاند رهي آهي. وري 1967ع/ 1968ع ۾ جيڪا بغاوت اُڀري، جيڪو حقيقت ۾ سوشلسٽ انقلاب هو، پر قيادتن جي غلط نظرين ۽ غلط حڪمت عملين جي ڪري اُهو ڪامياب نہ ٿي سگهيو. پر پورهيت عوام بار بار اُٿي پئي وڙهيو آهي ۽ حالتن کي انقلاب تائين پهچائي پئي ڇڏيو. پر قيادتن جي غدارين انهن انقلابن کي رد انقلابن ۾ بدلائي پئي ڇڏيو 1983ع ۽ 1986ع ۾ بہ اهو ڪجهہ ٿيو. پر هاڻ هتي وري اهو ڪجهہ ٿيندو، جيڪو اڳي چمبڙ تحريڪ يا 68-1967ع ۾ هتي ٿيو هو. پر هاڻ هڪ فرق آهي. اڄ سنڌ جو باشعور مظلوم ماڻهو عالمي انقلابي تحريڪ سان سلهاڙيل آهي ۽ اهو نندڻڪو نہ آهي. وٽس انقلابي نظريو بہ آهي، ڪوٺ انهيءَ اوزار جي آهي جنهن کي انقلابي پارٽي چئجي ٿو. هي ڪتاب انهيءَ انقلابي پارٽي جي تعمير ۾ زبردست مدد ڏيندو. اُهي ڪارڪن ۽ پورهيت، هاري ۽ نوجوان جيڪي عزت ڀري خوشحال نئين سنڌ جي تعمير ڪرڻ گهرن ٿا. اُهي هن ڪتاب کي پڙهي هڪ لڙهي ۾ گڏ ٿيندا ۽ انهيءَ کي انقلابي پارٽي ۾ بدلائيندا ۽ پوءِ جڏهن هتي اُها انقلاب جي للڪار پيهر اڀرندي، (جنهن ۾ هاڻي ڪا گهڻي دير بہ نہ آهي) تڏهن انهيءَ للڪار جي جواب ۾ سنڌ جا پورهيت، هاري ۽ نوجوان هٿ اُيا ڪري ان کي پليڪارڊ چوندا ۽ وک وک سان ملائي، ڪنڌ مٿي ڪٽي ڳاڙهن سرخ جهنڊن سان انهيءَ انقلاب کي سوشلسٽ انقلاب ۾ بدلائي ڪامياب ڪندا ۽ اُهي فخر سان چوندا، تہ اسان جي سوشلسٽ سنڌ سوشلسٽ ننڍي کنڊ جو حصو هوندي، سوشلسٽ انٽرنيشنل جو هڪ اهم

حصو آهي. سوشلزم ۽ سوشلسٽ انقلاب تاريخ جو مقدر آهي ۽ اسان سڀ مظلوم اهو وچن ٿا ڪريون، ته 2004ع جي سال کي سوشلسٽ انقلاب جو شروعاتي سال ڪري اڳتي وڌون ٿا. اڄوڪي حالتن ۾ جڏهن انقلاب هڪ چرچو يا چڻ عجيب گفتو بڻايو ويو آهي. تڏهن ڪامريڊ انور پنهور هي ڪتاب لکي، اهو نعرو هنيو آهي. يا اهو پٿر اڇلايو آهي. جنهن سان انسان فطرت سان جنگ وڙهڻ جو پهريون قدم کنيو هو.

هٿڻ هڪلڻ ٻيلي سارڻ اي مانجهيائي مرڪ
وجهن تان نه فرق رڪ وهندي راند ۾ "شاهه"

موجوده عمومي مايوسي ۽ ويڳاڻپ جي دور ۾ به ڪاهوڙي ڪجن ٿا ۽ للڪارين ٿا:

اڃان رج مان رڙ اچي تي اچي تي.
متان ائين سمجهي مٺا مور سارا

بقول هڪ اردو شاعر جي ته:

ڪٿي شعر ڪٿي نعرو ڪٿي پٿر بڻجي
رت وهي ٿو ته رڪجي نٿو سنگين سان
ڳاٽ ايو تئي ٿو ته جهڪي نٿو آئين سان
ظلم جي ڳالهه ڪهڙي ظلم جي اوقات آهي ڇا"

ڪامريڊ انور پنهور هي ڪتاب لکي حقيقت ۾ سنڌ جي طبقاتي جدوجهد کي، عالمي انقلابي طبقاتي جدوجهد سان وڌيڪ جوڙي ڇڏيو آهي. سامراجي گلوبلائيزيشن جي دَور ۾ طبقاتي جدوجهد به وڌيڪ عالمي طبقاتي جدوجهد بڻجي وئي آهي. اهو فخر جوڳو قدم ۽ ڪم به طبقاتي جدوجهد پبليڪيشن جو آهي، جو اُهو هن دور ۾ انقلابي پيغام ۽ انقلابي ڪتاب شايع پيو ڪري. اميد آهي، ته هي ڪتاب سيني غدارن کي سنگسار ڪري شاندار سوشلسٽ تعمير ۾ اهم ڪردار ادا ڪندو.

محمد خان احمداڻي

ڪراچي
6-01-2004

# پنهنجي پاران

هن ڪتاب ڪي سهيڙڻ جي پٺيان، منهنجي ذهني ڪشمڪش جو وڏو هٿ آهي. مذهبي خاندان ۾ جنم وٺڻ جي ڪري، منهنجي آڏو انسان، اشرف المخلوقات جي اتم حيثيت ۾ ٿي بيٺو ۽ وري جڏهن صوفين سان اٿيس ويٺس، ته انهن انسان کي خود خدا جي صفت ۾ ڪٿي آڻي بيهاريو. انسان جي ايڏي وڏي عظمت پڙهڻ ۽ ٻڌڻ ۾ هڪڙي ۽ عملي طور تي وري ٻي نظر اچڻ لڳي!! آخر ايڏو تضاد ڇو آهي؟ جڏهن ته انسان پورهيت جي روپ ۾، سڄي دنيا جي معيشيت جو هلائيندڙ آهي، سئي کان وٺي جهاز تائين، هر هلائڻ کان وٺي، ڪارخاني اندر عمدن ڪاڏن ٺاهڻ تائين، پورهيت پنهنجو رت ولوڙي ۽ پگهر وهائي ٿو. پوءِ به اهو اتي، لٽي ۽ اجهي کان محروم آهي! اجا به هن کي وڏيڪ غلام رکڻ، هن کي پنڻ تي مجبور ڪرڻ، پنهنجي عصمت کي وڪڻڻ، سارو وقت مٿئين طبقي جي هٿان ماني ڳيي لاءِ ذليل ۽ خوار ٿيڻ ۽ سڄي عمر ڪمي ۽ڪاسبي جي ڌڪار ۽ نفرت ڀرين روين هيٺ پلجڻ تي مجبور ڪيو پيو وڃي!!!

منهنجي اهڙي ذهني ڪشمڪش، عملي طور تي ان وقت دنگ رهجي ويئي، جنهن وقت سازدا جي ملازم جي حيثيت ۾ سنڌ جي ٿر ۽ ڪاڇي ۾ رهندڙ مارو‏ئڙن ۽ جهانگيئڙن جي تباهه حال زندگي ڏٺم. جن جي تن تي ڦيل ڪپڙا پئي پئي ليڙون ٿي وڃن ٿا. ٻئراج يا شهري ايراضي جي رهاڪو ماڻهن کي اهي نه صرف حيرت مان ڏسن ٿا، پر انهن ڏانهن خيرات لاءِ به واجهائين ٿا!!!

پوءِ جڏهن، پاڪستاني عياش ۽ ظالم حڪمرانن کان لکين پورهيتن جي قربانين جي بدلي ۾ آزادي حاصل ڪندڙ بنگلاديشي پورهيتن جي بي وسي ۽ ڏاڏي حوا جي ڌيئرن سان ٿيندڙ ظلمن جا داستان پڙهيم، ته وڌيڪ بيقرار ٿي ويس!! وري جڏهن ڀارت جي 85 ڪروڙ غريب پورهيتن جي غربت جا

ڪلور پڙهيم، جنهن ۾ ڪلڪتي صوبي جي، ارلا ڳوٺ جي، جسم فروش نينگرين جي گذارن جو احــوال پڙهيم، تہ منهنجو تہ موراڳو انساني تهذيب تان ويساهہ ئي کڄي ويو!!

پارت جي هن ارلا ڳوٺ ۾ 15 کان 20 هزارن جي تعداد ۾ رهندڙ هي حوا جون ڌيئرون، پنهنجو جسم وڪڻي گذارن ڪنديون هيون، پر هاڻي هنن جو ان ڪڌي ڪرت مان بہ گذارن نہ ٿو ٿئي. ان ڪري هي مجبورن ماءُ بنجي، ٻار ڄڻي، انهن کي وڪرو ڪنديون آهن. سريلنڪا ۽ يورپ جا ماڻهو هي ٻار خريد ڪري، انهن جون، اکيون، دل، گردا ۽ ٻيا گهربل عضووا ڪپي تڪي، ڪٽي ويندا آهن. ان ذبح ڪيل ٻچڙن جي بدلي ۾ جيڪي پئسہ ملندا آهن، انهن مان حوا جون هي ڌيئرون گذران ڪنديون آهن!!! ان مان پنهنجي بکئي پيٽ جو دوزخ وسائيندون آهن!!! انسان جي عظمت اتي وڃي دنگ ڪيو آهي. جيئن ڪاڻ جيڏيون مون وڏا وس ڪيا، وارو فڪر بہ، انسان جي اهڙي ظالم روش تي شرمائي ٿو. آخرڪار ائين ڇو آهي؟ ان جو هڪ ئي جواب آهي، تہ دنيا اندر هي ظلم جو مانڊاڻ، صرف انسان جي ذاتي ملڪيت جي ڪري آهي. هي نہ مذهب جي ڪري آهي، ۽ نہ ئي قومپرستي جي ڪري. هي فقط طبقاتي نظام جي ذاتي ملڪيت جو ئي سرشتو آهي. جيڪو هن وقت زمين جي چئني پاسن کان رائج آهي. هن نظام چوڏاري بربريت ۽ ڏاڍ جو نظام ڪڙو ڪري ڇڏيو آهي. هر طرف رت جي هولي کيڏي پئي وڃي. ڌرتي جي اڪثر انسانن جو جيئڻ جنجال ٿي ويو آهي. انسان جي ساهہ کان بہ مٺي زندگي عذاب بنجي ويئي آهي. ان زندگي اڳيان خودڪشي بہ پنهنجي حيثيت وڃائي ويٺي آهي. سرمائيدار طبقي جي ظلمن جا داستان طويل ٿيندا پيا وڃن. هنن جي جبر ۽ ڏاڍ اڳيان، هن نظام جي ئي جاهل دانشورن جا ناهيل پنهنجا اصول، بہ سوڙها ٿي ويا آهن. جنهنڪري پورهيت طبقي کان اڳ ئي، مٿيون طبقو، پنهنجي ناهيل اصولن جي، پاڻ ئي خلاف ورزي ڪري رهيو آهي. پنهنجي مفادن لاءِ ناهيل ادارن کي پاڻ ئي تباهہ ڪري رهيو آهي ۽ اهو ئي هن ڪائنات ۾ هن جي بربريت جو اعليٰ مثال آهي!!!

سرمائيداري نظام جي بربريت واري قائم ڪيل هن دنيا ۾، سمورن پورهيتن کي، سماج جا غليظ انسان ڪري پيش ڪيو ويو آهي، سمورا ڏوهہ ۽ سموريون برايون هنن جي کاتي ۾ لکيون پيون وڃن. جيڪي برايون پورهيت طبقي جون نہ، پر عملي طور تي سرمائيدار طبقي ۽ ان جي رائج

نظام جون ئي پيدا ڪيل آهن، پوءِ بہ پورهيت طبقو ئي سزاوار آهي، آخر ڇو؟

هن سوال تي اڪثر دانشورن جو هڪڙو ئي جواب آهي ۽ اڄ بہ هو پنهنجي ان موقف تي فخر سان بيٺا آهن، تہ پورهيتن جي غربت مان نجات صرف موت ۾ آهي!!! ڇو تہ صدين کان حاوي طبقاتي نظام جو خاتمو ممڪن نہ آهي. ان خلاف ڪو لڙي ئي نہ ٿو سگهي!! اهڙن ساڃاهہ وندن جي سوچ تي ڪيئن اعتبار ڪري سگهجي ٿو؟ يقينن دنيا جو ڪو بہ پورهيت هن سوچ سان سهمت ٿي ئي نہ ٿو سگهي، تہ فطري موت کان اڳ غريبن کي موت ملي!!! اهو سچ، سائنس ۽ فطرت جي خلاف آهي، اها انسانيت جي توهين ۽ تذليل آهي. ڏاڍو سو گابو، وارو اصول جيڪو فرينچ انقلاب دوران ٽوڙيو ويو هئو، اهو بہ سئو سالن کان پوءِ وري پيهر لاڳو ڪيو پيو وڃي ۽ فطرت کي الٽو هلايو پيو وڃي.

پورهيت طبقي جي هن زوري بنايل اڇوت پٽي ۽ غير فطري ڪردار مون کي مجبور ڪيو، تہ مان پيهر پورهيت طبقي جي سياسي تاريخ کي دهرايان، سائنسي حقيقتن جي بنياد تي ان جي ڇنڊ ڇاڻ ڪريان، جيڪا تاريخ حڪمرانن جي آشيرواد ۾ لکي ويئي هئي.

هن جستجو ۾ جيترو ٿيڻ کپندو هئو، اوترو ڪامياب ٿي نہ سگهيو آهيان. ڇو تہ دنيا اندر پورهيت طبقي جي اٿل پٿل، جو ڪافي گهربل مواد مون کي ملي نہ سگهيو. خاص ڪري يورپ جي ٻن ملڪن، برطانيہ جي 1925ع جي انقلاب، جنهن ۾ ڪوئلي جي کاڻين جي پورهيتن کان شروع ٿيل جدوجهد، مئي 1925ع ۾ مڪمل انقلاب برپا ڪري، حڪمرانن کي بي وس بنائي ڇڏيو هئو، پر اتي پورهيتن جي نظرياتي طور تي مضبوط مارڪسسٽ پارٽي نہ هجڻ جي ڪري، هي انقلاب ضايع ٿي ويو ۽ ٻيو فرانس ۾ 1925ع جو انقلاب برپا ٿيو هئو. پر اسٽالن جي نظرياتي زوال پذيري جي ڪري هي انقلاب بہ ڪاميابي ماڻي نہ سگهيو ۽ هزارين پورهيت شهيد ڪيا ويا. هنن کان سواءِ ٻيا بہ سو کن کان مٿي انقلاب آيا هئا، پر انهن جو رڪارڊ ملي نہ سگهيو. باقي جيڪو ٿورو گهڻو مليو، اهو هن ڪتاب ۾ سهيڙيون اٿم ان کان علاوه دنيا اندر لکين انقلابين جون ڏنل قربانيون، شهيد نذير عباسي کان حسن ناصر تائين ۽ خوشي محمد کان ڪامريڊ ڀڳت سنگهہ تائين جو پڻ هن ڪتاب ۾ ذڪر ٿيڻ کپندو هئو، پر اهو بہ ساڳين سبب جي ڪري تي

نہ سگھيو. جن ڪامريڊن پنهنجون لازوال قربانيون ڏيئي پورهيت طبقي ڪي هميشہ لاءِ اوچو ڳاٽ ڪري جيئڻ جو درس ڏنو آهي.

يقينن هن ڪتاب جو بہ درس اهو ئي آهي، تہ هن ظلم ۽ بربريت واي دور ۾ جنهن ۾ رائج سرمائيداري نظام انسان ڪي اتم حيثيت ڏيڻ بجاءِ ان کي اڇوت بنايو آهي، ڪيس شاهوڪار طبقن اڳيان هٿ ٽنگڻ، عصمت وڪڻڻ، غريبن ڪي گند جي ڍيرن تان ڪاڏو ڳولڻ، والدين ڪي صرف ڏهن روپين ۾ پنهنجو ٻچڙو وڪڻڻ، امڙ جي پنهنجي جاني جگر ڪي ذبح ٿيندي ڏسڻ لاءِ مجبور ڪيو آهي. هن ظالم ۽ وحشيت واري نظام ڪي ڊاهڻ ۽ پنهنجي انساني رتبي ڪي بحال ڪرائڻ لاءِ پاڻ ڪي ذهني طور تي تيار ڪرڻو آهي. پورهيت طبقي جي هر فرد ڪي ان جدوجهد ۾ شامل ڪرڻو آهي. هتي غريب پورهيت غير فطري موت هيٺ مرڻ لاءِ نہ چاوا آهن. پر اهي قدرتي طور تي مساوي ۽ هڪ ئي نموني ۽ طريقي سان ڄاوا آهن. مرد جي مقابلي ۾ عورت کي ڪمزورڄاڻائڻ امير جي پيٽ ۾ غريب کي اڇوت بنائڻ جو سمورو فرق هن ظالم طبقاتي نظام جو پيدا ڪيل آهي جيڪو نظام ڪنهن قيمت تي قبوليت جوڳو نہ آهي ۽ يقينن هر سمجهو پورهيت هن کي قبول نہ ڪندو، اهڙي سمجهہ رکندڙ پورهيت جي هي ڪتاب يقينن ڪجهہ نہ ڪجهہ رهنمائي ضرور ڪندو. بس اهوئي هن ڪتاب جو مکيہ مقصد آهي.

انور پنهور

# مهاڳ

هن ڪائنات ۾ ڪابہ شيءِ يا ڪو رجحان نہ غير جانبدار آهي ۽ نہ ٿي ٿي سگهي ٿو ۽ هڪ طبقاتي سماج ۾ هي فقرو اڃا بہ وڌيڪ سچائي سان ثابت ٿئي ٿو. جيئن تہ استحصالي ۽ مظلوم طبقن جا تضاد هن نظام ۾ حل ٿي نہ ٿا سگهن. ان ڪري طبقاتي ٽڪراءُ پڻ ناقابل مصالحت هوندو آهي. هن ٽڪراءُ ۾ گهٽ وڌائي تہ ايندي رهندي آهي، پر هن جي حرڪت ڪڏهن بہ مڪمل طور تي ختم ٿي نہ ٿي سگهي ۽ اها ڪنهن نہ ڪنهن درجي ۽ رفتار ۾ هميشه هلندي رهي ٿي. عام حالتن ۾ حڪمران طبقن جي رياست (هن جا مختلف ادارا، فوج، عدالتون ۽ پارليامينٽ وغيره) غير جانبداري جو ناٽڪ ڪندي آهي. حڪمران طبقن جي جوڙيل رياست جو بنيادي مقصد پنهنجي آقائن جي مفادن ۽ ان سان لاڳاپيل نظام جو آخري وقت تائين تحفظ ڪرڻ ۽ ان جي خلاف اڀرڻ وارين تحريڪن کي پنهنجي رياستي ڏاڍ ۽ جبر جي ذريعي ڪچلڻ هوندو آهي. پر هن رياست جو ننگو جبر ۽ ڏکهي عرصي تائين جيڪڏهن بي نقاب رهي، تہ سماجي ڪيفيت جي حوالي سان اها پنهنجي تسلط کي گهٽي ڏيکهہ نہ ٿي ڏيئي سگهي. ان جي جوڙجڪ اهڙي آهي، جو سنئين سڌي طرح طبقاتي ٽڪراءُ ۾ ان جو ٽنڊ اٽڻ بنجي ويندو آهي. ان جو بنيادي سبب سندس تاريخي طور تي مدي خارج هجڻ آهي. ان ڪري هن رياست ۾ سرمائيداراڻي نظام کي حاوي رکڻ جي لاءِ، سماج جي مٿان منجهيل ۽ وسيع ڄار اڻي رکيو آهي. جنهن جو بنيادي مقصد رياست کي غير جانبداري جي نقاب ۾ لڪائي رکڻ ۽ پورهيت طبقي کي مختلف قسم جي ذهني مونجهارن ۾ منجهائي رکڻ هوندو آهي. هي ڄار سماج تي حاوي مذهب، سياست، صحافت، ثقافت، فن، مفڪر ۽ دانشور آهن. پر انهن ۾ اهم ترين ڪردار انهن سياسي ۽ ٽريڊ يونين اڳواڻن جو هوندو آهي، جيڪي ظاهري طور تي تہ "پورهيتن جي حقن" واري جدوجهد جا دعويدار هوندا آهن، پر حقيقت ۾ اهي ذاتي مفادن يا نظرياتي اعتبار کان سرمائيداراڻي

نظام جي وجود کي قائم رکڻ ۾ ان جي سڌارن ۾ ئي يقين رکندڙ هوندا آهن. جيڪڏهن رياست وٽ اهي اضافي سهارا نه هجن ها، ته طبقاتي سماج تي مٿين طبقن جي حڪمراني گهڻو عرصو نه هلي سگهي ها.

اهڙي طرح معاشرتي ڪيفيتن تي مختلف دؤر ۾ انهن جون حالتون پڻ وڏي شدت سان اثر انداز ٿينديون آهن. ڪامريڊ راب سيويل هڪ دفعي چيو هئو، ته "انقلابي ڪيفيتون تاريخ جا غير معمولي دؤر هوندا آهن." عام حالتن ۾ معمول واري زندگي ۾ پورهيت طبقي جا اڪثر پرت به حڪمران طبقن جي پوئواري ڪرڻ تي مجبور هوندا آهن. ان جو بنيادي سبب ڪنهن به انقلابي متبادل جو نه هجڻ، سياسي افق تي ان جي کوٽ ۾ موجوده قيادت جو اصلاح پسندي ۾ غير انقلابي رجحانن جي پرچار ڪرڻ جي ڪري هوندو آهي. ان کان علاوه معاشي ۾ سماجي طور تي ان کي (پورهيت طبقي کي) جنهن جبر ۾ اذيت کي منهن ڏيڻو پوندو آهي. تنهن جو بار پڻ، ان کي زندگي جي ضرورتن جي حاصلات ۾ ايترو منجهائي ڇڏيندو آهي، جو اهو انقلابي رستن جي طرف وڌڻ کان ڪنهن حد تائين نتائڻ ۾ سستي يا ڪاهلي جو شڪار ٿي ويندو آهي. قديم تاريخ جي قديم نظامن ۾ ڪيتريون صديون، بلڪ هزارين سال گذري ويندا هئا. پر مظلوم طبقن جون تحريڪون ۾ انقلاب برپا نه ٿيندا هئا. جيڪڏهن اسان روم، مصر، يونان ۾ چين جي قديم سلطنتن ۾ بادشاهتن جو جائزو وٺنداسين، ته اسان کي سماجي بغاوتن ۾ انقلابن جي برپا ٿيڻ جي وچ وارا عرصا صدين تي مبني نظر ايندا. اهائي ڪيفيت اسان کي جاگيرداري جي خلاف سرمائيداراڻن انقلابن ۾ ملي ٿي. پر ماضي جي پيٽ ۾ انهن جي وچ واري عرصي ۾ تمام وڏي گهٽتائي آئي آهي. ان جي باوجود سرمائيداراڻن انقلابن جي برپا ٿيڻ جو عرصو به 500 سالن تي مبني آهي. پر ان عرصي ۾ پڻ، دنيا جي ٽيئن حصي کان به گهٽ ملڪن ۾ هي صنعتي يا سرمائيداراڻا انقلاب مڪمل ٿي سگهيا. اهڙي طرح انهن انقلابن جي ناهموار هجڻ جي ڪري، دنيا جي مختلف حصن ۾ پڻ تفريق پيدا ٿي پئي ۾ سرمائيداراڻن پيداواري وسيلن ۾ معاشي رجحانن سامراجيت ۾ بينڪيت کي جنم ڏنو. جنهن سان بينڪي ملڪن اندر جيڪا سماجي ارتقا جي نوعيت وجود ۾ آئي، اها انتهائي ناهموار ۾ سامراجيت جي غلبي جي ڪري، اڻ برابري واري بڻجي وئي.

پر انهن سمورن تاريخي دؤرن ۾ پڻ سماج ۾ پورهيت طبقي کي گهري

مايوسي جي ڪڏ ۾ ڪيرائڻ جي باوجود مظلوم طبقا وري وري اٿيا ۽ انهن حڪمران نظامن کي ڊاهي، سماجن کي تبديل ڪري ڇڏيو. انهن تحريڪن جيُ سببن کي طبقاتي جدوجهد جي انهن مکيه جدلياتي ماديت جي قانونن جي ذريعي ئي سمجهي سگهجي ٿو، جن کي مارڪس ۽ اينگلز هڪ نئوس سائنسيُ شڪل ڏني.

سرمائيداراڻا انقلاب جنهن تيزي سان برپا ٿيا، انهي تيزي سان انهن صنعتي، فني ۽ سائنسي ترقي جي ذريعي انساني معاشرن جي هيئت ۽ انداز بدلائي ڇڏيا. سرمائيداري نظام ڪجهه صدين بعد ئي هڪ ترقي پسند نظام مان ڦري، هڪ قدامت پرست نظام ۾ تبديل ٿي ويو. ترقي يافته ملڪن ۾ سامراجيت جي خاص سرمايي جي اجتماعيت ۽ پٺتي ملڪن اندر انهن جي يلغار سان، اتي پڻ سرمائيداراڻن بنيادن تي سرمائيداراڻي ترقي جا فرض ۽ مقصد پورا ڪرڻ ممڪن نه رهيا هئا. ان جو بنيادي سبب هي هئو، ته سامراجي ملڪن پنهنجي پٺتي استحصال ۾ اضافو ڪرڻ لاءِ، هڪ طرف جديد ترين اوزارن ۽ ٽيڪنالاجي کي انهن معاشرن متعارف ڪرايو هئو، ته ٻئي طرف انهن اوزارن جي جديد ٽيڪنالاجي فراهم ڪرڻ جو مقصد، انهن پٺتي ملڪن کي ڦرمار جو نشانو بنائڻ هئو. ان ڪري جديد ترين ٽيڪنالاجي ملڻ جي باوجود، هنن پٺتي ملڪن کي اُها ترقي نصيب نه ٿي، جيڪا ترقي صنعتي انقلاب بعد آمريڪا ۽ يورپ يا ٻين ترقي يافته ملڪن کي ملي هئي. هڪ سوڙهي رستي ۾ پيجارو جي اڳيان هلندڙ ڏاند گاڏي ان پيچارو کي پڻ پنهنجي رفتار ۾ هلائيندي، ڇو ته جيستائين معاشري جي اندر سماجي ڍانچو ترقي يافته نه ٿو بنجي، ايستائين جديد اوزار به ترقي ڏيارڻ ۾ ڪو خاص ڪردار ادا نه ڪري سگهندا ۽ نه ئي پوئتي پيل ملڪ صرف جديد ٽيڪنالاجي جي فراهمي سان ڪي ملڪ ترقي يافته بنجي سگهن ٿا.

هن صنعتي انقلاب جي ڪري ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي اڪثر ملڪن اندر هڪ طرف جديد ترقي جي ٽيڪنالاجي پهتي، پر ٻئي طرف هنن پٺتي ملڪن اندر وڏي پيماني تي ڦهليل جهالت کي ختم ڪرڻ ۽ سماج کي ترقي وٺرائڻ ۾ ناڪامي ملي. يقينن اهڙي ناڪام ترقي جي پٺيان سامراجين جا پنهنجا مقصد هئا. ڇو ته هي سامراجي پٺتي ملڪن جي ترقي ڪرائڻ بجاءِ، پنهنجي سرمائيداراڻي معيشت جي گهرج لاءِ ئي هتي آيا هئا. تنهن ڪري هن پس منظر ۾ پٺتي پيل معاشرن جي سامراجي تسلط هيٺ

جنم وٺڻ واري ارتقا جي نموني جي اها مجبوري بنجي ويئي، تہ هن جديد اوزارن ۽ ٽيڪنالاجي ۽ سماج جي پٺتي پيل حصن جي وچ ۾ اڀري آيل فرق کي پُر ڪرڻ جي لاءِ هڪ وڏي تاريخي ڇلانگ (انقلاب) جي ضرورت آهي. هي ڇلانگ سرمائيداراڻن بنيادن تي ممڪن نہ آهي. ڇو تہ هڪ طرف هنن اندر نيم سرمائيداري ۽ نيم جاگيرداري معاشرن جي نامڪمل ۽ ڪمزور سرمائيداري ۽ سرمائيدار طبقن ۾ سامراج جي معاشي، مالياتي ۽ ٽيڪنالاجي جي شديد تسلط جي ڪري، هتي گهربل واڌو قدر (Surplus Value) ۽ نفعي جي شرح حاصل ڪرڻ نہ ممڪن آهي. جنهن کي حاصل ڪري، اهي هڪ جديد سرمائيداراڻي، صنعتي ۽ جمهوري معاشري کي جنم ڏيئي سگهن.

ان ڪري هنن غريب ملڪن ۽ معاشرن جي انقلاب جو ڪردار بنيادي طور تي سوشلسٽ بنجي ويو. ان جو بنيادي نظرياتي تجزيو ۽ تناظر روسي انقلاب جي قائد ۽ ڪامريڊ لينن جي ساٿي، ڪامريڊ ٽراٽسڪي 1903ع ۾ مسلسل انقلاب جو نظريو (Theory of Permanent Revolution) ذريعي پيش ڪيو. 1903ع ۾ ايرڻ واري هن نظريي جو بنياد پڻ ڪامريڊ مارڪس ۽ ڪامريڊ لينن جي ”گڏيل ۽ ناهموار ترقي جي نظريي“ (Theory of combined and un even Development) تي مبني آهي. انساني تاريخ جو عظيم ترين بالشويڪ انقلاب جيڪو 1917ع ۾ برپا ٿيو هئو. اهو هن ئي نظريي جي بنياد تي برپا ۽ ڪامياب ٿيو هئو. 19- صدي جي پيٽ ۾ 20- صدي ۾ پورهيت طبقي جي انقلابي تحريڪن جي شدت ۽ رفتار تمام گهڻي تيز هئي. جتي روس جو 1917ع جو انقلاب برپا ٿيو. اتي اسان کي تمام گهٽ وقفن سان دنيا جي مختلف خطن ۾ انقلاب برپا ٿيل نظر اچن ٿا. پر هنن انقلابي دؤرن ۽ ڪيفيتن جي ڪردار ۾ جيڪا هڪ مثبت تبديلي آئي، اها ان جي بين الاقواميت هئي. مثال طور 1968ع کان 1974ع جي دؤران اسان کي دنيا جي سمورن کنڊن ۾ انقلاب ۽ تحريڪون ملن ٿيون. انهن ۾ يڪسانيت، مارڪسزم جي بنيادي نظرين ۽ تجزين کي تاريخ جي ڪسوٽي واري پرک تي، اجا بہ وڌيڪ ڪامياب بنائي ٿي.

هنن انقلابي طوفانن ۾ بار بار انقلابي تحريڪون ابريون، پر قيادت نہ هجڻ جي ڪري، اهي ڪڏهن ناڪام ٿيون، تہ ڪڏهن هي تحريڪون پنهنجا پنهنجا رستا تلاش ڪنديون، مختلف صورتن ۾ سماج جي تبديلي جو سبب بنجنديون رهيون. هي عمل اجا اڳتي وڌيو آهي. گلوبلائيزيشن جي سمورن

منفي اثرن جي باوجود هن جديد ٽيڪنالاجي ۽ ٽيليڪميونيڪيشنز جي ترقيءَ دنيا جي سمورن انسانن کي اجا به وڌيڪ ويجهو ڪيو آهي. 15-فيبروري 2003ع جي هڪ ڏينهن تي دنيا جي 605 وڏن شهرن ۾ 3- ڪروڙ ۽ 30 لک ماڻهن جو گڏيل طور تي سامراجي جارحيت ۽ سرمائيداري جي خلاف مظاهرا ڪرڻ، مارڪسزم جي ان بنيادي اصول، دنيا جي سڀئي پورهيت هڪ ٿيو! کي اڄ ڏيڍ سؤ سال گذرڻ بعد اجا وڌيڪ درست ثابت ڪري رهيو آهي.

ان ڪري مارڪسزم جيڪڏهن بين القواميت نه آهي، ته ڪجهه به نه آهي. قومي بنيادن تي سوشلزم کي هڪ ملڪ ۾ محدود ڪرڻ واري پاليسي جي تاريخي ناڪامي ئي سويت يونين جي ڊهڻ جو سبب بني. ان ڪري اسٽالنزم جيڪو بنيادي طور تي هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جي نظريي تي قائم هئو، تاريخي طور تي اهو رد ٿي ويو. پر عالمي طور تي اڀرڻ واريون انقلابي تحريڪون، اڄ هڪ نئين سوشلسٽ انقلاب جي پڪار بنجي رهيون آهن.

پر ان کان اڳ ۾ ان کان پوءِ اڀرڻ وارن انقلابن ۾ نظرين جي ابهام ۽ مارڪسي قيادت جي نه هجڻ جي ڪري انقلاب مسخ شڪلين ۾ ڪامياب ۽ ڪڏهن خوني شڪستن جي حالت ۾ اسان جي سامهون رونما ٿيندا رهيا آهن. "سوشلسٽ، انقلاب برپا نه ڪندا آهن، پر اهي انقلابن جي لاءِ تياري ڪندا آهن." انقلاب پورهيت طبقي جي قيادت ۾ عوام ڪندو رهيو آهي. ڪامريڊ ٽراٽسڪي جي اها مشهور چوٽي، ته تاريخ ۾ ڪيترا ڀيرا ڪيترن ئي انقلابن واقعن ذريعي درست ثابت ٿي چڪي آهي. گذريل صدي ۾ روسي انقلاب جي فتح سان سڄي دنيا ۾ مارڪسزم ۽ ڪميونزم جا نظريا، بجلي جي رفتار سان وڌيا. پر روسي انقلاب جي زوال پذيري ۽ اسٽالنزم جي سياسي رد انقلاب جي اڀار سان هنن نظرين کي بري طرح مسخ ڪيو ويو. اسٽالنزم کي سوشلزم ۽ ڪميونزم ڪوٺيو ويو. اهو پوءِ نئين آفيسر شاهي جي مفادن جي تقاضا بنجي ويو، ته اهي هنن نظرين کي بگڙيل ئي رهڻ ڏين!! هنن بگڙيل نظرين تحت جڙڻ وارين پارٽين پڻ هنن نظرين ۽ تناظر جي ڪمزور ۽ ڪوتاهي جي ڪري تمام گهڻا انقلاب هٿن مان وڃائي ڇڏيا. اڪثر جڳهين تي انهن کي شعوري طور تي شڪست سان همڪنار ڪرايو. پر جتي به انهن پارٽين انقلاب برپا ڪيا، ته اتي انهن انقلابن جي ڪاميابي ۾ شايد پارٽي اڳواڻن جو ڪو ايترو هٿ هئو، جيترو هيٺيان کان اڀرندڙ پورهيتن جي انقلابي وهڪري ۽ تحريڪ جو شدت جي زور جو اثر هئو.

ڪجھ جاين تي هيٺيان پورهيت طبقي ڪان ايرڻ واري انقلابي تحريڪ جي دٻاءَ جي ڪري اسٽالنسٽ قيادتون سوشلسٽ معاشي قدم کڻڻ تي مجبور ٿيون هيون.

اڄ جي پورهيتن ۽ مظلوم طبقن جي نوجوانن لاءِ هنن انقلابن کي سمجهڻ ۽ انهن جو تجزيو ڪري، هڪ انقلابي لائحہ عمل جوڙڻ، سوشلسٽ انقلاب لاءِ هڪ لازمي فرض بڻجي ويو آهي. ڪامريڊ انور پنهور هنن انقلابن جي تجربن تي مبني هن ڪتاب ذريعي ان علم جو بنياد فراهم ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ هن اسپين کان وٺي چين تائين ۽ انڊونيشيا کان وٺي گرينيڊا تائين آيل انقلابن ۽ ان جي خلاف آيل رد انقلابن بابت هڪ انتهائي وسيع جاڻ کي هڪ مختصر ۽ جامع لکڻي ۾ سموئڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. موجوده دؤر ۾ هي ڪاوش انتهائي قابل ذڪر آهي. هن ڪتاب ۾ نہ صرف هنن انقلابن جي ڪاميابين ۽ ناڪامين جا داستان آهن، پر انهن جي سائنسي تجزئي سان، انهن جي سببن کي پڻ مارڪسي نقطہ نظر سان بيان ڪيو آهي ۽ مارڪسزم جيئن تہ غيرجانبداري تي يقين نہ ٿو رکي. ان ڪري انور پنهور پورهيت طبقن جي لاءِ هڪ جانبدار نقطہ نظر سان ان جو تجزيو پيش ڪيو آهي. ان ڪري هن ڪتاب جي درستگي ۽ سچائي غير منافقانہ بنياد تي آهي. مان سمجهان ٿو، تہ ايندڙ انقلابين جي لاءِ نہ صرف انقلاب کي سمجهڻ، بلڪ ان کي برپا ڪرڻ جو لائحہ عمل جوڙڻ، پڻ هن ڪتاب ۾ واضع طور تي جهلڪي ٿو. سنڌ جي پوئتي پيل علائقي ۾ رهندڙ هن ڪامريڊ دنيا جي انقلابن کي هڪ ڪتاب ۾ گڏ ڪري، نہ صرف سنڌ ۾ ايرڻ واري انقلابي تحريڪ جي لا هڪ واضع انقلابي لائحہ عمل پيش ڪيو آهي، پر هنن انقلابن کي سبق طور تي پڻ واضع ڪيو آهي، تہ هن خطي ۾ اڇڻ وارو سوشلسٽ انقلاب ڇو ۽ ڪيئن عالمي سوشلسٽ انقلاب ۽ طبقن کان پاڪ ڪميونسٽ سماج جي تشڪيل سان ڪنهن مرحلي ۾ ڪنهن بہ وقفي جي بغير ڳنڊيل آهي. مان ڪامريڊ انور پنهور جي هن عظيم ڪاوش تي کيس مبارڪ پيش ڪريان ٿو ۽ سمورن پورهيتن ۽ نوجوانن کي هن ڪتاب جي مطالعي جي سفارش ڪريان ٿو

بالشويڪ جذبن سان گڏ

لال خان

لاهور، جنوري 2004ع

# انقلاب ڇا آهي؟

تاريخ جي هڪ شاگرد طور ڏسبو، تہ سڄي دنيا بغاوتن ۽ انقلابن سان ڀريل نظر ايندي. انقلاب ڇا آهي ۽ ڇو ايندو آهي؟ سماجي سائنس جي استادن ٻڌايو آهي، تہ جيڪو نظام، عوام جون ضرورتون پوريون نہ ڪري سگهي، ۽ جتي بک، بدحالي، بيروزگاري ۽ مهانگائي عوام کي بي پاڙي وانگر وڪوڙي وڃي، تہ عوام انهيءَ عذاب مان ڇوٽڪاري لاءِ بيچين ٿي ويندو آهي ۽ ان مان فوري تبديلي چاهيندو آهي. صدي جي تاريخ رڪندڙ ڪامريڊ ٽيڊ گرانٽ انقلاب جي وصف هيٺئن بيان ڪري ٿو، ”عام حالتن ۾ عوام جي اڪثريت ذهني طور تي ان ڳالهہ کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار هوندي آهي، تہ انهن جي زندگين متعلق اهم فيصلا، سماج جا سمجهدار ماڻهو يعني سياستدان، ڏاها، نوڪر شاهي يا جج ڪن؛ پر بيچيني وارن فيصلا ڪن لمحن ۾، اهي ساڳيا عام ماڻهو هر شئي کي تڪراري سمجهندا آهن. هي ماڻهو هاڻ اُن مان مطمئن نہ ٿيندا آهن، تہ هنن جي تقدير جا فيصلا، ڪي ٻيا ماڻهو ڪندا وتن. ڇو تہ هو هاڻ خود پاڻ سوچي عمل ڪرڻ چاهيندا آهن ۽ اهو ئي انقلاب هوندو آهي، جنهن ۾ هو پاڻ هر هنڌ، هڙتال ۽ احتجاج ۾ نظر ايندا آهن. اهي ماڻهو ڳالهائڻ، فيصلا ڪرڻ، تنقيد ڪرڻ ۽ سرگرمي سان اهڙن معاملن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪندا آهن. ٿورڙن لفظن ۾ ائين ڪٺي چئجي، تہ انقلاب ۾ اهي ماڻهو پنهنجي تقدير جو فيصلو پنهنجي هٿن ۾ ڪٺي وٺندا آهن.

انسان جي سماجي تاريخ پنهنجي ارتقا جي مختلف دورن مان گذري آهي. انسان جو اوائلي دور، جيڪو ڪنهن بہ انسان جي جبر ۽ ڏاڍ کان آزاد هيو. جيڪو حوس ۽ لالچ کان پاڪ هيو. اهو سماج جي ضرورتن کي ونڊي ۽ ورڇي کائڻ جو عادي هيو، اهو پنچائتي (گڏيل مفاد ۽ گڏيل نقصان واري ڀائيچاري جو) دور هئو، جنهن کي اسان جا استاد ڪميون وارو دور سڏن ٿا. ان کان پوءِ انسان وٽ جڏهن طاقت جو شعور آيو، تہ سماج اندر

غلام ۽ آقا جو دور شروع ٿي ويو. زراعت کان وٺي امور سلطنت تائين، هر ڪم غلامن کان ورتو ويندو هئو.جڏهن پيداواري قوتن ۾ تباهي سبب زراعت ۾ زوال آيو، ته جاگيرداري نظام وجود ۾ آيو ۽ جڏهن وري جاگيرداري نظام (قبيلن، وڏيرن سردارن ۽ جاگيردارن جو نظام) سماج جون گهرجون پوريون نه ڪري سگهيو، ته ان جي جاءِ تي مطلق العنانيت جي بادشاهت وارو نظام وجود ۾ آيو ۽ جڏهن سرمائيداري انقلاب آيو، ته اهو پاڻ سان جمهوريتن جو نظام ساڻ کڻي آيو ۽ اڄ تائين اهو موجود آهي.

هي سماجي ارتقا جون سموريون تبديليون پوءِ به انسانن جون گهرجون پوريون ڪري نه سگهيون ۽ نه ئي انسان جي غلامي جو خاتمو ٿيو. بلڪ ان جون شڪليون هر دور ۾ تبديل ٿينديون ۽ جدت ماڻينديون ويون. اڄ به ٿلهي ليڪي ڏسجي ته، غريب امير جو. هاري زميندار جو. مزدور مالڪ جو محتاج بڻيل آهي. ٻئي طرف غريب ملڪ وري ترقي يافته ملڪن جا غلام بڻيل آهن. ملڪ اندر ٽيڪس مڙهڻ کان وٺي، حڪمراني جي ڪرسي تائين، انهن جي مرضي شامل آهي. اهڙي مداخلت سبب خود سرمائيدارن جي فلسفي هيٺ جوڙايل جمهوريتون به ناڪام ويون آهن. جيڪي پنهنجي عوام جا مسئلا حل ڪرڻ کان بلڪل نااهل بڻيل آهن. ڏينهون ڏينهن بک ۽ بدحالي عوام کي بيحال ڪندي پئي وڃي.

ڪجهه صديون اڳ، دنيا جي ڏاهن، غير مساوي سماج کي محسوس ڪندي، غير طبقاتي سماج لاءِ، جاکوڙيو هئو، انهن ۾ رابرٽ اووين، فورئي، سينٽ سائمن ۽ شاهه عنايت شهيد سميت ٻيا ڪيترائي شامل آهن. هنن سڀني جو بنياد به، اجتماعي ملڪيت تي هئو پر ان نظام کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ وٽن ڪو به سائنسي بنياد نه هئو. جنهنڪري هنن ڏاهن جي ڪم کي اڳتي وڌائيندي، ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينگلس سائنسي سوشلزم جو بنياد فراهم ڪندي، ان جي مادي بنياد جي وضاحت ڪئي. جيڪا زراعت، صنعت، سائنس ۽ فني مهارت (ٽيڪنالاجي) جي قوتن جي ترقي جي هڪ خاص سطح تي مشتمل آهي. تاريخي ماديت پنهنجي آخري تجزئي ۾، تاريخي ترقي جي وضاحت ڪري ٿي، جنهن جو بنياد انهن شين جي ترقي تي آهي. تاريخ جي مادي تصور جي مطابق، تاريخ ۾ فيصلاڪن عنصر، حقيقي زندگي ۾ بنيادي طور تي پيداوار ۽ نئين سر پيداوار Reproduction آهي.

هيءُ ڳالهه واضح آهي، ته مذهب، سياست، اخلاقيات ۽ فلسفو وغيره

تاريخي عمل ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪن ٿا ۽ ان جي باوجود آخري تجزئي ۾ معاشي ۽ معاشرتي نظام جي ڪاميابي جو اظهار ان ڳالهه تي آهي. تہ سماج جي بنيادي ضرورتن کي پورو ڪيو وڃي. مذهبي، سياسي ۽ فلسفياڻي نظريي جي ترقي کان اڳ، انسانن کي ماني، ڪپڙي ۽ اجهي جي ضرورت پيش اچي ٿي. شروعاتي دور کان وٺي. انسان کي انهن ضرورتن (ماني، ڪپڙي ۽ اجهي) کي پورو ڪرڻ لاءِ سخت جدوجهد ڪرڻي پئي هئي ۽ اڄ پڻ انسان جي وڏي اڪثريت، يعني دنيا جي اڌ آبادي لاءِ صورتحال ساڳي ئي آهي.

تاريخ جي هڪ خاص وقت ۾، محنت جي ورهاست ٿي ۽ تاريخي طور تي محنت جي ورهاست جي ڪري، سماج طبقن ۾ ورهائجي ويو. هي مستقبل لاءِ هڪ وڏو قدم هئو، جنهن ڪري پهريون ڀيرو گنجائش کان وڌيڪ (واڌو) پيداوار وجود ۾ آئي. ساڳئي وقت اهڙو طبقو بہ وجود ۾ آيو، جيڪو جسماني محنت ڪرڻ کان آزاد هو. يعني حاڪم طبقو، جيڪو ٻين جي محنت تي زنده رهي ٿو. قديم زماني ۾ ٻين مان مراد غلام هو، بعد ۾ جاگيرداري تحت هاري ۽ هاڻي سرمائيداري تحت مزدور آهي.

هن تاريخي ارتقا مان مارڪس ۽ اينگلس سماجي ترقي جو تمام اهم قانون دريافت ڪيو، تہ هڪ خاص سماج، ان وقت تائين پنهنجي بقا جو ضامن بڻجي سگهي ٿو، جيستائين پيداواري قوتن کي ترقي ڏياريندو رهي ۽ ڪنهن بہ سماج جو ان وقت تائين خاتمو نہ ٿو ٿئي، جيستائين ان جي اندر موجود، ترقي جي سمورن امڪانن جو خاتمو نہ ٿئي. هنن استادن جي چوڻ موجب، پيداواري قوتن جي ترقي ۾ واحد رڪاوٽ خود سرمائيدار آهي، جيڪو سرمائي کي (ذاتي) ملڪيت ڄاڻائي، ان جي مٿان نانگ بڻجي ويٺو آهي. جڏهن تہ هي سرمايو گهڻن مزدورن (سڄي سماج) جي ڪمايل ملڪيت آهي. نتيجي ۾ ٿورن هٿن ۾ ناڻو، پيداواري قوتن جي ترقي واري صلاحيت وڃائي ويهي ٿو ۽ سماج ساڳي بک ۽ بدحالي جي ور چڙهي وڃي ٿو. جيئن تہ ماضي ۾ غلامن، هارين ۽ غريب ماڻهن پنهنجي بک ۽ بدحالي خلاف بغاوتون پئي ڪيون. ان ڪري ڪامريڊ استادن، انسان جي سماجي ارتقا جي تاريخ کي، طبقاتي جدوجهد جي تاريخ سڏيو آهي. جيستائين طبقاتي سماج جو خاتمو نٿو ٿئي، تيستائين دنيا مان بک ۽ بدحالي جو خاتمو ممڪن نہ آهي. ان ڪري هتي انقلاب اٽل آهي.

ڪامريڊ استادن هن تبديلي کي سوشلسٽ تبديلي جو نالو ڏنو آهي،

جيڪا تبديلي سرمائيداري ڪان ترقي يافته آهي، اها تبديلي، پيداواري قوتن جي ترقي جي اڳيان موجود رڪاوٽون دور ڪري، سماج کي هڪ نئين ۽ اعليٰ شڪل ۾ اڳيان آڻي ٿي. ان ۾ ذاتي ملڪيت ۽ قومي رياست جهڙيون رڪاوٽون ختم ٿي وڃن ٿيون. جنهن ڪان پوءِ، سماجي ملڪيت کي، اڪثريت جي مفادن تحت رٿابند طريقي سان اڳيان آڻڻ لاءِ رستا کلي وڃن ٿا. هي تبديلي صرف ئي صرف صنعتي مزدور (پرولتاري)، هارين ۽ سماج جي ٻين پيڙهيل ۽ مظلوم ماڻهن کي پاڻ سان ملائي، آڻي سگهن ٿا. اها ئي تبديلي سماج جي سمورين گهرجن جو پورائو ڪري سگهي ٿي ۽ پيداواري قوتن کي ترقي وٺرائي سگهي ٿي. هن کي مارڪسزم، يعني مارڪس جو علم چئبو آهي.

هن تبديلي خاطر مارڪس ۽ اينگلس دنيا جي پهرين پورهيت انقلابي تنظيم (انٽرنيشنل) قائم ڪئي، پر پيرس ڪميون جي ناڪامي بعد، هن انٽرنيشنل کي ٽوڙي، ٻي انٽرنيشنل قائم ڪئي، مارڪس ۽ اينگلس جي وفات ڪان پوءِ روس مان لينن، ٽراٽسڪي ۽ پليخانوف ٻي انٽرنيشنل جا ميمبر رهيا. پهرئين عالمي جنگ دوران، سوشل ڊيموڪريٽن جي طرفان، انٽرنيشنل جي اصولن سان غداري ڪندي، پنهنجي پنهنجي ملڪن جي قومپرستي هيٺ، سرمائيدار حڪمرانن جي حمايت ڪرڻ سبب، لينن ٻي انٽرنيشنل ڇڏي، ٽين انٽرنيشنل قائم ڪئي. اسٽالن وري مارڪسزم سان غداري ڪري، عالمي انقلاب تان هٿ کڻي ڇڏيو ۽ 1943ع ۾ نه صرف ٽين انٽرنيشنل کي سرڪاري طور ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو، پر ان ڪان اڳ، هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جو نئون نعرو ڏنو. جيڪو منشويڪن جي مرحليوار انقلاب جي تلقيد (پيروي) هئو. ان جي جواب ۾ ڪامريڊ ٽراٽسڪي چوٿين انٽرنيشنل جو بنياد وڌو، جيڪا اڄ تائين قائم آهي، جيتوڻيڪ اها به گهڻن حصن ۾ ورهائجي چڪي آهي، پر پوءِ به انهن مان هڪ ڌر مارڪسزم جي پرچار ۾ رڌل آهي ۽ دنيا ۾ عالمي انقلاب لاءِ جاکوڙي آهي.

هنن عالمي تنظيمن دوران ۽ ان ڪان اڳ جيڪي به انقلاب آيا يا واقعا ٿيا، اهي پنهنجي پنهنجي شاندار تاريخ لکي ويا آهن. انهن ۾ فرينچ انقلاب پيرس ڪميون. شڪاگو تحريڪ، بالشويڪ انقلاب ۽ چين جي انقلاب ڪانسواءِ ڪيترائي ٻيا انقلاب آيا. جن کي پڙهڻ، سمجهڻ ۽ انهن مان سکڻ جي ضرورت آهي●

# انقلاب ڪيئن ايندو آهي؟

انقلاب جي هيئت متعلق اڳي ذڪر ٿي چڪو آهي، مگر ان جي اچڻ جي عملي شڪل ڇا هوندي آهي؟ جدلياتي ماديت جي اصولن موجب، ته ان جي صورت هڪ ئي هوندي آهي. مگر ان کي به، هتي تڪراري بنائي پيش ڪيو ويو آهي. انقلاب ڪيئن ايندو آهي؟ هن وقت دنيا ۾ حاوي سرمائيداري نظام جا دانشور ته خاطري ڪيو وينا آهن، ته سويت يونين جي ٽٽڻ کان پوءِ، هاڻي دنيا ۾ ڪو به انقلاب اچڻو نه آهي. جيتوڻيڪ 1997ع ۽ 1998ع ۾ البانيه ۽ انڊونيشيا جي انقلابن، 2003ع بولويا ۽ جارجيا جي انقلابن، هنن جي نظرين کي رد ڪري ڇڏيو آهن، پر پوءِ به هو بضد آهن. اصل ۾ انقلاب ڪنهن ماڻهو جي خواهش ۽ تصور جو غلام نه آهي. هي ته انساني سماجي فطرت جي پيداوار آهي،

بحرحال سرمائيدار دنيا جي دانشورن کي ڇڏي ڪري، هن وقت دنيا ۾ انقلاب بابت، ٻن نظرين جا حامي موجود آهن. هڪڙا مارڪسزم جا حامي ته ٻيا مائو ازم جا حامي، هنن ٻنهي نظرينِ جا حامي پاڻ کي انقلابي سڏائين ٿا پر هنن جي نظريي، لائحه عمل ۽ طريقه ڪار ۾ چڱو اختلاف نظر اچي ٿو. انقلاب ڪيئن ايندو آهي؟ نظرياتي طور تي هنن ٻنهي جا رستا الڳ الڳ آهن. مارڪسزم جي نظريي موجب، پنهنجون ضرورتون پوريون نه ٿيڻ جي ڪري، عوام پورهيت طبقي جي اڳواڻي ۾ پاڻ انقلاب آڻيندو آهي ۽ انقلابي پارٽي صرف انِ جي رهنمائي ۽ قيادت ڪندي آهي، جڏهن ته، مائوازم جي نظريي موجب، انقلاب پورهيت عوام نه، پر پارٽي پاڻ آڻيندي آهي. ملڪ اندر پارٽي پاڻ بندوق کڻي ويڙهه ڪندي آهي، قوم دشمن ۽ جمهوريت دشمن کي مات ڏيئي، قومي جمهوري يا عوامي جمهوري انقلاب ڪڙو ڪندي آهي. جنهنڪري هنن جي هڪ چوٽي مشهور ٿي، ته انقلاب بندوق جي نالي مان ڦٽي نڪرندو آهي.

مائوازم جو عروج، 1949ع ۾ مائوزيتنگ جي قيادت ۾ چين جي

انقلاب کان پوءِ شروع ٿيو. جيتوڻيڪ هي ساڳيو روسي منشويڪن جي مرحليوار انقلاب وارو نظريو آهي، جيڪو 1924ع کان پوءِ سوويت يونين اندر جوزف استالن جي رد انقلابي ڪردار جي سبب ٻيهر پروان چڙهيو هئو. جنهن ۾ استالن پورهيتن جي ٽين انٽرنيشنل (ڪامنٽرن) جي اصولن ۾ دنيا اندر پورهيتن جي ايڪي ۽ اتحاد بجاءِ هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جو نظريو مڙهيو هئو ۽ ان ڪري ئي 1927ع جو چيني انقلاب ناڪام ٿيو. مائوزيتنگ به استالن جي مرحليوار نظريي جي پوئواري ڪندي، چين جي مخصوص حالتن جو بهانو ڪري گوريلا ويڙهه جو رستو اختيار ڪيو. چين جي انقلاب کان پوءِ، دنيا جي اڪثريت ڪميونسٽن، مائوازم جو نظريو استعمال ڪيو. جيڪو الٽراليفٽ جو رستو آهي. ان ڪري گوريلا ازم کي وڏيڪ ترقي ملي. ويڙهه جا نوان نوان تجربا ڪيا ويا خودڪش بم حملا پڻ هن ويڙهه جو حصو آهن. ڪامريڊ چي گويرا ۽ هوچي منهه جهڙا هيرا پيدا ٿيا جن سامراج خلاف ويڙهه ۾ وڏي شهرت ماڻي.

مائوازم جي خاص ڳالهه اها آهي، ته هن نظريي جو گهڻو زور صنعتي مزدور بجاءِ هاري يا زرعي مزدور تي وڌيڪ هوندو آهي. ان ڪري پٺتي پيل ۽ زرعي ملڪن اندر بينڪيت، جاگيرداري ۽ سرمائيداري (خاص ڪري ٻاهرين سرمائيداري) خلاف ويڙهه ۾، مائوازم، هٿيار بند جدوجهد جي صورت ۾ نروار ٿيو. ظالم حڪمران، جيڪي عوام جي پر امن جدوجهد مٿان ڪڙڪي پوندا هئا، انهي جو حل، گوريلا ويڙهه ۾ ڳوليو ويو. جيڪو انساني فطرت ۾ شعور جي هيٺين سطح تي موجود آهي.

اڄ به نيپال جا مائو نواز ڪميونسٽ، سرڪاري عملدارن ۽ ظالم شاهوڪارن تي هٿياربند حملا ڪن ٿا. جن ۾ ڪڏهن ڪڏهن غريب به مفت ماريا ويندا آهن.

هن انقلابي ويڙهه ۾ جيڪا حاصلات ٿيندي آهي، ان کي قومي جمهوري يا عوامي جمهوريءَ انقلاب سڏيو ويندو آهي، ٻين لفظن ۾، هن کي قومي سرمائيدارن ۽ وچولن طبقن جو انقلاب به سڏي سگهجي ٿو. جنهن ۾ ملڪيت جا رشتا تبديل نه ٿيندا آهن، پر مٿيون طبقو ئي ملڪ جي سرمائي جو والي وارث هوندو آهي خاص ڪري، آفيسر شاهي جي هٿ وس ٿي ويندو آهي. اڪثر صنعت ۽ وسيلا رياست جي ڪنٽرول ۾ اچي ويندا آهن، پيداواري صلاحيت آفيسر شاهي (غير پيداواري عنصر) جي هٿ ۾ هجڻ جي ڪري،

معيشيت جو دم گهٽجڻ لڳندو آهي ۽ آخرڪار معاشي بحران ڪڙو ٿي ويندو آهي. جنهن ۾ يقينن آفيسر شاهي ۽ مٿئين طبقي وارا نه پر پورهيت ئي بک ۽ بدحالي جي ور چاڙهيا ويندا آهن. جنهن انقلاب لاءِ هزارين لکين پورهيتن ۽ نوجوان جانيون قربان ڪيون، اهي وري بي ماني جي ڳيي لاءِ پريشان هجن، دوا جي وزن لاءِ تڙپن ۽ سک جي گهڙي ڪان محروم رهجن!

مارڪسزم تحت جي انقلاب جو هڪ اعليٰ نمونو، بالشويڪ انقلاب آهي. جنهن جو نظريو، لائحہ عمل ۽ طريقہ ڪار، پورهيت راڄ جو اهو سوجهرو آهي، جنهن جي روشني ۾ ڪروڙين ۽ اربين انسان اڄ به پنهنجي نجات جو دڳ ڏسي سگهن ٿا.

انقلابي علم جا استاد ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينگلس ٻڌائين ٿا، ته انساني سماج جي سموري تاريخ طبقاتي جدوجهد جي تاريخ آهي. طبقاتي جدوجهد معنيٰ، ٻن طبقن، يعنيٰ امير ۽ غريب جي ويڙهہ، آقا ۽ غلام جي جنگ، جاگيردار ۽ هاري جي لڙائي ۽ سرمائيدار ۽ مزدور جي ويڙهہ، ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته انساني سماج جي سموري تاريخ انقلابن جي تاريخ آهي.

انهي بنياد تي مارڪسزم جا حامي، انقلاب جو رستو اختيار ڪندا آهن. پورهيت طبقي جي نظرياتي پرچار ڪندا آهن ۽ انهن کي احساس ڏياريندا آهن، ته پورهيت ئي دنيا جي عظيم طاقت آهن. ڇو ته اهي ئي ته، هن جهان کي هلائين ٿا. جيڪڏهن اهي پنهنجا هٿ روڪين، ته سڄي دنيا ٻنڊ پهڻ تي وڃي. جڏهن اهي پورهيت سڄي دنيا جو ڪار وهنوار هلائين ٿا، ته پوءِ انهي جو انتظام ڇو نہ ٿا هلائي سگهن؟ بلڪل هلائي سگهن ٿا ۽ يقينن هنن ۾، انتظام هلائڻ جي اهليت ۽ سگهہ آهي. ٻلا هن وقت مٿيون حڪمران طبقو ڪو دنيا جو انتظام ٿوروئي هلائي رهيو آهي. اهو فقط ٻين ۽ پنو ڪٽي هيرا ڦيري ڪندو آهي، پورهيتن جي ڪمائي تي ڌاڙا هڻندو. هنن جي سموري ڪمائي کي، پنهنجي ذاتي ملڪيت ۾ جمع ڪندو رهندو آهي. ڪي ٿورڙا پئسہ محنت ڪندڙ پورهيت کي ڏيندو آهي ۽ باقي سرمائي تي پاڻ عيش ڪندو آهي. يعني دنيا جي ڪروڙين ۽ اربين انسانن تي ظلم ۽ جبر ڪندو آهي.

هنن ٿورڙن پئسن مان، ته پورهيت جي سڄي ڏينهن جو ٽڪ به نہ لهندو آهي. گهر ڀاتين جي هڪ ڏينهن جو گذر بہ، مشڪل سان ٿيندو آهي.

بيمار ماءُ، ٻچڙن جي ڪپڙن، اسڪول فيءَ ۽ ڪتابن لاءِ به پئسا نه ٻچندا آهن. پر پوءِ به ساڳيو پورهيت ٻئي ڏينهن پورهيي تي ويندو آهي ۽ اجا به ٻيٽي ڪمائي ڪندو آهي!!!

اهڙي طرح سرمائيدارن جي ظلم ۽ جبر تي ٻڌل، هيراڦيري جو انتظام، هن دنيا ۾ هلي رهيو آهي، ته پوءِ پورهيتن جي حق ۽ انصاف تي ٻڌل انتظام، ڪيئن نه هلي سگهندو. بلڪل هلي سگهندو، ۽ يقينن هلي سگهندو. جو ته پورهيت، سرمائيدار وانگر اهڙي هيراڦيري ۽ ناانصافي ڪرڻ جي طاقت ئي رکي نه ٿا سگهن. جو ته هڪ اداري اندر هڪ سرمائيدار ته ائين ڪري سگهي ٿو، پر ان ۾ ڪم ڪندڙ 100 پورهيت ائين نه ٿا ڪري سگهن. جو ته انهن ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ جي صلاحيت اهڙي تنظيم کي جنم ڏي ٿي، جنهن تحت هو ڪارخاني، فيڪٽري يا اداري کي هلائي پيداوار ڏين ٿا. جيڪڏهن انهن ۾ بدانتظامي هجي، ته اهو ادارو، ڪارخانو يا فيڪٽري هڪ سيڪنڊ به نه هلي سگهي، جنهن ڪري هي پورهيت بدانتظامي جو تصور به ڪري نه ٿا سگهن. هن واضح ثبوت مان اهو ظاهر ٿئي ٿو، ته انتظام هلائڻ لاءِ هڪ ماڻهو جي هڪ هٽي يا ڪجهه ماڻهن جي آمريت جي نه، پر گهڻن ماڻهن جي تنظيم جي ضرورت آهي. جنهن تي پورهيتن کي اڳئي عبور حاصل آهي.

هن ڪان علاوه سرمائيدارن جي نفعي جي بنياد تي ٻڌل معيشت، دنيا جي ڪروڙين ۽ اربين انسانن کي بنيادي ضرورتن ۽ سهولتن ڪان محروم ڪري ڇڏيو آهي. هن وقت دنيا ۾ 20 ارب آبادي ڪان به مٿي انسانن جي بيمارين لاءِ دوائون موجود آهن. پر پوءِ به پورهيتن جا ڪروڙين ٻار ٻچڙا، مائر، ڀينر، ڀيءُ پاءُ بنا علاج ۽ دوائن جي تڙپي تڙپي مري رهيا آهن. دنيا جي ڇهه ارب آبادي ڪان ڪيترا ڀيرا وڌيڪ اناج موجود آهي، پر پوءِ به دنيا جا لکين انسان، بک ڪان وڻن جا پن ۽ پاڙون کائڻ تي مجبور آهن. هن وقت دنيا جي ڪل آبادي (6 ارب) ڪان ڍڪڻ تي ڪپڙو موجود آهي، پرپوءِ به پورهيتن جا ڪروڙين ٻارڙا انگ اگهاڙا آهن. هن وقت دنيا ۾ پڪن گهرن ٺاهڻ جو سامان، دنيا جي ڪل آبادي ڪان وڌيڪ موجود آهي، پر پوءِ به ڪروڙين انسان بنا گهرن جي، کليل آسمان هيٺان فوٽ پاٿن تي سمهڻ تي مجبور آهن. هالينڊ جي مکڻ جو صرف هڪڙو ڪارخانو، سڄي دنيا کي مکڻ کارائڻ جي قابل آهي، پر سرمائيدار، هي سيئي شيون نفعي وٺڻ ڪان سواءِ وڪرو نه

ڪندا. پوءِ ڀلي دنيا جا ڪروڙين اربين انسان ڦٿڪي ڦٿڪي مري وڃن، ته ڀلي مري وڃن!!!

جڏهن ته مارڪسزم جي نظريي تحت سوشلسٽ معيشت جنهن کي منصوبا بند معيشت به چئبو آهي، اها نفعي بجاءِ انساني ضرورتن جي پورائي واري نظام تي مشتمل آهي. جنهن ۾ بک، بيماري ، بيروزگاري ۽ مهانگائي جي خاتمي لاءِ سمورا وسيلا بنا فرق جي ڪتب آندا وڃن ٿا. انسانن کي سکيو رکڻ لاءِ سموري فني مهارت استعمال ڪئي ويندي آهي. هن نظام ۾ امير غريب جو فرق ختم ڪيو وڃي ٿو. اهڙي عظيم سماج لاءِ سوشلسٽ انقلاب گهربل آهي. جيڪو سرمائيداري نظام کي، سوشلسٽ نظام ۾ بدلائي سگهي.

ڪامريڊ لينن هن انقلاب جي اچڻ بابت پنج نشانيون ٻڌائي ٿو:

1. حڪمران طبقن اندر ٽوڙ ڦوڙ ۽ تضادن ۾ شدت اختيار ڪرڻ.
2. سماجي عنصرن جو رياستي ڪنٽرول مان نڪري وڃڻ.
3. وچولي طبقي اندر بيچيني ۽ غير يقيني جي ڪيفيت ۾ اضافو ٿيڻ.
4. پورهيت طبقي طرفان تاريخ جي ميدان ۾ لهي، پنهنجي انقلابي صلاحيت جو مظاهرو ڪرڻ.
5. انقلابي پارٽي جو وجود ۾ اچڻ.

ڪامريڊ لينن جي مٿين چئن نشانين کي سياسي زبان ۾ معروضي عنصر (Objective element) چئبو آهي ۽ آخري کي موضوعي عنصر (Subjective element) چئبو آهي. ڪنهن به انقلاب برپا ٿيڻ ۾، پارٽي جو عنصر، اهم حيثيت رکي ٿو ۽ انقلابي پارٽي کان سواءِ انقلاب جي ڪاميابي ناممڪن آهي. ان ڪري مارڪسزم جا حامي هڪ انقلابي پارٽي جوڙيندا آهن، جنهن جو درست نظريو، لائحه عمل ۽ طريقه ڪار واضح هوندا آهن ۽ تناظر (Perspective) جي بنياد تي پارٽي، پنهنجي ڪم کي اڳتي وڌائيندي آهي. هي انقلابي پارٽي "دنيا جا پورهيت هڪ ٿيو." جي نعري جي صرف سڪٽي يا لفظي طور پرچارڪ نه هوندي آهي، پر حقيقي ۽ عملي طور تي بين القواميت پسند هوندي آهي. جوته ڪنهن به خطي ۾ انقلابي پارٽي جي رهنمائي ۾ انقلاب برپا ٿي وڃڻ کان پوءِ، دنيا جا سرمائيدار، جيڪي هڪ ٻئي جي دولت ۽ گناهن جا اڳئي ساٿي آهن، اهي هن انقلاب کي تباهه ڪرڻ ۾ ڪا ڪثر نه ڇڏيندا. ان ڪري لازمي آهي، ته ان خطي جي ڀين ملڪن ۽ سڄي

دنيا ۾ ٻه، هن جهڙا سوشلسٽ انقلاب برپا ٿين. سرمائيدارن جا سيني خطن ۾ سڀي دنيا اندر پير اکيڙي ڇڏجن، تڏهن ئي سوشلسٽ انقلاب بچي سگهي ٿو. ان ڪري ڪنهن به مارڪسٽ پارٽي ـ ۽ بين القواميت پرست هجڻ، پهريون ۾ اولين شرط آهي. ٻيو ته هن انقلاب کان اڳ هر انقلابي پارٽي پنهنجي مڪمل تياري ڪندي آهي. پورهيتن تي مشتمل پنهنجون انقلابي ڪميٽيون جوڙيندي آهي. پارٽي جا ڍانچا جوڙي منظم ڪندي آهي ۽ انقلاب کان پوءِ اقتدار انهن انقلابي ڪميٽن جي حوالي ڪندي آهي. هن سوشلسٽ انقلاب جو بهترين نمونو سويت يونين جو بالشويڪ انقلاب آهي. ان ڪري

# فرينچ انقلاب (1789ع)

فرينچ انقلاب کان اڳ انگلينڊ ۾ 49-1648ع ۽ 1688ع ۾ انقلاب آيا هئا، پر اهي انقلاب سماجي نوعيت جا نہ هيا، پر هڪ لحاظ کان اهي سياسي چئي سگهجن ٿا. جيڪي فقط بادشاهہ کان اختيار برطانوي پارليامينٽ کي ڏيڻ لاءِ هيا. هنن انقلابن ۾ صرف وچولي طبقي لفظي ويڙهہ ڪئي هئي. جنهن ۾ جاگيردارن ۽ نوابن کي سندن جاگيرن تان دستبردار تہ نہ ڪيو ويو پر اجان بہ انهن جي زمين جي قيمت ۾ اضافو ڪرايو هيو.

پر فرينچ انقلاب پنهنجي وقت جي نوعيت سان وڏي سماجي تبديلي وارو واقعو آهي. هتان ئي انساني ترقي جي معراج صنعتي ترقي جو عروج شروع ٿئي ٿو ۽ هتان ئي سياسي تحريڪ جي لاءِ انقلابن جي ابتدا ٿئي ٿي. جيتوڻيڪ ڪميونسٽ پڌرنامي موجب، انسان جي پوري سماجي تاريخ، طبقاتي جدوجهد جي تاريخ آهي، پر هن واقعي جڻ تہ دنيا اندر انقلابن جو باقاعدي سنگ بنياد رکيو آهي.

فرانس ارڙهين صدي جي آخري اڌ ۾، سخت بيچيني جي لپيٽ ۾ هيو. يورپ جي ٻين ملڪن جي ڀيٽ ۾ فرانس جو عوام سخت غربت، بيماري ۽ غلامي جي ور چڙهيل هيو. جڏهن تہ مٿيون طبقو وڏو عياش، نااهل ۽ ظالم ڪردار جو حامل هيو. هن امير طبقي کي مذهبي پادرين جي معاونت بہ حاصل هئي. اڪثر علائقن ۾ خود پادري ۽ انهن جا نائب پادري عوام کان وصولي بہ ڪندا هئا. جنهن ڪري هتي مذهب پڻ عوام لاءِ عبادت بجاءِ عذاب بڻجي ويو هيو. تڏهن تہ الفريد رامبو لکي ٿو تہ " هتي سڀ رڳو سڪٺو ڏيکاءُ هيو، زندگي اميرن لاءِ رونئشو ۽ غريبن لاءِ عذاب هئي. مذهب صرف هڪ واعظ گوئي معنيٰ کان خالي ۽ بي اثر هيو" وڏي ڳالهہ تہ هتي پورهيتن لاءِ مزدوري بہ آزاد ڪونہ هئي. هتان جو هاري ۽ مزدور بيگر، آنڪين ۽ چونگين جي ور چڙهيل هيو. هتان جا والدين غربت جي ڪري پنهنجا ٻچڙا عام شين وانگر وڪرو ڪندا هيا. جبري فوجي ڀرتي ٿيندي هئي، لوڻ کان

وٽي تماڪ جي پڙي تائين، ڪاڏي جي سمورين شين تي ٽيڪس مڙهيل هيو. ارمان جي ڳالهه ته غريب طبقي تي هي سمورو ظلم مذهب جي سرپرستي ۾ ڪيو ويندو هيو، ته جيئن غريب ماڻهو، بک، اڃ، بيماري، سردي ۽ مينهن ۾ لوڙيندا رهن ۽ امير طبقو انهن جي ڪمائي تي عياشي ڪندو رهي.

فرانس جي ان وقت ڪل آبادي اڍائي ڪروڙ هئي، جن مان ڏيڍ لک نواب ۽ امير ۽ هڪ لک ٽيهه هزار پادري هئا. باقي 5 لک وچولو طبقو جنهن ۾ استاد، ڊاڪٽر، وڪيل، بئنڪر ۽ دوڪاندار وغيره شامل هيا ۽ باقي وڏو تعداد هارين ۽ مزدورن جو هيو. جن ۾ احساس محرومي ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي ويئي. فرانس جي سمورن شهرن، خاص ڪري پيرس ۽ ورسليز ۾ مزدور پنهنجي بک ۽ بدحالي جي ڪري روڊن تي نڪرڻ لاءِ مجبور ٿيا. ان دوران روسو، والٽير ۽ مانٽيسڪو جي لکڻين پڻ اهڙين سوچن کي جنم ڏنو، ته هو پنهنجي حقن لاءِ اٿي کڙا ٿين. جڏهن ته جدلياتي طور هي غير پيداواري سماج، پنهنجي تبديلي طرف ڏکبو پئي ويو. حڪمرانن جي شاهاڻين عياشين جي ڪري سرڪاري خزاني تي بار وڌندو رهيو. ان ڪري بادشاهه لوئي 16 طرفان خزاني جي وزيرن کي بار بار تبديل ڪرڻ جي باوجود، کوٽ ۾ اضافو ٿيندو پئي ويو ۽ ساڳئي وقت قرض مٿان قرض به کنيا پئي ويا. 1786ع تائين هي قرض هڪ ارب 63 ڪروڙ ليرن تائين پهچي چڪو هيو. جنهن ڪري حڪمران طبقي ۽ خاص ڪري بادشاهه لاءِ اهو وڏي پريشانيءَ جو سبب هيو.

فرانس ۾ ان وقت مختلف علائقن ۾، مختلف پارليامينٽون ڪم ڪنديون هيون، جيڪي پڻ امير طبقي جي ڪنٽرول ۾ هيون، پر "پئرس پارليامينٽ" جيڪا وچولي طبقي جي ميمبرن تي مشتمل هئي. جن جو شاهي دربار جي فضول خرچن ۾ ڪو حصو ڪو نه هئو. انهن 1787ع ۾ پنهنجي ملڪيت تي وڌيڪ ٽيڪس وجهڻ خلاف آواز اٿاريو ۽ چيو ته شروع ڪان وٺي، جيڪي به محصول ۽ چونگيون عوام تي مڙهيون ويون آهن. اهي پارليامينٽ جي مرضيءَ کان سواءِ مڙهيون ويون آهن. يعني اڄ تائين سمورا ٽيڪس، غير قانوني طور وصول ڪيا ويا آهن. ان سان گڏ پئرس پارليامينٽ اسٽيٽس جنرل جو اجلاس پڻ سڏائڻ جو مطالبو ڪيو.

پئرس پارليامينٽ جو هي اعلان، سڄي فرانس ۾ واچوڙي وانگر پکڙجي ويو. سچ ته هن اعلان بادشاهت جي نظام کي غير قانوني ۽ ڦرلٽ

جو نظام قرار ڏنو. يقينن هي ماحول هڪ تبديلي طرف روان دوان هيو. هن ئي سال فرانس ۾ سخت ڏڪار پيو. هزارين ماڻهو ۽ لکين جانورن بک وگهي مري ويا. جنهن پڻ سڄي سماج کي لوڏي وڌو هئو، ڇو ته هنن مري ويلن ۾ ڪو به امير يا نواب شامل نه هئو، پر هاري، مزدور ۽ غريب پورهيت شامل هئا. ان ڪري سڄي ملڪ جي صورتحال سنگين ٿي وئي.

24 جنوري 1789ع تي فرانس جي بادشاهه لوئي سورنهين پنهنجي 1714ع جي دستور مطابق، ان نيت سان اسٽيٽس جنرل جو اجلاس سڏايو، ته جيئن ناڻي جي کوٽ کي پورو ڪرڻ لاءِ، عوام کان وڌيڪ پئسو حاصل ڪيو وڃي. اسٽيشن جنرل ڇا هئي؟ اها ٽن اسٽيٽس تي مشتمل هئي. پهرئين اسٽيٽ ۾ امير طبقو، ٻي اسٽيٽ ۾ پادري ۽ ٽين اسٽيٽ ۾ وچولي طبقي ۽ پورهيت طبقي جي گڏيل ڏر شامل هئي، بادشاهه طرفان هن اجلاس سڏائڻ تي امير طبقي ڏاڍي مخالف ڪئي. ڇو ته هنن کي خدشو هئو، ته ڪٿي هي اجلاس سندن جاگيرن ۽ ملڪيتن تي محصول نه مڙهي وجهي.

ٽين اسٽيٽ چونڊڻ جو طريقيڪار هي مقرر ڪيو ويو، ته هڪ سئو گهرن تي هڪ ميمبر چونڊيو ويندو ۽ پوءِ اهي ميمبر ضلعي اسيمبلي ۾ ويهندا ۽ اتان پوءِ 15 ميمبر قومي اسيمبلي لاءِ چونڊيا ويندا. اهڙي طرح ٽين اسٽيٽ جا 578 عوامي نمائندن، ٻي اسٽيٽ 270 پادري ۽ پهرئين اسٽيٽ جا 249 نواب ۽ امير چونڊيا ويا.

هي اجلاس ورسليز جي شاهي محل ۾ 3 مئي 1789ع تي سڏايو ويو. جنهن ۾ پهرئين ڏينهن تي شاهي استقباليه ڏنو ويو، ٻئي ڏينهن مذهبي ڏڻ هجڻ ڪري اجلاس جي تقريب ان جي نذر ٿي وئي ۽ 5 مئي تي باقاعدي اجلاس شروع ٿيو. ان ڏينهن بادشاهي خطاب کان پوءِ خزاني جي وزير موسيور نيڪر اتي قرض متعلق ڊگهي تقرير ڪئي. جنهن ۾ هن هر سال 5 ڪروڙ ليرا خزاني ۾ کوٽ جي دانهن ڪئي ۽ ايوان کي گذارش ڪئي. ته اهو هن کوٽ جي پورائيءَ لاءِ ويچاري.

6 مئي تي ڇا ٿيو، جو ايوان ۾ ٽين اسٽيٽ جا ميمبر ته آيا، پر پهرئين ۽ ٻي اسٽيٽ جا امير ۽ پادري نه آيا. ڇو ته هنن معتبرن کي ٽين اسٽيٽ جي ماڻهن مان اڇوت پڻي جي ڌپ پئي آئي. جنهنڪري هو هنن غريبن سان گڏ ويهڻ لاءِ تيار نه هئا. هنن پنهنجي طبقاتي برتري کي برقرار رکڻ لاءِ جدا جدا وچي اجلاس ڪيا ۽ قانون سازي شروع ڪئي. هن واقعي ٽين اسٽيٽ جي

ميمبرن کي گهڻو ڪجهہ سوچڻ تي مجبور ڪيو ۽ هنن بہ ان ڏينهن ايوان جي بزرگ ميمبر موسيور بيلي کي پنهنجو صدر چونڊيو ۽ هن کان علاوه 6 نائب پڻ چونڊيا ويا.

7 مئي تي ايوان جي هڪ رڪن، نالي ميرابو، جنهن کي جاگير نہ هجڻ جي ڪري، مٿئين طبقي پنهنجي سات مان ڪڍي ڇڏيو هيو، اهو ٽين اسٽيٽ جو ميمبر چونڊيو ويو هئو. تنهن صلاح ڏني، تہ ٻهريائين پاڻ کي قانوني طور تي انتظاميہ بڻايون، پوءِ پنهنجا وفد ٻين اسٽيٽس ڏانهن موڪليون، پر ايوان ٻئي رڪن مونيئر جي رٿ منظوري ڪندي، 12 ڄڻن جو وفد ٻنهي اسٽيٽس ڏانهن صرف ان لاءِ روانو ڪيو، تہ سڀئي ميمبر گڏجي اجلاس هلائين پر وفد موٽي اچي ٻڌايو، تہ انهن ٻنهي ايوانن قانون سازي جو ڪم شروع ڪري ڏنو آهي، هنن پنهنجون ڪميشنون بہ مقرر ڪيون آهن. ٽين اسٽيٽ جي ايوان وڏيڪ صلاح ۽ مشوري لاءِ پنهنجو اجلاس 12 مئي تائين ملتوي ڪري ڇڏيو.

12 مئي تي ايوان پنهنجي صدر ۽ سندس نائبن کي اختيار ڏنو، تہ اهي ميمبرن جي نالن جي باقاعدي لسٽ بڻائين ۽ انهن جي حاضري پڻ لڳائين. اجلاس جي تحفظ لاءِ محافظن جو هڪ دستو پڻ تيار ڪن. ووٽن جي ڳڻپ، رٿن ۽ راين کي پڻ باقاعدي ڪاروائي طور نوٽ ڪن.

13 مئي تي اميرن ۽ پادرين جي ايوانن جا وفد آيا ۽ ٻڌايائون، تہ هنن پنهنجا پنهنجا صدر ۽ سيڪريٽري وغيره چونڊي ڇڏيا آهن ۽ پنهنجي اختيارن جي تصديق ڪرڻ شروع ڪري ڇڏي آهي.

22 مئي تي هڪ افواهہ اٿيو، تہ بادشاهہ ٽين اسٽيٽ جي ميمبرن آڏو قرض متعلق هڪ رٿ رکندو ۽ اها سيني ميمبرن کان زبردستي پاس ڪرائيندو ان ڏينهن ورسليز ۽ پيرس ۾ فوجن جا ڪٽڪ اچي گڏ ٿيا. جنهنڪري ٽين اسٽيٽ جي ميمبر ۾ سخت تشويش ڦهلجي ويئي.

24 مئي تي ٽين اسٽيٽ بہ ٻين ٻن اسٽيٽس وانگر نظم ۽ ضبط قائم رکڻ جا پنهنجا قانون ٺاهي پورا ڪيا.

25 مئي تي ميرابو رٿ ڏني، تہ امير ماٺهو هنن سان گڏ ويهڻ لاءِ تيار نہ آهن. پر پادري ڪجهہ قدر رضامند آهي، ان ڪري انهن کي ٺي راضي ڪري، هتي ويهاري، گڏيل طور تي قانون سازي ڪجي، ايوان هي رٿ منظور ڪري، اهڙو وفد پادرين ڏانهن موڪليو.

28 مئي تي بادشاهه طرفان ٽين اسٽيٽ جي ايوان کي هڪ خط لکيو ويو. جنهن ۾ هن ٽنهي ايوانن طرفان اختيارن جي تصديق نه ڪرڻ واري مسئلي تي تشويش جو اظهار ڪيو. وڌيڪ هن شاهي عملدار جي نگراني ۾ ٽنهي ايوانن کي گڏجي ويهارڻ لاءِ ساڳئي هال ۾ وچ ۾ سنڌو ڪٻي ويهڻ لاءِ چيو.

29 مئي تي ٽين اسٽيٽ جي ايوان متفق طور تي فيصلو ڪيو، ته سرچاءَ جا سيئي رستا آزمائڻ گهرجن. بادشاهه کي سندس خط جو هاڪاري جواب موڪليو ويو، جنهن ۾ پهرئين ڏينهن کان وٺي سربستو احوال لکيو ويو، ته پهرئين ۽ ٻي اسٽيٽ وارا پاڻ کي اوچو ۽ اسان کي اڇوت سمجهن ٿا ۽ اهي ئي اسان سان گڏ ويهڻ ۽ قانون سازي ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن.

1 جون 1789ع تي خزاني جي وزير موسيور نيڪر ان ڳالهه کي تسليم ڪندي چيو، ته مٿئين طبقي جا ميمبر واقعي به ٽين اسٽيٽ جي ميمبرن سان گڏ ويهڻ لاءِ تيار نه آهن. جنهنڪري هاڻ هنن ٽنهي ايوانن کي جدا جدا نظامن طور قانون سازي ڪرڻ گهرجي، باقي اختلافي نقطي تي پلي گڏ ويهن.

10 جون تي ميرابو، آئبي سيوس، ڪامو ۽ ٻين ميمبرن ايوان ۾ زوردار نموني ڳالهايو. ته هاڻي ٻين ڌرين سان ڳالهه ٻولهه جا رستا، جيڪي انهن پاڻ ئي بند ڪيا آهن. انهن کي ڇڏي ڏيڻ کپي ۽ اسان کي به هاڻ وقت وڃائڻ بجاءِ عوامي مفادن خاطر قانون سازي ڪرڻ کپي ۽ پنهنجي اختيارن جي پاڻ کي تصديق ڪرڻ گهرجي. هن ايوان ۾ پهرئين ۽ ٻي اسٽيٽ جي ميمبرن کي نه اچڻ جي ڪري کين غير حاضر قرار ڏنو وڃي.

12 جون تي ٽين اسٽيٽ طرفان بادشاهه ڏانهن هڪ لکيل مسودو موڪليو ويو. جنهن ۾ هن مهل تائين ڪيل قانون سازي جو ذڪر شامل هئو. جنهن ۾ دستوري طور تي ايوان نه صرف پاڻ کي ٽين اسٽيٽ هجڻ جو. پر باضابطي ۽ باقاعدي طور تي خود اسٽيٽس جنرل هجڻ جو پڻ اعلان ڪيو. جنهن جو مڪمل نالو قومي اسيمبلي رکيو ويو.

13 جون تي چا ٿيو، جو گذريل ڏينهن ٽين اسٽيٽ طرفان اعلان ڪيل قومي اسيمبلي جي خبر، پهرئين ۽ ٻي اسٽيٽ جي ايوانن ۾ ڏار وجهي ڇڏيا. خاص ڪري پادرين واري ايوان مان ميمبر قومي اسيمبلي ۾ شامل ٿيڻ لڳا. ان ڏينهن ٽي پادري، 14 جون تي 6 پادري، 15 جون تي ٻه ۽ 16 جون تي ڇهه

پادري قومي اسيمبلي ۾ شامل ٿي ويا. اهڙي طرح ٻيا ميمبر هر روز شامل ٿيندا پئي رهيا. جنهن ڪري قومي اسيمبلي جي پذيرائي عوام ۾ وڌندي رهي. جنهن حڪمران طبقي کي به پريشان ڪري وڌو.

17 جون تي پنج هزار جي عام ماڻهن جي جلسي ۾ قومي اسيمبلي باضابطه طور تي پنهنجي جوڙيل نظام جو اعلان ڪيو ۽ اتي هر هڪ ميمبر قسم کنيو ۽ ساڳئي وقت قومي اسيمبلي جي صدر موسيور بيلي کي پڻ ساڳئي عهدي تي بحال ڪندي، قسم کڻايو ويو. هن اعلان سان عوام ۾ جشن ملهائجڻ لڳو باقي حڪمران طبقو ڪاوڙ ۾ تپي باهه ٿي ويو ۽ سازشن جي تياري ڪرڻ لڳو.

19 جون تي قومي اسيمبلي پنهنجي ڪم ڪار جون چار مختلف ڪميٽيون جوڙيون ۽ باقاعدي هڪ اداري طور پنهنجو ڪم ڪار شروع ڪري ڏنو. جيڪو حڪمران طبقي کي اصل نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو. جيئن ئي شام جو اجلاس ختم ٿيو. ته فوج هن اسٽيٽس جنرل جي هال جو دروازو بند ڪري، پنهنجي قبضي ۾ وٺي ڇڏيو ۽ هڪ شاهي فرمان ذريعي قومي اسيمبلي کي ڪم ڪرڻ کان روڪيو ويو.

20 جون تي جيئن اسيمبلي جا ميمبر هال وٽ آيا، ته دروازو بند ٿيل ۽ اتي فوج بيٺل ڏٺي. اسيمبلي جي صدر مقرر سرڪاري عملدارن سان ڳالهه ٻولهه ڪئي. پر نتيجو انڪار ۾ نڪتو. اتي ميمبرن کان علاوه سون جي تعداد ۾ عوام به گڏ ٿي ويو. ۽ سڄي ورسليز جي شهر ۾ هي خبر واچوڙي وانگر پکڙجي ويئي ۽ عوام ۾ڪاوڙ اڀري آئي. نيٺ صدر جي اڳواڻي ۾ ميمبرن جو جلوس سينٽ فرئنڪاس روڊ تي واقع هڪ ٽينس راند جي وڏي هال ۾ داخل ٿيو ۽ اتي ئي قومي اسيمبلي جو اجلاس شروع ڪيو. هال ٻاهران هزارن جي تعداد ۾ ماڻهون گڏ ٿي ويا. ٻاڙي اوڙي مان ڪرسيون ۽ ٽيبلون کڻي هال ۾ رکيون ويون، گهڙي کان پوءِ اجلاس شروع ٿي ويو. ته ايتري ۾ شاهي دربار جو عملدار آيو، تنهن به خط صدر کي پيش ڪيا. جنهن ۾ ڪاروائي بند ڪرڻ جو حڪم هئو. ان تي صدر موسيور بيلي ايوان ۾ سڄي صورتحال تي ڳالهايو ۽ ايوان کان پنهنجي راءِ گهري. مونيئر چيو ته اسان جي چونڊيل اسيمبلي کان فوج جي زور تي اسٽيٽس جنرل جو هال ڦري، دروازو بند ڪري، اميرن جي چوڻ تي اسان کي بيعزتو ڪري ڪڍي ڇڏڻ کان پوءِ، هاڻ ڪا به گنجائش نه ٿي رهي، ته اسان شاهي فرمانن تي عمل ڪريون.

اسان پنهنجي عمل کي فقط نئي فقط پنهنجي عوام جي سلامتي ۽ پنهنجي ملڪ جي مفاد جي بنياد تي ٻڌل رکندا سين. پر ڪنهن به شاهي فرمان جي ڪاڻ نه ڪيندا سين. مونيئر جي رٿ کي ميمبرن منظور ڪندي، ايوان جي ڪاروائي جاري رکي. صرف هڪ ميمبر مارٽن ڊي آڪ ان جي خلاف ووٽ ڏنو. اسيمبلي جي هن جرئت ڀري فيصلي تي هال ٻاهران بيٺل هزارين ماڻهن جي انبوهه تاڙين جا واڄٽ شروع ڪيا ۽ واهه واهه جا آواز اڀرڻ لڳا. 21 جون آچر جو ڏينهن هئو ۽ وري اجلاس 22 جون تي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

22 جون تي بادشاهه طرفان گڏيل اجلاس گهرايو ويو. ان بابت هن اجلاس اڳ ئي فيصلو ڪري ڇڏيو. ته اتي ئي بادشاهي تقريب ڪانپوءِ قومي اسيمبلي جو اجلاس شروع ڪيو ويندو. جنهن ڪري سمورا ميمبر اتي ويٺا رهن. پر بادشاهه طرفان 22 جون بجاءِ 23 جون تي گڏيل اجلاس ڪيو ويو.

23 جون تي اسٽيٽس جنرل جي هال ۾ ٽيئي ايوان گڏجي ويٺا. بادشاهه آيو ۽ اچي ماٺ ڪري ويهي رهيو ۽ هن جي پاران سيڪريٽري رياست شاهي فرمان پڙهيو. جنهن بادشاهه طرفان طبقن ۾ امتيازي ۽ رتبي جو ليکو ڪيندي، ٽنهي ڌرين جي ايوانن کي الڳ الڳ طور قبول ڪرڻ جو حڪم ڪيو ۽ ٽين اسٽيٽ طرفان ڪيل سموري ڪاروائي کي رد ڪندي، ڪالعدم قرار ڏنو ۽ وڌيڪ چيو ته ٽين اسٽيٽ کي اڳتي جاگيرن ۽ ٻين ملڪيتن بابت ڪجهه به ڪرڻو يا چوڻو نه آهي ۽ دين بابت به جو ڪجهه ڪرڻو هجي، ته اڳوات پادرين کي اعتماد ۾ ورتو وڃي. ۽ آخر ۾ چيو، ته اسٽيٽس جنرل جو هي هلندڙ اجلاس ان لاءِ سڏايو ويو آهي، ته اهو صرف ڪوٽ کي پورائو ڪرڻ لاءِ سوچي، ان بابت ايوان جلد پنهنجو فيصلو ڪري ۽ ان بابت پنهنجو ووٽ ڏيئي، ماڻهن کي وڌيڪ محصولن جي ادائگين لاءِ چيو وڃي. هن شاهي فرمان ڪان پوءِ بادشاهه پاڻ تقرير ڪندي چيو، ته هو خدا طرفان موڪليل نائب آهي، هي عوام جي حقن جو قدرتي محافظ آهي ۽ هي ئي پنهنجي ماڻهن جي ڀلائي چاهيندڙ ۽ چڱائي ڪندڙ آهي. هنن لفظن سان بادشاهه پنهنجي تقرير ختم ڪري اٿيو ۽ پوءِ اجلاس برخاست ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو ۽ ٻئي ڏينهن تي هنن سيني کي پنهنجي پنهنجي ايوانن ۾ وڌيڪ ڪاروائي هلائڻ جو چيو ويو.

هن شاهي فرمان جو مطلب اهو ٿيو، ته مٿين طبقي جي اميرن، نوابن ۽ پادرين جون جاگيرون ۽ ملڪيتون سلامت هجن. ٽيڪس کان آزاد هجن.

باقي فرانس جو اڍائي ڪروڙ عوام پل ته غربت جي گهاٽي ۾ پيڙبو رهي ۽ هنن جي عياشين سبب ٿيل ناٽي جي کوٽ جو ڪيئن به ڪري پورائو ڪري، پوءِ ڀلي جو نه اهي موت جي منهن ۾ هليا وڃن. بادشاهه جا آخري لفظ خود غريب عوام تي ٿنول ۽ مٿئين طبقي جي تحفظ لاءِ هئا.

هال مان پهرئين ۽ ٻي اسٽيٽ جا ميمبر هليا ويا، پر قومي اسيمبلي جا ميمبر فيصلي موجب ويٺا رهيا. 15 منٽن کان پوءِ صدر ڪرسي تي ويهي، اجلاس جي ڪاروائي هلائڻ لڳو. سڀ کان اڳ ميرابو اٿيو، جنهن بادشاهه جي تقرير ۽ فرمان تي سخت تنقيد ڪئي ۽ ان جي حڪمن کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. هن جي تقرير اڃا جاري هئي، ته ايتري ۾ شاهي عملدار اندر آيو ۽ اڃي اجلاس ڪرڻ کان منع ڪئي، جنهن تي ميرابو ئي هن کي جواب ڏنو، ته هي پنهنجو اجلاس جاري رکندا، هاٿي سنگينون ئي هنن کي اٿاري سگهن ٿيون. جڏهن ته هي هال اڳي ئي فوج جي گهيري ۾ هئو. شاهي عملدار ان طرح ناڪام ٿيو، ته هن ڊڪٽن کي موڪليو، ته جيئن اهي ايوان ۾ لڳل فرنيچر اکيڙين- جڏهن ڊڪڻ اندر آيا، ته هنن عوام جي سورن جون ڳالهيون ٻڌڻ شروع ڪيون ته ڪانئن فرنيچر اکيڙڻ وسري ويو. اجلاس کي صدر، ميرابو، ڪامو، بارني ۽ سيوس سميت ڪافي ميمبرن خطاب ڪيو. آخر ۾ ايوان شاهي فرمان کي نظر انداز ڪندي، قومي اسيمبلي جي اڳين سمورن فيصلن کي بحال رکيو. هي تحريڪ 34 جي مقابلي ۾ 493 ووٽن جي اڪثريت سان منظور ٿي.

25 جون تي پادرين جي وڏي اڪثريت ۽ امير ماڻهن جا ڪجهه ميمبر قومي اسيمبلي ۾ اچي شامل ٿيا.

27 جون تي بادشاهه طرفان ٽنهي ايوانن کي گڏجي ويهڻ جو حڪم جاري ڪيو ويو. ته جيئن قومي اسيمبلي کي وڌيڪ قدمن کڻڻ کان روڪي سگهجي، پر قومي اسيمبلي جي ايوان ڪنهن به بادشاهي حڪم کي مڃڻ کان انڪار ڪيو.

11 جولاءِ تي خزاني جي وزير نيڪر کي ڊسمس ڪري، ملڪ مان نيڪالي ڏني وئي، ڇو ته هن قومي اسيمبلي جي سڌارن کي تسليم ڪيو هئو.

جڏهن هن جي برطرفي جي خبر عوام کي پئي. ته پيرس، ورسليز جو سمورو عوام رستن تي اچي ويو ۽ احتجاج ڪرڻ لڳو. نيڪر جي زبردستي

برطرفي مان عوام هاڻ سمجهي ورتو هئو، تہ بادشاهہ هاٿي بندوق جي زور تي قومي اسيمبلي کي پڙ ڏيائيندو. ٿن ڏينهن جي اندر فرانس جو عوام اٿي کڙو ٿيو ۽ انقلاب شروع ٿي پيو۽ عوام 14 جولاءِ تي بئسٽل جي شاهي قلعي تي قبضو ڪري ورتو. بادشاهہ گهٽيون ڪيون، پر عوام هڪ بہ نہ ٻڌيس. اهڙي طرح ظالم بادشاهہ کي هٽائي عوام پنهنجي آزادي حاصل ڪئي.

27 آگسٽ تي قومي اسيمبلي جي ميمبرن، انساني حقن جو اعلان نامو منظور ڪندي ان کي جاري ڪيو، تہ ملڪ ۾ جهالت، غفلت ۽ انساني حقن کان انحراف، عام ماڻهن جي بدحالي ئي سرڪاري بداعمالي جا مکيہ سبب آهن. ان ڪري هيءَ قومي اسيمبلي سڀني انسانن جي پنهنجي حقن جي سلسلي ۾، جيڪي آزاد ڄمن ۽ جيئن ٿا. برابري تسليم ڪري ٿي ۽ سماجي فرقن يا ويڇن لاءِ ڪو بہ ٻيو بنياد، سواءِ عام ڀلائي ۽ افاديت جي موجود ڪونہ آهي. ان ڪري اسيمبلي اميري، نوابي، سرداري، مورثي امتيازي، مورثي حقن، جاگيرداري سرشتي، آپيشاهي، طبقاتي مراعاتن ۽ اڻ برابري کي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪري ٿي.

جارج روڊي هن انقلاب جي ترقي پسندانہ ڪردار جي باري ۾ چوي ٿو، تہ هي عظيم انقلاب ايستائين ڪامياب ٿيو هئو. جو ان قومي اسيمبلي ۾ وڏن وڏن رجعت پرستن کي هڪ طرف ڌڪي ڇڏيو هئو ۽ عام ماڻهن جي مسئلن کي بنياد بنائيندي، زبردست انقلابي قدم کنيا هئا. هي انقلاب پنهنجي عروج وقت سرمائيداراڻي جمهوري انقلاب جي حدن کان گهڻو اڳتي وڌندي، سرمائيدارن جي ذاتي ملڪيتن لاءِ خطرو بڻجي ويو هئو. پر ان مرحلي تي انقلاب اوچتو بيهي ويو. ان کي پهرئين ٿرميڊورين جي رجعت پرستي ۽ پوءِ بوناپارٽزم ان کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو ۽ ان سان پورهيت طبقو شڪست کائي ويو. بحرحال وقت ۽ حالتن جي لحاظ کان هي پهريون ۽ آخري انقلاب هئو. جنهن جي قيادت وچولي طبقي ڪئي. ان ۾ مزدورن ۽ هارين رڳو انهن جو ساٿ ڏنو. جڏهن تہ سماجي ترقي اڳتي هلي. اهو ڪردار وچولي طبقي کان کسي مزدور طبقي جي حوالي ڪري ڇڏيو●

# پيرس ڪميون (1871)

نيپولين ٽيون جيڪو اصلي شهنشاهہ نيپولين جو ڀائٽيو هو. ان 1848ع ۾ فرانس جي قومي اسيمبلي جي صدارت جي چونڊ، سيني ڌرين کي دلاسي ۾ رکي کٽي ورتي. جيئن ئي هي ملڪ جو سربراهہ بڻيو، تہ هن سيني ڌرين سان ڪيل واعدا وساري ڇڏيا. جنهنجو گهڻو نقصان ملڪ جي غريب طبقي کي پيو. بک ۽ بدحالي جي ڪري پيرس جا مزدور رستن تي نڪري آيا ۽ غربت جي خاتمي لاءِ احتجاج ڪرڻ لڳا. ظالم صدر مزدور عوام جي بک ختم ڪرڻ بجاءِ احتجاج ڪندڙ مزدورن کي ختم ڪرڻ لاءِ مٿن گولي هلائڻ جو حڪم ڏنو. پيرس جون گهٽيون ۽ رستا رت سان ڳاڙها ٿي ويا. هن قتلام ۾ ٽي هزار مزدور شهيد ڪيا ويا ۽ 15 هزار مزدور شهر بدر ڪيا ويا.

هن اسيمبلي کي اڃا چار سال مس گذريا، تہ هن 18 نومبر 1852ع تي اسيمبلي ٽوڙي ۽ آئين کي منسوخ ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجو پاڻ کي شهنشاهہ نيپولين ٽئين جو لقب ڏنئي. بادشاهہ بڻجي ويهي رهيو. هن عمل تي جمهوريت پسند بہ ڏاڍا ناراض ٿيا ۽ انهن بہ ٽورو گهڻو جمهوريت لاءِ راڳ آلاپڻ شروع ڪيو. نيپولين ٽئين جو اصل مقابلو انقلاب جي حامين سان هئو. هن انڪري پهرئين انٽرنيشنل جي ڪميونسٽ ڪارڪنن کي گرفتار ڪرائي ڇڏيو. هنن گرفتارين جي باوجود مزدورن ۾ بيچيني ڏينهون ڏينهن بجاءِ وڌڻ لڳي. ملڪ اندر ڪرندڙ ساک کي بحال ڪرائڻ لاءِ هن 19 جولاءِ 1870ع تي جرمني خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. جنگ ۾ هن کي وڏي شڪست ملي ۽ 2 سيپٽمبر 1870ع تي فرانس جي فوج جرمني اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ بادشاهہ نيپولين کي گرفتار ڪيو ويو. بادشاهہ جي گرفتاري سان جمهوريت پسندن کي موقعو مليو ۽ 4 سيپٽمبر تي فرانس ۾ ٽيون ڀيرو ريپبلڪ قائم ٿي. هن نئين حڪومت بہ، جرمني خلاف جنگ کي جاري رکيو. پر هي حڪومت بہ جرمني جي پيش قدمي کي روڪڻ ۾ ناڪام ويئي. جڏهن 19 سيپٽمبر تي جرمني جي

فوج پيرس شهر کي گهيري ۾ آندو، ته ٿئين حڪومت جا وزير پيرس خالي ڪري ڀڄي ويا ۽ ڏکڻ فرانس جي علائقي ۾ وڃي پناهه ورتي. پر پيرس جي مزدورن جرمن جي اڳيان جهڪڻ ۽ ڀڄڻ بجاءِ انهن سان لڙڻ جو فيصلو ڪيو. هن چئن مهينن تائين بهادري سان مقابلو ڪيو ۽ جرمن فوج کي خوب ٽوٽا چٻايا. ٿئين فرانسيسي حڪومت هن مزدورن جي مدد ته ڪانه ڪئي، پر ان جي ابتڙ جرمني سان سازباز ڪرڻ لڳي. 28 جنوري 1871ع تي جنگ ختم ٿي، ته سلطنت جا وزير صلح نامي تي صحيحيون ڪرڻ لاءِ پيرس آيا، پر اتي مزدورن جي حشمت ڏسي، شهر ۾ داخل ٿيڻ جي جرئت نه ڪري سگهيا، ان ڪري پيرس کان 25 ڪلو ميٽر پري، وارسائي شهر ۾ جتي شاهي محل موجود هو، اتي وڃي رهيا، جتي هن 26 فيبروري 1871ع تي جرمني سان صلح نامي تي صحيحون ڪيون، ان ناهه موجب فرانس جرمني کي ٽن سالن اندر هڪ ارب ڊالر جنگي تاوان ادا ڪندو ۽ ان کان علاوه فرانس جا معدنيات وارا الساس ۽ لورين جا علائقا پڻ جرمني جي حوالي ڪيا ويا. ناهه تي عمل ٿيڻ تائين هڪ جنگي لشڪر فرانس ۾ ڇڏيو ويو. جنهن جو خرچ پڻ فرانس کي برداشت ڪرڻو هئو. ان کان علاوه فرانس جا اڍائي لکي فوجي پڻ قيد ڪيا ويا.

فرانس جي ٿئين ڀڳوڙي حڪومت کي، پنهنجي شڪست جي ذلت جو ته ڪو به فڪر نه هو، پر پيرس ۾ مزدورن جي فتح تي ڪين وڏي ڳڻتي هئي، ته پيرس جي مزدورن کان شهر جو ڪنٽرول ڪيئن واپس وٺجي؟ هي شهر فرانس جي دل هئو. انجي ڪنٽرول بنا هنن جي حڪمراني اڌوري هئي. نيپولين ٽئين کي پيرس ئي معزول ڪيو هيو ۽ ٽئين ريپبلڪ جو اعلان به پيرس مان ئي ڪيو ويو هئو. باقي اڃا قومي اسيمبلي انجي توثيق ڪونه ڪئي هئي. انڪري مزدورن کي اهو انديشو هئو، ته 1852ع وانگر فوج جي مدد سان بادشاهت نه قائم ڪئي وڃي۱، پيرس وارن جو شڪ درست ثابت ٿيو، جو قومي اسيمبلي جو اجلاس پيرس بجاءِ وارسائي شهر ۾ سڏايو ويو، جتي نيم بادشاهت قائم ڪرڻ سان گڏ، جرمني خلاف وڙهندڙ پيرس واسين کي، سندن فتح تي ڪو به خراج تحسين پيش نه ڪيو ويو؛ پر انجي ابتڙ ان نيم بادشاهت واري نام نهاد قومي اسيمبلي، پيرس واسين خلاف ڳرا ٽيڪس مڙهڻ جو اعلان ڪيو ۽ اهي ٽيڪس 48 ڪلاڪن ۾ ادا ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ان کان علاوه پيرس جي جوانن تي مشتمل نيشنل گارڊ، جنهن جرمني

جي فوج کي ڊوڙائي ڪڍيو هئو. انهن کي بي هٿيار ڪرڻ لاءِ 17 مارچ 1871ع تي پيرس تي حملو پڻ ڪيو ويو. مگر نيشنل گارڊ جي جوانن جرمن وانگر، هن نئين حڪومت جي فوج کي پڻ ڊوڙائي ڪڍيو. هن سرسي تي ٻئي ڏينهن صبح جو، يعني 18 مارچ تي، فرانس جو شهر پيرس ”ڪميون زنده آباد“ جي نعرن سان گونججي اٿيو ۽ هر جاءِ تي پوسٽر لڳايا ويا. جن تي فرانس جي مزدورن کي اپيل ڪيل هئي، ته اهي پنهنجي جمهوريت کي، وطن جي غدارن کان بچائڻ لاءِ مسلح بغاوت ڪن ۽ ملڪ جو نظام پاڻ سنڀالن.

پيرس ڪميون، شهرين جي انقلابي تنظيم هئي، جيڪا ميونسپل ڪارپوريشن جي سمورن وارڊن جي چونڊيل نمائندن تي مشتمل هئي، جنهن ۾ وڏي اڪثريت مزدورن (پرولتاري) جي هئي. ڪميون جون نئين سر چونڊون 26 مارچ 1871ع تي ٿيون ۽ 28 مارچ تي پيرس حڪومت جو اعلان ڪيو ويو.

دنيا جي تاريخ ۾ مزدورن جي هي پهرين رياست هئي، جيتوڻيڪ اها صرف 70 ڏينهن هلي، پر هن ۾ مزدورن پنهنجي ڪردار ۽ عمل سان ثابت ڪيو هئو، ته مزدورن ۾، مٿين طبقن جي ڀيٽ ۾، حڪومت ڪرڻ جي بهترين صلاحيت، موجود آهي، هنن جي عدل ۽ انصاف ۽ انتظام هلائڻ جو معيار، ڦورو طبقن کان گهڻو اعليٰ آهي.

پيرس حڪومت 30 مارچ تي فوج جي جبري ڀرتي جو قانون منسوخ ڪيو ۽ مستقل طور تي فوج جو ادارو ئي ٽوڙي ڇڏيو ۽ پوليس جا به اختيار ختم ڪيا ويا. ميونسپل وٽ جيڪي شيون گروي رکيل هيون، اهي آزاد ڪيون ويون، پهرين اپريل تي اعلان ڪيو ويو، ته ڪنهن به سرڪاري ملازم يا ڪميون جي عهديدار (وزير) جي پگهار، عام مزدور جي اجرت (ماهوار 500 فرانڪ) کان وڌيڪ نه هوندي. 2 اپريل تي رياست کي ڪليسا (عيسائي مذهب) کان الڳ ڪيو ويو. يعني رياست کي سيڪولر بنايو ويو. اهڙي طرح تعليمي ادارا پڻ ڪليسا کان آزاد ڪيا ويا. ڪليسا جون سموريون جائدادون ضبط ڪيون ويون، جيڪي مزدورن ۽ غريب ماڻهن جي رت مان ٺاهيون ويون هيون. 5 اپريل تي غريب عوام کي ڦاسي ڏيڻ واري تختت دار کي، شهر جي چونڪ ۾ رکي باهه ڏيئي ساڙيو ويو. ان تاريخ تي سمورا قرض، ڪرايا ۽ محصول به معاف ڪيا ويا. 16 فيبروري تي بند پيل فيڪٽرين ۽ ڪارخانن جي لسٽ تيار ڪري، انهن کي مزدورن جي تنظيم

امداد باهمي جي سپرد ڪيو ويو. 20 اپريل تي بيڪرين ۾ رات جي وقت ڪم ڪرڻ وارو رواج منسوخ ڪيو ويو. روزگار ڏيڻ واري آفيس، جيڪا پوليس جي ڪنٽرول ۾ هئي، اها ميونسپل جي واردن جي نگراني ۾ ڏني ويئي. 30 اپريل تي گروي رکڻ ۽ وياج جو ڪاروبار ڪرڻ وارن دوڪانن کي بند ڪيو ويو ۽ ان تاريخ تي اهو به فيصلو ڪيو ويو، ته عدالتي، تعليمي ۽ انتظامي شعبن جي عهديدارن (نگرانن) جي مقرري، انهن ئي لاڳاپيل شعبن جي چونڊ ذريعي ٿيندي.

پيرس ڪميون پاران انقلابي ڪارنامن جو هي هڪ مهيني جو مختصر خاڪو آهي، هنن قدمن سان پيرس ڪميون جو طبقاتي ڪردار بلڪل واضح ٿي وڃي ٿو. جڏهن ته هي سڀئي مٿيان فيصلا ان وقت ڪيا ويا هئا، جڏهن پيرس شهر، نئين حڪومت (وارسائي) جي فوج جي گهيري ۾ هئو ۽ انهن جون توبون رات ڏينهن بمباري ڪنديون رهنديون هيون.

وارسائي حڪومت، پيرس تي پنهنجو حملو جاري رکڻ سان گڏ، اها پروپيگنڊا پڻ ڪري رهي هئي، ته پيرس ڪميون ملڪ جي سالميت ۽ وحدت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ جي فڪر ۾ آهي، پر اهو سراسر ڪوڙ هئو. ڪميون ته فرانس جي سموري ملڪ جي نظام کي پيرس وانگر هلائڻ لاءِ، هڪ مڪمل منصوبو تيار ڪيو هئو، ته فرانس جي وڏن وڏن شهرن ۾ پيرس وانگر مزدورن جي حڪمراني قائم ڪئي وڃي ۽ ڀرپاسي جي علائقي جو انتظام مقامي طور تي چونڊيل هاري سنڀاليندا. گڏوگڏ اهي پنهنجون ضلعي ڪميٽيون چونڊي، پيرس جي مرڪزي اسيمبلي (ڪميون) ۾ موڪليندا ۽ مرڪزي ڪميون فقط قومي ۽ بين القوامي معاملن جي نگران هوندي. پر مزدورن جي هي حڪومت، وارسائي فوج جي گهيري ۾ هجڻ جي ڪري ٻين شهرن ۽ ڀرپاسين سان رابطو نه ڪري سگهي.

وارسائي فوج جي گهيري دوران، پيرس جا مزدور وڏي بي جگري سان لڙيا. پر جڏهن مزدورن جي جمهوريه کي ختم ڪرائڻ لاءِ جرمنيءَ فرانس کي، ان جا قيدي بنايل، اڍائي لک فوجي واپس ڪيا، ته فوجي توازن وارسائي حڪومت جي حق ۾ هليو ويو. آخرڪار 21 مئي 1871ع تي وارسائي فوج پيرس شهر ۾ داخل ٿي، ان جي وڏين وڏين عمارتن کي باهه لڳائي ڇڏي، جڏهن سڄو شهر باهه ۾ سڙڻ لڳو، ته ان مهل مزدورن شهر جو وڌيڪ سڙڻ برداشت نه ڪيو ۽ 28 مئي تي هٿيار ڦٽا ڪيا. فائر بندي ٿيندي ئي

وارسائي فوج عوام جو قتلام شروع ڪيو. هن قتلام ۾ 25 هزارن کان مٿي پورهيت شهيد ڪيا ويا ۽ 43 هزار گرفتار ڪيا ويا. هنن کان علاوه ساڍا ٽي لک شهر بدر ڪيا ويا. اهڙي طرح جرمني ۽ فرانس جي سازش جي نتيجي ۾، دنيا جي پهرئين مزدور راڄ کي ختم ڪيو ويو.

هن انقلاب دنيا جي مزدورن جون اکيون کوليون، ته منجهن ڪهڙيون خوبيون لڪل آهن ۽ منجهن رٿابندي جي لحاظ کان ڪهڙيون ڪوتاهيون آهن، جيڪي آئينده وري نه دهرائجي سگهجن. ياد رهي ته هن انقلاب دوران وڏي غلطي اها ٿي، ته مزدورن فرانس جي مرڪزي بئنڪ کي پنهنجي ڪنٽرول ۾ نه ورتو هئو. ان ڪري فرانس جا سرمائيدار دل ڪري ويا ۽ وارسا مان ويهي هن مزدورن جي جمهوريه کي ختم ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيا. گڏوگڏ اهو به ثابت ٿيو، ته ملڪ اندر ۽ ملڪ کان ٻاهر مزدورن جي ساٿ کانسواءِ انقلاب جو ڪامياب ٿيڻ ممڪن نه آهي. ان ڪري عالمگيرت جو عنصر ئي، انقلاب جي ڪاميابي جي ضمانت بڻجي سگهي ٿو. هنن اهو به سکيو، ته تازو دشمني ۽ جنگ مان نڪتل ملڪ (فرانس ۽ جرمني) جا دولتمند هڪ طبقي هئڻ جي ناتي، ڪيئن نه هڪٻئي جا سهڪاري آهن، هنن وٽ قوم ۽ پنهنجي ملڪ جي ماڻهن جو تصور اوپرو ۽ صرف غريب عوام کي بيوقوف بڻائڻ لاءِ آهي●

# شڪاگو مزدور تحريڪ

هي پيرس ڪميون وانگر ڪو باقاعدي انقلاب ڪونه هئو. پر پوءِ به شڪاگو جي پورهيتن جي هن جدوجهد تاريخ ۾ اڻ مٽ نقش ڇڏيا آهن. ايتري تائين جو خود سرمائيدار ملڪن به مجبور ٿي هن سانحي کي يادگار بڻائي، ڪم ڪار بند ڪري، هن ڏينهن تي عام موڪل ڪري ڇڏي.

اٺويهين صدي جي آخري ڏهاڪن ۾ آمريڪا ۾ صنعتي ترقي جو اُڀار هئو. ان ڪري سرمائيدارن طرفان پورهيتن کان تمام گهڻو پورهيو ورتو ويندو هئو، هنن جي ڪم ڪار جون حالتون به ڏاڍيون خراب هيون. ڪم جا ڪي به وقت مقرر نه هئا. پورهيتن جو انتهائي ظالماڻي طريقي سان استحصال ڪري، سرمائيدار وڏ ۾ وڏ نفعي سان پنهنجو تجوڙيون ڀري رهيا هئا. هيءَ مذاق نه پر حقيقت آهي، ته پورهيت 16-16 ڪلاڪ ڪم ڪندا هئا. يعنيٰ فجر مهل اٿي ڪم تي ويندا هئا ۽ رات جو لڙي سومهڻي گهر واپس موٽندا هئا. جنهن ڪري پنهنجي اولاد کي ستل ئي ڏسندا هئا. ان کان علاوه رات جو پورهيتن کان شفٽ ذريعي ڪم ورتو ويندو هئو. اڪثر پورهيت گهٽي ڪم ۽ بهتر حالتون نه هجڻ جي ڪري، بيمارين ۾ تڙپي تڙپي ساهه ڏيندا هئا.

هنن سمورين حالتن پورهيتن کي مجبور ڪيو. ته اهي پنهنجي بهتري لاءِ جاکوڙ ڪن ۽ اهو طريقو ٽريڊ يونين جو هئو. جيڪو خود سرمائيدارن پنهنجي سهوليت لاءِ ٺهرايو هئو. ته جيئن مسئلن جي سلسلي ۾ هو گهڻن پورهيتن بجاءِ انهن جي هڪ، ٻن اڳواڻن سان ڳالهائي سگهن.

ٻئي طرف پورهيتن جي مفاد ۽ آجپي لاءِ ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينگلس فڪر کان علاوه عملي طور تي به پورهيتن جي عالمي تنظيم جوڙي ڪم شروع ڪيو هئو، هنن جي جدوجهد آمريڪي ٽريڊ يونين تي ڀرپور سٺا اثر ڇڏيا هئا.

20 آگسٽ 1866ع تي، آمريڪا جي شهر بالٽي مور ۾، آمريڪي ٽريڊ يونين جي قومي وفاقي اداري کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ اجلاس سڏايو ويو.

جنهن ۾ ملڪ جي مختلف حصن ۽ مختلف شعبن جي پورهيتن شرڪت ڪئي. هن اجلاس ۾ قومي مزدور تحريڪ جو بنياد وڌو ويو. هن اجلاس ۾ گهر ڪئي وئي، تہ ”مزدورن کي غلامي مان نجات ڏياري وڃي ۽ اهڙو قانون منظور ڪيو وڃي، جنهن ۾ ڪم جا 8 ڪلاڪ مقرر ڪيا وڃن.

پورهيتن جي هن آواز کي بلند ڪرڻ لاءِ، پورهيتن جي عالمي تنظيم، پهرئين انٽرنيشنل جي ڪانگريس، جيڪا برسلز ۾ ٿي. ان ۾ پڻ هنن مطالبن جي ڀرپور حمايت جو اعلان ڪيو ويو. ان کان علاوه سيپٽمبر 1866ع ۾ عالمي تنظيم جي اسٽينڊنگ ڪميٽي جو اجلاس جنيوا ۾ ٿيو. جنهن ۾ پڻ ڪارل مارڪس، 8 ڪلاڪ ڏهاڙي ڪم مقرر ڪرائڻ بابت باقاعدي هڪ قرارداد منظور ڪرائي.

جنهن وقت 1871ع ۾ فرانس ۾ پيرس ڪميون جو انقلاب جاري هئو. تہ ساڳئي وقت آمريڪا ۾ پڻ مزدور گهٽين ۽ رستن تي هئا ۽ خاص ڪري شڪاگو ۾ مردن، عورتن ۽ ٻارڙن جا مظاهرا جاري هئا. جن جو خاص نعرو هئو تہ ”بکين کي ماني، اگهاڙن کي ڪپڙا ۽ بي گهرن کي اجها ڏيو.“ هن بيچيني واري صورتحال کي ڏسندي، سرمائيدار ويتر ميڙيا. جدوجهد کي دٻائڻ لاءِ پورهيتن کي سخت سزائون ڏنيون ويون. ڪوئلي جي کاڻين ۾ تہ سزا طور لڳاتار 14-14 ڪلاڪ جبري ڪم ورتو پئي ويو. هي ظلم سهي سهي، نيٺ هنن جي صبر جو پيانو لبريز ٿي ويو. 1875ع ۾ مائنز ايسوسيئيشن (کاڻين ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن جي تنظيم،) روزاني اٺ ڪلاڪ ڪم جي ڏهاڙي طور، مطالبو مڃرائڻ لاءِ هڙتال جو سڏ ڏنو. هزارين پورهيت ڪم ڇڏي، هڙتال تي هليا ويا. هن ڪامياب هڙتال کي ڪچلڻ لاءِ سرڪار ۽ سرمائيدارن ڳٺ جوڙ ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ پوليس ڀاران سوين پورهيت هڙتال جي ڏوهہ ۾ گرفتار ڪيا ويا. جن مان ڏهن کي ڦاسي جي سزا ڏني وئي ۽ گهڻن پورهيتن کي جبري طور جلاوطن ڪيو ويو ۽ باقي مزدورن کي کاڻين اندر ڪم ڪرڻ کان بليڪ لسٽ ڪيو ويو.

کاڻين جي مزدورن سان ظلم جا پڙاڏا اڃا گونججي رهيا هئا، تہ 1877ع ۾ ريلوي جا مزدور، جبري طور تي ڪٽيل ڏهہ سيڪڙو پگهارن جي بحالي لاءِ، رستن تي نڪري آيا ۽ هڪ وڏي احتجاجي مظاهري کي ڪچلڻ لاءِ فوج ۽ پوليس انڌاڌنڌ فائرنگ ڪئي. نتيجي ۾ 20 ريلوي مزدور شهيد ۽ سوين زخمي ٿي پيا.

سرڪار ۽ سرمائيدارن جي ڳٺ جوڙ، پورهيتن کي به سوچڻ تي مجبور ڪيو، تہ اهي به پنهنجو ڪو مضبوط اتحاد جوڙين ۽ پوءِ ڪا جدوجهد ڪن.

ان ڪري، 1884ع ۾ ملڪ جي اهم ٽريڊ يونين پاڻ ۾ گڏجي، آمريڪن فيڊريشن آف ليبر ٺاهي ورتي. هن فيڊريشن ۾ پورهيت تنظيمن ڪانسواءِ سياسي ڪارڪن، همدرد ۽ مارڪسي فڪر جا انقلابي به شامل هئا. فيڊريشن جي پهرين اجلاس ۾ ٻين اهم مسئلن سان گڏ، 8 ڪلاڪ ڏهاڙي جي ڪم واري مطالبي بابت، متفق طور تي قرارداد منظور ڪئي وئي.

هن قرارداد کي بنياد بنائي. فيڊريشن پهرئين مئي 1886ع تي شڪاگو سميت سڄي ملڪ اندر هڙتال ڪرڻ جو سڏ ڏنو. هن ملڪ گير هڙتال جي نيشنل ليبر يونين، نائيٽس آف ليبر ۽ سوين ٻين ٽريڊ يونين حمايت جو اعلان ڪيو.

پورهيتن جي اخبار "مزدور خبر نامو" جي نمائندي ڪامريڊ آگسٽ اسپائنز پهرئين مئي جي هڙتال جي حمايت ۾ لکيو. "تہ "مزدور وڌندا هلو. وبڙهہ جي شروعات ٿي ويئي آهي..... سرمائيدارن پنهنجا خوني چنبا، قانون ۽ بي جان امن جي ڪوڪلن پردن پويان لڪائي ڇڏيا آهن ۽ اڄ توهان جي حقن طلب ڪرڻ جو ڏينهن آهي ۽ وقت 8 ڪلاڪ مقرر ڪرائڻ ڪان سواءِ ويڙهہ ۾ گهٽتائي ناهي ڪرڻي. ان ڪري وڌندا هلو. وڌندا هلو.

اعلان موجب پهرين مئي 1886ع تي، سڄي ملڪ جي صنعتن ۾ 8 ڪلاڪ ڪم ڪرڻ واري مطالبي جي ميڃتا لاءِ، هڙتال جو آغاز ٿيو. هڙتال سان گڏ ملڪ جي وڏن صنعتي شهرن، شڪاگو، پيٽرسبرگ، پينسلوانيا، بالٽي مور، واشنگٽن، نيويارڪ ۽ ٻين هنڌن تي لکين مزدُور رستن تي نڪري آيا ۽ وڏا مظاهرا ڪيا.

شڪاگو ۾ هارويسٽر ڪمپني ۾ هڙتال سان گڏ، ريلوي، گئس ڪمپني، فولاد جي صنعتن جا مزدور ۽ ويندي، نانوائي ۽ ڪاسائي به هن احتجاج ۾ شامل ٿي ويا. هن هڙتال کي ناڪام بنائڻ لاءِ سموري رياستي مشينري حرڪت ۾ اچي ويئي. فوج، پوليس، انٽيليجنس ۽ ٻين سرڪاري تشدد پسند ايجنسين، پورهيتن جو گهيراءُ ڪيو، پر پورهيت پر عزم طور تي اڪٺي وڌندا رهيا ۽ ڪنهن جي به ڌمڪين ڪان نہ ڊنا. پهرئين مئي جو ڏينهن پر امن احتجاج ۽ هڙتال ۾ گذري ويو. ساڳئي هڙتال 2 مئي تي به

جاري رهي ۽ وڏا وڏا مظاهرا بہ ڪيا ويا. 3 مئي تي بہ هي هڙتال جاري رهي. هن ڏينهن تي نائيٽس آف ليبر ۽ ٻين مقامي ٽريڊ يونينن طرفان شڪاگو ۾ وڏو جلوس ڪڍڻ کان پوءِ، باقاعدي هڪ جلسو ڪيو ويو. جنهن کي مختلف پورهيت اڳواڻن ڪانسواءِ مارڪسي دانشورن بہ خطاب ڪيو. لڳاتار ٽن ڏينهن جي پرامن هڙتال ۽ مظاهرا ڏسي سرمائيدار بدحواس ٿي ويا ۽ سرڪار بہ وائڙي ٿي ويئي.

شڪاگو ۾ ئي هڪ "ڪارمڪ پلانٽ" جي مالڪن پورهيتن جي احتجاج سبب مارچ کان ئي تالابندي ڪري ڇڏي هئي. پر مهيني کان پوءِ هن فيڪٽري جي انتظاميہ ڪم ڪندڙ مزدور جي جاءِ تي، ٻاهرين ملڪن کان آيل مزدور ڀرتي ڪيا. جنهن ڪري هن مسئلي تي مل مالڪن ۽ هڙتالي مزدورن ۾ ٽڪراءُ ٿي پيو. نتيجي ۾ سرمائيدارن جو پاسو ڪندي، پوليس هڙتالين مٿان گولي هلائي، جنهن ۾ هڪ پورهيت شهيد ۽ ڪيترائي زخمي ٿي پيا. هن تصادم جواڪين ڏنو احوال "مزدور خبر نامو" ۾ شايع ٿيو. جنهن ۾ حڪومتي جانبداري جي سخت مذمت ڪئي ويئي. هن واقعي خلاف 4 مئي تي ئي شام جو "مارڪيٽ اسڪوائر" ۾ هڪ احتجاجي جلسو ڪوٺايو ويو. هي جلسو ئي سرمائيدارن جي خوني سازش جو نقطو بڻيو، تہ ساڳئي وقت مزدور تحريڪ جي اهم تاريخي جدوجهد جو بہ بنياد بڻيو.

ٿيو ائين، جو 4 مئي تي شام جو مارڪيٽ اسڪوائر وٽ، احتجاجي جلسو جاري هئو. جنهن کي مزدور طبقي جا همدرد صحافي ۽ دانشور البرٽ پارسنز، آگسٽ اسپائنز ۽ سيموئيل فيلڊن خطاب ڪري رهيا هئا. شڪاگو جو ميئر ڪارٽر هيريسن پڻ اتي اچي نڪتو ۽ ڏٺائين تہ اتي اشتعال انگيز تقريرن بجاءِ منڙي انداز ۾، صبر ۽ تحمل سان سرمائيداري واري غير منصفاڻي نظام، مزدورن جي عدم تحفظ ۽ سرمائيدار پريس جي روش تي تنقيد پئي ڪئي ويئي، سيموئيل فيلڊن جي تقرير اڃا جاري هئي، تہ ايتري ۾ ڪيپٽن جون فيلڊ جي قيادت ۾ 180 سپاهي جلسي اندر گهڙي آيا ۽ هن جلسي کي ڇڙوڇڙ ڪرڻ جوحڪم ڏنو. ڪامريڊ سيموئيل فيلڊن تقرير اڌ ۾ ڇڏي، گاڏي تان هيٺ لهڻ لڳو. تہ ان وقت مارڪيٽ اسڪوائر جي بلڊنگ مان پوليس جي مٿان ڪنهن بم اڇلايو. جنهن ۾ 11 پوليس وارن ڪانسواءِ ست پورهيت بہ شهيد ٿي ويا. هن ڳنڀير صورتحال کي ڏسندي، پورهيتن پنهنجي جدوجهد في الحال معطل ڪري ڇڏي. پر سرمائيدارن جي سرڪار

هن جي ڳالهه نہ مڃي ۽ سرڪار مزدورن جي اڳواڻن کي ختم ڪرڻ ۽ مزدور جدوجهد کي ڪچلڻ جو پڪو پهہ ڪيو هئو. 5 مئي تي هزارن جي تعداد ۾ پوليس شڪاگو جي گهٽين ۽ رستن تي لهي پئي ۽ لاتعداد پورهيت گرفتار ڪيا. انهن ۾ آگسٽ اسپائنز، ايڊولف فشر، جارج اينجل، جان آگسٽ، البرٽ پارسنزم، سيموئيل فيلڊن، مائيڪل شواب، آسڪربيني ۽ لوئي ڪنگ بہ شامل هئا. ساڳئي وقت هنن گرفتارين کان علاوه، گذريل ڏينهن جلسي ۾ ماريل 11 سپاهين جي قتل جو بهانو بنائي، فوج ۽ پوليس، احتجاجي جلسن ۽ جلوسن تي بنا وارننگ جي انڌا ڌنڌ فائرنگ ڪندي، ڪيترن ئي پورهيتن کي شهيد ۽ زخمي ڪيو. شڪاگو جي رستن تي ايترو تہ پورهيتن جو رت وهيو، جو سنڌن هٿن ۾ ڪنيل اڇا جهنڊا رت ۾ ڳاڙها ٿي ويا!!!. ان واقعي کان پوءِ اڄ تائين پورهيتن جي جهنڊي جو رنگ ڳاڙهو رهندو ٿو اچي.

سوين پورهيتن کي شهيد ڪرڻ کان پوءِ، سرڪار گرفتار اڳواڻن خلاف ڪيس هلائڻ شروع ڪيو. هن ڪيس هلندي 22 سالن جو نوجوان لوئي ڪنگ وفات ڪري ويو. جيتوڻيڪ اهو 4 مئي جي جلسي ۾ شريڪ نہ نہ هئو، پر هئو تہ پورهيت، سرڪار لاءِ اهو ئي وڏو ثبوت هئو.!!!

عدالت ۾ ڪيس هلندي، "الارم" اخبار جي ايڊيٽر البرٽ پارسنز بيان ڏنو تہ، "هي پورهيت انهي لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهن، تہ جيئن اهي 8 ڪلاڪن جي ڏهاڙي وارو مطالبو مڃرائين، پر حڪمران انهي آواز کي خاموش ڪرڻ گهرن ٿا. آءُ هنن پورهيتن کي پاڻ کان جدا ڪري نہ ٿو سگهان. جيڪڏهن حڪمران سمجهن ٿا، تہ اهي اسان کي ڦاهي ڏيئي. اسان جي آواز کي خاموش ڪري ڇڏيندا، تہ انهن کي هڪ دفعو وري قتل گاهہ ڏانهن پوندو. ڇو تہ هاڻ پورهيتن سچ چوڻ سکي ورتو آهي ۽ جيڪڏهن سچ جي قيمت، موت آهي، تہ مان بہ اهائي قيمت ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. گهرايو پنهنجي جلاد کي." هن بيان سان سرمائيدارن جي عدالت ويتر چڙي پئي ۽ گرفتار ستن ئي اڳواڻن کي موت جي سزا ٻڌائي ويئي. هن فيصلي خلاف سڄي ملڪ ۾ احتجاج جا آواز بلند ٿيا. جنهن جي نتيجي ۾ ٽن صحافين مائيڪل سواب، سيموئيل فيلڊن ۽ آسڪر بيني جون موت واريون سزائون بدلائي عمر قيد ۾ تبديل ڪيون ويون ۽ باقي چئن مارڪسٽن جي موت جي سزا برقرار رکي ويئي، ۽ 11 نومبر 1887ع تي هنن چئن ساٿين کي هڪئي وقت ڦاسيون ڏنيون ويون.

سڀ کان پهريائين جڏهن ايڊولف فشر جي ڳچي ۾ ڦاهي وڌي ويئي، تہ هن چيو تہ ”اسان خوش آهيون، جو هڪ سٺي ڪم لاءِ جان ڏيئي رهيا آهيون.“ ٻيو نمبر جارج اينجل جو هئو، هن چيو، تہ ”توهان اسان کي ماري سگهو ٿا، پر اسان جي جدوجهد ختم ڪري نہ ٿا سگهو.“ ٽئين نمبر تي جان آگسٽ چيو تہ: ”اسان جي خاموشي، اسانجي آواز کان طاقتور ٿي ايرندي. “آخر ۾ آگسٽ اسپائنز کي ڳچي ۾ ڦندو وڌو ويو، تہ ان جهوني، پرعزم ۽ گونجدار آواز ۾ هي ڳالهہ تاريخي بصيرت سان چئي، تہ ”سرمائيدارئو! چا مون کي بہ ڳالهائڻ جو موقعو ڏيندو.“ مظلومن مٿان حڪومت ڪرڻ وارئو، پورهيتن جي آواز کي نہ دٻايو ۽ آواز کي بلند ٿيڻ ڏيو! جيڪڏهن هي آواز بند ٿي ويا، تہ پوءِ تلوارون اپيون ٿي ويند يون ۽ پورهيتن جي ڪنيل هٿن تلوارن کي دنيا جي ڪا بہ طاقت جهڪائي نہ سگهندي. هن پوڙهي جو سچ 7 نومبر 1917 تي روس ۾ ثابت ٿيو، جتي پورهيتن سرمائيدارن کي شڪست ڏني ۽ اڄ بہ اهو آواز گونجي پيو. هر پهرئين مئي تي ڪروڙين ۽ اربين پورهيت آگسٽ اسپائنز جي آواز ۾ پنهنجو آواز ملائيندا آهن. هنن شهيد پورهيتن جي ڦاسين کان پوءِ، آمريڪي حڪمرانن تي سخت تنقيدون ٿيون، جنهن ڪري هنن کي ٻيهر مقدمو اٿلائڻو پيو. عدالت 1893ع ۾ فيصلي تي نظرثاني ڪندي، فيصلو ڏنو، تہ ”قانون جو اهو مچيل اصول آهي، تہ تقرير پل ڪيتري بہ خطرناڪ ڇو نہ هجي، اها جرم تي نہ ٿي سگهي. ٻيو تہ هي ڪيس تعصب تي ٻڌل هئو، هن جون شاهديون ناڪافي هيون ۽ سڄو مقدمو غير منصفاڻي ۽ ناانصافي جي بنياد تي هلايو ويو هيو.“ هن فيصلي کان پوءِ ٽنهي قيد اڳواڻن کي آزاد ڪيو ويو. پورهيتن جي عالمي تنظيم ”ٻي انٽرنيشنل“ فيصلو ڪيو. تہ پهرئين مئي تي هر سال شهيد مزدورن جو ڏينهن ڪري ملهايو وڃي. ان کان پوءِ هر سال پورهيت هي ڏينهن ملهائيندا آهن ۽ اهو وچن ورجائيندا آهن، تہ ”شڪاگو مان شروع ٿيل جدوجهد کي جاري رکبو ۽ اتي پورهيتن جي وهيل رت جو حساب، سرمائيداري نظام کي ڊاهي ۽ پورهيت راڄ قائم ڪري وٺبو.“ ●

# روس جو 1905 وارو انقلاب

اوڻيهين صدي جي پوئين اڌ ۾، جنهن وقت ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينگلس سوشلسٽ نظريو سرجي رهيا هئا، ان وقت روس ۾ زار شهنشاهت جي ظلمن جي خلاف روس جي هارين ۽ مزدورن جي جدوجهد متحرڪ هئي. جيتوڻيڪ نظرياتي طور تي هنن جي جدوجهد سگهاري ڪونه هئي. پر پوءِ به ماضي جي جدوجهدن جي پيٽ ۾ هي تحريڪ ترقي پسند ضرور هئي. اليگزينڊر هرزن جهڙن ليکڪن، هتي جي نوجوانن کي اتساهه ڏنو هئو، ته اهي بادشاهي نظام ۾ آفيسر بنجڻ بجاءِ عوام جا سپاهي ٿين.

سال 1862ع کي بادشاهه جي ظالم نظام مان نجات حاصل ڪرڻ جو سال قرار ڏنو ويو. اتي جي نوجوانن ۾ هي نعرو عام هئو، "وي نرود" (عوام وٽ وڃڻ) يعني ٻهراڙي ۾ نوجوان هارين کي انقلاب لاءِ تيار ڪرڻ. اهڙي طرح هارين کي اڀارڻ لاءِ نرودنڪ نظريو وجود ۾ آيو.

نرودنڪ نظريي مطابق هارين جي پيٽ ۾ شهري مزدور انقلاب کان گهٽ پري هئا. ان ڪري هن نظريي جي حامين جو هارين کي انقلاب لاءِ اڀارڻ تي وڏ ۾ وڏ زور هئو.

1876ع ۾ ناتان سونس، اليگزينڊر ميخائلوف ۽ جارج پليخانوف گڏجي ڏيمليا-اي- ووليا (زمين ۽ آزادي) نالي هڪ پارٽي جوڙي، هن پارٽي جي ڍانچي ۾ هڪ هارين جو سيڪشن، هڪ مزدورن جو سيڪشن، هڪ نوجوانن (شاگردن) جو سيڪشن ۽ غير تنظيمي طور تي هڪ هٿياربند ونگ به قائم ڪئي، ته جيئن زار شهنشاهت جي گولين جو مسلح طريقي سان جواب ڏيئي سگهجي. هن پارٽي جي مزدور سيڪشن جو انچارج پليخانوف کي مقرر ڪيو ويو. زيمليا-اي-ووليا جو پروگرام هاري سوشلزم جي مبهم نظريي تي مبني هئو. جنهن ۾ سموري زمين هارين کي منتقل ڪرڻي هئي ۽ روسي سلطنت جي سمورن حصن کي خودمختياري ڏيڻي هئي. روس کي خودمختيار هارين جي ڪميٽن جي بنياد تي هلائڻو هئو.

6 ڊسمبر 1876 تي 500 مظاهرين ڪازان ڪيٿيڊرل جي دروازي تي گڏتي مظاهرو ڪيو. جن ۾ اڪثريت شاگردن ۽ هارين تي مشتمل هئي. هي ”زمين، آزادي ۽ انقلاب زنده آباد" جا نعرا هڻي رهيا هئا. هن مظاهري کي 21 - سالن جي پليخانوف به خطاب ڪيو هئو.

مزدور سيڪشن جو انچارج هجڻ جي ڪري، پليخانوف محسوس ڪيو هئو، ته هارين جي ڀيٽ ۾ مزدور گهڻو ترقي پسند آهن، اهي هڪ هنڌ هجڻ جي ڪري تنظيم جي شعور کي سمجهڻ ۾ هارين کان ڪيترا ڀيرا بهتر آهن. ٻئي طرف هارين جي طرفان موثر موٽ نه ملڻ جي ڪري، هاري سيڪشن ۾ ڪم ڪندڙ ڌڙي تشدد جو رستو اختيار ڪيو. جنهن ڪري هنن ٻنهي ڌڙن ۾ ويڇوٽي پيدا ٿي ويئي. آخرڪار هنن ٻنهي ڌڙن، جون 1879ع ۾ زيمليا-اي-ووليا پارٽي کي باظابطه طور تي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. هن ختم ڪيل پارٽي مان وري ٻن نين پارٽين جنم ورتو. انهن مان هڪ نرودنايا ووليا (عوام جو عزم) جنهن رياستي دهشتگردي جو جواب، تشدد ۽ گوريلا ويڙهه ذريعي ڏيڻ جو پروگرام جوڙيو ۽ ٻي پارٽي پنهنجو نالو چيرني پيري ڊل رکيو. جنهن جو مقصد وري عدم تشدد ذريعي تبديلي آڻڻ هئو. هن ۾ پليخانوف به شامل ٿيو. پر هن پارٽي جي عدم تشدد واري پاليسي ۽ ڪمزور نظريي جي ڪري، پليخانوف هتي به هلي نه سگهيو ۽ نيٺ سيپٽمبر 1883ع ۾ روسي مارڪسٽن گڏجي ”روسي مزدورن جي نجات جو گروپ“ نالي پارٽي جوڙي ورتي. جنهن ۾ پليخانوف، ايڪسل روڊ ۽ ويرازا سولچ سر فهرست هئا.

ان دوران تشدد پسند ڌڙي نرود نايا ووليا تمام گهڻي شهرت ماڻي ۽ ملڪ اندر هيرو ازم جو ڪلچر جڙي پيو. پيو.ته نهيو، پر استيپن خالتورن، جنهن 1877ع ۾ نادرن يونين آف رشين ورڪرز نالي ٽريڊ يونين جوڙي هئي، جيڪو سچي روس ۾ هڪ ترقي پسند پورهيت جي نالي سان سڃاتو ويندو هئو، اهو پڻ گوريلا ازم جي وهڪري ۾ وهي ويو. هن هڪ رنگساز جو روپ ڌاري فيبروري 1880ع ۾ زار بادشاهه کي قتل ڪرڻ لاءِ محل ۾ بم رکي محل کي اڏائي ڇڏيو، پر پوءِ به زار بچي ويو هئو.

پيٽرز برگ جو بدنام زمانه پوليس سربراهه جنرل ٽريپوف، جنهن هڪ نوجوان سياسي قيدي چوڪري بوگوليو باف کي صرف اٿي نه بيهڻ جي ڏوهه ۾ 100 ڪوڙا هڻايا هئا. ان جو پلاند ڪرڻ لاءِ ڪامريڊ ويرازا سولچ جنوري 1878 ۾ ان ٽريپوف تي فائرنگ ڪئي، پر هو بچي ويو.

1881ع ۾ اهو ڏينهن بہ نيٺ آيو، جو زار شهنشاهہ کي بہ قتل ڪيو ويو. هنن ڪاروائين نرود نايا ووليا کي شهرت جي آسمان تي پهچايو.

زار جي قتل کان پوءِ نرودنايا ووليا رياستي جبر ۽ ڏاڍ جي ور چڙهي ويئي. تقريبن هن جي سيني اڳواڻن کي گرفتار ڪري، قيد ڪيو ويو ۽ 1882ع تائين هن کي مڪمل طور تي تباهہ ڪيو ويو.

اها عجيب ڳالهہ آهي، تہ لبرل دانشور هميشہ عوام پاران پاڻ ئي ڳالهائيندا آهن ۽ اهي ئي عوام کي جاهل بہ سڏيندا آهن. جنهنڪري هنن جي دانشوري گوڏن کان اڳتي وڌي نہ سگهي. جڏهن تہ گوريلن کي پنهنجو نظريو ڪونہ هئو، هنن جو پنهنجو ڪو بہ پروگرام نہ هئو. جنهن ڪري هي گوريلا اهڙن ئي لبرل دانشورن کان اڌارا پروگرام وٺندا هئا. جن دانشورن جي دانشوري مٿين طبقي جي حڪمراني تائين محدود هئي. حقيقت ۾ ترقي پسند علم اهو آهي، جيڪو پورهيت کي پنهنجي طاقت جي باري ۾ ٻڌائي ۽ انهن جي شعور کي بلند ڪري، جڏهن تہ رجعتي تعليم پورهيتن جي پنهنجي ڪردار جي باري ۾، انهن جي راءِ کي گهٽ ڪري پيش ڪري ٿي.

حقيقت ۾ سماجي نظام جي تبديلي واري جدوجهد ۽ دهشتگردي ۾ ڪو بہ قدر مشترڪ نہ آهي، صرف هڪ طبقو ئي، ٻئي طبقي جي خلاف مزاحمت ڪري سگهي ٿو. سوشلسٽ انقلاب برپا ڪرڻ ۽ هڪ صحتمند پورهيت رياست ۽ غير طبقاتي سماج جوڙڻ جي اهليت جو حامل صرف واحد پورهيت طبقو ئي آهي. باقي هڪ، ٻہ، ٽي حڪمران مارڻ سان انهن جاين تي ٻيا نوان حڪمران اچي ويندا، سو بہ سو آفيسرن مارڻ تي، انهن جاين تي ٻيا آفيسر مقرر ٿي ويندا، جنهن ڪري نظام ساڳيو ئي برقرار رهندو آهي.

پليخانوف جي قيادت ۾، روسي مارڪسزم جو جنم ئي انفرادي دهشتگردي ۽ گوريلا ويڙهہ جي خلاف، ناقابل مصالحت جدوجهد جي نتيجي ۾ ٿيو هئو. 1889ع ۾ پيرس ۾ انٽرنيشنل سوشلسٽ ڪانگريس کي خطاب ڪندي، پليخانوف چيو هئو، تہ ”روس ۾ انقلابي تحريڪ فقط ئي فقط مزدورن جي ئي انقلابي تحريڪ جي حيثيت ۾ فتح ماڻي سگهي ٿي. ان کان سواءِ اسان وٽ نہ ڪو ٻيو رستو آهي ۽ نہ ئي ٿي سگهي ٿو.“

ان دوران مزدورن جي نجات جي گروپ کي ڊڄڻو، نرودنڪ نظريي جو غدار ۽ عوام دشمن ڪوٺيو ويو. هن گروپ لاءِ ملڪ اندر سياست جا

دروازا بند ڪيا ويا، ڪارخانن اندر هنن جي داخلا بند ڪئي ويئي، شاگردن تہ هنن کي ويجهو اچڻ ئي نہ ڏنو، پر پوءِ بہ هي گروپ پنهنجي نظريي تي اٽل رهيو. ٻن ڏهاڪن تائين مزدورن جي نجات جي گروپ جي ميمبر شپ ساڳئي رهي ۽ ڪو بہ خاطر خواهہ اضافو ٿي نہ سگهيو.

هن عرصي دوران روس اندر صنعتي ترقي ۾ اضافو ٿيو. 1865ع کان 1898ع تائين اهڙين فيڪٽرين جو تعداد جن ۾ 100 کان وڌيڪ پورهيت مزدوري ڪندا هئا، جو تعداد 7 لکن کان وڌي 14 لک 32 هزار ٿي ويو هئو. 1900ع تائين روس دنيا جو سڀ کان وڌيڪ تيل پيدا ڪرڻ وارو ملڪ بنجي ويو هئو. هن صنعتي ترقي ملڪ اندر پورهيتن جو تعداد بہ ٻيڻو ۽ ٽيڻو ڪري ڇڏيو هئو. جنهنڪري پورهيت طبقي اندر مارڪسزم جي پرچار، اهم حيثيت اختيار ڪري ويئي هئي. ان ڪري 1890ع جي ڏهاڪي دوران وڏندڙ پورهيتن جي هڙتالن 1905ع جي انقلاب لاءِ هڪ اسڪول تيار ڪري ورتو. هنن هڙتالن ۾ پورهيت پاڻ عملي طور تي سکي ٿيو. هنن هڙتالن دوران نہ صرف پورهيت پاڻ، پر هن جو خاندان ۽ اولاد پڻ طبقاتي ڪردار جو شعور حاصل ڪري ٿيو. حڪمرانن ۽ سرمائيدارن جي ڏاڍ ۽ ظلم ۽ ان سان گڏ پنهنجي طاقت جو بہ اندازو لڳائي ٿيو. هو غلامن وانگر سوچڻ ۽ ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏئي ٿيو.

انهيءَ عرصي دوران پليخانوف مٿان حڪمرانن پاران ڪيس مڙهڻ جي ڪري هن ملڪ ڇڏي، سئزرلينڊ ۾ جلا وطني اختيار ڪئي ۽ اتان ويهي مزدورن جي نجات جي گروپ کي منظم ڪرڻ لڳو. هن جي جلا وطنيءَ دوران روس اندر پنهنجي طور تي نوجوانن مارڪسزم کي پڙهڻ شروع ڪيو ۽ مارڪسي تنظيمون ٺاهڻ شروع ڪيون. سينٽ پيٽرز برگ ۾ پهريون حقيقي سوشل ڊيموڪريٽڪ مارڪسي گروپ وجود ۾ آيو ۽ 1884ع ۾ هن گروپ پنهنجو نالو "دي پارٽي آف رشين سوشل ڊيموڪريٽس" رکيو ۽ هڪ "ربوچي" (مزدور) نالي رسالو بہ شايع ڪرڻ شروع ڪيو.

هن کان سواءِ هڪ ٻيو سوشل ڊيمو ڪريٽڪ گروپ بہ وجود ۾ آيو. پي.وي.ٽو چسڪي جي هن گروپ ۾ زير تربيت پورهيت دستڪار شامل هئا. هنن پنهنجو نالو "برادر هڊ آف سينٽ پيٽرز برگ آرٽيزنز" رکيو.

روس جي وولگا جي علائقي ڪازان ۾، ڪامريڊ نڪولائي فيدوسي

زيف پڻ شاگردن جو هڪ مارڪسي گروپ جوڙيو. انهن شاگردن ۾ ولاديمير ايلچ، لينن نالي هڪ شاگرد به شامل هئو. روس جي ڪجهه پورهيتن پهريائين ”پرولتاري“ نالي پارٽي جوڙي، بعد ۾ ان کي ”وولنا سوشل ڊيموڪريٽس“ جو نالو ڏنو. اهڙي طرح روس ۾ ڪيترائي ٻيا مارڪسي گروپ وجود ۾ آيا، جيڪي پنهنجي ليکي سوشلسٽ نظريي جي پرچار ڪرڻ ۽ جدوجهد هلائڻ لڳا.

جنوري 1895ع ۾ سينٽ پيٽرز برگ ۾ روس جي مختلف حصن کان آيل، سوشل ڊيموڪريٽس گروپن جي نمائندن جو هڪ اجلاس ٿيو. جنهن ۾ هڪ قرارداد ذريعي ڪامريڊ لينن ۽ ماسڪو ورڪرز يونين جي اڳواڻ اي-آءِ اسپونتي کي ذميواري ڏني ويئي، ته اهي پليخانوف واري ”مزدورن جي نجات جي گروپ“ سان ڳالهيون ڪن.

ڪامريڊ لينن ۽ اي-آ- اسپونتي الڳ الڳ سئزرليند ويا ۽ اتي وڃي پليخانوف سان ڳالهه ٻولهه ڪئي. ٻئي پوڙها ۽ جوان اُن نقطي تي ٺهي ويا، ته مارڪسي نظريي کي ڦهلائڻ لاءِ، روس اندر حقيقي بنياد مهيا ڪجي. هنن گڏجي هڪ مارڪسٽ رسالو ربوتنڪ (مزدور) ڪيڻ ۽ هڪ عام اخبار ربوچئي ديلو (مزدورن جو مقصد) ڇاپڻ جو پڻ پروگرام جوڙيو.

ان وقت ڪامريڊ لينن جو پارٽي نالو استارڪ (پوڙهو ماڻهو) هئو، هن جي ان وقت عمر 26 سال هئي، جڏهن ته هن سان ڪم ڪندڙ اڪثر نوجوانن جي عمر 20 سال يا ان کان به گهٽ هئي.

رشين سوشل ڊيموڪريٽڪ ليبر پارٽي (RSDLP) جنهن جو وجود اڳ ۾ ئي پئجي چڪو هئو. جنهن ۾ روس جا مختلف سياسي ڌڙا گڏيل جدوجهد ڪرڻ واري نقطي تي گڏ ٿي ويا هئا. ان جي پهرئين ڪانگريس 1 مارچ 1898ع تي، روس جي اولهندي علائقي جي هڪ مسنڪ نالي ڳوٺ جي، هڪ ريلوي پورهيت جي فليٽ ۾ ٿي گذري. جنهن ۾ ماسڪو، ڪيف، پيٽرز برگ، يڪاٽيرنيوسلاف، يهودين جي بند ۽ ربوچيا گزيتا گروپ جي ڪل 9 نمائندن شرڪت ڪئي. جڏهن ته سرڪار جي ڪاروائي جي ڊپ کان پيٽرز برگ جي نوجوانن جي گروپ، اوڊيسا ۽ نڪولائيف جي گروپن ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ ڪم ڪندڙ سوشل ڊيموڪريٽن جي يونين کي دعوت نه ڏني ويئي هئي. آر-ايس-ڊي-ايل-پي جي هن ڪانگريس ۾ متفقه طور تي پارٽي جو

گڏيل منشور جوڙيو ويو، ربوچيا گزيتا (مزدورن جي اخبار) کي پنهنجي پارٽي جي اخبار قرار ڏنو ويو ۽ يونين آف رشين سوشل ڊيموڪريٽڪ کي، ٻاهرين ملڪن جي پارٽي جي نمائنده تنظيم تسليم ڪيو ويو.

چا ٽيو، جو هن ڪانگريس جي ٻاري ۾ حڪمرانن کي خبر پئجي ويئي ۽ مارچ مهيني ۾ ئي، انهن 9 ميمبرن مان 5 سينٽرل ڪميٽي جي ميمبرن کي گرفتار ڪيو ويو. ان ڪري ملڪ اندر (RSDLP) جي هي، پهرئين ۽ آخري ڪانگريس ثابت ٿي.

فيصلي موجب پارٽي جو منشور ڇاپيو ويو. هي منشور سٽروف نالي شخص لکيو هئو. جيڪي جلد ئي غداري ڪري پارٽي ڇڏي ويو. هن ڪانگريس دوران ڪامريڊ لينن سائيبريا جلاوطن هئو ۽ ڪامريڊ ٽراٽسڪي خيرسن جيل ۾ قيد هئو.

1899ع ۾ پليخانوف جا يونين آف رشين سوشل ايبراڊ سان اختلاف ٿي پيا. جنهن ڪري هن پارٽي اندر نئين ميمبر شپ جا رستا بلاڪ ڪري ڇڏيا. انهن ڏينهن دوران ڪامريڊ لينن جولاءِ 1900ع ۾ پليخانوف سان ملڻ سئزرلينڊ ويو، ته جيئن نئين اخبار ”اسڪرا“ ڪيڻ بابت صلاح و مشورا ڪري سگهي، ته ان ملاقات دوران ئي هنن ٻنهي ۾ جهڙپ ٿي ويئي. جنهن ۾ پليخانوف جو موقف هئو، ته نوان پورهيت غير نظرياتي آهن، انهن کي فوري طور ميمبر نه ڪيو وڃي، جڏهن ته لينن جو موقف هئو، ته نوان مزدور ميمبر ٻاهران ئي مارڪسسٽ بنجي اچي نه ٿا سگهن، انهن کي پارٽي اندر ئي تعليم و تربيت ڏيڻ گهرجن، ان ڪري پورهيتن لاءِ پارٽي دروازا کوليا وڃن. هن تضاد ۾ پليخانوف، ايڪسل روڊ ۽ ويرازا سولچ هڪڙي پاسي ته لينن ۽ پوٽري سوف ٻئي پاسي هئا.

هنن ٻنهي ۾ ٻي جهڙپ جنوري 1902ع ۾ ٿي. هن ڀيري اختلاف تنظيمي نه پر نظرياتي هئو ۽ اهو پليخانوف جي فارمولي تي ٿيو هئو. جنهن ۾ پلئخانوف چيو هو ته ”روس ۾ سرمائيداري، پيدوار جي غالب شڪل اختيار ڪندي پئي وڃي“ جڏهن ته لينن جو چوڻ هو ته“ اها پهريائين ئي غالب شڪل اختيار ڪري چڪي آهي“ ۽ پورهيت طبقي جي هر اول ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ معروضي حالتون موجود آهن.

اتي لينن سوال ڪيو، تہ جيڪڏهن هتي سرمائيداري اجا تائين غالب شڪل اختيار نہ ڪئي آهي، تہ پوء ڇا اسان کي سوشل ڊيموڪريٽڪ تحريڪ کي ملتوي نہ ڪرڻ گهرجي؟ هن نقطي تي ڪامريڊ لينن جو اصرار ۽ پليخانوف جو انڪار، هڪ سخت اختلافي شڪل اختيار ڪري ويو. هن اختلاف جي ڪري پليخانوف، ٽراٽسڪي کي اسڪرا اخبار جي بورڊ ۾ کڻڻ کان انڪار ڪيو هئو.

رشين سوشل ڊيموڪريٽڪ ليبر پارٽي جي ٻي ڪانگريس، ملڪ کان ٻاهر، برسلز ۾ 17 جولا 1903ع ۾ منعقد ٿي. جتي هن جا 13 سيشن ٿيا. پر پوليس جي ڇاپي جي ڊپ کان وڌيڪ اجلاس هلائڻ لاء ڪانگريس کي لنڊن منتقل ڪيو ويو. هن اجلاس ۾ 43 ميمبر شريڪ ٿيا. جن جي عمر 30 سال يا ان کان بہ گهٽ هئي. هنن ۾ وڏي عمر جا پليخانوف ۽ لينن هئا. لينن جي ان وقت عمر 33 سال هئي.

هن اجلاس ۾، ٻين ڪيترن ئي اهم مسئلن سان گڏ، ٽن مکيہ مسئلن تي ويچار ڪري فيصلا ڪيا ويا. انهن مان پهريون يهودين جي تنظيم "بند" جي نظرياتي لائين درست ڪرڻ بابت هئو، ٻيو مسئلو روس ۾ قيد قوميتن جي مسئلن کي واضح ۽ چٽي نموني کڻڻ جو هئو ۽ ٽيون مسئلو، مارڪسزم جي نظريي کي ترميم پرستي ۽ معيشيت پرستي جي اثرن کان بچائڻ هئو.

زار شهنشاهت، روس جي اندر ننڍين قومن سان ويڙهن ڪري ڇڏي هئي، ان ڪري هر قوم پاڻ ڇڏائڻ جي چڪر ۾ هئي. هتي جيڪي بہ ٽريڊ يونينون ٺهيل هيون؛ انهن ۾ صرف پنهنجي هڪ ئي قوم جا پورهيت ميمبر بنيل هئا. هتي اهڙي ڪا بہ ٽريڊ يونين نہ هئي، جنهن ۾ مختلف قومن جي پورهيتن جي ڪا گڏيل نمائندگي هجي. هنن فيصلن جي حمايت ۾ لينن جي اسڪرا گروپ 33 ووٽن جي اڪثريت حاصل ڪري، انقلابي پارٽي جو بنياد وجهڻ جو موقعو حاصل ڪيو. جڏهن تہ هنن فيصلن جي مخالفت ۾ صرف 8 ووٽ پيا. ائين ڇئي سگهجي ٿو، تہ هنن فيصلن ذريعي بالشويڪ (اڪثريت) ۽ منشويڪ (اقليت) جو ٻج ڇٽجي چڪو هئو. اسڪرا (لينن) گروپ، برنسٽائين ۽ ڪائوتسڪي جي ترميم پرستي ۽ معيشيت پرستي جي بيهودي فلسفي جي سخت خلاف هئو. ان ڪري هن ڪانگريس ۾ نظرياتي پختا ۽ ترميم پسندن الڳ الڳ پنهنجي مؤقفن تي ڄميا بيٺا رهيا.

اها تاريخ جي ستم ظريفي چئبي، جو روس ۾ مارڪسسٽ پارٽي جو بنياد وجهندڙ، ڪامريڊ پليخانوف اقليتن جي صف ۾ بيٺو رهيو. هن بابت ڪامريڊ ٽراٽسڪي 1922 ۾ لکيو هئو. ته ”پليخانوف هڪ مشاهدي واري، هڪ نقاد ۽ هڪ ناشر جي انداز ۾ ڳالهائيندو هئو. پر هڪ اڳواڻ جي حيثيت ۾ نه ڳالهائيندو هئو. هن ڪي سڌو سنون عوام کي خطاب ڪري، انهن کي عمل جي دعوت ڏيڻ ۽ انهن جي رهنمائي ڪرڻ، هن کي نصيب نه ٿيو هئو. هو سرگرم پورهيت طبقي جو اڳواڻ نه هئو، پر هو فقط ان جو نظرياتي باني هئو، صرف هڪ بنياد وجهندڙ ۽ روسي سر زمين جي مارڪسزم جو پهريون مجاهد هئو. هن هميشه مارڪسزم جي طريقه ڪار جو مناظراتي انداز ۾ دفاع ڪيو، پر عملي طور تي ان کي لاڳو ڪرڻ جو هن کي موقعو ئي نه مليو هئو، ڇو ته هو ڪيترن ڏهاڪن کان روس کان پري سئزرلينڊ ۾ جلا وطني جي زندگي گذاري رهيو هئو.

انقلابي مزدورن جي مقابلي ۾، زار بادشاهت 1900ع ۾ ماسڪو جي خفيه پوليس (اوخرانا) جي سربراهه زوبا ٽوف کي، پوليس جي نگراني ۾ مزدورن جون قانوني يونينون قائم ڪرڻ جو حڪم ڏنو. انهن يونينن کي ڪم ڪرڻ، ايستائين جو پوليس جي نگراني ۾ ڪميٽين جي چونڊ ڪرڻ ۽ ٻيون سرگرميون ڪرڻ جي اجازت مليل هئي، پر اهي سرگرميون صرف ڏيکاءُ جي حد تائين محدود هيون. باقي هنن کي معاشي ۽ سياسي پروگرام کان پري رکيو ويو هئو. پر زوباٽوف ائين ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ويو. ڇو ته سرڪاري يونينن کي، بهرحال ڪنهن نه ڪنهن ڪوڙي سچي پروگرام جي ضرورت هئي، جيڪو زوباٽوف خود تشڪيل ڏنو. جنهن پروگرام کي مارڪسٽ طنز طور تي، پوليس سوشلزم جي نالي سان سڏيندا هئا. انهن سرڪاري يونينن سينٽ پيٽرزبرگ ۾ ”اسيمبلي آف رشين فيڪٽري اينڊ ورڪشاپ ورڪرز“ جو بنياد وڌو. هن جو بنياد، هڪ سرڪار پادري گيري گاپون وڌو. هن اسيمبلي ۾ مزدور پنهنجي شڪايتن جي باري ۾، ذڪر ته ڪري سگهندا هئا، پر هتي سياسي گفتگو ڪرڻ جي سخت پابندي هئي. هن اسيمبلي جي مقصدن ۾، مزدورن جي قومي شعور کي يقيني بنائڻ. اُنهن جي حقن جي باري ۾ معقول نظرين جي حوصلي افزائي ڪرڻ ۽ مزدورن جي ڪم ۽ زندگي جي باري ۾، قانوني بهتري جي راهه هموار ڪرڻ وارين سرگرمين

جي حوصلي افزائي ڪرڻ، شامل هيو. هنن يونين جي ميمبرن جي اڪثريت پراڻن باشعور سوشل ڊيموڪريٽ مزدورن وانگر نہ هئي. پر هي مزدور تہ بلڪل ڪچا، سياسي طور غير تربيت يافتہ، عوام هئو. انهن يونين جو ليڊر پادري گاپون خود پراسرار شخصيت جو مالڪ هيو. ان وقت جي مارڪسٽ سرڪل ۾ هي عام راءِ هئي، تہ هيءُ صرف پوليس جو خفيہ ايجنٽ هيو، جنهن شعوري طور تي، حڪمرانن سان ملي ڀڳت ڪري 9 جنوري 1905ع تي، مزدورن جو قتل عام ڪرائڻ جي رٿا بندي ڪئي هئي، تہ جيئن آئينده مزدور اڳتي اچڻ جي جرئت ڪري نہ سگهن.

پر پادري گاپون جا چاهي ڪهڙا بہ ارادا هئا. پر اهو سماج جي اهڙي قوت (مزدورن) کي جوش ڏياري رهيو هئو. جن کي نہ تہ هي پاڻ ۽ نہ تہ ڪو ٻيو ڪنٽرول ڪري پئي سگهيو. چو تہ ان وقت مارڪسي جهنڊي هيٺ مزدور تحريڪ زورن تي هئي. ڊسمبر 1904ع ۾ روس جي صنعتي زون پيوٽلوف جي هٿيارن جي ڪارخانن ۾ هڙتالون شروع ٿي ويون. يونين جي سرپرستي هيٺ وڏا وڏا جلسا ٿي رهيا هئا. انهن ۾ مزدورن کي پنهنجي مسئلن جي اظهار ڪان وٺي، پنهنجي طاقت جي باري ۾، اندازو لڳائڻ تائين جو پڻ موقعو مليو هئو. ڪارخانن جا مالڪ ڏاڍا خوفزده ٿي ويا، انهن جبر ڏاڍ مان ڪم وٺڻ جو فيصلو ڪيو. 9 جنوري جي واقعي کي جيڪا چڻنگ لڳي. اها پادري گاپون جي يونين جي چئن سرگرم ڪارڪنن جي برطرفي هئي. ان ڪري گاپون، 28 ڊسمبر 1904ع تي 11 فيڪٽرين جي مزدورن جو هڪ وڏو اجلاس گهرايو. مزدورن منجهہ وڌندڙ انقلابي مزاج، گاپون جي تنظيم جي ليڊرن کي پڻ جنگجوئاڻو موقف اختيار ڪرڻ جي طرف پئي ڌڪيو.

پيو ٽلوف ۾ مزدورن جي تحريڪ تيزي سان هڪ عام هڙتال ۾ بدلجندي پئي ويئي. 5 جنوري تائين 26 هزار مزدور فيڪٽرين مان ٻاهر نڪري آيا. 8 جنوري تائين هڪ لک 11 هزار مزدور رستن تي نڪري آيا. هي تحريڪ، سياسي ڪردار جي حامل ٿيندي پئي وئي. 5 جنوري تي هڪ وڏي اجلاس ۾ آئين ساز اسيمبلي گهرائڻ، سياسي آزادي، جنگ جي خاتمي ۽ سياسي قيدين جي آزادي جي حق ۾ ووٽ وڌا ويا. مزدورن جي اهڙي سياسي چرپر، يقينن گاپون جي آقائن کي پسند نہ هئي. ان ڪري ضروري ٿي پيو، تہ گاپون بہ

ڪو ڪردار ادا ڪري. تنهن ڪري گاپون جي تنظيم مزدورن جا مسئلا ڪٺي، هڪ عرضداشت جي صورت ۾، بادشاهه نڪولس زار جي خدمت ۾ روبرو پيش ٿيڻ جو پروگرام ٺاهيو. 8 جنوري تي گاپون وزير داخلا کي ليٽر لکيو هئو، جنهن ۾ بادشاهه جي ونٽر محل جي اڳيان هڪ پرامن مظاهروڪرڻ جي اجازت ڏيڻ لاءِ گهر ڪيل هئي. خط ۾ هن وڌيڪ لکيو ته، ”زار کي ڪنهن به شئي کان خوفزده ٿيڻ جي ضرورت نه آهي. اسيمبلي آف رشين ورڪز جي نمائندي جي حيثيت سان مان ۽ منهنجا ساٿي ۽ مزدور ايستائين جو مختلف رجحانن وارا نام نهاد انقلابي گروپ به ان جي شخصيت جي احترام جي ضمانت ڏين ٿا. بس رڳو بادشاهه دل ۾ڏي اچي ۽ اسان جي مظاهري ۾ مزدورن سان ملي ۽ عرضداشت روبرو وصول ڪري ۽ بس.

پروگرام موجب، 9جنوري تي ڏينهن جو 2 وڳي روس جا مزدور ونٽر محل (ٿڌي محلات) جي ٻاهران جمع ٿيڻ شروع ٿيا. سرڪار سان معاهدي موجب هي احتجاج پرامن هئو. تقريبن هڪ لک 40 هزار مزدور گڏ ٿيا هئا.

پادري گاپون، بادشاهه جي محل جي اڳيان تقرير ڪرڻ بجاءِ ٻئي هٿ ڪٺي، هنن لفظن سان التجا ڪرڻ شروع ڪئي، ”عاليجاهه، اسان مزدور، اسان جا ٻار ۽ عورتون، ويچارا پوڙها، جيڪي اسان جا والدين آهن، سڀئي تو وٽ آيا آهيون. عاليجاهه، انصاف ۽ امان جي التجا ڪٺي، ته اسان گهٽي بک ۽ بدحالي جو شڪار آهيون، اسان کان طاقت کان وڌيڪ مزدوري ڪرائي، ڏاڍ ۽ جبر ڪيو پيو وڃي. اسان کي ته انسان به تسليم نه ٿو ڪيو وڃي. اسان سان انهن غلامن جهڙو سلوڪ روا رکيو پيو وڃي. جن غلامن کي پنهنجي بدحالي تي خاموش رهڻ تي مجبور ڪيو ويندو آهي. بدقسمتي سان، اسان ان کي به برداشت ڪيو آهي، پر اسان کي لڳاتار پينو فقير بنجڻ، لاقانونيت ۽ جهالت طرف ڌڪيو پيو وڃي. اسان آمريت ۽ بي انصافي جي قانون جي جڪڙ ۾ سوگها ڪيا ويا آهيون ۽ ڏينهون ڏينهن اسان جو ساهه گهٽجندو پيو وڃي. عاليجاهه، اسان جي طاقت جواب ڏئي بيٺي آهي. اسان جي صبر جو پيمانو لبريز ٿي ويو آهي. اسان جي لاءِ اهو خوفناڪ لمحو اچي پهتو آهي، جيڪو اسان جي سهپ کان ٻاهر آهي، هاڻ ان جي اذيت کان مرڻ کي ترجيح ڏيڻ بهتر آهي. گاپون جا هي لفظ بادشاهه ته نه ٻڌا، پر محلات جي پٿرن به ٻڌڻ گوارا نه ڪيا. بنا اعلان جي، چوڌاري فائرنگ شروع ٿي ويئي. هر

رستو، هر گهٽي، فوجين بلاڪ ڪري ڇڏي هئي. گهٽ ۾ گهٽ ساڍا چار هزار مزدور شهيد ڪيا ويا. هن قتل عام کان پوءِ پادري گاپون پلٽو کاڌو ۽ ان بادشاهه زار جي سخت مذمت ڪندي، مزدورن کي هڪ مسلح بغاوت ڪرڻ جي اپيل ڪئي.

هن واقعي عوام کي بلڪل جذباتي بڻائي ڇڏيو هئو. ڪالهه تائين جيڪي مزدور ڳاڙهن جهنڊن وارن انقلابين کي اهميت نه ڏيندا هئا. اهي اڄ انهن کي ڳولهي رهيا هئا. هن واقعي روسي مارڪسٽن لاءِ گهڻا امڪان کولي ڏنا، پر پارٽي جيڪا اڃا تائيـن ڏڙي بندي جي ڪري ڏانواڏول هئي، ان جي حالت اينتري ته خراب هئي، جو اها هن واقعي بعد به مزدورن جي اڪثريت جي حمايت حاصل نه ڪري سگهي.

10 جنوري تي سينٽ پيٽرزبرگ جي گهٽين ۽ رستن تي رڪاوٽون وڌيون ويون. 17 جنوري تائين 650 فيڪٽرين جا هڪ لک 60 هزار مزدور هڙتال تي هليا ويا. مزدورن سان يڪجهتي طور سڄي ملڪ جو عوام مزدور تحريڪ طور تي نڪري آيو. صرف جنوري ۾ 4 لک مزدورن احتجاجي هڙتالن ۾ حصو ورتو.

هي انقلابي لهر بالٽڪ جي علائقي تائين ڦهلجي وئي ۽ اتي 13 جنوري تي 60 هزار مزدورن سياسي هڙتال ڪئي ۽ 15 هزار مزدورن احتجاجي مارچ ڪيو. روسي گورنر جنرل فوجين کي گولي هلائڻ جو حڪم ڏنو، نتيجي ۾ 70 مزدور شهيد ڪيا ويا ۽ 200 زخمي ٿيا. روسي بادشاهه خلاف هي نفرت ليٿونيا، قفقار، پولش، آرمينيا ۽ جارجيا جي علائقن تائين ڦهلجي وئي. انهن علائقن جي مزدورن پنهنجي طبقاتي ڀائرن سان يڪجهتي طور هڙتالون ڪيون.

هن تحريڪ حڪمرانن لاءِ بدحواسي پيدا ڪري ڇڏي هئي. ان ڪري شروع ۾ هنن جو تيزي سان رجعت پرستي ڏانهن لاڙو ٿي پيو، پر پوءِ تحريڪ جي شدت جي ڪري آخرڪار مجبور ٿي، بادشاهه نڪولس زار، 18 فيبروري 1905ع تي پنهنجو پهريون منشور جاري ڪيو. جنهن ۾ هن هڪ آئين ۽ عوامي نمائندگي واري اسيمبلي جو اشارو ڏنو، پر عوام بادشاهه جي ڪنهن اهڙي قدم مان راضي نه ٿيو. ڇو ته مزدورن جي بيگناهه قتل عام سڄي ملڪ ۾ بيچيني ڦهلائي ڇڏي هئي. ڪالهه خاموش ويٺل ماسڪو جا مزدور، اڄ اٿي کڙا ٿيا. هي مزدور جيڪي ڪالهه بادشاهه کي التجا ڪري رهيا هئا، اهي اڄ (ڊسمبر جي پهرين هفتي ۾) ماسڪو جي گهٽين ۾،

مارڪسسٽ پارٽي جي قيادت ۾. هٿيار کڻي مطلق العنانيت جي خلاف اٿي کڙا ٿيا هئا.

ماسڪو جي هن عوامي اڀار ۾ سماج جا سڀئي حصا شامل هئا. جن ۾ چوڪيدار بورچي، گهريلو ملازم، فرش پالش ڪرڻ وارا بيرا، ڌوٻي، عوامي غسل خانن جي سنڀال ڪرڻ وارا ملازم، خود پوليس، ڪوساڪ (خاص پوليس) ۽ ايستائين جو هن ۾ عجيب قسم جا جاسوس به شامل هئا. هن عوامي اڀار کان اڳ، يعني آڪٽوبر جي آخري ڏينهن کان ڊسمبر جي شروع وارن ڏينهن تائين، سڄو ملڪ مزدورن جي هڙتالن، هارين جي بغاوتن، بري فوج ۽ نيوي ۾ نافرماني جي تحريڪن جي زد ۾ هئو. جارجيا ۽ بالٽڪ جي علائقن ۾ پڻ اهڙيون بغاوتون جاري هيون.

10 ڊسمبر 1905ع تي ماسڪو شهر مزدور انقلابين جي گهيري ۾ هئو. سڄي شهر جي گهٽين ۽ رستن ۾ رڪاوٽون کڙيون ٿي ويون. هنن رڪاوٽن سرڪاري فوجين جي رفتار سست ڪري ڇڏي هئي. ائين ڪٽي چئجي، ته سرڪاري فوجي وڏي ڏچي ۾ هئا. فليٽن جا بلاڪ، هنن جي دشمنن جا مورچا هئا. گهر جو دروازو يا گهٽي جو موڙ. فوجين لاءِ ممڪنہ موت جو سبب هئو. فوجي ۽ پوليس وارا رات جو رڪاوٽون هٽائيندا هئا، پر ٻئي ڏينهن ساڳيون رڪاوٽون کڙيون ٿي ويندڙيون هيون. ماسڪو جي ڏهن لکن جي آبادي جي هن شهر سان سرڪاري فوج مقابلو ڪري رهي هئي. هتي مزدور شينهن وانگر لڙيا. ٽيڪسٽائل جي صنعت جي مرڪز پريسينيا جي ضلعي ۾ لڙائي خاص ڪري ڏاڍي شديد هئي. مسلح ويڙهہ 11 ڊسمبر تي پنهنجي عروج تي هئي. هڪڙي گهڙي تہ ماسڪو جي انتظاميہ ان حد تائين خوفزده ٿي ويئي، جو ان مرڪزي حڪومت کي امداد لاءِ اپيل ڪئي، پر مرڪزي حڪومت کي ان وقت سينٽ پيٽرز برگ ۾ انقلاب جو خطرو هئو. ان ڪري هن کو بہ دستو هنن جي امداد لاءِ نہ موڪليو.

هنن سمورين حالتن جي باوجود انقلاب جو نتيجو حاصل ڪرڻ ممڪن نہ هئو، ڇو تہ جيستائين فوجي سپاهين جو وڏو تعداد پنهنجون وفاداريون بدلائي مزدور انقلابين سان شامل نہ ٿئي، تيستائين فقط مزدورن جي ويڙهہ ذريعي ڪاميابي ماڻڻ محال هئو. هنن مزدور انقلابين جو تعداد گهٽ هئو ۽ ٻيو هنن وٽ هٿيار بہ مايوس ڪن حد تائين گهٽ هئا. ڊسمبر جي شروعات تائين صرف 2000 هٿياربند ۽ انهن سان گڏ 4000 مليشيا جا ماڻهو هئا.

جيڪي پڻ بي هٿيار هئا. انهن هٿياربندن ۾ 300 ڪن بالشويڪ، 250 منشويڪ ۽ 150 ڪن سوشل انقلابي هئا. هي مزدور فقط عوام ۽ فوج جي حمايت جي آسري تي وينا هئا. جيڪا هنن کي نه ملي. ان ڪان علاوه 7 ڊسمبر تي پارٽي جي سموري قيادت گرفتار ٿيڻ ڪري، مزدورن ۾ مايوسي اڳئي حد کان ٽپي ويئي هئي. پر جڏهن منشويڪين 13 ڊسمبر تي ويڙهه روڪڻ جي تجويز ڏني. ته ظاهر آهي، ته پارٽي هن فيصلہ ڪن صورتحال ۾ پچول جو شڪار ٿي ويئي هئي. پر بالشويڪن کان علاوه سوشل انقلابين جي مليشيا ۽ خودمنشويڪن جي مليشيا پڻ لڙائي روڪڻ کان انڪار ڪيو. ان ڪري بالشويڪن ۽ منشويڪن جي مرڪز طرفان هڪ گڏيل اعلان جاري ڪيو ويو. جنهن ۾ انقلاب جي حمايت لاءِ، ملڪ جي سمورن مزدورن کي اپيل ڪئي ويئي هئي. پر ان وقت سرڪار پاران سينٽ پيٽرزبرگ جي سويت (مزدورن جي ڪميٽي) جي سمورن عهديدارن جنهن ۾ ڪامريڊ ٽراٽسڪي به شامل هئو. کي گرفتار ڪري ورتو هئو ۽ اتي ٿيندڙ بغاوت کي ناڪام بڻايو ويو. هاڻ مرڪزي سرڪار جو سمورو ڌيان ماسڪو ڏانهن هئو. جنهن 15 ڊسمبر تي ڪوسيمونو فسڪي ريجمينٽ ماسڪو موڪلي. جنهن ڪري طاقت جو توازن بغاوت خلاف ٿي ويو. 16 ڊسمبر تي هن ريجمينٽ سموري علائقي تي قبضو ڪري ورتو. باقي صرف برسينيا جو ضلعو باغي مزدورن جي قبضي ۾ وڃي بچيو ۽ اهو ضلعو به 17 ڊسمبر تي سرڪاري فوجين جي قبضي ۾ هليو ويو. ان ڪري پارٽي قيادت مجبورن 18 ڊسمبر 1905ع تي لڙائي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. اهڙي طرح هي انقلاب ڪاميابي ماڻي نہ سگهيو. پر پوءِ به هي انقلاب پورهيت طبقي لاءِ بي پناهہ تجربو ڇڏي ويو، تہ جيئن ايندڙ انقلابن ۾ اهي پنهنجو غلطيون سڌاري سگهي. هونئن به پورهيت طبقو نظريو پڙهڻ جي پيٽ ۾، عمل دوران وڌيڪ سکندو آهي ۽ هن لاءِ عمل جو هي تجربو سڀ ڪان وڌيڪ ڪارائتو هوندو آهي. هن انقلاب دوران سويتن جو بنجڻ پورهيت طبقي جي فطري عمل جي عڪاسي ڪري ٿو. جڻ تہ هنن پورهيتن روسي مارڪسزم تخليق ڪيو هئو. ان ڪان علاوه هي ڳالهہ بہ ڏسڻ ۾ آئي، تہ آر- ايس-ڊي-ايل-پي پارٽي جي مختلف اڳواڻن جو انتظار ڪرڻ بغير سمورا پورهيت، پاڻ ۾ متحد ٿي ويا. اهو ئي تہ پورهيت طبقي جو فطري اتحاد آهي ۽ اهو ئي تہ هن جي نجات جو مظهر بہ آهي●

# سويت يونين جو بالشويڪ انقلاب (1917ع)

روس جي 1905ع واري انقلاب ۾ پورهيتن جي شڪست کان پوءِ زار حڪومت، پورهيتن خلاف سخت ترين انتقامي ڪارروايون ڪيون. صرف آڪٽوبر 1905ع کان اپريل 1906ع تائين 15 هزار پورهيتن کي موت جون سزائون ڏنيون. ان کان علاوه گهٽ ۾ گهٽ 20 هزار پورهيتن کي گولين جو نشانو بنايو ويو. 75 هزار مزدورن کي جيلن ۾ بند ڪري، جبري پورهيئي جون سزائون ڏنيون ويون. ۽ 45 هزارن کان مٿي انقلابين کي جلاوطن ڪيو ويو. هنن انقلابين جي بچاءَ جو وڪيل ڪيرنسڪي، جيڪو بعد ۾ 1917ع ۾ لبرل گروپن جو وزيراعظم بنيو هئو، اهو هنن انتقامي ڪاروايئن بابت لکي ٿو، ته "1905ع جي انقلاب کان پوءِ انتقامي ڪاروايئن جو سلسلو 1909ع تائين هليو. جنهن ۾ گولي، ڦاسي کان وٺندي، جبر ۽ ڏاڍ جي مختلف طريقن سان، لکين ماڻهن کي ظلم جو نشانو بنايو ويو هئو."

زار حڪومت هڪ طرف پورهيتن خلاف هي انتقامي ڪارروايون جاري رکيون، ته ٻئي طرف لبرل سياستدانن کي راضي ڪرڻ لاءِ، پارليامينٽ (ڊوما) جون چونڊون ڪرائڻ ۽ آئين ڏيڻ جو ڪم تيز ڪيو.

پهرئين ڊوما چونڊجڻ کان پوءِ ان جو پهريون اجلاس 27 اپريل 1906ع ۾ ٿيو. جنهن ۾ مٿيئن طبقي جا چونڊيل نمائندا، پورهيت عوام جي غربت، بيروزگاري ۽ مهانگائي وارا مسئلا حل ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيا. جنهن ڪري سماج اندر بيچيني ختم ٿيڻ بجاءِ ايا وڌي ويئي. ٻيو ته خود بادشاهه به هن ڊوما کي قائم رکڻ جي حق ۾ نه هئو. ڇو ته ان انقلاب جي دٻاءَ جي ڪري، هن پارليامينٽ جوڙڻ جو منشور ڏنو هئو. ان ڪري زار سگهوئي 8 جون 1906ع تي ڊوما کي ٽوڙي ڇڏيو.

وري ٻي ڊوما جون چونڊون 20 فيبروري 1907ع تي ٿيون، پر هن ڊوما سان به زار حڪمران ڪو سٺو سلوڪ نه ڪيو. زار حڪمرانن جي ظلمن خلاف ڳالهايندڙ 16 ميمبرن کي گرفتار ڪري، جيلن ۾ بند ڪيو ويو ۽ هنن

گرفتارين سان گڏ، هن ڊوما کي بہ 3 جون 1907ع تي ٽوڙيو ويو. ٽين ڊوما جون چوڏون بہ جون 1907ع تي ٿيون. زار حڪمرانن جي واحد هي ڊوما هئي، جنهن اتفاق سان پنهنجو مدو پورو ڪيو.

چوٿين ڊوما جون چوڏون مئي 1912ع ۾ ٿيون. هي ڊوما بہ پهرئين عالمي جنگ شروع ٿيڻ تائين هلي. زار حڪمرانن جون هي عوامي پارليامينٽون، عوام جي بک ۽ بدحالي وارا مسئلا حل ڪرڻ ۾ ناڪام ثابت ٿيون ۽ اهَا بہ اٿي، لٿي ۽ اجهي جو مسئلو سنگين بنجي ويو هئو.

ٻئي طرف بالشويڪ پارٽي بہ اندروني ۽ بيروني اختلافن ۽ اتحاد جي ڌارائن جي وهڪري مان اڳتي وڌڻ لڳي. (آر-ايس-ڊي- ايل-پي) پارٽي جي ٽين ڪانگريس، 1905ع ۾ ٿي انقلاب دوران 12 اپريل 1905ع ۾ لنڊن ۾ ٿي هئي. هن ۾ ملڪ ۽ ٻاهران جا 24 نمائنده شريڪ ٿيا هئا. هن ڪانگريس ۾ 9 ايجنڊائن کي بحث کان پوءِ فيصلي هيٺ آندو ويو هو اهي ايجنڊائون هي هيون.

1. مسلح بغاوت 2. عبوري حڪومت جي نعري سان گڏ موجوده حڪومت جي پاليسين طرف رويو 3. هارين جي تحريڪ طرف پارٽي جو رويو 4. پارٽي جي اندر پورهيتن ۽ دانشورن جي وچ ۾ تعلقات. 5. پارٽي جا قاعدا قانون جوڙڻ 6. ملڪ جي ٻين پارٽين ڏانهن رويو 7. غير روسي سوشل ڊيموڪريٽڪ تنظيمن ڏانهن رويو 8. لبرل ڌرين ڏانهن رويو 9. سوشل انقلابين سان گڏ عملي ناهہ ڪرڻ ۽ تنظيمي مسئلن بابت فيصلو ڪرڻ.

ڪانگريس جي هنن ايجنڊائن مان خاص بہ ايجنڊائون تمام گهڻي بحث هيٺ رهيون. انهن مان پهرئين مسلح بغاوت کي ترتيب ڏيڻ بابت گهڻو بحث ٿيو ۽ ٻيو ملڪ اندر ڪم ڪندڙ ٻين پارٽين سان تعلقات برقرار رکڻ بابت بحث ٿيو. جو تہ هنن پارٽين وٽ نظرياتي طور تي تہ ڪجهہ بہ نہ هئو، پر هنن وٽ مزدورن جو وڏو تعداد موجود هئو، جن کان پارٽي پاڻ کي جدا ڪرڻ نہ پئي چاهيو. جو تہ مٿان آسمان تان کي بہ نظرياتي پورهيت هيٺ لهٿا ڪونہ هئا، پر اڳي يا پوءِ ملڪ جي هنن ئي پورهيتن کي، هتي انقلاب برپا ڪرڻ هئو. ان ڪري هنن پورهيتن سان پارٽي جو لڳاتار رابطو رهڻ ضروري هئو. هي سموريون ايجنڊائون بالشويڪن جي اڪثريت هجڻ ڪري پاس ٿي ويون.

پارٽي جي چوٿين ڪانگريس 10 کان 25 اپريل 1906ع ۾ اسٽاڪ هوم

۾ ٿي گذري. جنهن ۾ 122 نمائندا شريڪ ٿيا. هن ڪانگريس ۾ ڪرايہ جا پئسہ نہ هجڻ جي ڪري، 72 مان صرف 46 بالشويڪ پهچي سگهيا. جڏهن تہ منشويڪن جا 62 نمائندا پهتا. ڪامريڊ ٽراٽسڪي ان وقت جيل ۾ بند هئو. هن ڪانگريس ۾ ڇهن ايجنڊائن تي بحث ڪيو ويو. انهن ۾ 1. هارين لاءِ زرعي پروگرام منظور ڪرڻ 2. موجوده صورتحال ۾ پورهيتن جو فرض ڇا آهي؟ 3. پارليامينٽ (ڊوما) جي طرف پارٽي جو رويو 4. ملسح بغاوت ۾ فوجي ۽ پوليس جي سپاهين جي تحريڪ تي غور ڪرڻ 5. ٽريڊ يونين ۽ سوشل ڊيموڪريٽ تنظيمن جي نوعيت تي ويچارڻ 6. پارٽي جا قانون جوڙڻ.

هن ڪانگريس ۾ عوامي اپار جي مسئلي سان گڏ، هارين لاءِ زرعي پروگرام جوڙڻ بابت وڏ ۾ وڏ بحث ڪيو ويو. هارين کي زمين جو مڪمل حق ڏيڻ ۽ اجتماعي زراعت ۾ بہ هنن جي ملڪيت جو حق هئڻ ۽ ان کي لازمي قرار ڏيڻ ڪانسواءِ انهن هارين جي پارٽي ۾ شموليت ممڪن نہ هئي. (ياد رهي تہ زار حڪومت ۾ اڳ ۾ ئي گڏيل زراعت ڪرڻ لاءِ مير (Mir) بنائي وئي هئي، تہ جيئن ان ۾ گهڻا هاري گڏيل هارپو ڪري، گهڻي ڪان گهڻو ٽيڪس حڪومت جي کاتي ۾ جمع ڪرائي سگهن. ويچارا هاري جانورن وانگر ڪم ڪندا هئا، پر پوءِ بہ سدائين بکيا، اجيا ۽ مصيبتن جا ماريل رهندا هئا. هنن جي سوچ بہ اها هئي، تہ "جسم زار (بادشاهہ) جو، روح خدا جو ۽ ڪلها جاگيردارن (نوابن) جا آهن" هنن سيني هارين کي ان غلامي جي ڏبڻ مان ڪيڻ ۽ انهن کي انقلاب جي قافلي ۾ شامل ڪرڻ ضروري هئو.

پارٽي جي پنجين ڪانگريس 19 مئي 1907ع تي لنڊن ۾ ٿي، جيڪا لڳاتار ٽي هفتا هلي. هن ۾ پارٽي جا ڪل 303 نمائندا شريڪ ٿيا. هن ۾ 145 تنظيمن شرڪت ڪئي، جنهن ۾ 100 تنظيمن جو واسطو آر-ايس-ڊي-ايل-پي سان هئو ۽ باقي 45 تنظيمون پولينڊ، ليٿونيا ۽ ليٿويا کان آيل هيون. هن ڪانگريس ۾ شرڪت ڪندڙ اڪثر نمائندن جي عمر 20 کان 30 سالن جي وچ ۾ هئي. پارٽي جي ميمبر شپ گذريل سال 31 هزار ۽ هن سال 77 هزارن تائين پهچي ويئي هئي. پارٽي اندر بالشويڪ ۽ منشويڪ اڄ بہ تلوار جي ڌارا تي بيٺل هئا. هن ڪانگريس ۾ 89 بالشويڪن ۽ 88 منشويڪن جا نمائنده شريڪ ٿيا هئا. منشويڪن جي اڳواڻن ۾ ڪامريڊ پليخانوف، مارٽوف ۽ ايڪسل روڊ مکيہ نمائنده هئا. جڏهن تہ بالشويڪن ۾ لينن، ڪامنيف ۽ زينوئيف شامل هئا. ٽراٽسڪي ان وقت جلاوطن ٿي لنڊن

پهتو هئو. هن ڪنهن بہ ڌڙي بجاءِ هڪ سوشلسٽ ڊيموڪريٽ جي حيثيت ۾ شرڪت ڪئي هئي. مگر هن جي تقرير ۽ ووٽ بالشويڪن جي حق ۾ هئا. هي ڪانگريس بظاهر ڪابي ڌر يعني انقلاب پسندن ۽ ساڄي ڌر اصلاح پسندن جي وچ ۾ ورهايل هئي. پر اڪثريتي ووٽ انقلاب پسندن جي حق ۾ پيا. جنهنڪري سموريون ايجنڊائون منظور ٿي ويون. جڏهن تہ ٽراٽسڪي ان وقت پڪي انقلابي طور ڄاتو سڃاتو ويندو هئو. هن مسلسل انقلاب (Permanent Revolution) جو نظريو ڏيئي، هڪ لحاظ کان مارڪسزم جي هڪ وک کي اڳتي وڌائي پيش ڪيو هئو، ان لحاظ سان ٽراٽسڪي لينن کان بہ وڌيڪ انقلاب پسند هئو. مسلسل انقلاب جو هي نظريو هڪ طرف تسليم ڪري ٿو، تہ "هتي معروضي حالتن جو فرض، جيڪو روسي پورهيتن کي درپيش آهي، ان جو ڪردار سرمائيداراڻي جمهوري انقلاب جو آهي. پر ٻئي طرف اهو وضاحت پيش ڪري ٿو، تہ ڪهڙي طرح سامراجيت جي هن دور ۾ پوئتي پيل ملڪن اندر قومي سرمائيداري، جيڪا هڪ طرف جاگيرداري جي باقيات سان جڙيل آهي، تہ ٻئي طرف سامراجي سرمائي سان ڳنڍيل آهي. ان ڪري، اها هاڻي پنهنجو (قومي سرمائيداري جو) تاريخي فرض پوري ڪرڻ کان بلڪل قاصر آهي. ان ڪري هتي هاڻ پورهيتن جو انقلاب گهربل آهي، جيڪو قومي سرمائيداري وارا سمورا فرض پاڻ ادا ڪندي، سوشلسٽ انقلاب جي تڪميل ڪندو." مسلسل انقلاب جي هن نظريي جي ان وقت ٻين سان گڏ ڪامريڊ لينن بہ مخالفت ڪئي.

پارٽي جي پنجين ڪانگريس ۾ هڪ 12 رڪني سينٽرل ڪميٽي بہ جوڙي ويئي، جنهن ۾ 5 بالشويڪ، 4 منشويڪ 2 پولينڊ ۽ هڪ ليٽويا جا ميمبر شامل هئا.

پارٽي اندر ڪابي ۽ ساڄي ڌر جو اختلاف، ڏينهون ڏينهن وڌندو پئي رهيو. ان کي ختم ڪرڻ لاءِ، هڪ خاص اجلاس (پلينيم) جي نالي تي 2 کان 23 جنوري 1910ع ۾ پيرس ۾ سڏايو ويو، جنهن ۾ آر-ايس-ڊي-ايل-پي پارٽي جي سمورن ڌڙن کي شرڪت جي دعوت ڏني ويئي. هن اجلاس ۾ پليخانوف ڄاڻي واڻي بيماري جو بهانو ڪري نہ آيو، هي واحد ماڻهو هئو، جيڪو منشويڪن سان گڏ هوندي، بالشويڪن جي ڪافي ڳالهين جي حمايت ڪندو هئو. انڪري هن جي نہ اچڻ جي ڪري، هن اجلاس جو مقصد حاصل ٿي نہ سگهيو.

هنن اختلافن جي واڌ کي روڪڻ لاءِ پراگ ڪانفرنس 5 کان 17 جنوري 1912ع ۾ پراگ ۾ ٿي. جنهن ۾ پڻ پليخانوف بيماري جو سبب جاٽائي نہ اچي سگهيو ۽ اختلاف نبري نہ سگهيا.

هن پارٽي ۾ مختلف نظرين ۽ رجحانن جي ڌڙن جو گڏجي ڪم ڪرڻ بہ هڪ معجزي کان گهٽ نہ هئو. شايد ان جو سبب اهو هئو، تہ ملڪ اندر زار حڪمرانن طرفان ڏينهون ڏينهن سماجي ناانصافين کي وڌايو پئي. جيتوڻيڪ اصلاح پسندن بادشاهہ طرفان قائم ڪيل عوامي نمائندن جي پارليامينٽ (ڊوما) ۾ وڃي پناهہ ورتي هئي ۽ هو اتي وڃي، بلڪل لبرل سرمائيدار سياستدانن وانگر ڪم ڪندا هئا. پر ملڪ اندر وڌندڙ نا انصافي خلاف ڪم ڪندڙ بالشويڪ نظرياتي طور تي پختو هجڻ ڪري، سموري ظالم نظام خلاف اڏول بيٺا هئا. انڪري منشويڪ ۽ سوشل انقلابي هنن کي اڪيلو ڇڏڻ لاءِ تيار نہ هئا، تہ اهي اڪيلي سر منزل حاصل ڪن يا ڪين کي پوئتي ڇڏي وڃن. هن ڪانفرنس ۾ ڪم جي ڳالهہ اها ٿي، جو پارٽي جي سينٽرل ڪميٽي کي نئين سر اعتماد جو ووٽ حاصل ٿي ويو. پارٽي اندر گروهہ بندي ان وقت شدت اختيار ڪئي، جڏهن پهرين عالمي جنگ، 1914ع ۾شروع ٿي. جنگ دوران، سوشل ڊيموڪريٽن جي ٻي عالمي تنظيم "ٻي انٽرنيشنل" پڻ اختلافن جو شڪار ٿي ويئي.

واپاري منڊين ۽ ڪچي مال حاصل ڪرڻ جي تڪرار تان، سرمائيدار ملڪن جي وچ ۾ 1914ع کان ڇڙيل جنگ 1917ع تائين جاري هئي. روس جي فوج زار بادشاهہ جي غلط فيصلن جي ڪري ڏاڍي بيزار هئي. خاص ڪري فوجي سپاهي امن لاءِ آتا هئا. پر زار حڪمران هنن کي امن سان ويهڻ ڇو ڏين. ڇو تہ سرمائيداري نظام ۾ فوج حڪمران طبقن جي مفادن لاءِ هوندي آهي. ان جي حيثيت، هن نظام کي تحفظ ڏيڻ واري هڪ پرزي کان وڌيڪ نہ هوندي آهي، ان ڪري حڪمرانن لاءِ فوجي سپاهين جوجنگ ۾ مارجڻ ڪو سنگين مسئلو نہ هوندو آهي. سواءِ منافقي واري ڏک جي اظهار ڪرڻ جي. سو بہ ان لاءِ تہ جنگ ۾ وڙهندڙ ٻين سپاهين جي دل جوئي جاري رکي سگهجي، تہ جيئن اهي اڃا بہ سرمائيدارن جي مفادن لاءِ وڌيڪ وڙهن. روس جي اندر بالشويڪ پارٽي حڪمرانن جو اهو پاندو ڦاڙي ڇڏيو هو، تہ حڪمران هميشہ کان پورهيت طبقي کي پنهنجي غليظ مقصدن لاءِ استعمال

ڪري رهيا آهن. انڪري فوجي سپاهي به زار حڪمرانن جي اهڙي روش مان تنگ اچي چڪا هئا ۽ بغاوت ڪرڻ لاءِ آتا هئا.

ٻئي طرف روس ۾ 1917ع جي سال جو آغاز ئي پيٽروگراڊ ۾ مزدورن جي هڙتالن سان ٿيو. 177000 هڙتالون صرف پيٽروگراڊ ۾ ٿيون هيون. هن جنگ جي ڪري ملڪ جون معاشي حالتون اڳئي تباهي جي ڪناري تي پهچي ويون هيون ۽ پورهيت طبقي جي صبر جو پيمانو لبريز ٿيندو پئي ويو.

فيبروري مهيني ۾ هڙتالن جي ڪري بيچيني اجا به وڌيل هئي، ته اوچتو ماني جي کوٽ واري بحران باهه تي تيل جوڪم ڏنو. ماني وٺڻ لاءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ پورهيت عوام کي قطارن ۾ وڃي بيهڻو پوندو هئو ۽ اهو عمل معمول بنجي ويو هئو ۽ ان ڪري عوام اجا به وڌيڪ بيزار ٿي پيو، جنهن ڪري پورهيتن جي هلندڙ هڙتالن ۽ احتجاجي مظاهرن ۾ شدت اچي ويئي. هاڻ مظاهرين ۾ "جنگ ختم ڪريو، بک ختم ڪريو ۽ انقلاب زنده آباد" جا نعرا عام جام گونجڻ لڳا. زار حڪمراني خلاف هي احتجاج سڄي ملڪ اندر پکڙجي ويو. هڪ لحاظ کان، حڪمرانن جي سرڪاري مشنري جڻ هڪ هنڌ بيهي ويئي هئي.

26 فيبروري 1917ع تي زار بادشاهه نڪولس ڪاوڙ ۾ اچي، حڪم جاري ڪيو، ته پيٽروگراڊ ۾ پورهيتن جي هلندڙ گڙ ٻڙ هر قيمت تي سياٽي تائين ختم ڪرائي وڃي. ان سان گڏ هن گولي هلائڻ جو به حڪم ڏنو. جيتوڻيڪ هن جي حڪم کان اڳ ئي پوليس مظاهرين تي گوليون وسائي رهي هئي، پر هن حڪم ملڻ سان اجا به اضافو ٿيو. جڏهن ته فوجي سپاهي، بادشاهه جو حڪم مڃڻ بجاءِ پورهيتن جي قافلي ۾ شامل ٿيندا پئي ويا. ان جو مکيه سبب هي هئو، ته پورهيتن ۽ فوجي سپاهين جو پاڻ ۾ اڳئي تنظيمي رابطو هئو. هي رابطو 1905ع واري انقلاب کان جاري هئو. هن انقلاب ۾ پورهيتن فطري طور تي پنهنجو سويتون (چونڊيل ڪميٽيون) ٺاهيون هيون. هاڻ آر-ايس-ڊي-ايل-پي پارٽي هنن سويتن کي انتظامي ڍانچي طور لاڳو ڪيو هئو. هي سويتون صنعتي مزدورن، هارين ۽ فوجي سپاهين تي مشتمل هيون. هي هڙتال کان وٺي تنظيم جي نظرياتي پرچار تائين سمورو ڪم ڪار ڪنديون هيون. هاڻ ته انقلاب جو سمورو ڪم هنن ئي سويتن سنڀالي ورتو هئو. فوجي سپاهين پاران زار حڪومت جا حڪم نه مڃڻ ڪري، صورتحال ئي تبديل ٿي ويئي هئي. اجا به هن صورتحال کي ڊرامائي بنائڻ لاءِ مزدور

پيٽروگراڊ جي فوجي بئرڪن اندر ويجي، فوجي سپاهي پائرن ڪي، انقلاب جو ساٿ ڏيڻ لاءِ اپيلون ڪري رهيا هئا. انهن ڪي احساس ڏياري رهيا هئا، ته اهي سپاهي به پورهيت آهن. اهي به ملڪ جي ٻين پورهيتن وانگر عذاب جي زندگي گذاري رهيا آهن. ان جو مکيه سبب شاهوڪار طبقي جي ذاتي ملڪيت آهي، جنهن ۾ هنن جا فوجي جنرل ۽ آفيسر به شامل آهن. سپاهي رڳو گولي ذريعي مرڻ لاءِ نه چاوا آهن، پر هنن کي پڻ عام انسان جي زندگي گذارڻ ۽ سمورين سهولتون ماڻڻ جون پورو حق آهي، جيڪو موجوده، سرمائيداري نظام هنن کان کسيو ويٺو آهي. ان ڪري اچو، ته پاڻ ۾ مظلوم گڏجي هن ظالم نظام کان جند آجي ڪرايون. نتيجي ۾ فوجي سپاهي هوائي فائرنگ ڪندا، پورهيتن جي جدوجهد ۾ شامل ٿيندا پئي ويا ۽ 27 فيبروري تائين. پيٽروگراڊ جو مڪمل ڪنٽرول مزدورن جي هٿن ۾ اچي ويو. سمورين ريلوي اسٽيشنون، ٽپال گهر، ٽيليفون، خوراڪ جا گودام، فوجي هٿيار، مطلب ته سڄو شهر هنن باغي مزدورن ۽ سپاهين جي قبضي ۾ هئو ۽ 28 فيبروري تائين سمورا وزير ۽ آفيسر گرفتار ٿي چڪا هئا ۽ فوجي جنرل ڪونابالوف وٽ ڪا به فوج نه هئي، سيئي فوجي سپاهي، مزدور پائرن سان انقلاب ۾ شامل ٿي ويا هئا. سچ ته هي اهو جنرل هئو، جنهن وٽ فوج ڪو نه هئي ۽ آخر ڪار زار بادشاهه نڪولس پڇي ويو ۽ پيٽروگراڊ جو ڪنٽرول سويٽن جي حوالي ٿي ويو.

شروع ۾ هي انقلاب روس جي صرف هڪ شهر پيٽروگراڊ تائين محدود هئو، جيڪو ملڪ جي آبادي جو 175هون حصو هئو. پر هي شهر روس جي گادي جوهنڊ هجڻ جي ڪري، نفسياتي طور تي سڄو ڪنٽرول انقلابين جي هٿن ۾ اچي ويو. هن ڪامياب انقلاب کان پوءِ، سويت ايگزيڪيوٽو ڪميٽي، جيڪا اڪثريتي طور تي اصلاح پسند اڳواڻن تي مشتمل هئي، جنهن ۾ بالشويڪن جي ڪا خاص نمائندگي نه هئي. هنن اصلاح پسندن وٽ اقتدار حاصل ڪرڻ ۽ سنڀالڻ جو ڪو به تناظر (Perspective) ڪو نه هئو، اهي فقط انقلاب ۾ ماٺهو مارائي ۽ پوءِ سمورو اقتدار مٿيئن طبقي کي منتقل ڪرڻ جي لاءِ ڏاڍا پر جوش هئا. سچ ته انقلاب ۾ انهن ماٺهن جو ڪو به ڪردار نه هئو. پر پوءِ به سويت ايگزيڪيوٽو ڪميٽي پنهنجو حاصل ڪيل اقتدار شهزادي لووف ۽ هڪ لبرل وڪيل ڪيرنسڪي جي حوالي ڪري حڏيو. جن عبوري حڪومت بنائي، پنهنجو ڪم شروع ڪري ڇڏيو. هن

حڪومت ۾ سڀئي وزير ۽ مشير سرمائيدار ۽ جاگيردار طبقي مان هئا. حقيقت ۾ هي عبوري حڪومت عوام جا عام مسئلا حل ڪرڻ جي اهل ئي نہ هئي. زمين جو حق، جيڪو هارين جو اهم مسئلو هئو ۽ امن جيڪو سپاهين جو مکيہ مسئلو هئو، اهي حل ڪرڻ تہ هن جي وس جي ڳالهہ نہ هئي. ڇو تہ هي ٻئي مسئلا مٿين طبقي جي جاگيردارن، فوجي جنرلن ۽ سرمائيدارن سان سلهاڙهيل هئا. اهي هن حڪومت ۾ بہ حڪمران بنيا ويٺا هئا. اهي ڪي ايڏا چريا ٿورئي هئا، جو پنهنجي ناجائز عياشين مان هٿن هارين ۽ سپاهين کي حق ڇني ڏين.

ڪامريڊ لينن ان وقت سئزرلينڊ ۾ جلا وطن هئو، ان اتان ئي هن عبوري حڪومت جي سخت مخالفت ڪئي، پر سندس جي مخالفت جي باوجود روس ۾ موجود بالشويڪ قيادت، ڪامنيف، زينوئيف ۽ اسٽالن، هن عبوري حڪومت جي حمايت ڪري ڇڏي.

ڪامريڊ لينن سئزرلينڊ مان، جرمني جي رستي واپس وطن ورڻ جو فيصلو ڪيو ۽ 3 اپريل تي پيٽروگراڊ جي فن لينڊ ريلوي اسٽيشن تي لٿو. لهڻ شرط ڪامريڊ، عبوري حڪومت ۽ ان جو دفاع ڪندڙن ۽ اصلاح پسندن تي سخت تنقيد ڪئي. استقبال لاءِ آيل عبوري حڪومت جا وزير هن جي سخت مخالفت ٻڌي وائڙا ٿي ويا. هن جو پهريون حملو، پنهنجي بالشويڪ پارٽي جي انهن اڳواڻن خلاف هئو، جن ڪامريڊ جي منع ڪرڻ جي باوجود عبوري حڪومت جي حمايت ڪئي هئي. استقباليہ اسٽيج تي بيهي، ڪامريڊ بلند آواز ۾ "عالمي سوشلسٽ انقلاب" جو نعرو هنيو ۽ سرمائيدارن جي هن عبوري حڪومت جي، ڪنهن بہ قسم جي حمايت نہ ڪرڻ، جو اعلان ڪيو ۽ پنهنجي بالشويڪ پارٽي کان بہ مطالبو ڪيو، تہ اها سوشلسٽ انقلاب برپا ڪرڻ جي لاءِ سوويتن جي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪري. ڪامريڊ جي هن مطالبي تي پارٽي جي ٻين اڳواڻن جو اهو شڪ يقين ۾ بدلجي ويو، تہ ڪامريڊ لينن هاڻي "ٽراٽسڪي ازم" جي طرف هليو ويو آهي، ڇو تہ ٽراٽسڪي ئي مرحليوار انقلاب جي مخالفت ڪئي هئي ۽ هن ئي مسلسل انقلاب جو نظريو ڏنو هئو. ڪامريڊ لينن جي انقلاب پسند موقف ڪانپوءِ نہ صرف الزام بازي شروع ٿي ويئي، پر پارٽي اندر ڌڙي بندي جي شديد لڙائي شروع ٿي ويئي. جيڪا اپريل ڪانفرنس تي اچي ختم ٿي. جنهن ۾ ڪامريڊ اپريل ٿيسز نالي مضمون لکي مزدور انقلاب لاءِ راهہ هموار ڪئي ۽ نيٺ پارٽي جي ٻين اڳواڻن کي ميڃائڻ ۾ ڪامياب ويو.

فيبروري انقلاب جي ڪاميابي ۽ عبوري حڪومت قائم ٿيڻ وقت، ڪامريڊ ٽراٽسڪي به آمريڪا ۾ جلا وطن هئو. ان پنهنجي رد عمل طور تي، هڪ اخبار نوومير (نئين دنيا) ۾ پنهنجي مضمونن جو سلسلو شروع ڪيو. جيڪي مضمون 1917ع جي مارچ مهيني جي 19,17,13 ۽ 20 تاريخن ۾ شايع ٿيا. جن ۾ بلڪل ڪامريڊ لينن جهڙو موقف اختيار ڪيو ويو. جڏهن ته آمريڪا ۽ سئزرلينڊ جي وچ ۾ هزارين ڪلو ميٽرن جو مفاصلو هئو، پر نظرياتي هڪجهڙائپ هجڻ جي ڪري، هنن جي انقلاب سان سچائي ثابت ٿئي ٿي.

هنن ٻنهي جي انقلاب بابت سچائي ڪي، ڪامريڊ جان ريڊ، پنهنجي ڪتاب "دنيا ڪي جنجهوڙڻ وارا ڏهه ڏينهن" ۾ مڪمل ڪردارن سان بيان ڪيو آهي.

مارسل ليب مين پنهنجي ڪتاب "لينن جي نگراني ۾ لیننزم" جي صفحي نمبر 23 تي لکي ٿو، ته هن عبوري حڪومت جي نه صرف لينن ۽ ٽراٽسڪي مخالفت ڪئي هئي، پر سويٽن ۾ ڪم ڪندڙ بالشويڪن ۽ پارٽي جي برانچن پڻ سخت مخالفت ڪئي هئي. پيٽروگراڊ جي پارٽي برانچ ته، انقلاب جي مخالفت ۽ عبوري حڪومت جي حمايت ڪرڻ تي، پنهنجي اڪثريتي ووٽ ذريعي ڪامنيف کي پارٽي مان خارج ڪرڻ جو مطالبو ڪيو هئو ۽ ساڳئي ريت وائي برگ جي پارٽي برانچ پڻ اسٽالن کي پارٽي مان خارج ڪرڻ جا مطالبا ڪيا هئا. هنن بالشويڪ ڪارڪنن ته، لينن طرفان واپس روس اچڻ کان اڳ ئي، "عبوري حڪومت مرده آباد" جا نعرا هڻڻ شروع ڪيا هئا. اهو پورهيت طبقي جو فطري رد عمل هئو، پورهيت طبقي جي انقلاب سان چاهت ڏسي، خود لينن پنهنجو رويو انقلاب طرف نه صرف بدلايو، پر يقين جي بنياد تي سختي سان ان تي قائم به رهيو. جڏهن ته بالشويڪ پارٽي جا ٻيا اڳواڻ پورهيتن جي انقلابي چاهت کي بيوقوفي سمجهڻ لڳا. شايد ان ڪري اهي صرف اصلاح پسند ٿي رهجي ويا. جهڙي ڪري ڪامريد لينن کي ڪري ڪميٽي ڪامريڊ ان خيال جو قطعي حامي نه هئو، ته سوشلسٽ انقلاب، صرف هڪ نظرياتي گروهه يا ڪا پر عزم اقليت برپا ڪري. پر هن کي پورهيت طبقي جي اڪثريت تي يقين هئو، ڪامريڊ کي پورهيت طبقي جي انقلابي قوت ۽ ان جي تخليقي صلاحيت تي اعتماد هئو. ان ڪري ڪامريڊ سڄي عمر پورهيتن جي انهيءَ ڪردار جي

وڪالت ڪئي هئي.

ان ڪري ڪامريڊ لينن، ڪامريڊ ٽراٽسڪي ۽ ان جي تنظيم بين الضلعي ڪميٽي (مزهرايونٽسي) کي شامل ڪرڻ لاءِ سوچيو ۽ پوءِ پاڻ 10 مئي 1917ع تي بين الضلعي ڪميٽي جي اجلاس ۾ ان لاءِ شرڪت ڪئي، ته جيئن انهن کي بالشويڪ پارٽي ۾ شريڪ ڪرڻ لاءِ قائل ڪري سگهي ۽ آخرڪار ڪامريڊ جي خواهش تي، ٽراٽسڪي بين ضلعي ڪميٽي کي بالشويڪ پارٽي ۾ شامل ڪرايو. هن ڪميٽي جا ٽن ڪان چار هزار ميمبر پارٽي ۾ شامل ٿيا هئا. بالشويڪ پارٽي ڪامريڊ ٽراٽسڪي ۽ هن جي پارٽي جي ٻن قابل ڪارڪنن ڪامريڊ جوف ۽ ڪامريڊ يورٽسڪي کي پارٽي جي سينٽرل ڪميٽي تي ڪنيو ويو، ڪامريڊ ٽراٽسڪي، جيڪو اڳئي انقلاب پسند طور مشهور هئو ۽ هن جا سمورا ميمبر به هن وانگر پڪا انقلاب پسند هئا. جنهنڪري هنن ٽنهي انقلاب پسندن جي اچڻ جي ڪري، ڪامريڊ لينن کي وڏو سهارو ملي ويو هئو ۽ گهٽ ۾ گهٽ سينٽرل ڪميٽي اندر هاڻي ڪامنيف، زينوئيف ۽ اسٽالن جي مقابلي ۾ هنن ٽنهي ڪامريڊن جي ڪري توازن برابر ٿي ويو هئو. حقيقت ۾ هنن انقلاب پسند جي شموليت جي باوجود، پارٽي لاءِ انقلاب جو مرحلو انتهائي ڪٺن هئو ۽ سنگين صورتحال بالشويڪ پارٽي کي درپيش هئي. جو ته رشين سوشل ڊيموڪريٽس ليبر پارٽي اندر، بالشويڪن سان گڏ ڪم ڪندڙ منشويڪن، سوشل انقلابين ۽ ڪيڊٽ پارٽي سميت سمورين ڌرين کي، ڪيرنسڪي جي عبوري حڪومت جي صورت ۾، چڻ ته منزل ملي ويئي هئي. اهي سيئي هن حڪومت ۾ ڀاڱي ڀائيوار به ٿي ويا هئا. هاڻي هي سيئي پارٽيون رد انقلابي بنجي چڪيون هيون. ۽ سوشلسٽ انقلاب جي راهه ۾ وڏي رڪاوٽ بنجي ويون هيون. ڪالهه زار حڪمرانن جي خلاف گڏ وڙهندڙ ساٿي اڄ دشمن بنجي ويا هئا. انهن خلاف وڙهڻ بحرحال هڪ ڏکيو ڪم هئو. پر پوءِ به بالشويڪ پارٽي، سوشلسٽ انقلاب لاءِ اڪيلي سر پنهنجي جدوجهد جاري رکي. هن اڪيلي پارٽي کي هڪئي وقت ڪيترن ئي مختلف محاذن تي لڙڻو پيو. روس جي ٻهراڙي ۾ هارين جو وڏو تعداد هئو، جن تي سوشل انقلابي پارٽي جو اثر هئو.ان پارٽي هارين کي اهو چئي، ورغلائي ڇڏيو هئو، ته فيبروري انقلاب کان پوءِ، پاپولر فرنٽ جي عبوري حڪومت هارين جي پنهنجي حڪومت آهي، جنهن جي خلاف بالشويڪ پارٽي وارن اعلان جنگ ڪيو آهي، ان

ڪري اڪثر هارين جو رويو بالشويڪ پارٽي ڏانهن دشمني وارو ٿي ويو ۽ ڪافي جڳهين تي هارين بالشويڪ پارٽي جي ڪارڪنن سان لڙائي به ڪئي هئي. جڏهن ته حقيقت ۾، ڪيرنسڪي جي عبوري حڪومت اقتدار اچڻ کان پوءِ، هارين کي زمين جو حق ونئي ڏيڻ ۾ ناڪام ثابت ٿي هئي، ڇو ته روسي زمين جا مالڪ سڀئي جاگيردار، ته هن حڪومت جا ساٿاري هئا. اهي پنهنجون جاگيرون ڪٿي ڏيندا هئا. هن هارين کي ڏين؟؟ پر پوءِ به سوشل انقلابين هن هارين کي ڪوڙن ڏٽن ۽ آسرن تي ٽِپي رکيو. اها عجيب ڳالهه آهي، ته سوشل انقلابي پارٽي، وري انقلاب جي دشمن بنجي ويئي هئي. ڇو ته ان رڳو انقلابي نالو هارين ۽مزدورن کي دوکو ڏيڻ لاءِ رکيو هئو، باقي نظرياتي طور تي اها ڏيوالپٽي جو شڪار هئي. پر پوءِ به روس جا اڪثر هاري بالشويڪ پارٽي جا دشمن بنجي ويا هئا. جڏهن ته بالشويڪ پارٽي جو هارين اندر ڪو سنو اثر نه هئو، جيتوڻيڪ اهو اثر ڏينهون ڏينهن وڌي رهيو هو ۽ بالشويڪ هاري ڪارڪن پارٽي جي پروگرام کي وڌائي رهيا ها. هونئن به بالشويڪ پارٽي جي ميمبر شپ فيصلہ ڪن ڪردار جي حامل نه هئي. فيبروري انقلاب وقت پارٽي جي ڪل ميمبر شپ صرف 8 هزار هئي، اپريل ۾ 16 هزار ۽ جون ۾ وڌي وڌي 32 هزار ٿي هئي. جڏهن ته عبوري حڪومت ۾ شامل سمورين ڌرين جي سياسي اثر جي ڪري، فوج اندر ڪم ڪندڙ اڪثر سويتون پڻ، هن حڪومت جون حامي بنجي ويون هيون ۽ اتي به بالشويڪ پارٽي جي نسبت ۾ سوشل انقلابي پارٽي جي اڪثريت هئي. پر اتي به بالشويڪ ڪارڪنن پنهنجو حوصلو نه هاريو هئو ۽ انهن پنهنجي جدوجهد جاري رکي هئي. جيتوڻيڪ عبوري حڪومت هن فوجي سپاهين کي امن ۽ عزت ڏيڻ ۾ ناڪام ثابت ٿي هئي ۽ اجا به هن جي زندگين کي غير محفوظ بنايو هئو، ان وقت هلندڙ پهرئين عالمي جنگ ۾ ڪيرنسڪي حڪومت ته زار جي پيٽ ۾ وڌيڪ جنگ جوئاڻو ڪردار ادا ڪري رهي هئي. جڏهن ته فوجي آفيسر سپاهين کي ذليل ۽ خوار ڪرڻ سان گڏ سنگينن جي نوڪ سان انهن جو ساهه ڪڍي رهيا هئا.

هن حقيقتن جي باوجود، هي ڳالهه طئہ هئي، ته هي عبوري حڪومت عوام جا مسئلا ڪرڻ لاءِ اهل نه هئي. ڇو ته هن حڪومت ۾ به سرمائيدر طبقو اقتدار تي ويٺل هئو. ان ڪري سماج اندر ڦهليل بيچيني اجا وڌندي ۽ مسئلا پنهنجي شدت سان اجا اڀرندا ويا. پر پوءِ به بالشويڪ پارٽي جو

ڪهيرو تنگ ڪيو ويو ۽ اها ايتري مجبور بنائي ويئي هئي،تہ اها انقلاب تان هٿ کڻي يا پنهنجي خودڪشي لاءِ تيار ٿئي!!

پر پورهيت طبقي جي عزم ۽ لينن ۽ ٽراٽسڪي جي قيادت ۾ بالشويڪ پارٽي جي مزدورن، هارين، سپاهين ۽ نوجوانن پنهنجي اڻ ٿڪ محنت سان لازوال ڪردار ادا ڪيو. هي انقلابي ڪارڪن، هر فيڪٽري، هر ڪارخاني ۽ هر اداري اندر ويا ۽ اتي وحي مارڪسزم جي پرچار ڪئي ۽ پورهيتن کي انقلاب لاءِ تيار ڪيو. ٻئي طرف سوشل انقلابين جي زهر اوڳاڇڻ جي باوجود بالشويڪ هاري، روس جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ويا، زرعي فارمن ۽ ڳوٺن ۾ ويا ۽ هارين کي زمين جو حق ڏيارڻ جي بنياد تي انهن کي انقلاب جي حمايت لاءِ تيار ڪيو. ٽئي طرف نيوي ۽ فوج جي اندر بالشويڪ پارٽي جي سيڪشن، فيبروري انقلاب ڪان پوءِ بہ پنهنجو ڪم جاري رکيو. هن سيڪشن هن انقلاب دوران ئي پنهنجي لاءِ ضابطہ ۽ اصول متعين ڪرڻ واسطي، "آرڊر نمبرون" جي نالي سان پنهنجو حڪم نامو جاري ڪيو هئو. ان موجب

1- نيوي ۽ فوج اندر هر سطح تي چونڊيل ڪميٽيون (سويتون) ناهيون وڃن.

2- جن جڳهين تي هنن سويتن جون چونڊون نہ ٿيون آهن، اتي فوري طور ڪرايون وڃن.

3- سپاهي صرف سويتن (فوجي ڪميٽن) جو حڪم مڃيندا.

4- سمورا هٿيار سپاهين جي چونڊيل ڪميٽين (سويتن) جي ڪنٽرول ۾ هوندا ۽ ڪنهن بہ صورت ۾ آفيسرن کي نہ ڏيندا.

5- آفيسرن جي برتري جو خاتمو ڪري، انهن کي سپاهين جي عزت ڪرڻ جو پابند بنايو وڃي.

6- عبوري حڪومت جا صرف اهي حڪم مڃيا ويندا، جيڪي سويتن جي اصولن جي برخلاف نہ هوندا.

7- ڊيوٽي دوران فوجي اصولن جي سخت پائبندي هوندي، پر بئرڪن کان ٻاهر وڃڻ بعد، سپاهين کي پوري پوري آزادي هوندي ۽ انهن کي شهري حق حاصل هوندا.

سوشلسٽ انقلاب لاءِ هنن سپاهين، هارين، مزدورن ۽ نوجوانن جي جفاڪشي ۽ سخت محنت ڪرڻ بعد هنن کي ان وقت سخت صدمو پهتو،

جڏهن سويتن جي ڪل ڪانگريس، پنهنجي 3 کان 24 جون تائين پيٽروگراڊ ۾ ڪيل اجلاس ۾، هڪ قرارداد ذريعي، عبوري حڪومت جي حمايت جاري رکي. هن ڪانگريس ۾ منشويڪن ۽ سوشل انقلابين جا 533 ۽ بالشويڪن جا صرف 105 نمائنده هئا. سويتن جي هن ڪانگريس جي فيصلي مزدورن ۽ فوجي سپاهين کي بلڪل خفا ڪري ڇڏيو هئو. هنن کي پنهنجي محنت تي پاڻي ڦرندو نظر آيو. ان ڪري هنن گڏجي بالشويڪ پارٽي جي قيادت تي زور وڌو، ته اها ڪيرنسڪي جي عبوري حڪومت کي طاقت (بندوق) جي زور تي هٽائي. پر بالشويڪ قيادت، خاص ڪري ڪامريڊ لينن پورهيتن جي هن جذباتي فيصلي سان سهمت نه هئو. ان ڪري هن انهن پورهيتن کي بار بار سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، ته سڄي روس کي ڇڏي، صرف پيٽروگراڊ ۾ بغاوت جو اعلان ڪرڻ درست نه آهي. اهو زار جي حڪمراني ۾ته صحيح هئو، ڇو ته زار بادشاهه عوام اندر پنهنجي حيثيت وڃائي چڪو هئو، پر ان جي پيٽ ۾ ڪيرنسڪي حڪومت جون ڪجهه پاڙون عوام اندر موجود آهن، سوشل انقلابي پارٽي، ڪيڊٽ پارٽي ۽ منشويڪن جا سياسي ڪارڪن جيڪي بالشويڪن جي مقابلي ۾ گهٽ آهن، اهي سڄي روس ۾ ڦهليل آهن، ان ڪري جيستائين بالشويڪ پارٽي سڄي ملڪ اندر سويتن جي اڪثريت حاصل نه ٿي ڪري، تيستائين بغاوت جو اعلان نه ٿو ڪري سگهجي، اهڙو اعلان نه صرف بيوقوفي هوندو، پر پنهنجي خودڪشي ڪرڻ جي برابر هوندو. اهڙي تنبيهه جاري ڪرڻ کان پوءِ ڪامريڊ لينن گهٽي ڪم جي ٿڪاوٽ جي ڪري، ٿن ڏينهن جي موڪل تي هليو ويو.

هيڏانهن ڇا ٿيو، جو بالشويڪ قيادت جي منع ڪرڻ جي باوجود سپاهين ۽ مزدورن گڏجي پاڻمرادو فيصلو ڪري، بغاوت لاءِ روڊن ۽ رستن تي نڪري آيا. ڇو ته هنن جي نظر ۾ ڪيرنسڪي حڪومت غدار هئي. هنن بادشاهه زار خلاف فيبروري انقلاب ان لاءِ برپا ڪيو هئو، ته جيئن هنن جي بک ۽ بدحالي ختم ٿئي. پورهيتن کي انسان طور جيئڻ جو حق ملي، زمين ۽ روزگار ملي، سپاهين کي پر امن ۽ عزت واري زندگي ملي. جيڪا هي عبوري حڪومت ڏيڻ ۾ ناڪام ويئي، ۽ هي حڪومت ته عوام مٿان ظلم ڪرڻ ۾، زار حڪمرانن کان ٻه ٻه رتيون وڌيڪ نڪتي. ان ڪري ويساهه گهاتي ڪندڙ هن حڪومت کي طاقت جي زور تي هٽائڻ جائز آهي. اهڙيون سوچون ڪٿي پورهيت ۽ سپاهي 3 جولاءِ 1917ع تي پنهنجن هٿيارن سميت پيٽروگراڊ

جي روڊن، رستن تي نڪري آيا ۽ ڪيرنسڪي حڪومت جي خلاف احتجاج ڪرڻ لڳا. پئي ڏينهن 5 لک ڪن پورهيتن احتجاج ڪيو.

هن احتجاج ۾ تشدد پسند ڏريون به شامل ٿي ويون، جنهن ڪري شهر ۾ وڏي پيماني تي ٽوڙ ڦوڙ ٿي. هن ٽوڙ ڦوڙ جو حڪومت کي بهانو ملي ويو. جنهن فوري طور تي هن بغاوت جو بالشويڪ قيادت کي ذميوار قرار ڏنو. ڪيرنسڪي حڪومت جي وزيرانصاف پي-اين- پيريوزيف ته الزام لڳايو، ته لينن جرمني جو ايجنٽ آهي!!! ڪيرنسڪي سرڪار هن بغاوت کي ڪچلڻ لاءِ سرحدن کان وڏي تعداد ۾ فوج گهرائي گهٽو زور لڳايو ۽ بالشويڪ پارٽي خلاف سخت ڪاروائي ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا. جنهن ۾ سوين بالشويڪ ڪارڪنن کي شهيد ڪيو ويو ۽ پراودا اخبار جي آفيس کي مڪمل تباهه ڪيو ويو. بنا قيادت جي ٿيل هي بغاوت ته ڪچلجي ويئي، پر بالشويڪ قيادت سخت دٻاءَ جو شڪار ٿي ويئي. منشويڪن ۽ سوشل انقلابين ڪامريڊ لينن کي هن بغاوت جو ذميوار قرار ڏنو ۽ هن کي گرفتاري پيش ڪرڻ جو چيو. 6 جولاءِ تي حڪومت پاران ڪامريڊ لينن ۽ هن جي ساٿين کي گرفتار ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا ۽ گڏوگڏ هنن خلاف بغاوت ۽ غداري جو ڪيس پڻ داخل ڪيو ويو. هن بغاوت مهل ڪامريڊ گهٽي ڪم ۽ ٿڪاوٽ جي ڪري موڪل تي ويل هئو. جڏهن اتي هن بغاوت جي خبر پڌي، ته پريشان ٿي ويو، ان پارٽي کي لکيو، ته هنن واقعن جي تحقيقات ڪرائي وڃي.

هن بغاوت ته رد انقلابي اصلاح پسندن جا حوصلا وڌائي ڇڏيا. جڏهن ته ڪامريڊ لينن سخت مايوس ٿي ويو. ڇو ته ڪامريڊ سويتن اندر، اڪثريت حاصل ڪرڻ ذريعي، پر امن انقلاب آڻڻ جو جيڪو اعلان ڪيو هئو، اهو هاڻي هن کي پڌندي نظر اچڻ لڳو. هن سمجهي ورتو، ته هن بغاوت سان رجعت پرستي جو دور وڌي ويندو ۽ انقلاب جو رستو مِنجي ويندو. هن کي ائين لڳو، ته منشويڪن ۽ سوشل انقلابين رد انقلاب جي بازي کٽي ورتي آهي. اهڙيون سوچون ڪٽي، ڪامريڊ لينن روپوش ٿي ويو.

تاريخ جي، ستم ظريفي هئي يا جدلياتي ماديت جو قانون، جو جنهن بغاوت، ڪامريڊ لينن کي مايوسي جي ڏيڻ ۾ اچلي ڇڏيو هئو، ان بغاوت وري سمورن اصلاح پسندن کي ننگو ڪري ڇڏيو. بالشويڪ ڪارڪنن جو سر

عام قتلِ عام ڪرڻ واري عمل مان، سڄي روس جا پورهيت سمجهي ويا، تہ هي عبوري حڪومت تہ نہ آهي، پر شايد زار جو ڪو ٻيو جنم ٿيو آهي. جنهن 1905ع ۾ سوين پورهيتن کي شهيد ڪيو هئو. جيڪي ظلم زار بادشاهت ۾ ڪيا ويندا هئا، اهي هن عبوري حڪومت بہ جاري رکيا آهن، تہ پوءِ هنن ٻنهي حڪومتن جي وچ ۾ اسان جو آندل فيبروري وارو جمهوري انقلاب ڪيئن ۽ ڪيڏانهن گم ٿي ويو آهي؟ ضرور ڪا اسان سان ويساهہ گهاتي ٿي آهي. پورهيت طبقي اندر ڦهلجندڙ هن قسم جي بيچيني، رد انقلابين کي پنهنجي انجام تائين پهچائي ڇڏيو. اهڙي سوچ پنيان بالشويڪ ڪارڪنن جو بہ وڏو هٿ هئو، جن عبوري حڪومت جي سرمائيداراڻي اقتدار کي عوام اڳيان وائکو ڪري پيش ڪيو هئو، جنهن جو شايد ڪامريڊ لينن کي بہ اندازو نہ هئو.

جيئن ئي جولاءِ مهينو ختم ٿيو، تہ آگسٽ ۾ سوويتن جون چونڊون شروع ٿي ويون، ان دوران ڪامريڊ لينن جو مشهور نعرو "سمورو اقتدار سوويتن کي ڏيو"، ڀيهر زور سان گونجڻ لڳو. هاڻ اهڙي ڪا بہ سوويت نہ هئي، جتي چونڊن ۾ رد انقلابي اصلاح پسندن کي ذلت جو منهن نہ ڏسڻو پيو هئو. سڄي روس جي اندر جتي ڪٿي هي شڪستون کائي رهيا هئا ۽ ٻئي طرف انقلاب پسند بالشويڪ اڪثريت سان کٽي رهيا هئا. سيپٽمبر جي مهيني تائين، بالشويڪن جي اڪثريت، 51 سيڪڙو کان بہ مٿي ٿي وئي. جڏهن تہ چونڊن اڳ، بالشويڪ صرف 12 سيڪڙو هئا. چونڊن کان اڳ سوشل انقلابي 58 سيڪڙو هئا، اهي هاڻي صرف 14 سيڪڙو وڃي بچيا، جڏهن تہ منشويڪ صرف 4 سيڪڙو ۽ ڪيڊٽ پڻ 17 سيڪڙو وڃي رهيا.

روس جي گادي واري شهر پيٽروگراڊ ۾، صورتحال ان حد تائين حيرت جهڙي ٿي وئي، جو چونڊ کانپوءِ پيٽروگراڊ سوويت جي پهرئين اجلاس ۾، جڏهن بالشويڪ پارٽي پاران هڪ قرارداد پيش ڪئي وئي، جنهن ۾ مزدورن ۽ هارين جي سوويتن کي اقتدار ڏيڻ جو مطالبو ڪيو ويو، تہ ان قرارداد جي حق ۾ 229 ووٽ ۽ انجي مخالفت ۾ 115 ووٽ پيا ۽ 51 ميمبرن راءِ شماري ۾ حصو نہ ورتو. هن اعلان کان پوءِ اصلاح پسند تہ ششدر رهجي ويا ۽ انهن پنهنجي استعيفائن جو اعلان ڪيو.

هاڻي بالشويڪ پارٽي جي فيصلہ ڪن ڪردار ادا ڪرڻ جو وقت اچي

ويو هئو، تہ اها پورهيتن جي اڪثريت جي طاقت جي بنياد تي انقلاب کي برپا ڪري. هنن سويتن جي اڪثريت کان علاوه بالشويڪ پارٽي کي پورهيتن تي مشتمل هڪ لک مليشيا هئي ۽ پارٽي جي ميمبر شپ 8 هزارن مان وڌي اڍائي لک ٿي ويئي هئي. ٽريڊ يونين جي ڪل روسي ڪانگريس پاران، سيپٽمبر مهيني ۾ ڊيموڪريٽڪ ڪانفرنس منعقد ڪئي ويئي، جنهن ۾ 117 ميمبرن مان 69 ميمبر بالشويڪ پارٽي جا هئا. فيڪٽري ڪميٽين جي ٽين ڪل روسي ڪانگريس 17 آڪٽوبر ۾ ٿي. جنهن ۾ 167 ووٽ بالشويڪن جا، صرف 7 منشويڪ ۽ 13 انارڪسٽن جا هئا. آڪٽوبر مهيني ۾ نيوي ۽ فوج اندر پڻ بالشويڪ اڌ کان وڌيڪ اڪثريت حاصل ڪري چڪا هئا ۽ ڪامريڊ ٽراٽسڪي فوجي ڪميٽي جي نگران جي حيثيت ۾ فوج اندر مسلسل جدوجهد ڪري رهيو هئو.

ان کان علاوه ملڪ اندر سماجي حالتون ڏينهون ڏينهن خراب ٿي رهيون هيون. ائين لڳي رهيو هئو، تہ هنن مسئلن کي، جيڪي سماج اندر، سمنڊجي لهرن وانگر هڪبئي پٺيان ايري رهيا هئا، انهن کي هي عبوري حڪومت حل ڪرڻ جي بلڪل اهل نہ هئي ۽ اهو هاڻي بلڪل واضح نموني نظر اچڻ لڳو هئو، تہ عبوري حڪومت جا اصلاح پسند ليڊر فقط سرمائيدارن جا ئي حمايتي آهن. ان ڪري بالشويڪن جو مشهور نعرو ماني، امن ۽ زمين" اڳي جي مقابلي ۾ تمام گهڻو گونجڻ لڳو ۽ عوام پنهنجي مسئلن جي حل لاءِ جدلياتي طور تي روڊن، رستن تي اچي ويو ۽ عبوري حڪومت خلاف احتجاج ڪرڻ لڳو.

ڪامريڊ لينن کي يقين هئو، تہ هاڻي وقت اچي ويو آهي. تہ بالشويڪ پارٽي اقتدار تي قبضو ڪرڻ لاءِ بغاوت جو اعلان ڪري، ۽ ان سلسلي ۾ ڪنهن بہ قسم جي سستي، انقلاب کي نقصان پهچائي سگهي ٿي. ان ڪري هن روپوشي واري هنڌ تان بالشويڪ پارٽي جي سينٽرل ڪميٽي کي سيپٽمبر مهيني ۾ ٽي ڪافي خط لکيا هئا، جنهن ۾ هن بغاوت کي منظم ڪرڻ لاءِ زور ڏنو هئو، سياسي لحاظ کان اقتدار حاصل ڪرڻ جي لاءِ صورتحال پوري طرح تيار ٿي چڪي آهي." اهڙي طرح ڪامريڊ مرڪزي ڪميٽي کي، لڳاتار ڪيترائي خط لکيا. پر مرڪزي ڪميٽي جا ٻيا ميمبر بغاوت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا. ڪامريڊ ٽراٽسڪي بغاوت جي حمايت ڪندي، ان کي سويتن جي ڪانگريس سان منسلڪ ڪرڻ لاءِ چيو، تہ جيئن ان کي قانوني بنائي

سگهجي. جڏهن تہ ڪامينيف، زينوئيف ۽ اسٽالن جي ٽرائيڪا بغاوت جي حمايت ڪرڻ بجاءِ، سخت مخالف ٿي بيٺي. جنهن ڪري ڪامريڊ لينن مرڪزي ڪميٽي تان استعيفيٰ ڏيڻ ۽ بغاوت جو اعلان بالشويڪ پارٽي جي عام ڪارڪنن جي اجلاس ۾ ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني. جيڪي اڳ۾ ئي بغاوت جي ميدان ۾ لٿل هئا. آخرڪار ڪامريڊ 16 آڪٽوبر تي مرڪزي ڪميٽي جي هڪ خفيہ اجلاس ۾ مرڪزي ڪميٽي ڪان بغاوت ڪرڻ جي منظوري وٺڻ ۾ ڪامياب ويو صرف بہ ووٽ مخالفت ۾ آيا جيڪي ڪامنيف ۽ زينوئيف جا هئا. جن نہ صرف مخالفت ڪئي هئي،پر سنگين غداري ڪندي، سينٽرل ڪميٽي جي هن فيصلي کي دشمنن تائين پهچائڻ لاءِ ميڪسم گورڪي جي اخبار نو وايازهزن ۾ هي خبر شايع ڪرائي ڇڏي. جنهن تي ڪامريڊ لينن مرڪزي ڪميٽي کي هنن ٻنهي کي پارٽي مان خارج ڪرڻ لاءِ چيو. پر پارٽي ان تي عمل نہ ڪيو.

24 آڪٽوبر تي ڪامريڊ لينن ٻيهر سينٽرل ڪميٽي کي خط لکيو، تہ عبوري حڪومت کي اڄ شام جو ئي، ڪنهن وقت بہ ختم ڪري اقتدار تي قبضو ڪيو وڃي ۽ ڪيرنسڪي کي گرفتار ڪيو وڃي. آخرڪار 24 ۽ 25 آڪٽوبر جي رات جو ڪامريڊ لينن پاڻ اسمولني پهچي، بغاوت جي قيادت سنڀالي. جتان بغاوت ڪرڻ جو اخباري بيان پڻ جاري ڪيو. ٻئي ڏينهن يعني 25 آڪٽوبر جو هڪ وڳي تائين پيٽروگراڊ جي ٽيليگراف آفيس ۽ ٽپال آفيس تي قبضو ٿي ويو هئو شام جو 5 وڳي ٽيليفون آفيس تي قبضو ٿي ويو ۽ بنا ڪنهن مزاحمت جي ونٽرپئليس (پراڻي بادشاهي محل ۽ هاڻوڪي صدارتي هائوس) جو گهيرو ٿي ويو. پيٽروگراڊ سويت جي سربراهہ ۽ فوجي انقلابي ڪميٽي جي سربراهہ جي حيثيت ۾ ڪامريڊ ٽراٽسڪي اڳ ۾ ئي فوجي گيريزن پهچي انقلابي بغاوت ڪرڻ بابت حڪم ڏيئي چڪو هئو ۽ اتي مڪمل طور تي تيار ڪري ورتي هئي. وڏي ڳالهہ تہ بنا ڪنهن گولي هلائڻ جي هر هنڌ آساني سان قبضو ٿي رهيو هئو. باقي بچيو صدارتي محل، جيڪو پڻ گهيري ۾ هئو. ڪامريڊ لينن جو خيال هئو ، تہ ڪل سويت ڪانگريس جو اجلاس شروع ٿيڻ کان اڳ ئي بغاوت جو عمل مڪمل ڪيو وڃي. هي اجلاس 25 آڪٽوبر جو منجهند جو 2 وڳي ٿيڻو هئو، جيڪو ان ڪري رات جو 10 وڳي شروع ٿيو. اجلاس هلندي، ڪامريڊ لينن خطاب ڪندي چيو تہ "ڪامريڊؤ" مزدورن ۽ هارين جي انقلاب جي باري ۾ هميشہ بالشويڪ

جيڪو ذڪر ڪندا هئا. اهو انقلاب اڄ مڪمل ٿي ويو آهي ۽ ونٽرپئليس تي قبضو ٿي ويو آهي." صدارتي محل تي قبضي کان اڳ ڪيرنسڪي، آمريڪي سفير جي اڏاري ڪار ۾ چڙهي فرار ٿي ويو هئو.

سويت ڪانگريس جي ڪل 670 نمائندن مان 300 بالشويڪ 193 سوشل انقلابي، جن ۾ اڌ کان وڌيڪ کابي ڌر جا ۽ بالشويڪن جا حمايتي هئا، 82 منشويڪ، جن ۾ به 14 بين القواميت پسند هئا. سويتن جي هن ڪانگريس 670 مان 531 ووٽن جي وڏي اڪثريت سان سويتن جي حڪومت جوڙڻ جي منظوري ڏني، ياد رهي ته بغاوت جي اعلان کان پوءِ صرف ست ڪامريڊ شهيد ٿيا هئا. باقي جان ريڊ ۽ ڪامريڊ ايلن ووڊز موجب بغاوت جي اعلان کان اڳ ئي 90 سيڪڙو اقتدار تي قبضي جو ڪم اڳئي پورهيتن مڪمل ڪري ورتو هئو، جنهن ۾ ڪل 500 ڪامريڊ شهيد ٿي ويا هئا.

اهڙي طرح روس جي پورهيتن سوشلسٽ انقلاب ذريعي دنيا جي عظيم رياست وجود ۾ آندي ۽ دنيا جي پورهيتن لاءِ هڪ مثال قائم ڪيو، ته اهي به مارڪسزم ذريعي پاڻ سان ٿيندڙ ظلم ۽ استحصال جو خاتمو ڪن●

# 1923ع جو جرمن انقلاب

دنيا جي ترقي وانگر، جرمني جي ترقي بہ، هتان جي پورهيتن جو رت نچوڙڻ جي بدلي ۾ ٿي هئي. ان جو پهريون احساس، هن ڌرتي تي جنم وٺڻ واري عظيم مفڪر ڪارل مارڪس پنهنجي لکڻين ذريعي ڏياريو هئو. مارڪس جي سوشلسٽ نظرين هتي جي پورهيت طبقي جون اکيون کولي ڇڏيون. ملڪ جون ڪيتريون ئي ٽريڊ يونينون هن جي نظريي جي پرچار ۾ رڌل رهنديون هيون. جڏهن پئرس ڪميون جو انقلاب فرانس آيو هئو، تہ ان مان بہ جرمني جي پورهيتن ڪافي اتساهہ حاصل ڪيو هئو. ان ڪري 1874ع ۾ پارليامينٽ جي چونڊن ۾ 9- سوشلسٽ ميمبر چونڊجي آيا هئا. 1875ع ۾ جرمن سوشلسٽ پارٽي بنائي ويئي. جڏهن 1877ع ۾ چونڊون ٿيون، تہ 12- ميمبر هن پارٽي جا چونڊجي آيا. اها ڳالهہ جرمن حڪمران بسمارڪ کي پسند نہ آئي، جنهن 1878 ۾ سوشلسٽ پارٽي تي پائبندي لڳائي، ان جي ڪيترن ئي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن کي قتل ڪرائي ڇڏيو. حڪمرانن پاران انتقامي ڪاروائن جي ڪري، عوام اندر همدردي ۾ اضافو ٿيو. جنهنڪري 1881ع ۾ چونڊن دوران 24 سوشلسٽ ميمبر ۽ 1990ع ۾ 35 ميمبر چونڊجي آيا. 1890ع واري پارليامينٽ ۾ سوشلسٽ پارٽي تان پابندي هٽائي ويئي. پوءِ بہ هن پارٽي جي حمايت وڌندي رهي. 1907ع ۾ 81 ۽ 1912ع ۾ 110- ميمبر چونڊجي آيا.

ٻئي طرف سرمائيداري نظام اندر مارڪيٽن جي والار حڪمرانن کي لالچ کان انڌو بنائي ڇڏيو هئو، جنهن ڪري 1914ع ۾ پهرئين عالمي جنگ شروع ٿي ويئي. جنهن ۾ بسمارڪ جي عظيم قوم واري نظريي کي عبرتناڪ شڪست ملي.

هونئن بہ پهرئين عالمي جنگ، عالمي سرمائيداري جو ڪو بہ مسئلو حل نہ ڪيو ۽ اجا بہ ان کي وڌيڪ بگاڙيو هئو. اها سرمائيداري پنهنجي ڪمزور ترين ڪڙي روس کان ٽٽي وئي هئي. نئين سويت جمهوريت کي، ٻاهرين

جارحيت جي ذريعي تباهه ڪرڻ جون ڪوششون، مڪمل طور تي ناڪام ٿي چڪيون هيون. يورپ جي طاقتور ترين ملڪ، جرمني کي ور سيلز جي معاهدي هيٺ، سندس مال متاع، وسيلن ۽ ڪجهه علائقن کان محروم ڪرڻ کان علاوه، جنگ جي تاوان جي بوجهه هيٺيان به دٻايو ويو ۽ ان جي معاشي حالت تمام خراب ٿي چڪي هئي. جڏهن ته جنگ جي فاتح جي حيثيت ۾ ايرڻ وارن، برطانوي ۽ فرانسيسي سامراجن جي حالت به ڪا گهڻي بهتر ڪونه هئي.

سويت انقلاب کان حوصلو حاصل ڪندڙ بينڪي ۽ نيم بينڪي ملڪن ۾ پڻ هلچل پيدا ٿي ويئي هئي ۽ اهي به بغاوتن جون تياريون ڪرڻ لڳا. ايتري تائين جو برطانيه ۽ فرانس ۾ به معاشي بدتري جي ڪري عوام ۾ پڻ بيچيني ڦهلجڻ لڳي. هن عالمي پسمنظر ۾ جرمني جي معاشي بحران ۾ سال به سال شدت وڌندي وئي. جنگ کان اڳ جرمني جي پيداواري صلاحيت تمام گهٽي هئي، پر ان کي ورسيلز واري معاهدي جي ذريعي اپاهج بڻايو ويو هئو ۽ هاڻي اها عالمي سرمائيداري جي زنجير جي، سڀ کان ڪمزور ڪڙي بڻجي چڪي هئي.

جرمني جڏهن جنگ جو تاوان مقرر قسطن ۾ادا ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيو، ته فرانسيسي سامراج، جرمني جي "رهر" واري علائقي تي فوجي حملو ڪيو. هن حملي، جرمني جي بحران کي اجا وڌيڪ اپارڻ ۾ مدد ڏني. ان ڪري جرمن سرمائيدارن، بحران جو سمورو بوجهه وچولي ۽ مزدور طبقي جي ڪنڌ تي وجهڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن جي نتيجي ۾ مزدور طبقو بک ۽ بدحالي جي ور چڙهي ويو ۽ وچولو طبقو به تباهه ٿيڻ لڳو. ملڪ ۾ بيروزگاري، مهانگائي ۽ بي انصافي ۾ تمام گهڻو اضافو ٿي ويو هيو. ان ڪري هن بيچيني جي نتيجي ۾ مزدور فيڪٽرين مان نڪري آيا. چوڌاري هڙتالون شروع ٿي ويون. وچولو طبقو به روڊن تي نڪتو. ملڪ ۾ سخت بيچيني وڌي ويئي. ائين ڪٿي چئجي ته سڄي ملڪ ۾ انقلابي ڪيفيت اُڀري آئي. جنهن ڪري سال 19-1918ع ۾ لڳو، ته ڪو انقلاب اچڻ وارو آهي. هن جدوجهد جي دوران به ڪامريڊ روزا لڪسمبرگ ۽ ڪارل لي بخت شهيد ڪيا ويا هئا. هڪ سال جي وقفي کان پوءِ سال 1921ع ۾ به بغاوت جا نغارا وڄڻ شروع ٿي ويا. پر انقلاب برپا ٿي نه سگهيو. وري سال جي ساهي کان پوءِ 1923ع ۾ ٿيون پيرو مزدور طبقو بلڪل اٿي کڙو ٿيو. سمنڊ جي لهرن

وانگر سچو جرمني هيٺ مٿي لڏڻ لڳو. جرمني جي سمورن صنعتي شهرن، خاص ڪري برلن، فرينڪفرٽ، هيمبرگ، بون، مگڊيبرگ، ڊريسڊن ۽ ٻين شهرن ۾ مزدور رستن تي نڪري آيا. هنن پورهيتن سان گڏ شاگرد، بيروزگار نوجوان ۽ سماج جا ٻيا مظلوم به شامل ٿي ويا. هنن شهرن ۾ ڳوٺن مان فوج ۽ پوليس کي پڇائي ڇڏيو. فيڪٽرين ۽ ڪارخانن تي قبضا ڪري ڳاڙها جهنڊا چاڙهيا ۽ حڪومت کي بلڪل بي وس ڪري ڇڏيو. سويت انقلاب کان پوءِ يورپ ۾ هي وڏي جدوجهد هئي.

پر انقلاب جي ڪاميابي جو دارومدار، فقط ڪنهن ملڪ ۾ موجود خاص معروضي (Objective) حالتن تي ئي نہ هوندو آهي. پر ان جو دارومدار فيصلہ ڪن طور تي ان عنصر تي بہ هوندو آهي، جنهن کي مارڪسسٽ داخلي عنصر (Subjective Condition) چوندا آهن. جنهن ۾ هڪ انقلابي پارٽي ۽ ان جي ليڊر شپ جيڪا دورانديش ۽ هڪ واضح نظريو رکندي هجي.

ان لاءِ اينگلس چوي ٿو تہ، ”ڪڏهن ڪڏهن هڪ ڏينهن 20 سالن جي برابر لڳندو آهي ۽ ڪڏهن تہ 20 سالن جي تاريخ جو احاطو صرف چوويهن 24 ڪلاڪن ۾ ڪري سگهبو آهي. ان جو مطلب تہ انقلابي صورتحال جي پيدا ٿيڻ ۾ ڪيترائي ڏهاڪا لڳي سگهن ٿا. پر جيڪڏهن ليڊر شپ ان لمحي جو فائدو وٺڻ لاءِ تيار نہ هجي، تہ هي موقعو چند ڏينهن اندر ضايع ٿي سگهي ٿو ۽ ناڪامي جي صورت ۾، ٿي سگهي ٿو، تہ ان انقلاب جو ٻيهر موقعو، ايندڙ ڪيترن ڏهاڪن تائين وري نہ اچي. ان جا ڪيترائي سبب هوندا آهن، جن تي ٿورڙو بہ غور ۽ فڪر ڪرڻ وارن کي اهي سمجهہ ۾ اچي ويندا. پلا ڪهڙو سبب آهي، جو تمام ٿورڙا استحصالي سرمائيدار، ڪروڙين ماڻهن تي پنهنجي حڪمراني مسلط ڪري رکندا آهن؟ سرمائيداري نظام کي پنهنجو وجود برقرار رکڻ جي لاءِ، عام طور تي تشدد جو سهارو وٺڻو نہ ٿو پوي. (جيتوڻيڪ ضرورت جي وقت، اهو انتهائي سفاڪاڻا هٿڪنڊا استعمال ڪرڻ کان بہ نہ ٿو مڙي.) ان جو راز عوام جي روز مرهہ جي عادتن ۽ روايتن جي وڏي طاقت ۾ لڪل هوندو آهي. جنهن ذريعي عام وقتن ۾ اهو شعور ماڻهن تي حاوي رهندو آهي.

شعور جي ڀرئين لمحي کان ئي، ماڻهو پنهنجو پاڻ کان ”بهتر“ ماڻهن جي اطاعت ڪرڻ ۽ غلامي جي زندگي گذارڻ جا عادي ٿي ويندا آهن. هن عام حالت کي مذهب، اخلاقيات، ملڪي قانون ۽ ماضي کان هلندڙ روايتون تقدس عطا ڪن ٿيون ۽ عوام جي اڪثريت، هن اطاعت، ۽ غلامي متعلق ڪو بہ اعتراض نہ ڪندي آهي. عوام جي خيال ۾ هي سڀئي فطري ۽ ابدي امر آهي. پر

ڪڏهن ڪڏهن خاص ۽ فيصلہ ڪن لمحن ۾ ئي ماڻهو هن غفلت واري خواب مان بيدار ٿيندا آهن. جڏهن ڪي عظيم واقعا هنن جي ذهنن کي جنجهوڙيندا آهن. جنهن ڪري اهي روايتن جي مٽيل هٿن کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ، اڻ ڏٺل رستن تي نڪري پوندا آهن. پنهنجي انهي فطرت جي ڪري انهي دور کي انتهائي اهم سمجهيو ويندو آهي. ۽ هن کي انقلاب بہ سڏي سگهجي ٿو.

انهيءَ ڪري انقلابي پارٽي جي وقت کان اڳ تياري ڪرڻ ضروري هوندو آهي. عوام ۾ بيچيني دوران، ضرورت مهل پارٽي تيار ڪرڻ ممڪن نہ هوندو آهي. ٽراٽسڪي 1924ع ۾ "آڪٽوبر جا سبق" نالي جيڪو ڪتاب لکيو هئو. ان ۾ ڏنل پيغام جو نچوڙ، اهو ئي هئو تہ، هي ڪتاب دنيا اندر نين ڪميونسٽ پارٽين، خاص ڪري جرمن پارٽي جي ڪارڪنن کي 1917ع ۾ بالشوازم جي حقيقي تجربن کان آگاهي ڏيندو. سويت انقلاب ڪو معجزو نہ هئو. باقي اهو درست آهي، تہ ان جون بعض منفرد ۽ اهم خاصيتون هيون. جيڪي هر انقلاب ۾ هونديون آهن. جيڪڏهن سويت انقلاب بالشوازم (مارڪسزم) جي درستگي کي مثبت انداز ۾ ثابت ڪري ٿو، تہ 1923ع ۾ جرمني ۾ رونما ٿيڻ وارا واقعا، ان کي منفي انداز ۾ ثابت ڪن ٿا. پنهي صورتن ۾ ليڊر شپ فيصلہ ڪن ڪردار ادا ڪيو. جيئن ڪامريڊ لينن ۽ ڪامريڊ ٽراٽسڪي جي ليڊر شپ روسي مزدورن کي فتح ڏياري، اتي جرمن ڪميونسٽ پارٽي جي ليڊرن اسٽالن ۽ زينووئيف جي مشوري تي عمل ڪندي، جرمن انقلاب کي ناڪامي جي ور چاڙهيو.

1919ع ۾ جيڪڏهن جرمن مارڪسسٽ ليڊرن روزا لڪسمبرگ ۽ ڪارل لي بخت کي قتل نہ ڪيو ويو هجي ها، تہ ان ۾ ڪوئي شڪ نہ آهي، تہ اهي 1923ع جي انقلاب ۾ مزدور طبقي جي فتح کي يقيني بڻائڻ لاءِ گهربل ليڊر شپ مهيا ڪن ها شايد ان حقيقت جي ڪري هي دعوٰي متضاد ڏسڻ ۾ اچي ٿي، تہ ڪامريڊ روزا هميشہ انقلاب ۾ مزدور طبقي (پرولتاري) جي برجستي تحريڪ جي مرڪزي ڪردار تي اصرار ڪندي هئي. پر حقيقتن هن ۾ ڪو تضاد نہ آهي، تہ عوام جي انتهائي طوفاني تحريڪ کي، سرمائيدارن مٿان ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ ۽ سماج کي تبديل ڪرڻ جي لاءِ تنظيم ۽ ليڊر شپ جي اشد ضرورت هوندي آهي.

جرمني ۾ 1923ع جا واقعا ان جو واضح ترين ثبوت فراهم ڪن ٿا. ڪامريڊ روزا ۽ ڪامريڊ لي بخت جي غير موجودگي ۾ جرمن پارٽي ۾ قيادت جو بحران پيدا ٿي ويو. هنن پنهي جي شهادت کان پوءِ ڪيل تبديليون، جن ۾ زينووئيف جي نگراني ۾ ڪميونسٽ انٽرنيشنل، نهايت

منفي ڪردار ادا ڪيو ۽ سچ تہ هن پارٽي قيادت جو ئي خاتمو ڪري ڇڏيو. ماسڪو جي طرفان ناپسنديده رهنمائن کي قيادت کان محروم ڪرڻ واري پاليسي، جنهن بعد ۾ ڪميونسٽ انٽرنيشنل کي اسٽالنزم جي تابع ۽ آخرڪار تباهہ ڪري ڇڏيو. ان جو بالشوازم جي طريقيڪار سان ڪو بہ تعلق نہ هئو.

مٿان قيادت مڙهڻ واري پاليسي سان زينووئيف ۽ ان جي حامين، جرمن پارٽي جي ليڊر شپ مڪمل طور تي کوکلي ڪري ڇڏي هئي. هن جو نتيجو اهو نڪتو، تہ جڏهن 1923ع ۾جرمن سڪي، مارڪ جي ڪرڻ ۽ فرانس پاران جرمن علائق تي قبضي کان پوءِ ملڪ ۾ جنهن انقلابي لهر اٿي، تہ جرمن ليڊر براندلر ڊوڙندو ڊوڙندو وڃي ماسڪو پهتو، رڳو اهو پڇڻ لاءِ، تہ هن کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ اتفاق سان ان وقت لينن ۽ ٽراٽسڪي ٻئي بيمار هئا. جنهن ڪري هن جي ملاقات زينووئيف، ڪامنيف ۽ اسٽالن سان ٿي. جيڪي 1917ع جي انقلابي بغاوت جا مخالف هئا. انهن پيهر ساڳئي غلطي جو ورجاءُ ڪندي، انقلاب کي منظم ڪرڻ جي مخالفت ڪري ڇڏي.

نوڪر شاهاڻا رجحان رکڻ وارن ماڻهن جي زباني ڪلامي انقلاب پسندي، هميشہ انهن جي عوام تي بي اعتمادي ۽ فطري قدامت پسندي جو پيو رخ هوندي آهي. هن کان علاوه اهو بہ سچ آهي، تہ ماسڪو جي ليڊرن کي جرمن انقلاب سان ڪا بہ دلچسپي ڪانہ هئي. جو تہ هي ليڊر سوويت يونين اندر رياستي مشينري کي پنهنجي قابو ۾ ڪرڻ لاءِ چالون هلائي هئا. جن کي هنن متاثر نہ پئي ڪرڻ چاهيو. اسٽالن تہ تنگ نظر ۽ محدود سوچ جو مالڪ هئڻ جي ناتي، مغربي يورپ جي مزدورن لاءِ گهري نفرت وارا جذبا رکندو هئو، جن جي باري ۾ هن جو خيال هئو، تہ اهي ڪڏهن بہ انقلاب برپا ڪونہ ڪندا. ان ڪري اسٽالن، انتهائي موقعي پرستي جو مظاهرو ڪندي، جرمن پارٽي کي مشورو ڏنو، ”تہ اها ڪو بہ قدم نہ کڻي!! پهرئين فاشسٽن کي ڪوشش ڪرڻ ڏئي!!“ جرمن پارٽي ۽ قيادت لاءِ هي مشورو انتهائي حيرت انگيز هئو، جڏهن ٽراٽسڪي کي هي خبر پئي، تہ هن انقلاب کي منظم ڪرڻ جو مشورو ڏنو، پر هن جي ڳالهہ اڻ ٻڌي ڪئي ويئي، ڇو تہ اسٽالنسٽ ان وقت ماسڪو کان وٺي انٽرنيشنل تائين قابض ٿي چڪا هئا. پوءِ انقلابي لهر جي موٽ مهل جرمن پارٽي ڪمزوري ۽ بزدلي سان اقتدار حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن جو نتيجو يقينن ذلت آميز شڪست ۾ نڪرڻو هئو. اهڙي طرح اهو موقعو ضايع ٿي ويو ۽ جرمن انقلاب ناڪام ٿي ويو●

# چين جو 1927 وارو انقلاب

دنيا جي وڏي آبادي واري ملڪ چين جي 1911ع کان اڳ، درآمدات جي شرح برآمدات جي مقابلي ۾ تمام گهٽي هئي. تيلي ٻج، چانهه ۽ ريشم جي عالمي منڊي ۾ ۽ خود چين اندر پڻ سامراجي ملڪن، آمريڪا، جپان ۽ برطانيه جو ڪنٽرول هيو، ۽ ملڪ اندر وري گاسليٽ ۽ تماڪ جي درآمدات حد کان وڌي ويئي. ان ڪري ملڪي معيشيت بحران جي ور چڙهڻ ڪري چين جي آبادي جو وڏو حصو بکيه بدحالي جوشڪار ٿي ويو.ان جي رد عمل ۾ سماج جي هر حصي ۾ سامراج خلاف مزاحمت اڀرڻ شروع ٿي ويئي. مثلن نومبر 1905ع شنگهائي ۽ ٻين ڇهن بندرگاهن ۾ چين جي واپارين ۽ مقامي ماڻهن، آمريڪي تيل شين جو بائيڪاٽ ڪيو. پر ان کي چين جي ڪوئنگ حڪمرانن چيپاٽي ڇڏيو. هن کان اڳ 1904ع ۾ جڏهن برطانيه سامراج طرفان تبت تي قبضو ڪيو ويو ۽ اتي قبضي دوران 1500 ماڻهو قتل ڪيا، ته ڪوئنگ حڪومت نه صرف ڪاشا (تبت) جي ماڻهن جي مدد نه ڪئي، پر ان جي ابتڙ تبت جي خلاف برطانيا سان گڏجهو ناهه ڪيو، هن صورتحال ۾ چين ۾ اڀرندڙ سرمائيدار پنهنجي مفادن جي تحفظ جي لاء ڪانه ڪا جدجهد ڪرڻ لاء مجبور ٿيو. نيٺ سرمائيدارن جي قيادت ۾ مختلف تنظيمون ۽ سوسائٽيون ٺهڻ شروع ٿي ويون. هنن مختلف تنظيمن ۽ سوسائٽين پاڻ ۾ انضمام ڪري، چيني انقلابي ليگ جوڙي، جنهن جو ليبر ڊاڪٽر سن يات سين کي چونڊيو ويو. انقلابي ليگ جي بنيادي نعرن ۾، مانچو خاندان جي بادشاهي ڊاهيو! چين کي بحال ڪريو! ريپبلڪ قام ڪريو! ۽ زمين کي هڪ جهڙي ملڪيت ۾ ورهايو! شامل هئا، هن کان علاوه هڪ ٻي ٽونگ مينگ هوئي نالي تحريڪ پڻ وجود ۾ آئي، جنهن جي منشور ۾، آزاديء، برابري ۽ يڪجهتي جو پروگرام ڏنو ويو. هن تحريڪ تيزي سان پنهنجا ڏهه هزار ميمبر بنايا. هنن ٻنهي تنظيمن مانچو خاندان جي ڪوئنگ حڪمراني خلاف جدوجهد شروع ڪئي. هنن تنظيمن ۾ دانشورن، هارين جون خفيه تنظيمون

۽ ڪوئنگ فوج جا سپاهي پڻ شامل ٿيڻ لڳا هنن تنظيمن جي جدوجهد جي خوف کان ڪوئنگ حڪمرانن، انتظامي، رياستي، تعليمي، معاشي ۽ سماجي سڌارن جو اعلان ڪيو. پر عوام انهن مان مطمئن نہ ٿيو. گوانگ، پويٽيءَ سيچوان ۽ هنان ۾ منظم طريقي سان مظاهرا ٿيڻ شروع ٿيا. سيپٽمبر 1911ع باغي هارين سيچوان جي صوبائي گادي واري شهر چينگ ڊو جو گهيرو ڪري ورتو. 10 آڪٽوبر جي رات ووچانگ ۾ بغاوت شروع ٿي ويئي ۽ خوف کان ڪوئنگ وائسراءِ ڀڄي ويو. هن بغاوت دوران ٻين ٻن شهرن هانڪو ۽ هان يانگ تي بہ قبضو ڪيوويو. هن قبضي سان سڄي ملڪ اندر پکڙيل ٽونگ مينگ هوئي جا ميمبر اٿي کڙا ٿيا ۽ چين جي مرڪز ۾ انقلابي بغاوت جو جهنڊو جهولڻ لڳو.

ووچانگ بغاوت ۾ مزدورن، نوجوانن جي جرئت ۽ بهادري جو وڏو هٿ هئو. هڪ مهيني اندر چين جي اهم صوبن ۽ علائقن، هنان، جيانگشي، شانڪشي، يوآن، جينگشو، زي زيانگ، گوانگشي، گوانگ ڊنگ، آن لوئي، فوجيان، شين ڊونگ، فينج تيان ۽ سيچوان ۾ انقلابي حڪومتون بنجي ويون ۽ انهن ڪوئنگ حڪومت کان آزادي جو اعلان ڪيو.هن صوبائي حڪومتن جا نمائندا نانجنگ شهر ۾ گڏ ٿيا ۽ چين جي ريپبلڪ بنائڻ جو اعلان ڪيو. هن عبوري حڪومت جو صدر ڊاڪٽر سن يات سين کي چونڊيو ويو ۽ پهرئين جنوري 1912ع تي بيجنگ سرڪار جي مخالفت ۾ نانجنگ حڪومت قائم ڪئي ويئي، پر هيءَ حڪومت گهڻو وقت هلي نہ سگهي. ڇو تہ هن تحريڪ جا اڳواڻ اڪثر ڪري سرمائيدار طبقي مان هئا. هن بغاوت ۾ آفيسر، فوجي اهلڪار، جاگيردار، حڪمران طبقي جا امير ۽ ايستائين جو شاهي خاندان جا فرد بہ هن انقلابي تحريڪ ۾ پنهنجي پنهنجي مفادن جي حاصلات لاءِ شامل ٿيا هئا، جيڪي سيئي مزاحمت جي قوت کان محروم هئا. ان کان علاوه چين جو نئون سرمائيدار، سامراجي ملڪن جي سرمائيدارن جي ڀيٽ ۾ تاريخي، مالياتي ۽ سماجي طور تي ڪمزور هئو. جنهن ڪري ان ۾ بہ سامراج سان مقابلو ڪرڻ لاءِ گهربل اهليت نہ هئي.

ڇا ٿيو جو ڪوئنگ حڪمراني، جيڪا هڪ جنگي سردار يوان شي ڪائي جي فوجي طاقت تي هلندي هئي. جنهن جو سامراجي ملڪن آمريڪا ۽ برطانيہ سان پڻ سنو واسطو هئو. هن انهن سامراجين جي شهہ تي، نہ صرف ڪوئنگ حڪمرانن کي اقتدار تان دستبردار ڪيو، پر نانجنگ حڪومت کي

مجبور ڪيو، تہ اها پڻ رستي تان هٽي وڃي ۽ اهڙي طرح رستو صاف ٿيڻ جي صورت ۾، مارچ 1912ع ۾ يو ان شي ڪائي، پنهنجو پاڻ کي ريپبلڪ جو صدر بنائڻ جو اعلان ڪيو. هن جي حڪمراني ۾جاگيردارن ۽ سرمائيدارن جي اقتدار جو دور جاري رهيو. 1916ع ۾ هن جي موت کان پوءِ ساڳيو اقتدار پئي جنگي سردار بي يانگ کي ڏنو ويو. سچ تہ هنن پنهي سردارن جي دور ۾ ملڪ ۾ افراتفري ۽ عوام ۾ بيچيني وڌندي رهي. پيو تہ 1914ع ۾چين ۾ ڏهہ لک صنعتي مزدور هئا. هاڻي 1919ع ۾ ٽيهن لکن کان ٽپي ويا هئا. اُن ڪري ملڪ ۾ سرمائيداري، جاگيرداري ۽ سامراجي استحصال خلاف ڏينهون ڏينهن هڙتالون ٿيڻ لڳيون. عوام ۾ هنن رجعتي طبقن خلاف نفرت وڌندي پئي ويئي. هن جو اهو مطلب ٿيو، تہ هڪ دفعو جڏهن چين جو صنعتي مزدور (پرولتاري) تحريڪ جي قيادت ڪري، تہ اهو باقي رجعتي طبقن جي مدد ۽ قيادت کان بغير ئي، غريب هارين ۽ ٻين پيڙيل طبقن جي قيادت ڪري، آساني سان پنهنجي انقلابي عمل کي شروع ڪري پئي سگهيو. هن دوران سويت يونين جو بالشويڪ انقلاب برپا ٿيو. هي انقلاب ڪامريڊ لينن ۽ ڪامريڊ ٽراٽسڪي جي ڏاهپ جي ڪري، مرحليوار انقلاب بجاءِ هڪ طبقاتي ۽ بين الاقوامي سوشلسٽ انقلاب هئو. بالشويڪ حڪومت، چين سان زار حڪومت وارا سمورا غير منصفاڻا معاهدا ختم ڪري ڇڏيا. انقلاب ۽ بالشويڪ سرڪار جي انصاف پسند رويي جي ڪري چين جي عوام ۾ سوشلسٽ نظريي جي اهميت اڃا بہ گهٽي وڌي ۽ ان جو ڦهلاءُ سڄي چين ۾ ٿيڻ لڳو. 1920ع ۾ چين ۾ مارڪسي نظريي هيٺ ڪميونسٽ پارٽي جو بنياد وڌو ويو، جنهن جو جنرل سيڪريٽري چين ڊوسيو کي چونڊيو ويو. هن پارٽيءَ ۾ مائوزيتنگ، لي ڊاز هائو ۽ چواين لائي ميمبر هئا. چين جي ڪميونسٽ پارٽي، هڪ ٽريڊ يونين سيڪريٽريٽ جوڙيو. جنهن ذريعي جنوري 1922ع کان فيبروري 1923ع تائين 13 مهينن دوران مزدورن هڪ وڏي جدوجهد هلائي وئي ۽ هڪ سؤ کان مٿي وڏيون هڙتالون ڪرايون ويون. وڏن شهرن، صنعتن ۽ کاڻين جي علائقن جي ٽن لکن مزدورن هنن هڙتالن ۾ حصو ورتو. هنن هڙتالن ۾ ريل، بحري جهازن ۽ فولاد جي ڪارخانن جي مزدورن ۽ ملاحن بہ حصو ورتو. هن تحريڪ ۾ مزدورن جي پگهارن ۾ اضافي ۽ برطانوي سامراج جي جبر جي خاتمي بابت مطالبا رکيا ويا، جيڪي مارچ 1922ع ۾ تسليم ڪيا ويا. هن ڪامياب تحريڪ سان سڄي ملڪ جي

مزدورن جو حوصلو وڌيو ۽ هن ئي سال ملڪي سطح تي پکڙيل ليبر ڪانگريس جو بنياد گوانگ زائو ۾ رکيو ويو.

ڪميونسٽ پارٽي جي ٻي قومي ڪانگريس جولاءِ 1922ع ۾ شهنگائي ۾ سڏائي وئي، جنهن ۾ چين جي انقلاب متعلق هڪ منشور تيار ڪيو ويو ۽ سرڪاري طور تي ڪميونسٽ انٽرنيشنل (ڪامنٽرن) جو حصو بنجڻ لاءِ قرارداد پڻ منظور ڪئي وئي. هن ڪانگريس مزدورن ۾ اجا وڏيڪ جرئت پيدا ڪئي. سيپٽمبر 1922ع ۾ ريلوي ۾ هڙتال ٿي، جنهن ۾ 20 هزار مزدورن حصو ورتو. آڪٽوبر ۾ ڪائي لون جي چاليهن هزار ڪاٺين کي بند ڪيو ويو. هي سيئي هڙتالون فتح سان همڪنار ٿيون. چيني حڪمرانن ۽ سامراجين هنن هڙتالن کي جبر ۽ تشدد ذريعي ڪچلڻ جو فيصلو ڪيو. 7 فيبروري 1923ع ۾ بيجنگ جي هانڪو ريلوي جي مزدورن جي پرامن احتجاج تي گولي هلرائي وئي، جنهن ۾ 40 مزدور شهيد، 300 کان مٿي زخمي ۽ 40 گرفتار ڪيا ويا.

ٻئي پاسي شهرن کان ٻاهر ڳوٺن ۾ هارين به بغاوتون ڪرڻ شروع ڪيون. جنهن ڪري چيني حڪمران شديد انتشار جو شڪار ٿي ويا ۽ سامراجي تسلط جي ڪري ملڪ ۾ خانہ جنگي جي ڪيفيت پيدا ٿي وئي، پر بدقسمتي سان ان وقت روس اندر بالشويڪ انقلاب ۽ روسي ڪميونسٽ پارٽي جو نظرياتي ۽ سياسي زوال شروع ٿي چڪو هئو.جنهن جو اثر، چين جي ڪميونسٽ پارٽي تي پوڻ اٽتر هيو. اسٽالن سرڪار جو آشيرواد حاصل ڪندڙ بوروڊن ۽ لومينزاڊزي، بالشويڪ پارٽي جي برخلاف، نظرياتي ترميم پسندي تي مبني چئن طبقن (مزدور، هاري، وچولو طبقو ۽ سرمائيدار) جي گڏيل بلاڪ جو نظريو مسلط ڪيو. هن نظريي تحت چين جي ڪميونسٽ پارٽي کي هڪ قومپرست پارٽي ڪومنيٽانگ ۾ ضم ڪري، ان جي لائحہ عمل هيٺ ڪم ڪرڻ جي تلقين ڪئي وئي. ڪومنيٽانگ قومپرست پارٽي هئي، جيڪا 1912ع ۾ انقلاب جي شڪست کان پوءِ وجود ۾ آئي هئي. هن جي قيادت ڊاڪٽر سن يات سين ڪري رهيو هئو.

چين جي مزدورن سان اها وڏي ويساهہ گهاتي ٿي رهي هئي، اسٽالن سرڪار جي حڪم تي، هڪ مارڪسي نظريي هيٺ ڪم ڪندڙ پارٽي کي، هڪ قومپرست پارٽي ڪومنيٽانگ جي حوالي ڪيو ويو. هن سان ڪميونسٽ پارٽي اندر شديد اختلاف پيدا ٿي ويا. هي نظرياتي لائحہ عمل ۽ طريقيڪار تي اختلاف اڳتي هلي، نہ صرف ڪميونسٽ پارٽي جي تباهي جو باعث بڻيا.

پر چين جو سچو انقلاب ئي برباد ٿي ويو. هن ترميم پرستي ذريعي ڪميونسٽ پارٽي، سڀ کان وڏي غلطي اها ڪئي، جو ان ماضي جي تجربن مان اهو سبق ئي نه سکيو، ته چين جو سرمائيدار قطعي طور تي ترقي پسنداڻو يا انقلابي ڪردار ادا نه ٿو ڪري سگهي. تاريخ اهڙا ڏوهه ڪڏهن به معاف نه ڪندي آهي. هن نظرياتي انحراف جي، ڪميونسٽ پارٽي ۽ چين جي مزدور طبقي کي ڳري قيمت ادا ڪرڻي پئي. ماسڪو جي مرضي موجب، ڪومنيتانگ جي ڪانگريس ۾ پارٽي جي ٽن ميمبرن، مائوزيتنگ، لن بوڪو ۽ ڊاز هائو شرڪت ڪئي ۽ هنن ٽنهي کي ڪومنيتانگ جي مرڪزي ڪميٽي جو ميمبر پڻ بڻايو ويو.

هن قدم سان سچ ته ڪميونسٽ پارٽي، ڊاڪٽر سن يات سين، ڪومنيتانگ ۽ چيني سرمائيدارن جي ٻانهي ٻڌجي وئي هئي، هن جي سموري طاقت، وسيلن ۽ محنت جي ڪمائي مان سيئي ليڊر خوب فائدو وٺي رهيا هئا.

جنوري 1925ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي چوٿين ڪانگريس شهنگائي ۾ سڏائي وئي. جنهن ۾ پراڻي قيادت کي ٻيهر چونڊيو ويو، پر بنيادي لائحه عمل ۽ طريقيڪار اهو ئي ساڳيو رهيو، جيڪو ماسڪو کان جاري ڪيو ويو هئو. هن ئي سال ڊاڪٽر سن يات سين مري ويو ۽ ان جي جاءِ تي چيانگ ڪائي شيڪ کي ڪومنيتانگ جو نئون ليڊر بڻايو ويو. ماسڪو قيادت طرفان مارڪسي ليننی طريقه ڪار کان انحرافي جي ڪري، چيني ڪميونسٽ پارٽي به غير مشروط طور تي چيانگ ڪائي شيڪ کي حمايت ڏني. وڏي ظلم جي ڳالهه اها ته ماسڪو ۾ ٽين انٽرنيشنل (ڪامنٽرن) جي مرڪزي ڪميٽي جي اجلاس ۾ چيانگ ڪائي شيڪ ۽ ان جي ساٿين کي ميمبر طور تي ويهاريو ويو. جنهن جي ڪامريڊ ٽراٽسڪي سخت مخالفت ڪئي. پر ان جي نه هلي، ڇو ته اسٽالن ان وقت مڪمل طور تي ماسڪو جي حڪومت ۽ ڪامنٽرن تي حاوي ٿي چڪو هئو.

چين ۾ ٻن سالن جي وقفي کان پوءِ عوام ۾ هڪ نئين تحريڪ اُڀرڻ لڳي. فيبروري 1925ع ۾ شهنگائي ۽ ڪوئنگ ڊائو ۾ جپان جي ڪاٽن فيڪٽرين ۾ هڙتالون شروع ٿي ويون. جن جي قيادت ڪميونسٽ ليڊر لي لي سان ڪري رهيو هئو. مزدورن جي احتجاج کي دٻائڻ لاءِ جپاني مل مالڪن، پنهنجي مزدورن کي برطرف ڪري ڇڏيو.ٻئي ڏينهن يعني 15 مئي 1925ع تي

هنن برطرفين متعلق ڳالهہ ٻولهہ دوران هڪ مزدور ليڊر گوزنگ هانگ کي جپانين گوليون هڻي شهيد ڪري وڌو. هن جي شهادت سان هڪ تہ مزدورن ۾ ڏاڍي بيچيني پکڙجي وئي، ٻيو تہ نانجنگ ۾ 30 مئي 1925ع تي ٻن هزارن شاگردن پڻ مزدورن سان گڏجي جيڪو مظاهرو ڪيو، ان تي جپانين جي حمايت يافتہ عالمي سيٽلمينٽ پوليس حملو ڪري سوين شاگردن کي گرفتار ڪري ورتو. هن واقعي جي رد عمل طور تي ان ڏينهن وڏيڪ ڏهن هزارن مزدورن ۽ شاگردن گڏجي مظاهرو ڪري، گرفتار شاگردن جي آزادي جو مطالبو ڪيو، تہ اتي موجود برطانوي فوجين مظاهري تي انڌا ڌنڌ گولي هلائي، جنهن ۾ ڏهہ جوان شهيد ۽ 30 زخمي ٿي پيا ۽ 53 گرفتار ڪيا ويا. هن واقعي کي دٻائڻ لاءِ آمريڪي، برطانوي ۽ جپاني جنگي جهازن شنگهائي جي بندرگاهہ تي لنگرانداز ٿي جبر ۽ تشدد ۾ وڌيڪ اضافو ڪيو. هن ٽڪراءَ کان پوءِ 4 جون تائين هڪ سؤ کان وڌيڪ مزدور ۽ شاگرد شهيد ڪيا ويا. 30 مئي جي واقعي سڄي چين اندر ڪاوڙ ۽ ڏک پکيڙي ڇڏيو هئو. مزدورن اوزار ڇڏ هڙتالون، شاگردن ڪلاسن جا بائيڪاٽ ۽ دوڪاندارن دوڪان بند ڪيا. 31 مئي تي شنگهائي جو ٽريڊ يونين اتحاد جوڙيو ويو. جنهن جا ٻہ لک ميمبر هئا. 7 جون تي انهن مزدورن ۽ شاگردن تي مشتمل هڪ گڏيل ڪائونسل جوڙي وئي. ان هڪ 17 نقاطي مطالبن جو چارٽر پنهنجي حڪمرانن کي ڏنو. هنن مطالبن ۾ مکيہ مطالبو، سامراجي فوجين جو چين مان مڪمل طور تي نڪرڻ شامل هئو. شنگهائي جي شاگردن ۽ مزدورن جي هن اتحاد مان حوصلو حاصل ڪندي، ٻين ڪاليجن ۽ اسڪولن جي 50 هزار شاگردن هن اتحاد سان يڪجهتي طور تي هڙتال ڪئي. 30 مئي جي سانحي سبب شنگهائي کان علاوه بيجنگ، هانڪو، نانجنگ، چنگشا، نيانجن، فزهو، ڪوئنگ، ڊائو، ڪيائي فينگ، چونگ ڪوئنگ، هانگ زائو ۽ يانگ جائيڪو شهرن سميت سڄي چين ۾ احتجاجي تحريڪ شروع ٿي وئي. مزدورن جي تحريڪ جي حمايت ۾ هاري تنظيمن پنهنجي پنهنجي ڳوٺن ۾ مظاهرن ۽ احتجاجن جا مختلف طريقا استعمال ڪيا ۽ هن تحريڪ ۾ هارين مزدورن جي مدد طور چندو پڻ گڏ ڪيو. هن احتجاجي تحريڪ کي روڪڻ لاءِ فوج ۽ پوليس وري تشدد ڪرڻ لڳي ۽ ٻيهر رت وهڻ لڳو. هن تحريڪ جي گهڻي شدت گوانگ زائو ۽ هانگ ڪانگ ۾ پيدا ٿي. ڪميونسٽ پارٽي جي قيادت ۾ 19 جون تي هڪ لک مزدورن عام هڙتال جو اعلان ڪيو ۽ 23

جون تي هڙتالي مارچ ڪندي، جڏهن هڪ ڳوٺ شاڪي پهتا، ته برطانوي، فرانسيسي ۽ پورچوگيز جهازن تي نصب ٽيل مشين گنن، مظاهرين تي گولين جو وسڪارو شروع ڪري ڏنو. هن واقعي ۾ 200 کن مزدور شهيد ٿي ويا. هن سانحي سان سامراجين خلاف نفرت ۾ اچا به اضافو ٿيو ۽ 29 جون تي هانگ ڪانگ جا اڪثر لک مزدور رستن تي نڪري آيا. هنن مزدورن پنهنجي هڙتالي ڪميٽي جوڙڻ سان گڏ، پنهنجا 2 هزار کن هٿياربند، مختلف دفاعي جڳهين تي ويهاريا ۽ گوانگ ڊونگ صوبي ۾ انقلابي حڪومت جي قيام جو اعلان ڪيو. حڪومت کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ، وڏيڪ هٿياربندن کي سڄي صوبي جي اندر مقرر ڪيو. جن جو مقصد، سامراجين خلاف رڪاوٽون وجهڻ ۽ عوامي عدالتون قائم ڪرڻ ۽ هنن عدالتن ۾ تحريڪ جي غدارن ۽ سامراج جي حمايتين کي سزائون ڏيڻ هيو.

پهرين جولاءِ 1925ع تي گوانگ زائو ۾ قومي حڪومت قائم ڪئي وئي. هن انقلابي تحريڪ ۾ حصو وٺندڙ مختلف فوجي دستن کي هڪ انقلابي فوج ۾ ضم ڪيو ويو. فيبروري ۽ آڪٽوبر 1925ع تي هن انقلابي فوج چين جي ايرندي وارن علائقن جي پن وڏين مهمن ۾ حصو ورتو. هن گڏيل فوجي ڪمان جو سياسي ڊائريڪٽر چو اين لائي هئو.

مئي 1926ع ۾ گوانگ ڊونگ صوبي جي گوانگ زائو شهر ۾، هارين جي وڏي ڪانفرنس منعقد ڪئي وئي. هن ڪانفرنس ۾ جيڪا رپورٽ پيش ڪئي وئي، ان مطابق 6 لک ويهه هزار ماڻهن، مختلف هاري تنظيمن ۾ شموليت اختيار ڪئي هئي. هن ئي مهيني ۾ مائوزيتنگ کي هاري تحريڪ گوانگ زائو اداري جو انچارج مقرر ڪيو ويو. هي ڳالهه به نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي، ته جنوري 1925ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي ميمبر شپ 980 هئي ۽ سال جي آخر تائين هلندڙ جدوجهد جي ڪري ويهن هزارن کان به مٿي ٿيي وئي، پر هن پارٽي جي طاقت ايرڻ سان گڏ، چئن طبقن جي انقلابي، جمهوري ۽ قومي اتحاد واري اصليت به وائکي ٿي پئي. جڏهن ڪومينتانگ قيادت، ڪميونزم ۽ طبقاتي جدوجهد جي کلي عام مذمت ڪرڻ شروع ڪئي. بدقسمتي اها آهي، ته ماسڪو کان استالن جي حڪمن ۽ ڪامنٽرن طرفان ساڄي ڌر طرف جهڪاءُ سبب، هتان جي ڪميونسٽ پارٽي به انهن جي بوئواري ڪندي، چيانگ ڪائي شيڪ کي غير مشروط حمايت ڏني هئي. ان ڪري، هن جو ويتر دماغ خراب ٿي ويو ۽ هو مزدورن جو اصل ويري ثابت

ٿيو. هن جي مزدور ۽ سوشلزم دشمنيءَ جي باري ۾، ڪميونسٽ پارٽي جي ڪجهه سمجهه وارن ماڻهن کي اڳي ئي پروڙ پئي هئي، ان ڪري ئي پارٽي جي سيڪريٽري جنرل چين ڊوسيو، پارٽي جي اجلاس ۾، ماسڪو جي سرڪاري لائين خلاف ۽ ڪومينٽانگ کان ڪميونسٽ پارٽي کي الڳ ڪرڻ جي تجويز ڏيندي، انقلاب کي بچائڻ جي آخري ڪوشش ڪئي هئي. پر پارٽي جي اڪثريت طرفان ماسڪو جي دڙڪن ۽ ڪامنٽرن جي دٻاءَ اڳيان بيهي نه سگهڻ جي ڪري، هي تجويز رد ڪئي وئي.

هن ئي ماحول ۾ مارچ 1926ع ۾ "چيني سماج ۾ طبقن جو تجزيو" دستاويز مائوزيتنگ طرفان شايع ڪيو ويو. جنهن ۾ هن قومي سرمائيدارن جي ڪجهه حصن تي انحصار ڪرڻ بابت، پنهنجو نقطئہ نظر پيش ڪيو. ان تي ڪامريڊ چين ڊوسيو سخت اعتراض واريو، ته هي مارڪسزم سان ڪليل غداري آهي، پر پوءِ به مائوزيتنگ پارٽي کي پنهنجي ڳالهه مڃرائي ويو. اهو ئي سبب هيو، جو پارٽي اندر ساڄي ڌر ۽ سرمائيدار طبقي جي خلاف ڪا به واضح ۽ ڳڌيل حڪمت عملي جڙي نه سگهي، سچ ته هاڻ هي سرمائيدارن جي پِٺوَ پارٽي بڻجي چڪي هئي.

18 مارچ 1926ع تي چيانگ ڪائي شيڪ، هڪ سازش تحت، هڪ ڪميونسٽ (ملازم) ڪپتان جي ڪمان ۾، هڪ بحري جهاز چنگ شان کي گوانگ زائو کان وامپو شهر ڏانهن روانو ڪرايو. جهاز جڏهن بندرگاهه مان نڪري ويو، ته چيانگ ڪائي شيڪ افواهه پکيڙيو، ته هي جهاز بنا اجازت جي ويو آهي ۽ ڪميونسٽ هن جي حڪومت جي خلاف سازشون ڪري رهيا آهن. چيانگ ڪائي شيڪ، هن جهاز جو بهانو بنائي، 20 مارچ تي وامپي جي فوجي اڪيڊمي ۽ "قومي انقلابي فوج" ۾ ڪميونسٽ ميمبرن کي گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڪيو. ان سان گڏ گوانگ زائو ۽ هانگ ڪانگ ۾ مزدورن جي هڙتالي ڪميٽين وارين آفيسن کي پڻ، پنهنجي قبضي ۾ ورتو. انقلابي فوج جي پهرئين ڊويزن مان سمورن ڪميونسٽن کي برطرف ڪيو ويو. اهڙي طرح قومي فوج جو سمورو ڪنٽرول آساني سان هن پنهنجي هٿ ۾ ورتو. 15 مئي تي ڪومينٽانگ جي هيڊڪوارٽر ۾ ڪم ڪندڙ ڪميونسٽ پارٽي جي ماڻهن کي برطرف ڪيو ويو. اهڙي طرح نظريي ۾ ترميم پرستي ۽ مصلحت پسندي واري پاليسي ئي ڪميونسٽ پارٽي جي زوال جو سبب بڻي.

ٻئي طرف سامراجين هن صورتحال جو فائدو ورتندي. انقلاب کي

چيياڻ جو ڪم تيز ڪيو. 24 مارچ 1927ع تي نانجنگ تي شديد بمباري ڪئي. ظلم جي ڳالهہ تہ اها آهي، تہ سامراج دشمني جي نالي تي چيانگ ڪائي شيڪ کي ڪميونسٽن طرفان مڪمل حمايت ڏياري وئي. جڏهن تہ هو سامراجي مفادن جو دلال بڻجي، انقلاب کي پنهين پيرن سان چيپاتي رهيو هيو.

12 اپريل 1927ع تي شنگهائيءَ ۾ هڪ فوجي ڪاروائي ذريعي، چيانگ ڪائي شيڪ هزارين مزدورن کي شهيد ڪرايو ۽ اتي مارشل لا لڳائي ڇڏي. بي حيائي جي ڳالهہ تہ اها آهي، تہ هن صورتحال ۾ بہ ماسڪو ۽ ڪامنٽرن چيانگ ڪائي شيڪ جي حمايت ڪري رهيا هئا.

هن ڪان اڳ چيانگ ڪائي شيڪ سان معمولي اختلاف رکندي، وانگ چن وي چين جي ڪجهہ حصن تي الڳ پنهنجي حڪومت قائم ڪري ورتي. اپريل 1927ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي پنجين ڪانگريس منعقد ڪئي وئي. جنهن ۾ 57 هزار ميمبرن جي 80 نمائندن شرڪت ڪئي. هن ڪانگريس بہ اهم غلطي اها ڪئي، تہ ان وانگ چن وي جي حڪومت جي حمايت ڪئي. پر ڪومينٽانگ جي هن نام نهاد کاٻي ڌر جي حڪومت جي اصليت ان وقت ظاهر ٿي پئي، جڏهن وانگ چن وي پنهنجي حڪومت اندر مزدورن جو قتل عام ڪرايو ۽ پوءِ جلد ئي چيانگ ڪائي شيڪ سان اختلاف ختم ڪري ملي ويو. ڪميونسٽ پارٽي جو وانگ چن وي سان هي الحاق بہ اسٽالن جي پاليسين تحت ڪرايو ويو هئو. ان وقت ڪامريڊ ٽراٽسڪي ڪامنٽرن ۾ وانگ چن وي جي سخت مخالفت ڪئي، پر اهو موقف بہ اسٽالن مخالف پاليسي جي ڪري دٻايو ويو.

15 جولاءِ 1927ع تي ماسڪو ۾ ڪامنٽرن جو اجلاس ٿيو. جنهن ۾ چين جي انقلاب جي شڪست جو ذميوار ڪميونسٽ پارٽي کي قرار ڏيئي، ان جي سخت مذمت ڪئي وئي. جڏهن تہ، سچ اهو آهي، تہ مارڪس ۽ لينن جي نظريي سان غداري ۽ اسٽالن ۽ ان جي اثر هيٺ ڪامنٽرن جي رجعتي پاليسي جي ڪري، چين جو انقلاب ناڪامي جي ور چڙهيو، نہ تہ ڇا ڪومينٽانگ، ڇا چيانگ ڪائي شيڪ جن کي چين جي ڪميونسٽ پارٽي پنهنجو رت ست ڏيئي طاقتور بنايو، اهي پوءِ انقلاب جا وڏا ويري ۽ هزارين مزدورن جا قاتل ۽ رد انقلابي ثابت ٿيا. هن معاملي جي مخالفت ڪرڻ تي ڪامريڊ ٽراٽسڪي ۽ زينوويف کي ڪامنٽرن مان ئي خارج ڪيو ويو.

ساڳي ئي وقت چيني ڪميونسٽ پارٽي مان چين ڊوسيو کي هٽائي، ان جي جاءِ تي ڪيوي ڪيوي بائي کي نئون سيڪريٽري جنرل بنايو ويو. چين ۾ ان وقت به انقلابي جدوجهد مڪمل ختم نہ ٿي هئي. پر اها اڃان به ٿوري گهٽي جاري هئي.

سيپٽمبر 1927ع ۾ مائوزيتنگ جي قيادت ۾ نيان جي علائقي ۾ هارين جي هڪ وڏي بغاوت ايري ۽ آڪٽوبر ۾ شين سي جي علائقي ۾ مزدورن انقلابي قدم کڻندي پنچاتون (سويت طرز تي ڪاميٽيون) جوڙيون.

ڪامنٽرن (ٽين انٽرنيشنل) جيڪا انقلابي اڀار وقت مصلحت پسند هئي، اها هاڻ پلٽو کائي انتها پسند بڻجي ويئي. جيڪا اڳين پاليسين جي پيٽ ۾ وڌيڪ تباھ ڪندڙ پاليسي هئي، هن فيصلو ڪيو. تہ سوويت يونين جي ڪميونسٽ پارٽي جي 15 ڪانگريس، جيڪا 11 کان 14 ڊسمبر 1927ع تي ٿي رهي هئي. انهن ڏينهن دوران گوانگ زائو جي علائقي ڪينٽن ۾ هڪ بغاوت ڪئي وڃي. ڪامنٽرن جا نمائيندا لومي نادزي ۽ نيومان هن بغاوت کي منظم ڪرڻ مان هئا. پروگرام موجب هي بغاوت ٿي. مزدور انقلاب جي آخري ڪوشش طور شينهن وانگر لڙيا، پر چيانگ ڪائي شيڪ سامراجي ملڪن برطانيا ۽ آمريڪا جي فوجي مدد سان هن بغاوت کي رت ۾ ٻوڙي ڇڏيو. هن غير منظم، اُڀهري ۽ بي وقتي بغاوت ۾ 70 هزار مزدورن کي شهيد ڪرايو ويو ۽ نيٺ هن مهم جوئي ۽ انتها پسند پاليسي هن انقلاب کي ناڪام بنائي، سالن تائين انقلاب کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو.

هن انقلاب جي شڪست صرف چين جي مزدورن ۽ پورهيت عوام جي شڪست نہ هئي، پر هن ناڪامي سان عالمي انقلاب ۽ مزدور طبقي جو نہ پرجڻ جوڳو نقصان ٿيو، جو اڄ بہ ڪروڙين ۽ اربين غريب انسان ان ناڪامي جي ڪري لوڙي رهيا آهن●

# چين جو 1949ع وارو انقلاب

ستاويهن جي انقلاب جي شڪست کان پوءِ، چيانگ ڪائي شيڪ هر ان پورهيت، کي قتل ڪرايو، جيڪو ڪميونسٽ پارٽي جو همدرد هو يا ان تي شڪ هئو. هن ئي سال ئي 38 هزار ماڻهو قتل ڪيا ويا. جنوري کان آگسٽ 1928ع تائين 28 هزار ماريا ويا. 1930ع ۾ 14 هزار ۽ 1931ع ۾ صرف ڇهن صوبن ۾ 40 هزار ماڻهو بيدردي سان شهيد ڪيا ويا. هن صورتحال ۾ ڪميونسٽ پارٽي جا اڪثر اڳواڻ ٻه ماريا ويا ۽ جيڪي بچيا، اهي چين جي اترئين قبائلي ۽ تمام ٻري ڀهراڙي وارن علائقن ڏانهن هليا ويا. ستاويهن ۾ پارٽي جي ميمبر شپ 60 هزار هئي، جن ۾ 58 سيڪڙو صنعتي مزدور هئا، پر شڪست کان پوءِ صرف ڏهه سيڪڙو وڃي مزدور بچيا ۽ اڃا ٻه سال ٻه سال هنن ۾ گهٽتائي ٿيندي پئي ويئي، بچي ويل اڳواڻن ۾ مائوزيتنگ، چين جي ايرندي صوبي جنگ گانگ جي جابلو علائقي ۾ رهائش اختيار ڪئي، پيو گروپ، جنهن ۾ هڪ هزار کن ماڻهو هئا، جن جي قيادت زيو ڊي ڪري رهيو هئو. اهو چين جي اترئين علائقي نهان ۾ رهيو. ۽ اتي وڃي هاري بغاوتن ۾ حصو ورتو. ان ڪري هن جي ميمبر شپ هڪ هزار مان وڌي 9 هزار تي وئي. بعد ۾ زيو ڊي ۽ چن يي پنهنجي دستن جي اڳواڻي ڪندا، اپريل 1928ع ۾ جنگ گانگ جي جبلن ۾ مائوزيتنگ سان وڃي مليا ۽ اتي هنن سرخ فوج جو بنياد وڌو. هي فوج مزدورن ۽ هارين تي مشتمل هئي ۽ هن گوريلا جنگ جو رستو اختيار ڪيو.

چين جي ڪميونسٽ پارٽي جي ڇهين ڪانگريس جولاءِ 1928ع ۾ چين ٻباءِ ماسڪو ۾ ٿي. هن ۾ 40 هزار ميمبرن جي 84 نمائندن شرڪت ڪئي. هن ڪانگريس ۾ پڻ انقلاب جي شڪست جو غلط تجزيو پيش ڪيو ويو. ستاويهن جي انقلاب کي، سامراج ۽ جاگيرداري جي خلاف هڪ سرمائيداراڻو جمهوري انقلاب قرار ڏنو ويو. ان کان سواءِ آئيندي لاءِ چين جي جمهوري انقلاب لاءِ هڪ ڏهه نقاطي پروگرام پيش ڪيو ويو.

مارچ 1929ع ۾ مائوزيتنگ ۽ زيو ڏي سرخ فوج جي قيادت ڪندي، ڏکڻ جيانگشي طرف پيش قدمي ڪئي ۽ اتي جي عوام کي گوريلا جنگ لاءِ متحرڪ ڪيو.

جون 1930ع ۾ ڏهين سرخ فوج تشڪيل ڏني ويئي. جنهن ۾ ٽيهه هزار انقلابي شامل هئا. هن جو ڪمانڊر زيوڏي ۽ سياسي ليڊر مائوزيتنگ کي مقرر ڪيو ويو. هن جو مرڪز جيانگشي ۾ قائم ڪيو ويو. 1930 ۾ ئي چين جي ڀهراڙي جي ڳوٺن ۾ 15 انقلابي مرڪز قائم ڪيا. هنن علائقن ۾ جاگيردارن جون جاگيرون بنا معاوضي جي ضبط ڪري، هارين ۾ ورهايون ويون، اهڙي طرح سرخ فوج جا 13 فوجي يونٽ قائم ٿيا. جن ۾ 60 هزار انقلابي هئا. هن سموري ڪاروائي جي قيادت ڪميونسٽ پارٽي ڪري رهي هئي.

1931ع ۾ چينگ ڪائي شيڪ جي فوجن، سرخ فوج جي مرڪز، جيانگشي تي مسلسل تي حملا ڪيا. پر اهي ناڪام بڻايا ويا. هن ئي سال جيانگشي صوبي جي شهر روئي جن ۾ مزدورن ۽ هارين جي پهرئين قومي ڪانگريس منعقد ڪئي وئي. ان ۾ پنهنجي جمهوري حڪومت جوڙي وئي. ان جي مرڪزي ڪميٽي به چونڊي وئي. ان جو چيئرمين مائوزيتنگ ۽ سرخ فوج جو ڪمانڊر انچيف زيو ڏي کي مقرر ڪيو ويو. هن ئي سال جپان چين تي وڏو حملو ڪيو ۽ چين جي 20 لک چورس ڪلو ميٽرن تي قبضو ڪري، چين جي 30 ڪروڙ عوام کي غلام بڻايو ۽ هن علائقي تي مستقل طور تي پنهنجو قبضو جاري رکڻ لاءِ 1932ع ۾ مانچو ڪوئو جي نگراني ۾ ڪٺ پتلي حڪومت قائم ڪئي.

هن جپاني قبضي جي خلاف وسيع پيماني تي احتجاجي تحريڪ شروع ٿي وئي. شنگهائي، گوانگ زائو، هانگ ڪانگ ۽ ٻين صنعتي مرڪزن ۾ مزدورن هڙتالون شروع ڪيون، پر ان وقت ڪميونسٽ پارٽي چين جي ڀهراڙي ۾ گوريلا جنگ ۾ مصروف هئي. ان ڪري هن احتجاجي تحريڪ جي اڳواڻي نه ٿيڻ جي ڪري، آهستي آهستي اها ختم ٿي وئي. جيتوڻيڪ هن تحريڪ دوران چيانگ ڪائي شيڪ جي فوج اندر ٻڻ بغاوت پکڙي هئي. انهن مان شنگهائي جي 19 روٽ فوج اندر سائي تنگ ڪائي جي اڳواڻي ۾ بغاوت قابل ذڪر آهي، پر مارڪسي قيادت جي کوٽ هجڻ جي ڪري ، هي انقلاب لاءِ موزون موقعو به ضايع ٿي ويو.

جون 1932ع کان فيبروري 1933ع تائين چيانگ ڪائي شيڪ 5 لک فوج گڏ ڪري، سرخ فوج تي وڏو حملو ڪيو. پر ان جو هي چوٿون حملو به ناڪام بڻايو ويو. آڪٽوبر 1933ع ۾ هن آمريڪا، برطانيا ۽ جپان جي فوجي مدد سان پنجون وڏو حملو ڪيو. هن حملي دوران ڪميونسٽ پارٽي تضادن جو شڪار ٿي ويئي. مائوزيتنگ ڪاوڙ ۾ پنهنجون فوجون وٺي جيانگشي کان ٻاهر هليو ويو ۽ مشهور زمانه "لانگ مارچ" وجي شروع ڪيو. باقي ڪمانڊر چن يي ۽ زيانگ زنگ پنهنجي فوجين سميت جيانگشي ۾ ئي رهيا ۽ اتان ويهي مقابلو ڪيو. هنن جي فوجي قوت بعد ۾ چوٿين سرخ فوج بني.

مائوزيتنگ پنهنجو لانگ مارچ جاري رکڻ سان گڏ، 1935ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي پنهنجي ڏڙي جي هڪ ڪانفرنس، گوزهو صوبي جي شهر زيني ۾ منعقد ڪئي. ان ۾ هن ڪميونسٽ پارٽي جي مرڪزي ڪميٽي جي ڪاپي ڏر کان الڳ ٿيندي پنهنجو الڳ گروپ جوڙيو. ان ۾ چواين لائي ۽ وانگ زيازنگ کي ڪميٽي ۾ کنيو ويو ۽ پاڻ ڪميٽي جو سربراهه بڻيو. هن کان پوءِ ٻيهر لانگ مارچ شروع ڪيو. چين جي برفاني، جابلو، دريائن ۽ ويران علائقن کي پار ڪندي، ڏهه هزار ڪلو ميٽرن جو مفاصلو طئي ڪري، سرخ فوج جو لانگ مارچ آڪٽوبر 1935ع ۾ ڏکڻ شانڪسي جي انقلابي مرڪز ۾ پهتو، ان دوران هن 11 صوبن کي فتح ڪيو ۽ دشمن جي 11 ريجمينٽن کي شڪست ڏني، هڪ سال جي عرصي وارو هي لانگ مارچ جو پهريون مرحلو پورو ٿيو.

12 ڊسمبر 1936ع تي هڪ اهم واقعو پيش آيو. جيڪو ان وقت ڪميونسٽ پارٽي جي قيادت جي نظرئي ۽ لائحه عمل جي ڀيانڪ صورت جي عڪاسي ڪري ٿو. ان ڏينهن چيا ٿيو، جو ڪومنيٽانگ جي ڪمانڊرن زيانگ، زيوليانگ ۽ ينگ هوچينگ، هنان جي علائقي ۾ سرخ فوج جي مٿان حملو ڪرڻ لاءِ چيانگ ڪائي شيڪ جو حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو، الٽو هنن ڪمانڊرن چيانگ ڪائي شيڪ کي گرفتار ڪري، زيان جي شهر ۾ قيد ڪري ڇڏيو ۽ هن جي گرفتاري بابت ڪميونسٽ پارٽي کي اطلاع موڪليو. ته هن جلاد سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ گهرجي. هن اطلاع تي ڪميونسٽ پارٽي فوري طور تي چواين لائي، ڪن بانگ زيان ۽ يي جيانجنگ کي پنهنجي نمائندي طور موڪليو. هنن چيانگ ڪائي شيڪ سان ڳالهيون ڪيون، جنهن

۾ ”قومي يڪجهتي ۽ جپان خلاف مزاحمت وارن مطالبن تي اتفاق“ ٿيو. بعد ۾ پارٽي جي حڪم تي، دنيا جي هن وڏي قاتل کي آزاد ڪيو ويو. پارٽي جي هن ڪڏي فعل تي، نہ صرف گرفتار ڪندڙ ڪمانڊر ۽ سپاهي ناراض ٿيا، پر لکين هاري ۽ مزدور بہ ڏڪارا ٿيا.

هيڏانهن چيانگ ڪائي شيڪ آزاد ٿيندي ئي، نہ صرف مٿيئن معاهدي تان ڦري ويو، پر ان جي ابتڙ آمريڪا، برطانيہ ۽ جپاني سامراجين سان ملي، سرخ فوج خلاف وڏيڪ تيز ڪاروايون شروع ڪيون.

هن ڪان اڳ جپان جا ڪومينٽانگ سرڪار جي خلاف حملا جاري رهيا، پر سرخ فوج جي وڌندڙ ڪاميابين جي ڪري جپان اهي حملا بند ڪري، سرخ فوج خلاف پنهنجون ڪاروايون شروع ڪيون. ان عرصي دوران اسٽالنزم تحت طبقاتي انحراف ۽ قومي مفادن واري پاليسي سامهون آئي. جنهن تحت اسٽالن 21 آگسٽ 1937ع تي چين جي حڪمرانن سان عدم جارحيت جو هڪ ٺاهہ ڪيو ۽ گڏوگڏ چيانگ ڪائي شيڪ حڪومت کي امداد بہ جاري ڪئي. شرم جي ڳالهہ ،تہ اها آهي، تہ هي امداد سامراجي ملڪن برطانيا ۽ آمريڪا جي ملندڙ امداد جي مقابلي ۾ تمام گهٽي هئي. هن کان علاوه ماسڪو طرفان ڪميونسٽ پارٽي تي ڪيترا ڀيرا دٻاءُ وڌو ويو. تہ اها ڪومنيٽانگ سان مصالحت ڪري ۽ ڪافي دفعا ائين ئي ٿيو، پر هر ڀيري چيانگ ڪائي شيڪ ڀڃڪڙي ڪندو رهيو. پر لانگ مارچ دوران ماسڪو جي دٻاءُ جي باوجود ڪابہ مصالحت نہ ٿي سگهي.

1940ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي ميمبر شپ اٺ لک ٿي وئي. جنهن ۾ اڪثريت هارين جي هئي ۽ مزدور صرف ست سيڪڙو هئا. ان کان علاوه سرخ فوج جو تعداد وڌي 5 لک ٿي ويو هيو.

چيانگ ڪائي شيڪ جي فوج جون ۽ جولا 1943ع دوران ينان جي صوبي تي. جتي ڪميونسٽ پارٽي جي حڪومت جي گادي جو بہ هنڌ هئو. ان تي ٽون طرفن کان حملو ڪيو، پر سرخ فوج ان کي ناڪام بڻائي ڇڏيو ۽ وڏيڪ 15 علائقن کي جپان ۽ ڪومنيٽانگ جي تسلط کان آزاد ڪرايو. هنن علائقن جي آزادي ۾ خود عوام جي رضا شامل هئي. ڇو تہ عوام ڪومنيٽانگ حڪومت مان ڏاڍو بيزار هئو. هن حڪومت جي تسلط وارن علائقن ۾ بدعنواني، سماجي بدحالي ۽ انتشار تمام گهڻو وڌي ويو هئو. هتي چين جي صرف چئن خاندانن جو اقتدار ۽ دولت تي قبضو هئو. انهن ۾ 1. چيانگ ڪائي شيڪ، 2 ٽي وي سونگ 3 ايچ ايچ ڪنگ ۽ 4 چين لي فو، جا

خاندان شامل هئا. اهي خاندان چين جي سموري معيشيت تي حاوي هجڻ سان گڏ، عوام کي وڏيڪ ٽيڪس ۽ استحصال جي ذريعي غربت جي ڏيڻ ۾ ڌکي رهيا هئا. ان کان علاوه هزارين نوجوانن کي بيگار ڪئمپن ۾ اڇلي، موت جي ور چاڙهيو ويندو هئو. ڪومنيٽانگ جي هي ظالماڻي ۽ بدعنوان آمريت عوام ۾ نفرت ۽ بيچيني پکيڙڻ سان گڏ نين بغاوتن کي به جنم ڏئي رهي هئي. ان دؤران ٻي عالمي جنگ ۾ جپان جي شڪست کي سامهون رکندي، ڪومنيٽانگ سرڪار ان سان وفاداري تبديل ڪري، آمريڪا جي جهولي ۾ ڪري چڪي هئي.

1943ع ۾ اسٽالن، آمريڪي صدر روز ويلٽ ۽ برطانيا جي وزيراعظم چرچل جي وچ ۾ معاهدو ٿيڻ ڪري، چين جي ڪميونسٽ پارٽي کي مصالحت لاءِ پلٽو ڪارايو ويو، پر ڪومنيٽانگ انڪار ڪيو.

24 اپريل 1945ع تي چين جي ڪميونسٽ پارٽي جي ستين قومي ڪانگريس منعقد ٿي. هن ڪانگريس ۾ رپورٽ پيش ڪئي ويئي. ته ڪميونسٽ پارٽي جو 19 آزاد علائقن تي قبضو آهي، جن جي آبادي 9 ڪروڙ 55 لک آهي. هن اجلاس ۾ سرخ فوج جو پيهر نالو بدلائي، پيپلز لبريشن آرمي (پي ايل اي) رکيو ويو. (ياد رهي ته 1935ع ۾ جپان خلاف جنگ ۾ ساٿ ڏيڻ لاءِ ڪومنيٽانگ فوج سان الحاق ڪري، سرڪاري فوج ۾ سرخ فوج ضم ڪرائي ويئي هئي.) هاڻي پيپلز لبريشن آرمي جو تعداد 9 لک ڏهه هزار ٿي ويو. هن کان علاوه 22 لک مليشيا ملڪ جي مختلف حصن ۾ پارٽي جي ڪمان هيٺ ڪم ڪري رهي هئي.

19 آگسٽ 1945ع تي مائوزيتنگ، جپان خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. ٻي عالمي جنگ ۾ شڪست جي ڪري، چين اندر جپاني فوج بزدل ٿي چڪي هئي. جيڪا آساني سان هٿي ويئي ۽ اتي سرخ فوج قبضو ڪري ورتو. پر ان دوران ڪومنيٽانگ جي طاقتور ساٿاري آمريڪا سرخ فوج جي مٿان هوائي ۽ بري فوج ذريعي شهرن ۽ مواصلات وارن وسيلن تي سخت حملا ڪيا ۽ هڪ نئين خانه جنگي جو آغاز ڪيو.

ٻي عالمي جنگ ۾ جپان جي شَڪست جو فائدو وٺندي، آمريڪا چين جي مارڪيٽ تي قبضو ڪرڻ ۽ ان کي پنهنجي بيڪيٽ بنائڻ لاءِ ڪومنٽيانگ سان ملي، پوري طرح رٿا بندي ڪئي. ان وقت آمريڪا جي چين ۾ 3 ارب ڊالر ۽ برطانيه جي 45 ڪروڙ پائونڊن جي سرمائيڪاري هئي. انهن مالي

مفادن جي تحفظ، مستقبل ۾ چين اندر پنهنجي ڦرمار جاري رکڻ ۽ انقلابي قوتن کي روکڻ، آمريڪا جون مکيه ترجيحون هيون. پر پنهنجي آمر حکومت جي ڪري چيانگ ڪائي شيڪ پڻ پوري طرح سامراج جي مٺ ۾ هئو ۽ سڄي ملڪ جو عوام بک ۽ بدحالي هيٺ تڙپي رهيو هئو. جنهن ڪري هتي انقلابي تبديلي جي لاءِ عوامي انقلابي جدوجهد تيز اٿئر هئي.

ٻئي طرف مائوزيتنگ ۽ چيني ڪميونسٽ پارٽي، جيئن ته اسٽالنسٽ نظرئي هيٺ مرحليوار انقلاب لاءِ متحرڪ هئا. ان ڪري هنن جو مقصد، چين ۾ هڪ سرمايادارانه قومي جمهوري انقلاب جي حاصلات هئو. مائوزيتنگ پنهنجي ڪتاب "نئين جمهوريت"، ۾ واضح نموني لکيو هئو. "ته سرخ فوج جي فتح کان پوءِ، اسان کي 50 کان 100 سالن تائين سرمائيدارانه نظام مان گذرڻو پوندو."

هن نظريي تحت جيڪو لائحه عمل ۽ طريقيڪار ٺهڻو هيو، اهو ڳالهه ٻولهه ۽ حڪمرانن سان مصالحت وارو ئي هئو. ان ڪري 28 آگسٽ 1945ع تي مائوزيتنگ، ڪومنتانگ حڪومت سان ملڻ لاءِ چونگ ڪوئنگ ويو. اتي سڄو مهينو ڳالهه ٻولهه بعد ٻنهي ڌرين ۾ معاهدو ٿيو. جنهن ۾ "امن ۽ جمهوريت" جي اصولن کي تسليم ڪيو ويو ۽ "خانه جنگي کي هر صورت ۾ روڪڻ" تي اتفاق ڪيو ويو. هنن ئي شرطن تحت ڪميونسٽ پارٽي ٽن صوبن، اوير رَي زيانگ، اتر جيانگ سو ۽ اتر ان هوئي مان پنهنجو فوجون ڪڍيون، پر هن معاهدي جي اکرن جي مس به اجا ڪانه سڪي هئي، ته چيانگ ڪائي شيڪ معاهدو ٽوڙي، پيپلز لبريشن آرمي جي مرڪز، شانکسي تي وڏو حملو ڪيو ۽ اهڙي طرح ٻيهر جنگ ڇڙي وئي. هن جنگ ۾ ڪومينتانگ جي هڪ لک ڏهه هزار فوج مارجي وئي. هن واقعي کان پوءِ شڪست کاڌل ڪومينتانگ حڪومت سان وري ڪميونسٽ پارٽي پنجون ڀيرو امن معاهدو ڪيو. جنهن تي 10 جنوري 1946ع تي صحيحيون ڪيون ويون. هن معاهدي ۾ آمريڪي صدر جي خاص نمائندي، جنرل جارج سي مارشل خاص ثالثي جو ڪردار ادا ڪيو. آمريڪا هن معاهدي جي وسيلي ڪومينتانگ حڪومت کي موقعو فراهم ڪيو، ته جيئن ايندڙ حملي لاءِ اها پنهنجي فوجي تياري بهتر نموني ڪري سگهي. ۽ ائين ئي ٿيو. 26 جون 1946ع تي ٽن لکن فوجين سان ڪميونسٽن جي وسيع علائقي هوبئي هنان تي حملو ڪرايو، پر اتي به کين ناڪامي ملي.

ڪميونسٽ پارٽي طرفان بار بار معاهدا ڪرڻ، سچ ته منشويڪن جي مرحليوار انقلاب واري نظريي جي مڪمل عڪاسي ڪري ٿو. جنهن ۾ بينڪي ملڪن جي فرسوده، رجعتي ۽ مفلوج سرمائيدار طبقي جي مختلف حصن تي انحصار ڪرڻ ۽ اميدون پيدا ڪرائڻ، ته انهيءَ طريقي سان ملڪن اندر ڪوئي قومي جمهوري انقلاب برپا ڪري سگهندا. هن پاليسي جو هڪ ئي نتيجو نڪتو، جو چين جي انقلاب اچڻ ۾ دير ٿي وئي ۽ چيانگ ڪائي شيڪ جي حڪومت هٿان لکين مزدور ۽ هاري ناحق ماريا ويا.

جولاءِ 1946ع ۾ چيانگ ڪائي شيڪ، آمريڪي فوجي مشيرن جي رهنمائي ۾ 16 لک فوجون سان ڪري، پيپلز لبريشن آرمي جي سمورن زير انتظام علائقن تي وڏو حملو ڪرايو. هي چين جي تاريخ جي سڀ کان وڏي سول جنگ هئي. ان وقت چيانگ ڪائي شيڪ جي ڪل فوج 43 لک ۽ پيپلز لبريشن آرمي 12 لک 80 هزار انقلابين تي مشتمل هئي.

ظاهر آهي، ته هيڏي وڏي فوج ۽ آمريڪي امداد سان ڪومينٽانگ حڪومت، تيزي سان پيپلز لبريشن آرمي جي علائقن تي قبضا ڪرڻ شروع ڪيا. پر هيڏانهن مائوزيتنگ ۽ جوتي ذهين ڪمانڊر هئا. هنن کي لانگ مارچ ۽ گهرو لڙائي ۾ وڏو تجربو حاصل ٿيل هئو. انهن به پنهنجي حڪمت عملي جوڙي، پهرئين مزاحمت ڪئي. بعد ۾ حملي آور ٿيا. نتيجي ۾ مارچ 1947ع تائين دشمن کي شڪست ڏئي وڏي ڪاميابي ماڻي. ان ڪري چيانگ ڪائي شڪ مجبورن ملڪ گير جنگ بندي ڪري. خاص خاص علائقن تائين محدود ٿي ويو. پر پوءِ هي ٻئي ڪمانڊر خاموش نه ويٺا ۽ علائقا فتح ڪرڻ شروع ڪيا. ان کان علاوه هنن هڪ سال جي هن خانه جنگي ۾ ڪومينٽانگ جي 11 لک 20 هزار فوجين کي ناڪاره بڻايو. انهن جا هٿيار قبضي ۾ ڪيا، پيو ته ڪومينٽانگ جا جيڪي فوجي قيد ڪيا ويا هئا اهي ۽ ٻيون ڪومينٽانگ جا باغي فوجي پڻ پيپلز لبريشن آرمي ۾ شامل ٿي ويا. اهڙي طرح پيپلز لبريشن آرمي هاڻ 20 لکن کان به وڌيڪ فوجي رڪندڙ قوت بنجي وئي هئي.

جولا کان سيپٽمبر 1947ع تائين علائقن جي فتح ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي سياسي پروگرام ۽ لائحہ عمل پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو. 13 سيپٽمبر تي هڪ قومي زرعي ڪانفرنس سڏائي ويئي. جنهن ۾ زرعي قانون پاس ڪيا ويا. اهي هي هئا.

I-جاگيرداراڻي ۽ نيم جاگيرداراڻي استحصال جي نظام تي مبني زرعي

نظام جو خاتمو ۽ زمين هارين جي ملڪيت قرار ڏيڻ.

2- جاگيردارن جي سمورن مالڪاڻن حقن جو خاتمو.

3- سمورن، مندرن، اسڪولن، تنظيمن ۽ ادارن جي زمين جي وراثت واري ملڪيت جو خاتمو.

4- هنن سڌارن کان اڳ هارين کي ڏنل قرضن جو خاتمو ڪرڻ.

5- پيپلز لبريشن آرمي جي جوانن، جمهوري حڪومتن جي ماڻهن ۽ سمورين عوامي تنظيمن جي ماڻهن کي، جيڪي ڳوٺاڻن علائقن ۾ رهندڙ آهن، انهن کي ۽ انهن جي خاندانن کي هارين جيتري زمين جائداد ڏني ويندي.

6- جاگيردارن ۽ انهن جي خاندانن کي هارين جي برابر زمين ڏني ويندي.

7-ڪومينتانگ جي آفيسرن ۽ سپاهين، ان پارٽي جي ميمبرن ۽ دشمن فوجن جي ماڻهن ۽ خاندانن کي پڻ هارين جيتري زمين ڏني ويندي.

هي پروگرام، نه صرف عام غريب هارين جي پيپلز لبريشن آرمي ۾ شموليت جو باعث بڻيو، پر ڪومينتانگ فوج جي سپاهين ۽ آفيسرن جو وڏو تعداد پڻ هن پروگرام جي ڪري ڪميونسٽ پارٽي ۾ شامل ٿيو. هي سڌارا آزاد ڪرايل علائقن ۾ تيزي سان نافذ ڪيا ويا ۽ ڏهه ڪروڙ هارين کي زمين ورهائي ڏني وئي جنهن، سان تمام وسيع حمايت حاصل ٿي.

هن جي برعڪس چيانگ ڪائي شيڪ جي علائقن ۾ بدعنواني زور تي هئي. امداد طور آمريڪا کان آيل ڊالر گهڻو ڪري آفيسر شاهي جي کيسن جي حوالي ٿي ويندا هئا. بيو ته نهيو هٿيار پڻ پيپلز لبريشن آرمي کي سون يا ٻين قيمتي شين جي عيوض وڪرو ڪيا ويندا هئا. ان ڪري اها بزدلي ۽ بدعنواني هنن کي شڪست طرف ڌڪيندي پئي وئي.

جولاءِ 1947ع ۾ آمريڪا ۽ چيانگ ڪائي شيڪ جي وچ ۾ معاهدو ٿيو. جنهن ۾ چين جا علاقائي، فوجي، داخلي، سفارتي ۽ معاشي حق ۽ اختيار آمريڪا کي وڪرو ڪيا ويا. هن معاهدي کان پوءِ چيانگ ڪائي شيڪ آمريڪا کان وڏيڪ 4 ارب ڊالر وٺي چڪو هئو. پر بحران به ڏينهون ڏينهن وڌندو پئي ٿيو. عام انسان جي زندگي وبال ٿي وئي هئي، عام استعمال جي شين جون قيمتون 18 سو دفعا وڌي چڪيون هيون ۽ اپريل 1947ع ۾ 60 هزار دفعا قيمتون وڌي ويون هيون. مثال طور مزاحمتي جنگ جي شروعات وقت

چيانگ ڪائي 14 سو ملين يوهان جا نوٽ ڇاپيا، جپان جي شڪست وقت 5 لک ملين ۽ اپريل 1947ع تائين اهو نوٽن جو تعداد هڪ ڪروڙ 60 لک ملين تائين پهچي ويو.

پهراڙيءَ جي تحريڪ سان گڏ شهرن ۾ به بغاوت اڀري رهي هئي، پر پارٽي هتي ڪم تان هٿ ڪڍي ورتو هئو. پوءِ به شهر ڄڻ بارود جا ڍير بڻجي چڪا هئا، پر ڪو چڻنگ لڳائي. ڊسمبر 1946ع ۾ بيجنگ يونيورسٽي جي هڪ شاگرديائي سان زوريءَ زنا خلاف پنج لک شاگردن مظاهرو ڪيو.

10 آڪٽوبر 1947ع تي پيپلز لبريشن آرمي هڪ منشور جاري ڪيو.

جنهن تحت چيانگ ڪائي شيڪ جي حڪومت کي ڊاهي، هڪ مخلوط جمهوري حڪومت جي قيام جو مطالبو ڪيو ويو ۽ وڌيڪ چيو ويو، ته هي حڪومت مزدورن، هارين، سپاهين، دانشورن ۽ سرمائيدارن تي ٻڌل هوندي. هن حڪومت ۾ سمورن طبقن، عوامي تنظيمن، اقليتن، ملڪ کان ٻاهر رهندڙ چيني ۽ ٻين محبت وطن ماڻهن جي يڪجهتي جي ڳالهه ڪئي وئي هئي. هن منشور ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي سربراهي ۾ هڪ عوامي جمهوري متحده محاذ جوڙڻ جي پڻ اپيل ڪئي وئي.

هن اپيل سان، چيانگ ڪائي شيڪ حڪومت جي ٻڏندڙ ٻيڙي کي ڏسي، گهڻا سرمائيدار ۽ ان طبقي جا دانشور ۽ سياسي ليڊر ڪميونسٽ پارٽي ڏانهن ڊوڙيا.

پهرئين مئي 1948ع تي ڪميونسٽ پارٽي، مٿين سمورن جمهوري عنصرن سان الحاق بنائڻ جي لاءِ، وري نئين عوامي سياسي صلاحڪار ڪانفرنس گهرائي ۽ سڀني کي پاڻ سان ملائڻ شروع ڪيو.

ٻئي طرف جنگ جو پاسو مڪمل طور پلٽجي چڪو هئو، پيپلز لبريشن آرمي پنهنجي پيش قدمي جاري رکندي. شهرن ۽ علائقن جو وڏو تعداد آزاد ڪرائي رهي هئي. ساڳئي وقت هن جي فوجي قوت ۾ به اضافو ٿي رهيو هئو. ان وقت هن جي قوت 30 لک جوانن تي مشتمل هئي.

7 نومبر 1948ع کان 10 جنوري 1949ع تائين، اوڀر چين جي هوائي هائي سيڪٽر تي ڪومينتانگ جي ساڍن پنجن لکن فوج کي شڪست ڏيئي، سموري ايرندي علائقي کي آزاد ڪرائي ورتو. هن ايرندي ڪمان جو سربراه ڊينگ زيائوپينگ هئو. اهڙي طرح ڪومينتانگ جي گادي وارو هنڌ تاڪجنگ ۽ شهنگائي پڻ پيپلز لبريشن آرمي ساڳئي عرصي دوران فتح ڪيا.

مارچ 1949ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي مرڪزي ڪميٽيءَ جو اجلاس ٿيو. جنهن ۾ پيپلز لبريشن آرمي جو هيڊ ڪوارٽر بيجنگ مقرر ڪرڻ ۽ ڪم کي ڳوٺن کان شهرن ڏانهن منتقل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

شڪست کي سامهون ڏسندي، چيانگ ڪائي شيڪ پهرئين جنوري 1949ع تي امن جي اپيل ڪئي، پر مائوزيتنگ طرفان فوري جواب نہ ملڻ جي ڪري هن رٽائر ٿيڻ جو اعلان ڪيو ۽ نائب صدر لي زنگرين کي

حڪومت ڏيئي هليو ويو. بعد ۾ مائوزيتنگ هن اپيل جو جواب اٺن نقطن وارن شرطن تحت ڏنو. ڪميونسٽ پارٽي جي ليڊرن ۽ نئين صدر جي وچ ۾ 15 ڏينهن ڳالهيون هليون ۽ "داخلي امن جو هڪ معاهدو ٿيو. پر 20 اپريل 1949ع تي اهو معاهدو بہ ٽٽي ويو ۽ 21 اپريل تي پيپلز لبريشن آرمي جي دستن چانگ جيانگ جو درياءُ پار ڪيو 23 اپريل تي ڪومينتانگ حڪومت جي مرڪز نانجنگ ۾ هي فوجون داخل ٿي ويون ۽ ڪومينتانگ حڪومت کي ختم ڪري ڇڏيو. اهڙي طرح تبت ڪانسواءِ باقي سموري چين کي آزاد ڪرائي ورتو.

21 سيپٽمبر 1949ع تي چين جي عوامي سياسي ڳالهہ ٻولهہ واري ڪانفرنس گهرائي ويئي. چين جو نالو عوامي جمهوريہ چين رکيو ويو ۽ مائوزيتنگ کي مرڪزي ڪائونسل جو چيئرمين چونڊيو ويو ۽ ليو شائوچي، زيوڊي، سونگ چنگ لنگ، لي جي شين، زانگ لان ۽ گوا گانگ کي نائب چيئرمين ۽ چواين لائي سميت 55 ٻين ميمبرن کي ڪائونسل تي کنيو ويو. عوامي جمهوريہ چين جي فتح جو جشن 1 آڪٽوبر 1949ع تي ملهايو ويو. اهڙي طرح هن 60 ڪروڙ جي آبادي واري وڏي ملڪ جي آزادي جو اعلان مائوزيتنگ بيجنگ جي مشهور تائنانمن چوڪ کان جاري ڪيو.

چين جو هي انقلاب سويت يونين وانگر سوشلسٽ انقلاب نہ هئو. پر ان جو ڍانچو ماسڪو جي اسٽالنسٽ حڪمراني جي آفيسر شاهاڻي نظام وانگر هئو. جيڪو سويت يونين جي منصوبہ بند معيشت کي ڳڙڪائي ويو هو ۽ آخرڪار 1991ع ۾ باقي رهيل ڍانچو بہ هر لحاظ کان ٽٽي، پنهنجي پڄاڻي کي پهچي ويو. اهڙي طرح چين جو هي انقلاب بہ سوشلسٽ بجاءِ آفيسر شاهي نظام جي شڪل ۾ نروار ٿيو. هي نظام سماجي برابري وارو نہ پر مڪمل طور تي غير مساوي آهي. جنهن ۾ آفيسر شاهي ڪروڙ پتي بنجي رهي آهي ۽ پورهيت طبقو اڄ بہ چين جي فوٽ پاٿن تي سمهڻ لاءِ مجبور آهي.

چين اندر پورهيت طبقي جي حالت ڏينهون ڏينهن خراب ٿي رهي آهي. اي. ايم. آر موجب شهنگائي ۾ امير ماڻهو پنهنجي پاليل ڪتن تي ماهوار 37 ڊالر خرچ ڪن ٿا. جڏهن ته شهنگائي ۾ لکين پورهيتن جي وڏ ۾ وڏ آمدني 35 ڊالر ماهوار آهي. سال 2003ع دوران چين ۾ 7 لک 40 هزار ماڻهو بک ۽ خوراڪ جي کوٽ جي ڪري موت جو شڪار ٿيا. چين جي ٽيڪسٽائيل جي پورهيتن جي مزدوري صرف 64 سينٽ في ڪلاڪ آهي. جڏهن ته ميڪسيڪو ۾ 2.3 ڊالر آمريڪا ۾ 5 ڊالر ۽ جرمني ۾ 9 ڊالر آهي. چين جي هي خراب صورتحال ڪنهن به انقلاب کي جنم ڏيئي سگهي ٿي، پوءِ اهو انقلاب بهتر به ٿي سگهي ٿو يا وڏيڪ رد انقلاب به ٿي سگهي ٿو. جيئن سويت يونين ۾ ٿيو. ڇو ته چين جي ڪيمونسٽ پارٽي پنهنجي نظرياتي زوال پذيري جي ڪري، ملڪ اندر جيڪا تعليم لاڳو ڪئي آهي، ان مان مارڪسزم جو سچو گل ڦٽڻ ئي نه ٿو سگهي ۽ اهو به طئه آهي، ته چين اندر هلندڙ سرمائيداراڻو نظام عوام کي خوشحالي نه ٿو ڏيئي سگهي، ان ڪري هتي انقلاب اٽل آهي●

# اسپين جو انقلاب (1936ع)

هن.وقت 4 ڪروڙ آبادي رکندڙ ملڪ اسپين، دنيا جي ٻين ملڪن وانگر 1933ع ۾ عالمي معاشي بحران جي ڪري، مالي پريشانين جو شڪار هئو.
جولاءِ 1936ع تائين اسپين جو تقريبن هر شهري، پنهنجي سرمائيداراڻي نظام واري سرڪار مان بلڪل تنگ ٿي چڪو هئو. خاص ڪري هتان جو هاري، مزدور ۽ غريب ماڻهو عذاب جي زندگي گذاري رهيو هئو. ملڪ اندر غربت بک، بدحالي، بيروزگاريءَ ۽ مهنگائي تہ پورهيت طبقي سان گڏ وچولي طبقي جي بہ چيلهہ چٻي ڪري ڇڏي هئي. اسپين جي 50 لک هاري خاندانن ڪي آبادي لاءِ تمام ٿورڙي زمين مليل هئي ۽ انهن مان 30 لک هاري بي زمين هئا. جيڪي وري سرڪار جي ناجائز ٽيڪسن هيٺ بہ دٻايا ويا هئا ۽ سخت بدحالي هيٺ بکون ڪاٽي رهيا هئا، پر ڪير بہ هنن جي ڪوڪ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هئو. مطلب تہ هتي غريب ۽ بي پهچ ماڻهن لاءِ ڏکار هئو ۽ امير طبقو عياشين ۾ مگن هئو. ان ڪري هتي جي وڏن زميندارن ڪان زمينون ڪسي هارين ۾ ورهائڻ ڪان سواءِ هي ڏڪار ختم ٿيڻو ئي نہ هئو. ساڳي وقت اسپين جي شهرن اندر ڪم ڪندڙ مزدورن جي حالت بہ ڪا هارين ڪان مختلف نہ هئي. هتي دير سان جنم وٺندڙ صنعت، ان قابل ئي نہ هئي، تہ ملڪ جي غريب طبقي اندر پنهنجي ٺهيل مال جي کپت ڪري، مزدورن جي پگهارن ڪي زندگي گذارڻ لائق بنائي. مزدورن جي اجرت تمام گهٽ ۽ اڻپوري هئي. ان ڪري هتي سرمائي جي ذاتي ملڪيت ۽ نفعي واري نظام ڪي ختم ڪرڻ ڪانسواءِ بک ۽ بدحالي جو ڪو بہ حل نہ هئو. هن معاشي بدحالي ڪي نہ پاپولر فرنٽ جي ريپبليڪن ۽ نہ ئي ڪا ٻي سرمائيداراڻي پارٽي حل ڪري پئي سگهي. ان ڪري هتي انقلاب اٽل هئو.
جولاءِ 1936ع ۾ پورهيت عوام جي هي بيچيني پنهنجي انتها ڪي پهچي ويئي. پر ان دوران مٿين طبقي ۾ وري اقتدار تي قبضي لاءِ ويڙهہ شروع ٿي ويئي. جنرل فرانڪو جي قيادت ۾ حڪومت خلاف بغاوت ڪڙي ٿي ويئي. هن

بغاوت ذريعي سرمائيدارن جي حڪمران ٽولي جي جاءِ تي، ٻئي لالچي حڪمران ٽولي ويهڻ تي چاهيو. جيڪو عمل پورهيت طبقي کي پسند نہ آيو. جو تہ هي ٽولو بہ پنهنجي سرمائيداري نظام هيٺ پورهيت عوام جي بک بدحالي کي ختم ڪرڻ بجاءِ اڃا بہ وڌائي ها. ان ڪري فرانڪو جي بغاوت جي خلاف اسپين جو مزدور طبقو اٿي کڙو ٿي پيو. بارسيلونا ۾ انارڪسٽ ٽريڊ يونين سي اين ٽي ۽ اسپين جي ڪميونسٽ پارٽي (پوم) پڻ هن انقلاب ۾ شامل ٿي ويون ۽ ائين هڪ انقلاب برپا ٿي ويو، سڄي ملڪ جا پورهيت، بورچيخاني ۾ استعمال ٿيڻ وارين ڇرين، چاڪن، ڏنڊن، بيلچن، ڪهاڙين، شڪاري رائيفلن ۽ ڪجهہ هٿيارن سان مسلح ٿي فوجي بيرڪن تي حملي آور ٿيا ۽ فاشٽن جي قوت کي ٽوڙي اقتدار تي قبضو ڪري ورتو. فرانڪو جي فوج جي جاءِ تي پورهيتن پنهنجي مليشيا جوڙي ورتي ۽ سڄي ملڪ اندر ان کي اهم هنڌن تي مقرر ڪري ڇڏيو. پر تاريخ جي ساڳئي ستم ظريفي هنن پورهيتن سان بہ دهرائي ويئي. اقتدار تي قبضو ڪرڻ جي باوجود، اقتدار هنن کي نہ ڏنو ويو. پر وري بہ اقتدار سرمائيدار طبقي (بورجوازي) جي حوالي ڪيو ويو. اسپين جي پورهيتن 1931ع کان 1937ع تائين ستن سالن جي عرصي ۾ بار بار اقتدار تي قبضي جي ڪوشش ڪئي هئي. پر هر دفعي انهن جون پنهنجون تنظيمون سندن رستي جي ديوار بڻجي ويون، هن ڀيري بہ اقتدار تي قبضي جي باوجود اسپين جي ڪميونسٽ پارٽي (پوم) ۽ سي اين ٽي ٽريڊ يونين اقتدار تي قبضو ڪرڻ کان انڪار ڪيو. پورهيتن سانُ هن ويساهہ گهاتي جا ڪيترائي سبب هئا. پر انهن مان بہ اهم آهن. هڪ تہ مارڪسزم جي نظريي کان وانجهيل پوم درست طبقاتي پاليسي کان خالي هئي. هن جي قيادت بظاهر انقلابي اعلان تہ ڪندي هئي، پر عملن ان لاءِ پاڻ کي اهل نہ ٻڌايو هئو، پوم کي پنهنجو ريڊيو اسٽيشن ۽ هڪ اخبار بہ هئي. پورهيتن مليشيا جوڙڻ سميت سڀئي موقعا هن کي فراهم ڪري ڏنا هئا. پر پوءِ بہ هن اقتدار تي قبضي ڪرڻ کان انڪار ڪيو.

ٻيو تہ ان وقت دنيا ۾ ڪم ڪندڙ ٽين انٽرنيشنل (ڪامينٽرن) جي قيادت، روسي بيورو ڪريسي جي خارجہ پاليسي جي ايجنٽ بڻجي چڪي هئي. انهي بنا ڪيڻ جي اسٽالن جي انقلاب دشمن هدايتن تي عمل ڪيو. اسٽالن کي اهو خوف هئو، تہ اسپين سميت مغربي يورپ جي ڪنهن بہ ملڪ ۾ سوشلسٽ انقلاب جي ڪاميابي، سندس بيورو ڪريسي جي طاقت کي

ڪمزور ڪري، سويت يونين اندر سندس جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ رستو صاف ڪندي. ان ڪري هن چاٽي واٽي انقلاب کي ناڪام ڪرايو.

فطري طور تي اسپين جي انقلاب وقت سويت يونين جا پورهيت ڏاڍا پر جوش هئا. اسٽالن طرفان اقتدار تي قبضي کان پوءِ ڪنهن به پئي واقعي هنن پورهيتن جي جذبات کي ايترو ڪونہ اڀاريو هئو، جيترو اسپين جي انقلاب هنن کي اتساهہ ڏنو. هي جوش ۽ ولولو اسٽالن ۽ سندس بيورو ڪريسي ڏسي ورتو هئو، تنهن پنهنجي طاقت جي ذريعي اقتدار تي قابض رهڻ وارين ڪوششن ۾ مطلق العنان واري پاليسي تي عمل ڪندي، پراڻي بالشويڪ قيادت ۽ لکين ڪارڪنن کي قتل ڪرائي ڇڏيو ۽ اهڙي طرح اسپين انقلاب مان اتساهہ وٺندڙ پورهيتن جي اڀار کي اسٽالن هميشہ لاءِ ڪچلي ڇڏيو. هي خوني لقاءُ پورهيتن جي وڌندڙ انقلابي جذبن لاءِ ڪاپاري ڌڪ ثابت ٿيو. هونئن بہ ماسڪو پاليسي جرمن انقلاب کان وٺي انڊونيشيا تائين، انقلاب دشمن ۽ رد انقلابي هئي. ان ڪري جيڪڏهن اسپين جو انقلاب فتح ماڻي ها، تہ اهو ماسڪو بيورو ڪريسي لاءِ موت جي گهنٽي ثابت ٿئي ها. ان ڪري ماسڪو چاٽي واٽي اهڙي پاليسي اختيار ڪئي، تہ جيئن اسپين جو انقلاب ڪاميابي ماڻي نہ سگهي.

ان کان علاوه اسٽالن بيورو ڪريسي، ڪامريڊ لينن وانگر انقلابي سفارتڪاري ۾ يقين نہ رکندي هئي. بلڪ ان جو مقصد ۽ رويو خالص قومپرستاڻو هئو. ڪامريڊ لينن سويت انقلاب کان پوءِ دنيا جي پورهيتن کي ڪٺي ڪرڻ ۽ انقلاب آڻڻ لاءِ سموري توانائي ڪتب پئي آندي، پر ان جي ابتڙ اسٽالن آفيسر شاهي، برطانيہ ۽ فرانس جي سرمائيدارن کي خوش ڪري، جرمني خلاف اتحاد بنائڻ لاءِ ڪوشان هئي.

هي آفيسر شاهي نہ پئي چاهي، تہ هي انقلابي ريلو فرانس تائين ڦهلجي، پوري دنيا جي عوام دشمن سياسي ۽ سماجي توازن کي درهم برهم ڪري ڇڏي ۽ انهن جو منصوبو اتي جو اتي رهجي وڃي. ان ڪري اسٽالن آفيسر شاهيءَ فرانڪو جي فتح کي يقيني بنايو، جنهن کان پوءِ ٻي عالمي جنگ اٽڙ بنجي ويئي.

انقلاب دوران ۽ ان کان اڳ ڪامريڊ ٽراٽسڪي پوم تي سخت تنقيد ڪئي هئي ۽ بعد ۾ "اسپين جا سبق" نالي هڪ ڪتابچو بہ لکيو هئو. هن پوم کي خبردار ڪيو هئو، تہ هڪ درست طبقاتي پاليسي بنا بورجوا

ريپبلڪن جي خلاف جيڪو به پوم حاصل ڪيو آهي. اهو رائيگان ٿي ويندو جلد ئي انقلاب جي ناڪامي بعد ٽراٽسڪي جي اڳڪٿي درست ثابت ٿي ۽ جڏهن فيصلي ڪن گهڙي آئي، ته پوم پورهيتن کي شڪست ڏياري.

پوم ۽ سي اين ٽي، فرانڪو جي حڪومت ۾ شامل ٿي ويون، ۽ انهن پورهيتن کي حڪم ڪيو، ته اهي ويڙهه ختم ڪري واپس ڪم تي هليا وڃن. اسپين جو لينن طور سڃاپنجندڙ ڪميونسٽ ليڊر ڪابيلرو کي پاپولر فرنٽ حڪومت جو وزيراعظم بنايو ويو. مزدورن جي مليشيا کي ريپبلڪن آرمي ۾ ضم ڪيو ويو. پورهيتن جي پوليس تي پابندي مڙهي ويئي. پورهيتن جون ڪورٽون ختم ڪيون ويون. ساڳئي حڪومت ڪيٽيلونيا ۾ پڻ جوڙي وئي. جنهن ۾ پڻ ڪميونسٽ پارٽي (پوم) شامل ٿي. ان کي به پورهيتن جي حڪومت سڏيو ويو. پر چند ڏينهن جي اندر ريپبلڪن ۽ اسٽالنسٽ گڏجي پوم تي الزام مڙهيو، ته اها فرانڪو لاءِ ڪم پئي ڪري، ان ڪري هن کي ٽڏو هٽي حڪومت کان ڌار ڪيو ويو، پوم جي همدرد اخبارن ۽ ر-'لم تي پابندي لڳائي ۽ هن جي اڪثر ليڊرن ۽ ڪارڪنن کي گرفتار ڪري جيلن ۾ واڙيو ويو. پورهيتن جي ڪنٽرول هيٺ ڪم ڪندڙ فيڪٽرين جو طاقت جي زور تي قبضو ڇڏائي، اهي پيهر سرمائيدارن جي حوالي ڪيون ويون اهڙي طرح ڪميونسٽ پارٽي (پوم) جي رهي کهي ساک به انقلاب جي ناڪامي سان گڏ دفن ٿي وئي●

# هنگري جو انقلاب (1956ع)

هنگري بہ انهن ملڪن ۾ شامل هئو، جيڪي ٻيءَ عالمي جنگ کان پوءِ ٻسامراجي ورهاست هيٺ آيا. هن ورهاست جي باري ۾، برطانوي وزيراعظم چرچل آڪٽوبر 1944ع ۾ اسٽالن سان ڪيل ڳالهہ ٻولهہ جي باري ۾، پنهنجي ڪتاب "عروج ۽ زوال" ۾ لکي ٿو، تہ "موقعو ڪاروبار لاءِ مناسب هئو، ان ڪري مون چيو، اچو تہ اسان پنهنجي بلقان جا معاملا طئي ڪري ٿا وٺون. اسان جو فوجون رومانيا ۽ بلغاريا ۾ موجود آهن. اتي اسان جا مفاد آهن، مشن ۽ ايجنٽ آهن، اسان کي ننڍين ننڍين ڳالهين تي جهيڙا نہ ڪرڻ گهرجن، جيستائين برطانيا ۽ روس جو تعلق آهي، تہ ڇا ائين ٿي سگهي ٿو، تہ رومانيا تي توهان (اسٽالن) جو 90 سيڪڙو ۽ برطانيا جو 10 سيڪڙو غلبو هجي ۽ يونان تي 90 سيڪڙو اسان جو ۽ 10 سيڪڙو روس جو هجي. يوگوسلاويا تي اڌو اڌ، هنگري اڌواڌ، بلغاريا 75 سيڪڙو توهان جو ۽ برطانيا جو 25 سيڪڙو هجي. مون هنن ملڪن جا ڀاڱا ٺاهي، هڪڙي ٺي ٽيبل تي ويٺل، اسٽالن ڏانهن اهو ڪاغذ سرڪايو، جيڪو ان وقت تائين منهنجي لفظن جو ترجمو ٻڌي چڪو هئو. ڪجهہ دير خاموشي ٿي وئي. پوءِ هن (اسٽالن) پنهنجي نيري پينسل ڪڍي، ان ڀاڱن واري ڪاغذ تي ٽِڪ جو وڏو نشان لڳائي، مون کي واپس ڪيو. هي سڀ ڪجهہ طئي ڪرڻ ۾ ايترو ئي وقت لڳو، جيترو ڪنهن ماڻهو جي ويهڻ ۾ لڳندو آهي، ان کان پوءِ ڏکي خاموشي ڇائنجي وئي. پينسل سان نشان لڳل ڪاغذ اسان جي وچ ۾ پيو هئو. آخرڪار مون چيو تہ ڇا هن عمل کي بدنيتي نہ سمجهيو ويندو، جو اسان ڪروڙين انسانن جي زندگين متعلق هنن معاملن کي اهڙي لاپرواهي ۽ سرد مهري سان طئي ڪري ڇڏيو آهي؟ اچو تہ هن ڪاغذ کي ساڙي ڇڏيون. جواب ۾ اسٽالن چيو نہ..... هن ڪاغذ کي توهان رکو!" اهڙيءَ طرح هنگري بہ اسٽالن جي اقتدار جو حصو بڻجي ويو!

اسٽالن هن ٺاهہ کان پوءِ پنهنجيون فوجون هنگري موڪلي پنهنجو

تسلط قائم ڪيو ۽ هنگري مان ريل گاڏيون ۽ صنعتي مشينري ڪڍي روس موڪلي وئي.

ٻي عالمي جنگ هڪ طرف سوويت يونين ۽ يورپ جي ڪروڙين انسانن کي ماريو ۽ اپاهج بڻايو. پر ٻئي طرف هنن ملڪن جي اقتصادي تباهيءَ به آندي. جيتوڻيڪ سويت يونين 1956ع تائين اقتصادي طرح پاڻ پيرو ٿي ويو هئو، پر هنگري ۽ مشرقي يورپ جا اڪثر ملڪ سخت بدحالي جو شڪار هئا. جنهن ڪري اتي جي عوام ۾ بيچيني ڦهلجڻ فطري عمل هئو. خاص ڪري اتان جي مزدور طبقي اندر بک، بدحالي، مهانگائي ۽ بيروزگاري پنهنجو گهر اڏي ورتو هئو. مطلب ته هتي جي پورهيتن جو جيئڻ جنجال بڻجي ويو هئو. هن بدحالي خلاف نيٺ هنگري جا پورهيت نومبر 1956ع ۾ روڊن تي نڪري آيا ۽ احتجاج ڪرڻ لڳا ۽ هنگري جي تاريخ جون به وڏيون هڙتالون ڪيون ۽ آخر ۾ روسي حڪمرانيءَ خلاف مسلح حملا شروع ڪيا ويا. نيٺ بداپسٽ جو ڪنٽرول حاصل ڪري ورتو. هن انقلاب ۾ روس نواز ڪميونسٽ پارٽيءَ جا هزارين ڪارڪن پنهنجي نام نهاد پارٽيءَ جا ڪارڊ ڦاڙي انقلاب ۾ شامل ٿي ويا ۽ اقتدار جي سموري طاقت پورهيتن طرفان جوڙيل ورڪرز ڪائونسلن جي هٿن ۾ خاص ڪري بداپسٽ جي ورڪرز ڪائونسلن جي هٿن ۾ اچي وئي، جيڪي پنهنجي طور تي فيڪٽرين مان چونڊيل نمائندن تي مشتمل هيون. مزدورن جون هي انقلابي ڪميٽيون سويت طرز تي تشڪيل ڏنيون ويون هيون پر انهن کي سويت ڪونه چوندا هئا. ڇو ته اسٽالن جي بيورو ڪريسي هن لفظ کي بي حرمت ۽ بدنام ڪري ڇڏيو هئو. خصلتن هنن مزدورن لينن ۽ ٽراٽسڪي جي تصورن جي طرف واپس موٽڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هنن ڪائونسلن جو پروگرام گهڻو ڪري لينن جي انهن چئن نقطن جهڙو هئو، جيڪي لينن 1917ع جي انقلاب وقت مزدور اقتدار حاصل ڪرڻ جي اولين شرط طور پيش ڪيا هئا. انهن نقطن ۾ هنگري جي مزدورن هڪ نئون نقطو به شامل ڪيو هئو، ته رياست تي ڪنهن به هڪ پارٽيءَ جي هڪ هٽي نه هوندي! اسٽالن آمريت جي تجربي کان پوءِ مزدور طبقو، ڪنهن هڪ پارٽي کي، اقتدار ڏيڻ نه پيو چاهي.

انقلابي ڪائونسلن جي بيان ۾ لکيو ويو ته، "اڄ 14 نومبر 1956ع تي مزدورن جي ضلعي ڪائونسلن گڏجي بداپسٽ جي هڪ اعليٰ مزدور ڪائونسل تشڪيل ڏني آهي، سڀني مزدورن هن ڪائونسل کي اختيار ڏنو

آهي، تہ اها بداپسٽ جي فيڪٽرين جي سمورن مزدورن جي نالي تي ڳالهيون ڪري ۽ فيصلو ڪري، تہ هڙتال ڪي جاري رکڻو آهي يا ڪم تي واپس وڃڻو آهي، اسان سوشلزم جي اصولن سان، پنهنجي اٽوٽ وفاداريءَ جو اعلان ڪريون ٿا. اسان پيداوار جي ذريعن کي اجتماعي ملڪيت سمجهون ٿا ۽ ان جي دفاع لاءِ هر وقت تيار آهيون."

هنن مزدورن ٿورڙي وقت ۾ تمام تيزيءَ سان گهڻو پرايو هئو، ان جو ثبوت ان حقيقت مان ملي ٿو، تہ ريڊيو بداپسٽ ذريعي جاري ٿيل پهرينءَ اپيل ۾، اقوام متحده کان امداد طلب ڪئي وئي هئي، ليڪن آخري اپيل دنيا جي سمورن مزدورن کي ڪئي وئي هئي.

ماسڪو جي حڪمرانن لاءِ هي انقلاب ان وقت خطري جي گهنٽي بڻجي ويو، جڏهن هنگري ۾ موجود روسي فوج جو ڪجهہ حصو هنگري جي مزدورن جي همدرديءَ ۾ انقلاب ۾ شامل ٿي ويو!

ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ويهين ڪانگريس ۾ اسٽالن جي ظالم ڪردار تي سخت ڇوهہ ڇنڊڇاڻ ۽ ان جي مزدور- دشمن عملن جي مذمت ڪندڙ، ماسڪو جي حڪمران خروشيف بہ خود اسٽالن جهڙو ظالم ۽ مزدور دشمن ثابت ٿيو. هن هڪدم هنگري ۾ موجود روسي فوجين کي واپس گهرائي، انهن جي جاءِ تي نئين فوج موڪلڻ جو اعلان ڪيو، تہ جيئن هنگري جي پورهيت انقلاب کي ڪچلي سگهجي. هي فوجي سويت روس جي قبائلي علائقن مان گهريا ويا هئا. جن کي ٻڌايو ويو، تہ انهن کي برلن جي هڪ فاشسٽ بغاوت کي ڪچلڻ جي لاءِ موڪليو پيو وڃي. هنن فوجين کي ٽئنڪن تي چاڙهي موڪليو ويو، تہ جيئن ان طرح هنن فوجين طرفان عوام سان گڏجڻ ۽ انهن سان دوستي ڪرڻ جو ڪو ئي امڪان موجود نہ رهي.

هيڏانهن خروشيف سرڪار هنگري جي هن انقلاب کي "فاشسٽ" ۽ "رد انقلابي" قرار ڏئي، ان جي مذمت ڪئي ۽ ماسڪو جي نشرياتي ادارن هنگري جي، هن مزدور انقلاب خلاف سخت قسم جي واويلا شروع ڪئي، پر پوءِ بہ سوويت يونين جي مزدورن اندر هنگري جي مزدور انقلاب لاءِ همدردي ۽ جوش جو جذبو اڀريو هئو.

هنگري جا مزدور نئين روسي فوج جي حملي کان پوءِ بہ شينهن وانگر وڙهيا، هنن بہ وڏيون مسلح عوامي بغاوتون ڪيون، جنهن مان ظاهر ٿيو، تہ

اهو فاشسٽن جو طريقيڪار نہ آهي، جيئن ماسڪو پروپيگنڊا ڪري رهيو هئو.

ٽئنڪن تي مشتمل روسي فوج خلاف هنگري جي انقلابي مزدورن جوڪامياب ٿيڻ ناممڪن هو، جيتوڻيڪ هي بي جگري سان وڙهيا ۽ هزارين پورهيت ٽئنڪن هيٺيان ڪچلي شهيد ڪيا ويا. هن ويڙهہ متعلق ڪيترن ئي سالن کان پوءِ هڪ روسي فوجي آفيسر جيڪو ٻي عالمي جنگ بہ وڙهي چڪو هئو. ان ڪامريڊ ايلن ووڊز کي ٻڌايو، تہ ”هنگري جي مزدورن جهڙي مزاحمت، هن پنهنجي چمار ۾ ڪڏهن بہ نہ ڏٺي هئي، ايتري قدر جو هن 1945ع ۾ برلن جي قبضي مهل بہ نہ ڏٺي هئي“ بهرحال اهڙي ويڙهہ جي باوجود هنن مزدورن جو ڪامياب ٿيڻ ناممڪن هئو. ان جا مکيہ ٻہ سبب هئا. هڪ تہ پورهيتن جي بين الاقوامي قيادت نہ هئي ۽ ٻيو ملڪ اندر سويت يونين جي بالشويڪ قيادت جهڙي باشعور اڳواٽي موجود نہ هئي، جيڪا انقلاب کي ڪاميابي سان همڪنار ڪري ها. هي انقلاب پيرس ڪميون جهڙو جرئتمنداڻو واقعو هئو. هنن پورهيتن کي اڃا بہ شروع کان ئي، دنيا جي مزدورن، خاص ڪري پولينڊ ۽ مشرقي يورپ جي مزدورن ۽ خود سويت يونين جي مزدورن کي انقلابي اپيل ڪرڻي هئي.

جيڪڏهن هنگري انقلاب ڪامياب ٿي وڃي ها، تہ ان جو مطلب روس ۾ اسٽالنسٽ نوڪر شاهاڻي نظام جو خاتمو ٿي وڃي ها ۽ اهو مشرقي يورپ ۾ پڻ مڪمل تبديلي جو نقطہ آغاز بڻجي سگهي ها، پر ماسڪو جي حڪمران، خروشيف خود هن انقلاب کي رت ۾ ٻوڙي ڇڏيو ۽ هزارين مزدورن کي شهيد ڪري انقلاب کي ناڪام بڻايو●

# گذيل هندوستان جو انقلاب (1946ع)

گذيل هندستان ۾ هن مزدور انقلاب بابت ٿورڙن ماڻهن کي ڄاڻ هوندي، ڇو تہ ان وقت ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي سرمائيداراڻي سياست عروج تي هئي، جن کي انگريز سرڪار جي ڀرپور حمايت حاصل هئي. ان ڪري سرمائيداراڻين اخبارن طرفان مزدورن جي جدوجهد بابت سرخي لڳائڻ بہ منع ٿيل هئي. هن انقلاب بابت سنڌ جو ڏاهو علي احمد بروهي پڻ تصديق ڪري ٿو، تہ ان وقت بحري جهازن تي ڳاڙها جهنڊا چڙهيل هئا. ياد رهي تہ بروهي صاحب ان وقت نيوي ۾ ملازمت ڪندو هو.

طبقاتي سماج اندر، طبقن جو ٽڪراءُ فطري طور هوندو آهي، محڪوم طبقو روزمره جي زندگي ۾ بک ۽ بدحالي کان وٺي احساس ذلت تائين جهنجهوڙبو رهي ٿو. پر ان کان وڌي ڪري 1917ع ۾ سوويت يونين جي بالشويڪ انقلاب سڄي دنيا تي پنهنجا آثر ڇڏيا. جنهن کان هي خطو بہ ڏاڍو متاثر ٿيو. هتي 1857ع کان وٺي اڳتي سامراج دشمني جون تحريڪون هلندڙ هيون. پر اهي معيشت کان سواءِ مختلف قومي، مذهبي ۽ علائقائي نظرين هيٺ ورهايل هيون. پر بالشويڪ انقلاب هنن سڀني ڌرين مٿان نہ صرف پنهنجا اثر ڇڏيا. طبقاتي طور تي ڪين کي انقلاب جي راه پڻ اجاگر ڪري ڏني. 1920ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي بنياد پوڻ سان ئي مزدورن جي هڙتالن ۽ طبقاتي جدوجهد جو دور شروع ٿي ويو. جنهن ڪري برطانوي سرڪار کي 1926ع ۾ صنعتي تعلقاتن جو آرڊيننس (آءِ آر او) لاڳو ڪرڻو پيو، تہ جيئن ان ذريعي مزدورن جي تحريڪ کي ڪنٽرول ۾ رکي سگهجي. پر هن جي لاڳو ٿيڻ سان مزدورن جي سرگرمين ۾ اڃا وڌيڪ اضافو ٿيو ۽ ڪميونسٽ پارٽي ۾ شاگردن، هارين ۽ نوجوانن کان علاوه عالمي جنگ کان واپس آيل رٽائرڊ فوجين پڻ ميمبر شپ اختيار ڪئي. پر ان دوران بدقسمتي سان سوويت يونين، جيڪو ان وقت نظرياتي طور تي، دنيا اندر ڪميونسٽ

پارٽين جي سرپرستي ڪري رهيو هئو. خود نظرياتي زوال پذيري جو شڪار ٿي ويو هئو. اسٽالنسٽ طريقہ ڪار ٿين انٽرنيشنل کي پڻ سخت متاثر ڪيو. اسٽالن طرفان 1928ع ۾ ”هڪ ملڪ ۾ سوشلزم“ جو نظريو باقاعدي طور تي ٽين انٽرنيشنل (ڪامينٽرن) جي پروگرام ۾ شامل ڪرايو ويو هو. جنهن نظريي، درست حڪمت عملي ۽ لائحہ عمل جي بنيادن تي بالشويڪ انقلاب برپا ٿيو هئو، اهي ڪمزور حيثيت ۾ هليا ويا. جنهن ڪري سڄي دنيا سان گڏ هندستان جي ڪميونسٽ پارٽي بہ انهيءَ نظرياتي زوال پذيري کان بچي نہ سگهي. تنهن ڪري ان جو وڏو فائدو ڪانگريس ۽ ان جي ليڊر موهنداس گانڌيءَ کي پيو. سندس عدم تشدد جي تحريڪ سرڪاري ۽ سرمائيدارانہ اخبارن جي پروپيگينڊا، قومي آزادي جي نعري ۽ پين جعلي هٿڪنڊن سان وڌڻ ويجهڻ لڳي. موهنداس گانڌي ۽ انگريز سرڪار جي وچ ۾ اختلاف فقط هي هئو، تہ هندستان تي حڪمراني ڪير ڪري؟ جڏهن تہ عوام جي محڪومي ۽ غلامي جي حيثيت بدلائڻ بابت انهن جو پاڻ ۾ قطعي طور تي ڪوبہ اختلاف نہ هئو. ٻئي هن محڪومي واري نظام کي بچائڻ چاهيندا هئا. پر انهن ڪوششن جي باوجود مزدور تحريڪ، ڪانگريس ۽ ان جي ليڊرن تي پنهنجا اثر ڇڏڻ شروع ڪيا هئا. تنهن ڪري ڪڏهن ڪڏهن پل ۾ يا دٻاءُ ۾ مزدور عوام جي آزادي ۽ بدحالي جي ڳالهہ ڇئي ونندا هئا.

1936ع ۾ ڪراچي ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جي ڪنوينشن ۾ سڀاش چندر بوش صدارتي چونڊ ۾ موهنداس گانڌي کي هارايو هئو. چونڊ کٽڻ کان پوءِ سڀاش چندر بوش ڪميونسٽ پارٽي کي متحده محاذ بنائڻ جو چيو، پر ڪامينٽرن جي زوال پذيري جي ڪري ڪميونسٽ پارٽي متحده محاذ بنائڻ واري عمل بابت درست فيصلو نہ ڪري سگهي ۽ سڀاش جي آڇ کي ٺڪرايو ويو. جنهن جو فائدو ڪانگريس جي ساڄي ڌر يعني گانڌي کي پيو. ان ڪري هن طرفان سگهي قومي آزادي جي تحريڪ جي راڳ زور ورتو. جيڪڏهن ڪميونسٽ پارٽي متحده محاذ ٺاٿي ها، تہ سڀاش چندر بوش، جيڪو مارڪسسٽ نہ هو، اهو ريڊيڪلائيزيشن جي طرف لازمي طور تي راغب ٿي پئي سگهيو ۽ هن اتحاد جي ناتي سڀاش کي لازمي طور تي سوشلسٽ پاليسي لاءِ ڪم ڪرڻو پوي ها ۽ هن جي مزاحمتي جدوجهد مان حاصل ڪيل سياسي ساک کي، برصغير ۾ انقلابي عمل جي لاءِ، هڪ نئوں ڪارڪنن تي مشتمل پارٽي جي تعمير لاءِ استعمال ڪري سگهجي پيو،

ڪميونسٽ پارٽي کان رکو جواب ملڻ تي سڀاش مايوس ٿي، برطانيا دشمني ۾ "دشمن جي دشمن کي دوست بڻائجي"، واري موقعي پرستي جي فارمولي هيٺ جپاني سامراج سان رابطا وڌايا ۽ هيءَ هڪ اهڙي انتها پسندي هئي، جنهن سان تحريڪ کي وڏو نقصان پهتو. سڀاش انڊين نيشنل آرمي جوڙي ۽ جپان کان سڌي طرح حمايت حاصل ڪئي، جپان ۽ ملايا جي جيلن ۾ برطانوي انڊين آرمي جا جيڪي جنگي قيدي هئا. اهي آزاد ڪرائي انڊين نيشنل آرمي ۾ڀرتي ڪرڻ شروع ڪيا. ته جيئن برطانيا سان جنگ ۾ پنهنجي ويڙهو قوت استعمال ڪري، برطانيا کي ڪمزور ڪرڻ ۾ هي هڪ اضافي ڪردار ادا ڪري سگهي. پر سڀاش جي هن مهم جوئي سان، ڪابي ڌر جا جيڪي ڪارڪن نيوي ۽ فوج ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهن ها، اهي ضايع ٿي ويا، ڇو ته هاڻ انگريز سرڪار پنهنجي هندستاني سپاهين ۽ ملاحن تي ڪرڙي نظر رکڻ شروع ڪئي. ٻئي طرف انگريزن، موهنداس گانڌي، نهرو ۽ ٻين مٿئين طبقي جي ليڊرن جي مدد سان انڊين نيشنل آرمي کي بري طرح ڪچلڻ شروع ڪيو.

هن کان علاوه 1930ع جي ڏهاڪي ۾ مسلمانن جي مٿئين طبقي کي، پنهنجي قيادت ۽ مفادن ۾ جيڪا محرومي جنم وٺندي، نظر اچي رهي هئي، ان سان اسلام ۽ مسلمانن جي نالي تي هنن ۾ پنهنجي جدا سڃاڻپ ڪرڻ جا رجحان اڀرڻ لڳا هئا. هن طرح جي سياست ڪرڻ وارن سڀني مسلمانن جو تعلق مٿئين طبقي سان هئو، جن جي تعليم ۽ تربيت پڻ انگريزن ۽ انگريز نواز مسلمانن ڪئي هئي. ان ڪري هنن ۾ بنياد پرستي جو عنصر گهٽ ۽ مسلمان مٿئين طبقي جي مفادن خاطر هڪ مسلم وحدت جو خواب اڀرڻ لڳو. اهو ئي سبب هئو، جو پاڪستان جو نظريو پنهنجي ابتدائي شڪل ۾، برطانيه ۾ تعليم ۽ تربيت حاصل ڪرڻ وارن مسلمانن ۽ انهن جي اولاد ۾ سامهون آيو. هن نظريي ۾ برطانوي مٿئين طبقي جي دانشورن جي مشاورت ۽ صلاح مصلحت شامل هئي. 1933ع ۾ ڪيمبرج يونيورسٽي جي هڪ مسلمان شاگرد چوڌري رحمت علي پهريون ڀيرو پاڪستان جو نظريو واضح انداز ۾ رکيو، ته اتي موجود محمد علي جناح ان نظريي کي ٻاراڻو تصور قرار ڏنو هئو. پر تاريخ کي بعد ۾ هي فيصلو پڻ ڪرڻو پيو، ته برصغير ۾ طبقاتي جدوجهد ۽ سوشلسٽ انقلاب کي روڪڻ جي لاءِ، محمد علي جناح کي ئي ان ٻاراڻي تصور تي ٻڌل تحريڪ جي اڳواڻي ڪرڻي پئي. جنهن

جو نتيجو هڪ خوني ورهاست جي صورت ۾ سامهون آيو ۽ هن ورهاڱي دوران 27 لک بيگناهہ انسان قتل ڪيا ويا ۽ لکين معصوم نياڻين جو عصمتون لٽيون ويون.

اسٽالن طرفان 1943ع ۾ سرڪاري طور تي ٽين انٽرنيشنل کي ٽوڙڻ سان گڏ. ٻي عالمي جنگ کان پوءِ يالٽا ۾ اسٽالن، چرچل ۽ روز ويلٽ طرفان ڪيل معاهدي ۾، ڪيترن ئي ملڪن جي ورهاست ڪئي ويئي، هن شرمناڪ عمل سان نہ صرف آزادي وارين تحريڪن کي ڪاپاري ڌڪ لڳو. پر دنيا جي ڪميونسٽ پارٽين جا بنياد بہ لڏي ويا ۽ پرولتاري پارٽين جي انقلابي جدوجهد جا رخ ئي بدلجي ويا. وڌي ڳالهہ تہ هندستان جي ڪميونسٽ پارٽي کي اسٽالن طرفان خاص هدايت ڪئي وئي، تہ اها برطانوي سامراج سان تعاون ڪري!!!!

ظاهر آهي، تہ اسٽالن جي اهڙي پاليسي تحت، ڪميونسٽ پارٽي جي جنرل سيڪريٽري ڊانگي، بمبئي سينٽرل جيل مان، وائسراءِ لارڊ ويول کي هڪ خط لکي دهلي موڪليو، جنهن ۾ هن نہ صرف برطانوي سامراج جي حڪمراني سان تعاون جي پيشڪش ڪئي، پر ان صورتحال ۾ "فسطائيت جي خلاف جنگ" ۾ ڪميونسٽ پارٽي جون خدمتون بہ پيش ڪيون، ان سان ڇا ٿيو، جو ڪميونسٽ پارٽي جا ليڊر جيلن مان آزاد ٿي رهيا هئا ۽ ٻين پارٽين جا ليڊر ۽ ڪارڪن جيلن ۾ واڙيا پئي ويا. هن سياسي ۽ نظرياتي پاليسي جي نفاذ سان نہ صرف ڪميونسٽ پارٽي جي حمايت بري طرح مجروح ٿي. پر گانڌي جهڙن ليڊرن کي خالي ميدان ملي ويو. تہ اهي قومي آزادي جي تحريڪ کي مٿيئن طبقي جي مفادن لاءِ استعمال ڪن. جڏهن تہ هن کان اڳ 1922ع ۾ ٽين انٽرنيشنل جي اجلاس ۾ ڪامريڊ لينن ۽ هندستان جي ڪميونسٽ اڳواڻ ايم اين راءِ برصغير جي قومي آزادي جي جدوجهد متعلق باقاعدي ٿيسسز ڏني هئي. جنهن ۾ هن تحريڪ ۾ ڪميونسٽن جي مداخلت ۽ مقصدن جو هڪ واضح لائحہ عمل ۽ طريقيڪار طئہ ڪيو ويو هئو. هن قومي آزاديءَ واري جدوجهد کي سوشلسٽ انقلاب ۾ تبديل ڪرڻو هئو. پر اسٽالن جي حڪمن تحت ڪميونسٽ پارٽي جي پاليسي، هن سڄي عمل جي خلاف، هئي. پر پوءِ بہ عوام جو رد عمل جيڪو فطري ۽ اهو اسٽالنسٽ پاليسي جي خلاف هئو. ڪارخانن اندر مزدورن، نيوي ۾ ملاحن ۽ سرحدن تي فوجي سپاهين جي تحريڪ هڪ انقلابي رستي تي نڪري چڪي

هئي. 37-1936ع ۾ ريلوي جي وڏين وڏين هڙتالن کان پوءِ 1940ع جي ڏهاڪي ۾ هڙتالن جي هڪ باقاعدي مزاحمتي تحريڪ شروع ٿي چڪي هئي. بمبئي، ماهو، مدراس، ڪراچي ۽ ٻين علائقن ۾ ٽيڪسٽائيل ملن ۽ ٻين مختلف شعبن جي ڪارخانن ۾ مزدورن هڙتالن پنيان هڙتالون شروع ڪيون ۽ نيوي ۾ ملاحن ته وڏيون وڏيون بغاوتون ڪيون، جنهن جو اثر برطانوي انڊين آرمي تي به پيو، اتي به بغاوتن جو سلسلو هر جاءِ تي شروع ٿي ويو هئو. 1946ع ۾ صورتحال ايتري سنگين ٿي ويئي. جو برطانيه جي وزيراعظم جي وائيٽ هال مان هندستان جي برطانوي فوج جي ڪمانڊر انچيف جنرل آ ڪنلڪ کان صورتحال پڇي ويئي. ان جواب ۾ جيڪا تار لنڊن موڪلي، ان ۾ هن چاڻايو، ته ”هنن کي ٿن ڏينهن اندر آزادي ڏيو، نه ته هي پاڻ ٿي ٿن ڏينهن ۾ آزادي حاصل ڪري وٺندا.“ هن انقلابي ڪيفيت ۾ جيڪڏهن برصغير جي ڪميونسٽ پارٽي، واقعي به انقلابي پارٽي هجي ها، ته ان جو قوي امڪان هئو، ته مارڪسي قيادت ۾ هتي مزدورن، سپاهين ۽ نيوي جي ملاحن جي هر اول دستن ذريعي، سوشلسٽ انقلاب جي منزل حاصل ٿي پئي سگهي. پر هي انقلاب ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي مٿئين طبقي جي پارٽين، ماسڪو جي حڪمرانن ۽ برطانوي سامراج کي قابل قبول نه هئو، ان ڪري برصغير کي رجعتي ۽ مذهبي بنيادن تي ورهائڻ لازمي قرار ڏنو ويو ۽ اهو سنگين ورهاڱو ٿيو. جنهن ۾ 27 لک بيگناهه ماڻهو ماريا ويا، پر ساڳئي وقت برصغير به هنن ئي مٿئين طبقي جي ماڻهن، برطانوي ۽ آمريڪي سامراج جي هٿن ۽ ماسڪو جي اثر کان ٻاهر نه ويو. اڄ به سيئي ڊريون ڳڏجي سڏجي حڪمراني ڪرڻ پيا ۽ پورهيت طبقي کي ڏينهون ڏينهن غربت جي ڏيڍ ڏانهن ڌڪين پيا●

# پاڪستان جو 1969ع وارو انقلاب

پاڪستان جي تاريخ جو الميو، ان جي جنم ڪان وٺي شروع ٿيو. حڪمران طبقي اندر اقتدار جي ويڙهه، عوام جا ڏاڍا ئي ڪيڏي ڇڏيا هئا. پر ڪڇي ڪير، بک ۽ بدحالي جي ماريل عوام ايستائين سڀ ڪجهه پئي برداشت ڪيو، تان جو هڪ معمولي واقعي هن کي ڪن کان وٺي نه جنجهوڙيو.

ايوب خان جي فوجي آمريت دوران بظاهر ته صنعتي ترقي ٿي، پر وڌندڙ مهانگائي جي ڀيٽ ۾، عوام جي آمدني ۾ اضافو نه ٿيو هيو. ايوب خان آمريڪي مشينرن جي صلاح تي عمل ڪيو جن جو چوڻ هئو، ته ٿورن هٿن ۾ گهڻو ناڻو، گهڻي دولت ڪمائيندو ۽ گهڻن هٿن ۾ ٿورو ناڻو، ٿورو نفعو ڪمائيندو." ان ڪري ملڪ جو 66 سيڪڙو صنعتي سرمايو، 80 سيڪڙو بئنڪاري، 97 سيڪڙو انشورنس جو ڪاروبار صرف 22 خاندانن جي هٿ ۾ هئو، جن ۾ صدر ايوب جو پنهنجو خاندان، دائود، سهگل، آدم جي، دادا، اصفهاني، حاجي حبيب، وليڪا، لطيف، ميان بشير، بيني، پيمر جي، ڊنشا، اي جليل، فينسي، نصير شيخ، الله والا، منير بشير، مارڪر، محمد يحيٰ ۽ حبيب الله شامل آهن. جڏهن ته ملڪ جو باقي 34 سيڪڙو صنعتي سرمايو غير ملڪي ڪمپنين جو هئو. هن هيڏي ساري ناٺي جي غير مساوي ورهاست جي ڪري، ملڪ ۾ معاشي ۽ اقتصادي بحران وڌيو ۽ 1965ع جي هن بحران ۾ ڀارت سان جنگ اچا بہ تيزي آڻي ڇڏي، جنهن ڪري بيروزگاري سان گڏ مهانگائي ۾ بہ زبردست اضافو ٿيو. اٽي ۽ کنڊ جي قيمتن ۾ واڌ سان گڏ ڪاڌي پيتي جون شيون اٿليپ ٿي ويون. جنهن ڪري ملڪ ۾ راشن بندي شروع ٿي ويئي.

ملڪ ۾ ڪميونسٽ پارٽي ۽ مسلم ليگ هجڻ جي باوجود، هڪ سياسي خال هئو، جيڪو ائين ڪٿي ڇئجي تہ پيپلز پارٽي جي اچڻ سان پُر ٿيو. هن پارٽي جي چيئرمين ذوالفقار علي ڀٽي جون تقريرون، عوام کي پاڻ ڏانهن

متوجهہ ڪرڻ لاءِ ڪافي هيون. مثلاً سيپٽمبر 1968ع ۾ پارٽي ڪنوينشن کي هالا (حيدرآباد ضلعو) ۾ خطاب ڪندي هن چيو، تہ ”اسان سوشلزم جا علمبردار اهيو سمجهون ٿا، تہ اقتصادي آزادي ۽ پروگرام جي بغير سياسي آزادي ۽ حقيقي جمهوريت جو قيام ممڪن نہ آهي. جاگيرداري نظام جو خاتمو، هارين جي حقن جو تحفظ، مزدورن جا حق، اجوري، محنت ۽ روزگار جو تحفظ، هڙتال جي حق جي بحالي، تمام اهم ۽ بنيادي صنعتن کي قومي ملڪيت قرار ڏيڻ، آمدرفت ۽ ٽرانسپورٽ کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ، تعليم جي واپار کي بند ڪرڻ ۽ تعليم کي عام ڪرڻ، اسان جي پروگرام ۾ شامل آهي. مان سوشلزم جو قائل آهيان، ان ڪري پنهنجو طبقو ڇڏي، مزدورن، هارين ۽ غريب شاگردن جي طبقيِ ڏانهن آيو آهيان.“

مٿي جنهن معمولي واقعي جو ذڪر ٿيو آهي، اهو هي هئو، تہ راولپنڊي جا 70 شاگرد ٽوئر تان موٽندي لنڊي ڪوتل مان 5 هزار روپين جو سامان وٺي پئي آيا، تہ رستي ۾ باڙا چيڪ پوسٽ تي ڪسٽم عملي اهو سامان ضبط ڪري ڇڏيو ۽ احتجاج ڪرڻ تي پوليس لٺيون هٽي هنن شاگردن کي زخمي ڪري وڌو. هن واقعي خلاف 7 نومبر 1968ع تي شاگردن طرفان احتجاج جو اعلان ڪيو ويو. ساڳئي ڏينهن تي ذوالفقار علي ڀٽو بہ پنهنجي سياسي پروگرام موجب پولي ٽيڪنڪ ڪاليج راولپنڊي جي اڳيان گذرڻو هيو. شاگردن جو اصرار هئو، تہ ڀٽو کين بہ خطاب ڪري. ان تاريخ تي ست هزار شاگرد ڪاليج جي گيٽ ٻاهران گڏ ٿيا. شاگردن لنڊي ڪوتل واقعي جي مذمت ڪرڻ سان گڏ آمريت خلاف بہ نعري بازي پئي ڪئي. ڀٽي جي اچڻ کان اڳ ئي، پوليس مظاهرين تي پهرئين ڳوڙها گيس ۽ بعد ۾ گولي هلائي، جنهن ۾ يارهين جماعت جو شاگرد عبدالحميد شهيد ٿي ويو۽ ٻيا ڪيترائي زخمي ٿي پيا. ان تي شاگردن بہ سرن، پٿرن ۽ ڏنڊن سان پوليس تي جوابي حملا شروع ڪيا. ڏسندي ڏسندي راولپنڊي شهر جنگ جو ميدان بنجي ويو. شام جو فوج کي بہ طلب ڪيو ويو. هن واقعي جي لهر ٻئي ڏينهن صبح تائين، ٻين شهرن تائين پهچي وئي. ملتان، ڪراچي، جهلم، حيدرآباد پشاور ۽ گوجر خان ۾ پڻ شاگردن جا وڏا وڏا مظاهرا ٿيا. ٽئين ڏينهن حڪومت سمورا تعليمي ادارا بند ڪري ڇڏيا. پر ان جي باوجود هي تحريڪ وڌ کان وڌ ٿيندي پئي وئي.

10 نومبر تي صدر ايوب، عبدالغفور هوتي جي دعوت تي پشاور ويو.

اتي جلسي کي خطاب دوران گوليون هلي ويون. ايوب خان ڊائيس جي هيٺان لڪي ويو. گوليون هلائيندڙ هاشم عمر زئي ڏوهہ باسيندي چيو تہ، ”هو هن استحصالي آمر کي زندهہ ڏسڻ نہ ٿو چاهي. ان ڏينهن تي پشاور ۾ بہ زبردست مظاهرا ٿيا. هن ئي ڏينهن تي نوشهرا پنجاب ۾ خوني هنگاما ٿيا ۽ چارسده ۾ شگر ملز تي مزدورن قبضو ڪري ورتو.

13 نومبر تي ذوالفقار علي ڀٽو ۽ ٻين سياستدانن کي گرفتار ڪيو ويو. هن جي گرفتاري خلاف لاهور ۾ شاگردن، مزدورن ۽ وڪيلن مظاهرا ڪيا. ڀٽو جنهن ريل گاڏي تي اچڻو هئو. احتجاج طور ملتان ۾ ان تي بہ پٿراءُ ڪيو ويو.

26 نومبر تي راولپنڊي ۾ شاگردن جي ايڪشن ڪميٽي فيصلو ڪيو، تہ 29 نومبر تي عام هڙتال ڪئي ويندي، تہ جيئن هن تحريڪ ۾ مزدورن ۽ زندگي جي ٻين شعبن جي عوام کي شامل ڪري سگهجي. ان ڏينهن تي پشاور ۾ آمريڪي لائبريري تي قبضو ڪيو ويو. ساڳئي ڏينهن تي ايبٽ آباد ۽ بهاولپور ۾ مسلم ليگ جون آفيسون ساڙيون ويون ۽ هڪ سئو عورتن سرگوڌا کان لاهور تائين هڪ ميل جو احتجاجي مارچ ڪيو.

29 نومبر تي راولپنڊي ۾ عام هڙتال تي، سمنڊ وانگر عوام اٿلي پيو. فوج ۽ پوليس بيوس ٿي وئي. پورو شهر حڪومت جي ڪنٽرول مان نڪري ويو ۽ بغاوت ڪرڻ ممڪن بنجي ويو هئو.

هن تحريڪ جوا ثر بنگال ۾ دير سان پيو. شايد ان جو سبب بنگالين طرفان 1962ع کان 1964ع تائين هلايل تحريڪن ۾ ٻين صوبن طرفان موٽ نہ ملڻ جي ڪري هئو. پر جڏهن بنگالي اٿيا، تہ انهن پنهنجي احتجاجي روايت کي دهرايو، تہ حڪومت جا ڪن ئي ڳاڙها ٿي ويا. 7 ڊسمبر تي سڄي بنگال ۾ عام هڙتال ڪئي وئي. ڍاڪا ۾ هڪ مظاهري تي ايسٽ پاڪستان رائفلز گولي هلائي. جنهن ۾ هڪ مزدور عبدالحميد شهيد ٿي ويو ۽ 23 مزدور زخمي ٿي پيا. ان کان پوءِ تہ بنگال ۾ هڙتالن جو سلسلو شروع ٿي ويو. 19 ڊسمبر تي مولانا ڀاشاني جي سڏ تي سڄي بنگال ۾ مڪمل هڙتال ڪئي وئي ۽ لڳاتار ٽي ڏينهن هڙتال هلي.

شهرن کان علاوه ٻهراڙي ۾ بہ هارين طرفان مزاحمت شروع ٿي وئي. ان جو گهڻو زور بنگال ۾ هئو، پر سنڌ جي هارين ڇمبڙ تحريڪ ۾ پڻ جاگيردارن جي زمينن تي قبضا ڪيا. هاري عدالتون قائم ڪيون ويون ۽

باقاعدي پنچاتي ڪميٽيون پڻ جوڙيون. هي اثر شهرن ۾ به تيزي سان پهچي ويو ۽ اتي به مزدورن ملن تي قبضا ڪرڻ شروع ڪيا. مطلب ته ڊسمبر مهيني ۾ هي بغاوت زورن تي هئي. چٽاگانگ کان پشاور تائين سوشلزم جو نعرو گونجڻ لڳو ۽ جنوري 1969ع ۾ اولهه پاڪستان جو تقريبن هر شهر هن انقلابي تحريڪ ۾ شامل هئو.

17 جنوري 1969ع واري ڏينهن کي "مطالبن جو ڏينهن" ڪري ملهايو ويو. ان ڏينهن ڍاڪا، لاهور، ڪراچي، راولپنڊي ۽ ٻيا شهر وڏن مظاهرن جي لپيٽ ۾ هيا ۽ هاڻ سرڪار به بندوق جي زور تي هن تحريڪ کي روڪڻ جو پڪو پهه ڪيو هئو.

25 جنوري تي ڪراچي ۾ مزدورن ۽ شاگردن سان فوج ۽ پوليس جون مظاهري دوران 8 ڪلاڪ جهڙپون هليون. جنهن ۾ سوين مزدور ۽ شاگرد زخمي ٿيا ۽ 500 گرفتار ڪيا ويا. سرڪار پاران هن مظاهري تي حملي جي رد عمل ۾ ڪراچي جو سمورو عوام روڊن تي نڪري آيو ۽ نتيجي ۾ ڪيترين ئي بسون، ريل گاڏيون، پيٽرول پمپ، سرڪاري آفيسون ۽ بينڪون ساڙيون ويون. ان ئي ڏينهن ڪراچيءَ جي گهڻن علائقن ۾ ڪرفيو هنيو ويو، پر پوءِ به هي لڙائي جاري رهي ۽ فوج کا به مداخلت نه ڪئي!! 24 کان 26 جنوريءَ تائين ڍاڪا ۾ زبردست مظاهرا ڪيا ويا، پر اتي پوليس ۽ فوج رياستي جبر ۽ تشدد جي انتها ڪري ڇڏي. هن جي فائرنگ ۾ سوين پورهيت شهيد ٿي ويا.

7 فيبروري تي ڪراچي ۾ ائٽمي بجلي گهر تي مزدورن گهيراءُ ڪيو. ان ڏينهن تي لاهور ۾ پنجاهه هزار مزدورن جلوس ڪڍيو. سپريم ڪورٽ سميت ڪيترن ئي سرڪاري آفيسن کي باهه ڏني ۽ ايس ايس پي جي وردي لاهرائي ڪيس جلوس جي اڳيان هلائڻ تي مجبور ڪيو!

هي تحريڪ عروج تي هئي، ته ايوب خان ٻهرين فيبروري تي خطاب ۾ سياستدانن کي ڳالهين جي دعوت ڏني. هن کان اڳ ڪاهي ۽ ساڄي ڌر جي سياستدانن ڊيموڪريٽڪ ايڪشن ڪاميٽي بنائي هئي. جنهن ۾ پروفيسر مظفر احمد، ولي خان، شيخ مجيب الرحمان، ممتاز دولتانو، نوابزادو نصرالله ۽ ٻيا شامل هئا. هن سان ڳالهين کان علاوه ايوب خان پنهنجي خطاب ۾ شاگردن ۽ مزدورن کي گهڻيون رعايتون ڏيڻ ۽ گرفتار سياستدانن ولي خان، شيخ مجيب الرحمان ۽ ذولفقار علي ڀٽي کي آزاد ڪرڻ جو به واعدو ڪيو.

ڳالهين جو وقت آيو، تہ ذوالفقار علي ڀٽي هن گول ميزڪانفرنس ۾ ويهڻ کان انڪار ڪيو. هن جي بائيڪاٽ سان نہ صرف پيپلز پارٽيءَ جي مقبوليت وڌي، پر ڪابي ۽ ساڄي ڌر جي وچ ۾ فرق بہ چٽو ۽ واضح ٿي بيٺو. مزدور عوام بہ سرڪار ۽ سياستدانن جي ڳالهين کي رد ڪندي، تحريڪ کي جاري رکيو.

13 فيبروري تي لاهور ۾ اٺ وڏا جلوس ڪڍيا ويا. جن مان هڪ جلوس ۾ ٽيهہ هزار مزدور شامل هئا. اُن ۾ ريلوي مزدورن جي اڪثريت شامل هئي. سچ تہ هنن جلوسن سان سڄي شهر جي ٽريفڪ جام ٿي وئي. مزدورن جو شهر تي مڪمل ڪنٽرول هئو. تڏهن تہ برطانيہ جي اخبار "دي ٽائيمز" ۾ٺي ڏينهن رپورٽ ڏني "هي بغاوت جيڪا اڄ تائين شاگردن ۽ سياسي پارٽين تائين محدود هئي، ان ۾ مزدور طبقي جي داخل ٿيڻ سان مبصر هن ڳالهہ تي شڪ ظاهر ڪري رهيا آهن، تہ جيڪي قوتون هن تحريڪ جاڳايون آهن، انهن تي حڪومت يا سياستدان ڪنٽرول بہ ڪري سگهندا يا نہ." ساڳي ڏينهن لاهور کان سواءِ ڪراچيءَ ۽ پشاور ۾ بہ وڏا وڏا جلوس ڪڍيا ويا، هنن کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ پوليس گوليون هلايون ۽ ڏاڍو تشدد ڪيو.

14 فيبروري تي لاهور ۾ مظاهري تي پوليس گولي هلائي، جنهن ۾ 16 مزدور شهيد ٿي ويا. انهن ۾ هڪ شاگرد بہ شامل هئو ۽ هڪ سو کان مٿي زخمي ٿيا. شاگردن ريلوي جا سنگل خراب ڪري، گاڏين جي آمدرفت درهم برهم ڪري ڇڏي. بنگال جي گادي واري شهر ڍاڪا ۾ پڻ، مزدور سمنڊ وانگر اٿلي پيا. شهر جي اڪثر حصن تي هنن جو ڪنٽرول هئو. ساڳي صورتحال فيصل آباد ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ بہ هئي.

19 فيبروري تي ايوب خان ٽنهي فوجن جي سربراهن کي گهرايو ۽ ملڪ جي مختلف شهرن ۾ مارشل لا لڳائڻ لاءِ چيو. ان تي يحيٰ خان هن کي بلڪل ڪُٺو جواب ڏيندي چيو، تہ ڊي اي سي جا سمورا شرط تسليم ڪري، سياست تان مڪمل دستبردار ٿي وڃو. اهڙي طرح فوج بہ هن آمر جو ساٿ ڇڏي ڏنو. ان ڪري هن وٽ هاڻ ٻيهڻ کان سواءِ ڪو ٻيو چارو نہ هئو.

20 فيبروري تي شهرن مان ڪرفيو ختم ڪيو ويو. 21 فيبروري تي

ايوب خان سياست تان دستبردار ٿيڻ جو اعلان ڪيو. 22 فيبروري تي اگر تلا ڪيس ختم ڪري، شيخ مجيب الرحمان کي بہ آزاد ڪيو ويو.

هن اعلانن مان ڪنهن حد تائين تحريڪ ٿڌي ٿي وئي، پر ان جو ڪراچي ۾ ڪوبہ اثر نہ ٿيو ۽ هتي تحريڪ زور شور سان جاري هئي. ڪراچي جي اڪثر ڪارخانن تي مزدورن قبضا ڪيا هئا ۽ اهو عمل اجا تائين جاري هيو.

17 ماچ تي ڪراچي ۾ عام هڙتال ڪئي وئي. جنهن ۾ گودي، بندرگاهہ ريلوي ۽ ٽرانسپورٽ سميت سمورو نظام بلڪل مفلوج هيو. هن ڏينهن تي وليڪا ٽيڪسائيل مل تي مزدورن قبضو ڪري، ڳاڙهو جهنڊو چاڙهيو. ساڳي وقت بنگال ۾ پڻ هي تحريڪ ڪنهن حد تائين جاري هئي، مظاهرا ۽ جلسا معمول موجب ٿي رهيا هئا.

هن کان اڳ 10 مارچ تي ايوب خان ڊيموڪريٽڪ ايڪشن ڪاميٽي جي وچ ۾ جيڪا ڳالهہ ٻولهہ ٿي هئي، اها صرف مارشل لا لاڳو ڪرڻ لاءِ ڍوڪو هئي. هن ڳالهين ۾ ذوالفقار علي ڀٽي ۽ مولانا ڀاشاني شرڪت کان انڪار ڪيو هئو ڀاشاني کي اڳ ۾ ئي اندازو ٿي ويو هيو تہ مارشل لا اچڻ واري آهي، تنهن ڪري هو واپس بنگال هليو ويو.

26 مارچ تي ايوب خان گهر وڃي ويٺو، ان جي جاءِ تي جنرل يحيٰ خان ملڪ ۾ مارشل لا لڳائي صدر بڻجي ويهي رهيو.

هي تحريڪ ڪنهن باقاعدي رٿا بندي سان شروع نہ ڪئي ويئي هئي ۽ نہ ئي پوءِ ڪنهن پارٽي هن کي سنڀالي هٿ ۾ ڪنيو. هن تحريڪ جو پيدا ٿيڻ ۽ وڌڻ فطري هيو. مٿيئن طبقي جي ظالماڻي ڪردار ۽ رويي سبب ۽ عوام ۾ بک ۽ بدحالي جي ڪري، لاٽ مان ٻاٽ ٻرندي وئي. جيڪڏهن هتي ڪا انقلابي پارٽي هجي ها، تہ يقينن انقلاب برپا ٿي وڃي ها ۽ ڏتڙيل عوام جي ڏکن جو ازالو ڪري ها. عوام جي سکن جي ڪا باک اپاري ها نہ تہ اهڙي تحريڪ جيڪا هڪ مجيل آمر کي ڀڄائي ڇڏي تہ ان لاءِ نئين مارشل لا کي مات ڏيڻ ڪو وڏو مسئلو نہ هئو. اهڙي طرح پورهيت عوام جو هي طبقاتي انقلاب حقيقي مارڪسي پارٽي ۽ قيادت نہ هجڻ جي ڪري رائيگان ٿي ويو●

# بنگلاديش جو انقلاب يا آزادي؟

جيڪڏهن قوم جي نسبت سان ڏسجي، ته بنگالي اها بدقسمت قوم آهي، جنهن کي 1947ع ۾ مذهب جي نالي ۾ ورهايو ويو. هن کي اڌ مان چيري اولهه بنگال جي صورت ۾ ڀارت جي حوالي ڪيو ويو ۽ باقي اڌ حصي کي زبردستي پاڪستان ۾ شامل ڪيو ويو. بنگال جي هن حصي ۾ پورهيت طبقي جون تڪليفون نه صرف اولهه بنگال، پر سموري بر صغير جي پورهيت طبقي کان مختلف نه هيون. سيني مٿان ساڳيو ئي طبقو حڪمران بنيل هئو. (۽ اڄ به آهي.) غريب عوام غربت جي انتهائي اونهي ڏهڻ ۾ ڦاٿل هئو، بک، بدحالي، بيروزگاري ۽ مهانگائي هن جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو هئو. پورهيت طبقي جي غربت بابت تصديق ڪندي، ڪتاب "شڪست جي اکين ڏٺي شاهد" (Witness to surrender) جو ليکڪ صديق سالڪ لکي ٿو، ته "مان پهريون ڀيرو پنهنجي گهر جا ٽانو وٺڻ لاءِ ڍاڪا شهر کان 14 ڪلو ميٽر پري ٽونگي ويس، ته رستي ۾ غربت ۽ افلاس جا درد ناڪ منظر ڏسڻ ۾ آيا. رستي ۾ اهڙيون به عورتون نظر آيون، جن وٽ پنهنجو ستر ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي جي ڇنڙين کان سواءِ ڪجهه به نه هئو. بنگالي مرد به بک جا ماريل پيئي ڏسڻ ۾ آيا. هنن جي ڪاري چمڙي جي اندر نپل جسم اهڙا ته هئا، جو هلندي گاڏي مان به هنن جون پاسيريون ڳڻي سگهجن پيون. هنن جي ٻارڙن جي حالت ته اڃا به بدتر هئي. هنن جي جسم جو ڍانچو تمام ضعيف ۽ ڪمزور هئو. هنن جي ڪمزور ٽنگن ۽ ڪلهن جا هڏا ٻاهر نڪتل هئا. رستي ۾ خيرات گهرندڙ فقيرن جا انبوهه اسان جي گاڏي ڏانهن ڊوڙڻ لڳا. مون محسوس ڪيو ته بنگال جو عام غريب ماڻهو، اولهه پاڪستان جي انتهائي غريب ماڻهو کان به غريب تر آهي..... هن کان اڳ اوڀر پاڪستان جي غربت بابت ٻڌل ڳالهين ۾ وزن نظر اچڻ لڳو ۽ پاڻ کي (اولهه پاڪستان جو ۽ فوجي هجڻ تي) ڏوهاري محسوس ڪيم. منهنجي دوست سچ ئي چيو هئو،

تہ جيڪڏهن هي بکين ننگن ماڻهن جا انبوهہ مچرجي پون، تہ هي بازارون لٽي سگهن ٿا ۽ فوجي ڇانوڻين تي حملو ڪري سگهن ٿا."

"اوڀر بنگال ڪشمير وانگر پاڪستان جي شهہ رڳ ڪونہ هئو." جو ان تي حڪمران پنهنجو ڏيان ڏرين ها. پر حڪمران طبقي اندر اقتدار جي ويڙهہ جي ڪري هي هنن جي پير جو ناسور بنيل هئو. ان ڪري هن کي ون يونٽ کان وٺي، الڳ ڪري رکيو ويو. هن ويڙهہ جي وچ ۾ پوڻ بجاءِ هتان جي پورهيت عوام اقتداري ڌرين کان الڳ ٿي پنهنجو فيصلو ڪيو. جنهن کي انقلاب چئبو آهي.

اهو اڳ ۾ ذڪر ٿي چڪو آهي، تہ 1969ع وارو پاڪستان جو انقلاب پنهنجي منطقي انجام تي ان ڪري نہ پهچي سگهيو. جو هتي جي کاٻي ڌر جو ڪردار انتهائي منفي نوعيت جو هئو. نيشنل عوامي پارٽي (نعپ) ٻن ڌڙن ۾ ورهايل هئي. هڪ ڌڙي جي قيادت ولي خان ڪري رهيو هئو، جيڪو ماسڪو نواز هئو. پر اصل ۾ هي ڌڙو بہ قومپرست هئو، يا ائين بہ جيڪڏهن ڪردارن سان انصاف ڪجي، تہ هي قومپرست بہ صرف لفظي طور تي هئو. انقلاب دوران ولي خان پهرئين پاڪستان ڊيموڪريٽڪ مومينٽ اتحاد بنايو. جنهن ۾ جماعت اسلامي، نوابزاده نصرالله خان جي ڪائونسل مسلم ليگ ۽ ٻيون ننڍيون پارٽيون شامل هيون. بعد ۾ ولي خان هن (PDM) کي ڊيموڪريٽڪ ايڪشن ڪميٽي (DAC) ۾ ضم ڪيو. جنهن ۾ ممتاز دولتانہ، پروفيسر مظفر احمد جي ڪميونسٽ پارٽي ۽ شيخ مجيب جي عوامي ليگ شامل هيون. انقلاب دوران (DAC) هر وقت صدر ايوب سان اقتدار ۾ ڀائيواري واري مصالحتي فارمولي جي بحث ۾ رڌل رهندي هئي.

نعپ جو ٻيو ڌڙو، جنهن جي قيادت مولانا عبدالحميد خان ڀاشاني ڪري رهيو هئو. اهو وري مائو نواز هئو. هن ڌڙي جو سياسي ڪم اوڀر بنگال ۾ اثرائتي نموني جو ٿيل هئو. انقلاب دوران مولانا ڀاشاني جڏهن 19 ڊسمبر 1968ع تي هڙتال جو سڏ ڏنو، تہ اوڀر بنگال مڪمل طور تي بند ٿي ويو. هن ڪامياب هڙتال کي ڏسي صدر ايوب گهٻرائجي ويو ۽ چيني سربراهہ مائوزيتنگ کي دانهن ڏني. جنهن فوري طور تي مولانا کي پيڪنگ گهرايو. چين ۾ پاڪستاني سفير رضا علي جي موجودگي ۾ مائوزيتنگ مولانا ڀاشاني سان ڳالهايو. هنن ڳالهين ۾ مائوزيتنگ واضح نموني مولانا ڀاشاني کي روڪيو، تہ "هو سندس دوست (صدر ايوب) خلاف ڪا بہ تحريڪ نہ

هلائي. ڇو تہ صدر ايوب اقوام متحده ۾ ٻين فورمن تي چين جي مسلسل حمايت ڪندو رهي ٿو. ۽ هو چين سان دوستي جو هٿ وڌائي رهيو آهي."
مائوزيتنگ جي هن تنبيهہ ڪان پوءِ، مولانا ڀاشاني سموري انقلاب ۾ ڪو بہ زوردار نموني ڪردار ادا نہ ڪري سگھيو ۽ نہ ئي تحريڪ کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ڪو واضح پروگرام ڏيئي سگھيو. چين کان واپسي تي مولانا ڀاشاني کي چپ جي چڻ نظر لڳي ويئي. هڪ فرمانبردار ڀار وانگر، هن مائوزيتنگ جو چيو مڃي، سياست تان رٽائرمينٽ جو اعلان ڪيو ۽ 25 مارچ 1969ع تي پنهنجي اباڻي گھر ڪشتي بنگال هليو ويو ۽ وري نہ ٻاهر نڪتو.

يقين ڪنهن بہ انقلابي پارٽي جي قيادت بنا، هي انقلاب ناڪام ٿي ٿيڻو هئو. پر ان کان بہ وڏو نقصان اهو ٿيو، جو اوڀر بنگال جو سوشلسٽ ڪارڪن نڌڻڪو ۽ لاوارث بنجي ويو ۽ جلد ئي اوڀر بنگال جي هڪ بورجوا قومپرست شيخ مجيب جي هٿ چڙهي ويو. جنهن کي بنگال جو چيانگ ڪائي شيڪ جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. شيخ مجيب اصل ۾ آمريڪا نواز هئو ۽ اولهہ پاڪستان جي حڪمرانن سان اقتدار (مال) ورهائڻ جي معاملي تي نہ ٺهيو. جنهنڪري جلد ئي قومپرست بنجي ويو. قومپرستي جي بنيادن هن کي اوڀر بنگال جي اشرافيہ (شاهوڪارن) جي حمايت حاصل ٿي ويئي. هاڻ هو بنگالي سرمائيدارن ۽ وچولہ طبقي جو پڪو نمائندو بنجي چڪو هئو.

شيخ مجيب عوامي ليگ جي اڳواڻ جي حيثيت ۾، 6 فيبروري 1966ع تي سندس مشهور 6 نقطن جو اعلان ڪيو. هي 6 نقطا پاڪستان جي حڪمرانن جي قومپرستاڻن (اقتداري) قدمن جو جواب هئا. جيڪي پاڪستان جي قيام کان وٺي، اوڀر بنگال جي عليحدگي تائين جاري رهيا.

هنن قدمن جي شروعات 21 مارچ 1948ع تي ٿي. جنهن ڏينهن محمد علي جناح ڍاڪا جي دوري دوران اعلان ڪيو، تہ پاڪستان جي سرڪاري زبان اردو هوندي. جڏهن تہ اڪثريت ۾ بنگالي 54 سيڪڙو هئا. 1952ع ۾ بنگالين مٿان اردو ٻولي مڙهڻ خلاف مظاهرا ٿيا، جنهن تي پوليس گوليون هلايون، جنهن ۾ سوين ماڻهو ۽ شاگرد ماريا ويا. ٻولي جي بنيادن تي نفرت جي انتها ان وقت ٿي، جڏهن 1969ع ۾ بنگالي ۽ غير بنگالي جو فساد شروع ٿيو. هن فساد جو فائدو حاصل ڪندي. 22 فيبروري 1969 تي شيخ مجيب مطالبو ڪيو، تہ اوڀر بنگال جي سمورين آفيسن ۾ بنگالي زبان رائج ڪئي وڃي.

20 جنوري 1968ع تي اگر تلہ سازش ڪيس ۾ شيخ مجيب سميت 23 ماڻهن کي ملوث ڪيو ويو. پاڪستاني حڪمرانن موجب هن سازش ۾ بنگال جي آزادي جو منصوبو هئو. هن ڪيس ۾ گرفتار ڪيل سارجنٽ ظهور الحق کي، 15 فيبروري 1968ع تي، فوجي ڇانوڻي ڍاڪا ۾ فوجين تشدد ڪري قتل ڪري ڇڏيو. جنهن تي سڄي بنگال ۾ سخت غم ۽ غصو ڦهلجي ويو.

جنرل يحيٰ خان واعدي موجب عام چونڊن واسطي 1 جنوري 1970ع کان سياسي سرگرمين تان پابندي هٽائي ڇڏي. هن اعلان جو فائدو وٺندي، ڪاپي ڊر جي شاگردن ان ئي رات هڪ وڏو مشعل بردار جلوس ڍاڪا ۾ ڪڍيو. جنهن ۾ "سرخ انقلاب زنده آباد" جا نعرا هنيا ويا.

مولانا ڀاشاني جي خاموش ٿي وڃڻ کان پوءِ، نعپ جي قيادت نعپ جو جنرل سيڪريٽري طاها خان ڪري رهيو هئو، پر اهو بہ هنن چونڊن جي اعلان کان پوءِ استعفيٰ ڏيئي ويو. جنهنڪري هاڻ نعپ سياسي ميدان مان بلڪل ٻاهر ٿي ويئي. پر اوڀر بنگال جا لکين ڪروڙين پورهيت ڪيڏانهن وڃن. جن سالن کان پنهنجي بک ۽ بدحالي جي خاتمي جا خواب ڏٺا هئا!!! جن پنهنجي شهيد ڪامريڊ سان خوشحالي آڻڻ جا وچن ڪيا هئا.انهن جو جدلياتي طور تي ماٺ ويهڻ ممڪن نہ هئو. هونئن بہ فطري طور تي بک ۽ بدحالي انسان کي ڪتي ٿي ويهڻ ڏئي. هر وقت پٽي بغاوت تي اڪسائي. ڏسندي ڏسندي سڄي اوڀر بنگال ۾ هڙتالون شروع ٿي ويون. سرمائيدارن ۽ حڪمرانن هنن هڙتالن کي بندوق جي زور تي دٻائڻ شروع ڪيو. ۽ پورهيتن جون وڏي پيماني تي گرفتاريون ڪيون ويون.

24 مئي 1970ع تي مزدورن جي هڪ وڏي جلوس کي روڪڻ تي، مزدورن هڪ اي-ايس-پي فضل الرحمٰن چوڌري تي حملو ڪري، ڪيس قتل ڪري ڇڏيو.

30 مئي تي 10 هزار مزدورن ڪلنا جيل تي حملو ڪري، پنهنجي قيد مزدور ساٿين کي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. مزدورن جي حمايت ۾ ڍاڪا يونيورسٽي سميت سمورن ڪاليجن جا شاگرد بہ احتجاج ۾ شامل ٿي ويا ۽ وڏا وڏا جلسا جلوس شروع ڪري ڏنا. هنن شاگردن پڻ 11 نقطن جو چارٽر آف ڊمانڊس پيش ڪيو. جيڪي نقطا سياسي نوعيت جا هئا.

10 جون 1970ع تي ڍاڪا ۾ 16 هزار سرڪاري ملازمن پڻ پنهنجي

مطالبن جي مڃتا لاءِ هڙتال ڪئي. ان کان پوءِ چانهه جي باغن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن، چمڙي جي ڪارخانن جي مزدورن ۽ ويندي صحافين پڻ هڙتالون شروع ڪري ڏنيون!!.

اها به عجيب ڳالهه نه ٿيندي، ته خيرات گهرندڙ فقيرن جي يونين، 4 سيپٽمبر 1970ع تي پلٽڻ ميدان ڍاڪا ۾ هڪ وڏو جلسو ڪيو. جنهن ۾ حڪومت جي معاشي ۽ سياسي قدمن جي سخت مذمت ڪئي ويئي!!!

هنن هڙتالن جي ڪري اوڀر بنگال جي سموري صنعت سخت متاثر ٿي. آدم جي جوٽ مل، نشتر جوٽ مل، ڪلنا جوٽ مل، ڍاڪا ڊائننگ مل، چٽگانگ اسٽيل مل، وڪرم اسٽيل مل ۽ پيپر مل سميت اهم صنعتي ادارا ڊسمبر 1970ع تائين مسلسل بند رهيا. پورهيتن جي احتجاج کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ فوجي تشدد ۾ پڻ اضافو ٿيو ۽ يقينن هن تشدد جو رد عمل به ٿيڻو هئو. ان جو ڀهريون واقعو 5 مئي تي ٿيو، جنهن ڏينهن قومي يڪجهتي ڪائونسل ڍاڪا جي لائبريري ۾ عوام کي ٻاهر ڪڍي، بم سان لائبريري کي اڏايو ويو. اهڙي طرح سان هي رد عمل سرڪاري عمارتن ۽ فوجي ڇانوڻين ۾ به ٿيڻ لڳو.

هنن هڙتالن دوران ئي جنرل يحيٰ خان جون اعلانيل عام چونڊون 7 ڊسمبر 1970ع تي ٿيون. جنهن ۾ قومي اسيمبلي لاءِ، اوڀر بنگال ۾ ٻن سيٽن کان سواءِ سڀئي سيٽون عوامي ليگ کي مليون؛ يعنيٰ 162 مان عوامي ليگ 160 سيٽون کٽيون. اولهه پاڪستان ۾ ڪل 138 سيٽن مان پاڪستان پيپلز پارٽي کي 81 سيٽون مليون. اقتدار عوام کي منتقل ڪرڻ لاءِ جنرل يحيٰ خان ٽاڻا ٽاڻا لڳو ۽ قومي اسيمبلي جو اجلاس سڏائڻ ۾ گهٽي دير ڪئي. ڇو ته جي-ايڇ-ڪيو ۾ قاتل سياسي مرغا اقتدار جي حصي پتي تي ويڙهايا ويا. جنهن ڪري شيخ مجيب جي 6 نقطن کي وڏيڪ اهميت حاصل ٿي ويئي يا ڪرائي ويئي هئي. ان ڪري 12 جنوري 1971ع تي جنرل يحيٰ خان شيخ مجيب سان ملڻ ڍاڪا ويو. پر اقتدار جي ڀاڱيائواري تي ڪو به ٺاهه نه ٿي سگهيو. ان دوران اهو به ٻڌڻ ۾ آيو، ته جنرل يحيٰ خان پاڻ وڏيڪ عرصي لاءِ صدر جي ڪرسي تي رهڻ ٿو چاهي.

27 کان 29 جنوري تائين ذوالفقار علي ڀٽو به شيخ مجيب سان ملڻ ڍاڪا ويو. پر هي ٻئي همراه به حڪمراني جي حصي پتي تي نه ٺهيا. ان دوران جنرل يحيٰ خان قومي اسيمبلي جو اجلاس 3 مارچ 1971ع تي ڍاڪا ۾

سڏائڻ جو حڪم جاري ڪيو، پر اجلاس ٿيڻ ۾ اڃا ٻه ڏينهن هئا، تہ پهرئين مارچ تي يحيٰ خان قومي اسيمبلي جو اجلاس ملتوي ڪري ڇڏيو. ۽ اجلاس سڏائڻ جي نئين تاريخ بہ نہ ڏني.

قومي اسيمبلي جو اجلاس ملتوي ٿيڻ جي ڪري، اوڀر بنگال ۾ سخت رد عمل ٿيو. هي خبر نشر ٿيڻ جي اڌ ڪلاڪ اندر، اوڀر بنگال جو عوام ۽ خاص ڪري پورهيت، لئيون، شيخون ۽ بانس جا لڪڙا هٿن ۾ کڻي ٻاهر رستن تي نڪري آيا. دوڪانن ۽ گاڏين جي وڏي ڀڃ ڊاهہ ڪئي ۽ سرڪاري عمارتن تي حملا شروع ڪري ڏنا. فيڪٽرين ۽ ڪارخانن تي قبضا ڪري ڳاڙها جهنڊا چاڙهيا.

اوڀر بنگال جو بک ۽ بيروزگاري جو ماريل عوام، پاڪستان جي عياش جنرلن مان نجات پيو چاهي. اهو تبديلي لاءِ اڳ ۾ بہ اٿيو هئو ۽ هاڻ بہ آتو هئو، پر هن وٽ ڪو رستو نہ هئو، سواءِ قومپرستن جي پويان لڳڻ جي!؟ پر پوءِ بہ اوڀر بنگال جي پورهيتن، قومپرستن واري واٽ وٺڻ بجاءِ، پنهنجي طبقي جي نجات جو رستو اختيار ڪيو.

قومي اسيمبلي جو اجلاس ملتوي ڪرڻ واري عمل جي خلاف شيخ مجيب 2 مارچ تي ڍاڪا ۾ ۽ 3 مارچ تي سموري بنگال ۾ هڙتال جو اعلان ڪيو. مارشل لاءِ احڪام وري 2 مارچ تي ڍاڪا ۾ ڪرفيو جو اعلان ڪيو. ان تي شيخ مجيب وري ڪرفيو جي خلاف ورزي ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ڪرفيو جي اعلان جي باوجود هزارين عوام ڍاڪا جي رستن تي نڪري آيو ۽ احتجاج ڪرڻ لڳو، تہ فوج انهن مٿان سڌيون گوليون وسايون. جنهن جي نتيجي ۾ 6 ماڻهو موقعي تي ئي مارجي ويا ۽ سوين شهري زخمي ٿيا. اهڙي طرح 2 مارچ کان ئي پاڪستاني فوج عوام مٿان سڌي فائرنگ ڪرڻ جو عمل شروع ڪيو. ان ڏينهن ئي شام جو شيخ مجيب 4 صفحن تي هڪ اخباري بيان جاري ڪيو، جنهن ۾ سرڪاري ملازمن سميت سموري بنگالي عوام کي چيو ويو، تہ اهي فوجين جي غير قانوني حڪومت جو ڪو بہ حڪم نہ مڃين ۽سرڪار خلاف اٿي کڙا ٿين.

بک جو ماريل عوام سڄي بنگال اندر فوجي راڄ خلاف اٿي کڙو ٿيو ۽ فوج بہ مٿن انڌا ڌنڌ فائرنگ شروع ڪئي. سرڪاري اعلان موجب 2 کان 7 مارچ تائين 172 ماڻهو مارڻا ويا ۽ 358 ماڻهو زخمي ٿيا.

پنهنجي نجات لاءِ اوڀر بنگال جي پورهيتن، هارين ۽ شاگردن "مڪتي

باهني" نالي هڪ انقلابي تنظيم جوڙي ورتي. اها بہ حيرت جهڙي ڳالهہ آهي، تہ بنا ڪنهن انقلابي پارٽي جي سرپرستي جي مڪتي باهني هڪ انقلابي سياسي ۽ انتظامي پروگرام بہ ترتيب ڏيئي ورتو ۽ فورن ان اتي عمل شروع ڪيو. هن سان ساٿ ۾ جاتيو دل (جاتيو سماج تانترڪ دل) بہ گڏ هئي. جاتيو دل بنگلاديش جي آزادي واري تحريڪ ۾ ڪاٻي ڌر يعني سوشلسٽ قومپرست پارٽي جي حيثيت ۾ ڪم ڪندي هئي. هنن ٻنهي تنظيمن پاڻ ۾ گڏجي، نہ صرف پاڪستاني فوج پاران ٿيندڙ حملن جو ڀرپور جواب ڏنو، پر مئي 1971ع کان انهن آهستي آهستي پاڪستاني فوج جي ڪنٽرول مان شهر ۽ علائقا پڻ خالي ڪرائڻ شروع ڪيا. پنجن مهينن جي مسلسل جدوجهد ۾ چٽگانگ، سلهٽ، راجشاهي، ڪلنا، رنگپور، ڪوميلا، پاڪسي، پنبا، اشردي، چندر گهونا، ٺاڪر ڳوٺ، ڪشتيا، لڪشم، چوآڊنگا، برهمڻ باڙيا، درسنہ، هِلي، ستڪيرا، گولنڊو، دوهزاري، نوا ڪلي، سراج گنج، ڪاڪس بازار، مولوي بازار، سنتهار، هاتيار ۽ ٻيا سوين ننڍا وڏا شهر ۽ علائقا آزاد ڪرائي ورتا. ڀارت سان جنگ ڇڙڻ کان اڳ ئي، مڪتي باهني ڍاڪا کان سواءِ، سموري اوڀر بنگال جو ڪنٽرول سنڀالي ورتو هئو. ڍاڪا ۾ بہ پاڪستاني فوج فوجي ڇانوڻي تائين محدود رهجي ويئي هئي. ان بابت بہ صديق سالڪ لکي ٿو، تہ "ڪو بہ فوجي آفيسر ٻاهر نڪرندو هئو، تہ فوجي سپاهين جي وڏي تعداد سان گڏ نڪرندو هئو. ايترو خوف هوندو هئو، جو هوا ۾ ڦڙڪندڙ جهنڊي جي آواز تي سپاهي بندوق جو برسٽ هڻي ڪڍندا هئا."

مڪتي باهني هنن شهرن کي آزاد ڪرائڻ کان پوءِ، انهن جو ڪنٽرول سوويت طرز تي جوڙيل انقلابي ڪميٽن جي حوالي ڪيو. هي انقلابي ڪميٽون مقامي پورهيتن، هارين ۽ شاگردن تي مشتمل هيون. جن گذريل پنجن مهينن ۾ انتظام سنڀالي، انقلابي ڪم کي ڏينهون ڏينهن پختو پئي ڪيو.

مڪتي باهني جي وڌندڙ ڪاميابين کي ڏسندي، پاڪستاني سرڪار پنهنجي فوج جي نگراني ۾ رضا ڪارن جي نالي تي بہ دهشتگرد تنظيمون "الشمس ۽ البدر" ٺهرايون. بقول صديق سالڪ جي تہ هنن تنظيمن ۾ هڪ لک نوجوان هئا. جيڪي جماعت اسلامي ۽ بهارين منجهان کنيا ويا هئا. هنن ٻنهي تنظيمن فوج سان گڏجي اوڀر بنگال جا ڳوٺن جا ڳوٺ تباهہ ڪيا شهر اجاڙيا ۽ شرمناڪ انسانيت سوز ڪارروايون ڪيون، جن جي ٻڌڻ سان انسان

جا لڳ ٿي ڪاندارجيو وڃن ۽ شرم ڪن ڪنڌ جهڪيو وڃي، ته ڪيئن مذهب جي نالي ۾ پنهنجي هم مذهب جي لکين مسلمان مائرن، ڀينرن ۽ ڌيئرن جون ۽ عصمتون نيلام ڪيون ويون ۽ ڪيئن لکين ماڻهن، جن ۾ ٻڍا ٻار، ڪير ڀياڪ ۽ جوان شامل هئا، بي دردي سان قتل ڪيا ويا، جن جون ڪيهون اڃا تائين اڀ ۾ پيون گونجن. ڍاڪا يونيورسٽي جي جڳن ناٿ هال ۾ موجود ڪميونسٽن، اديبن شاعرن جو قتل عام ڪري، سڄي هال کي ڊاهي پٽ ڪيو ويو!!!

ڀارت سان شروع ٿيندڙ جنگ کان اڳ، بقول صديق سالڪ جي پاڪستاني فوج جا 373 آفيسر ۽ 3 هزار 5 سو 59 سپاهي، مڪتي باهني سان جهڙپن ۾ ماريا ويا هئا ۽ عام تاثر اهو هئو، ته جيڪڏهن 3 ڊسمبر تي ڀارتي فوج اوڀر بنگال تي حملو نه ڪري ها، ته مڪتي باهني ۽ جاتيودل جلد ئي ڍاڪا تي به قبضو ڪري وٺن ها. پر عوامي ليگ ڏٺو پئي، ته هلندڙ آزادي جي هن تحريڪ ۾ انقلاب پسند مڪتي باهني، طبقاتي بنيادن تي سموري اوڀر بنگال جو انتظام سنڀالي ورتو آهي، ته هن ڊوڙي وڃي ڀارت کي حملي جي دعوت ڏني، ته جيئن مڪتي باهني کان ڪنٽرول ڇڏائي سگهجي.

عوامي ليگ جي دعوت تي، ڀارت 3 ڊسمبر 1971ع تي اوڀر بنگال تي حملو ڪيو. اوڀر بنگال جي صرف پنجن سيڪٽرن جيسور، ناٽور، برهمڻ ٻاڙيا، چانڊ پوري ۽ ميمڻ سنگهه جي محاذن تي انتهائي معمولي نوعيت جي جنگ ٿي، جنهن ۾ پاڪستان جا ڪل 41 فوجي مارجي ويا ۽ هڪ برگيڊيئر قادر ۽ هڪ ڪرنل نعيم سميت 450 فوجي گرفتار ڪيا ويا. هي جنگ اصولن 9 ڊسمبر تائين ختم ٿي چڪي هئي، پر هٿيار ڦٽا ڪرڻ واري عمل ۾ تاخير جي ڪري، هي رسم 16 ڊسمبر 1971ع تي عمل ۾ آئي. جنهن ۾ پاڪستاني جنرل امير عبدالله خان نيازي سميت 90 هزار پاڪستاني فوج، ڀارتي جنرل جڳجيت سنگهه اروڙ اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا.

بنگلاديش جي هن آزادي تي عوامي ليگ خوش ڪونه هئي، ڇو ته ملڪ جو سمورو ڪنٽرول باهني جي جوڙيل انقلابي ڪميٽين جي حوالي هئو.

بنگالي هارين، مزدورن ۽ شاگردن ڀاران جوڙيل هنن انقلابي ڪميٽين خلاف، ڀارتي فوج ڪاروائي شروع ڪئي. ڀارتي فوج سان مدد ۾ عوامي ليگ جا ڪارڪن به شامل هئا. هي سلسلو صرف ڀارتي فوج تائين محدود نه هئو، پر هن ۾ آمريڪي فوج جي مداخلت پڻ شامل هئي. جيڪڏهن ڀارتي

فوج هٿن انقلابي ڪميٽين کي ختم ڪرڻ ۾ ناڪام ٿئي ها، ته پوءِ آمريڪي فوج، 17 بحري ٻيڙي ۾ تيار ويٺي هئي ۽ اهو بحري ٻيڙو بنگالي نار وٽ لنگر انداز هئو. پر ان کان اڳ ئي پارٽي فوج انتهائي وحشت جو مظاهرو ڪري ۽ انقلابي ڪميٽين کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڇو ته پارت جي سرمائيدار حڪمرانن کي خبر هئي، ته جيڪڏهن اوڀر بنگال ۾ سوشلسٽ انقلاب برپا ٿي ويو، ته لازمي طور تي پارٽي صوبي اولهه بنگال تي پنهنجا انقلابي اثر ڇڏيندو، جتي اڳئي نڪسل باڙي مائوسٽ تحريڪ تمام گهڻي سرگرم هئي. ان جو ئي نتيجو آهي، جو اولهه بنگال ۾ 30 سالن کان مائونواز ڪميونسٽ پارٽي (سي-پي- آءِ- ايم) جي حڪومت قائم آهي. ان ڪانسواءِ هي انقلاب هندستان جي ڪروڙين پورهيتن کي سجاڳ ڪري ها، ته اهي به پنهنجي مٿان ويٺل ظالم حاڪمن خلاف اٿي کڙا ٿين ۽ انهن جي ظلمن کي هميشه لاءِ مٽائي ڇڏين. ان ڪري پارٽي فوج اندا ڌنڌ فائرنگ ڪري مڪتي باهني جي 15 هزار ڪارڪنن کي شهيد ۽ هڪ لک کان وڌيڪ ڪارڪنن کي زخمي ڪري، ڪميٽين کان ڪنٽرول کسي ورتو!!! اوڀر بنگال جي بک کان ماريل پورهيتن جي هي وڏي قرباني هئي. جن جي بيگناهه لاشن تي، شيخ مجيب پنهنجو اقتدار کڙو ڪري، "وزيراعظم بنجي ويو!!!".

اوڀر بنگال جي پورهيتن جي هيڏين وڏين قربانين جي باوجود، اهي پنهنجي نجات حاصل نه ڪري سگهيا. اهي اهڙا ئي بکيا اڃيا رهجي ويا، جيڪي اڳي هئا. صديق سالڪ جا اهي لفظ، جيڪي هن 20 ڊسمبر 1971ع تي پنهنجي گرفتاري دوران چيا هئا، ته "..... هٿن بنگالين پنهنجي ٻن سالن جي جدوجهد ۾، صرف پنهنجا آقا بدلايا هئا." باقي هٿن جا ڏک ۽ سور اڃا به ساڳيا هئا.

هن انقلاب کي تباهه ڪرڻ ۾ پاڪستاني فوج سان گڏبنگالي سرمائيدار، جاگيردار، آفيسر شاهي، بنگالي قومپرست، هندستاني فوج ۽ مائوزيتنگ به شامل هئو. جنهن وڏ ۾ وڏ پاڪستاني فوج جو ساٿ ڏنو. نتيجي ۾ اولهه بنگال ۾ هلندڙ مائوسٽ تحريڪ -نڪسل باڙي کي سخت صدمو پهتو. اتي وري عجيب تماشو ٿيو، جو اولهه بنگال ۾ سويت يونين جي حڪمرانن وري پارٽي فوج جو ساٿ ڏنو!!!●

# بنگلاديش جي آزادي جو انجام!!

سنڌ اندر بنگلاديش جي آزادي جي قلعي ان وقت کلي ويئي، جڏهن ڍاڪا جي پوليس ڪمشنر جي ڌيءُ بدين ۾ 10 هزار روپين ۾ وڪاڻي. جيتوڻيڪ هي شرمناڪ عمل گهڻو اڳ کان ئي شروع ٿيو ۽ اڄ به هزارين لکين بنگالي نينگريون، سنڌ سميت سڄي دنيا ۾ وڪرو ٿي رهيون آهن ۽ مالي بدحالي جي عيوض هوس جو نشانو بڻايون پيون وڃن. پر آزادي کان پوءِ جي هي صورتحال، اسان جي اڳيان بنگالي سماج جي مڪمل تصوير آڻي بيهاري ٿي، ته بنگلاديش جو غريب مظلوم عوام ڪيترو نه بي وس ۽ لاچار آهي. ڏاڍي حوا جون ڌيئرون، ڪيئن نه ملڪ جي عياش حڪمرانن جي ظلمن هيٺ پنهنجي گهر کان دربدر آهن ۽ بک جو راڪاس ڪيئن نه انهن کي تڙپائي ذليل ڪري رهيو آهي. غربت ڪيئن نه هنن نينگرين جي عزت ۽ عصمت بي معنيٰ بڻائي ڇڏي آهي!!! ڇا بنگالين، هن ڏينهن لاءِ آزادي ورتي هئي!؟ جي نه، ته پوءِ ائين ڇئي سگهجي ٿو، ته بنگالي قومپرست سرمائيدارن، پورهيت طبقي جي انقلابي تنظيم مڪتي باهني جي ڪميٽين کي قتل عام جي ذريعي ختم ڪري، انهن کان پاڪستاني فوج کي شڪست ڏيڻ جو پلانڊ ورتو ۽ اهو پلانڊ اڃا تائين به جاري آهي!!

بنگلاديش جي ڪل آبادي 14 ڪروڙ آهي. جنهن مان 10 ڪروڙ آبادي بنيادي ضرورتن کان محروم آهي. انهن مان ساڍا 7 ڪروڙ آبادي ته غربت جي لڪير کان به هيٺ زندگي گذارڻ تي مجبور آهي. هنن 7 ڪروڙن مان وري 95 سيڪڙو عورتون غريب ترين آهن. جنهنڪري سٽ سمنڊ پار وڪرو ٿيڻ ۽ جسم وڪڻڻ هن لاءِ معمولي عمل بڻجي ويو آهي.!!!

ڍاڪا يونيورسٽي ۾ معاشيات جو پروفيسر ڊاڪٽر برڪت چوي ٿو، ته صرف ڍاڪا شهر ۾ 15 لک عورتون گارمينٽ (ڪپڙن جي سلائي ڪرڻ) جي صنعت سان لاڳاپيل آهن. هنن کان مردن جي مقابلي ۾ ڪم گهڻو ورتو وڃي ٿو ۽ معاوضو 50 سيڪڙو گهٽ ڏنو وڃي ٿو. جنهن ڪري هنن جو گذر

سفر بلڪل تنگ آهي. گهربل خوراڪ ڪان بہ گهٽو گهٽ ڪاڌو ملڻ جي ڪري، اڪثر عورتون ڪمزور ۽ نبل آهن. ڪمزوري جي ڪري مقرر وزن کان 50 سيڪڙو پار گهٽ وزن وارا جنم وٺن ٿا. هن کان علاوه ضعيف جسم هجڻ جي ڪري، حمل دوران 30 هزار عورتون هر سال موت جو شڪار ٿين ٿيون. عالمي صحت اداري جي 2000ع جي رپورٽ موجب پنجن مهينن تائين جي ٻارڙن جي موت جي شرح 82 سيڪڙو آهي!!! ملڪ جي ڪل آبادي جو 23 سيڪڙو عورتون حمل دوران صحت لاءِ چڪاس ڪرائين ٿيون ۽ صرف 8 سيڪڙو حامله عورتن کي تربيت يافتہ صحت عملي جي سهولت موجود آهي ۽ 33.1 سيڪڙو شادي شده عورتن ۾ ايچ -آءِ-وي، ايڊز ۽ ايس-ٽي-ڊيز جا جراثيم موجود آهن!!!

سياسي طور تي پاڪستاني وجود مان جنم وٺندڙ بنگلاديش جي حالت، پاڪستان جي مقابلي ۾ ڪا سٺي نہ آهي. پاڪستاني حڪمرانن وانگر بنگلاديش جا حڪمران بہ ساڳئي طرح فوجي آمريت پسند، بدعنوان، عوام دشمن، عياش پرست ۽ ڪوڙا آهن، جيتوڻيڪ هي خصلتون سموري سرمائيداري نظام جو اڻوٽ حصو آهن. پر پوءِ بہ بنگلاديش جا حڪمران مڙني کان بہ رتيون وڌيڪ آهن. هو پنهنجي ذاتي مفادن خاطر ملڪ جو سڀ ڪجهہ داءَ تي لڳائي سگهن ٿا. هنن وٽ مذهب ۽ قومپرستي جو ناٽڪ اڃا تائين ساڳيو آهي. پورهيت طبقي کي خوشحالي جا خواب ڏيکارڻ ۽ انهن جي بدلي ۾ عوام جو گهٽي ۾ گهٽو ناٽو لٽڻ جو عمل، اڃا جاري آهي. هنن حڪمرانن عالمي سرمائيدارن سان ملي ڀڳت ڪري، سڄو ملڪ پيڻگ ڪري ڇڏيو آهي ۽ اڃا بہ ملڪ کي ڪنگال ڪرڻ جو عمل مسلسل جاري آهي. هڪڙا حڪمران اڳين حڪمرانن کي بدعنوان ڪوٺي، پاڻ مال ميڙڻ ۾ مشغول ٿي ويندا آهن. وري هنن کان پوءِ اچڻ وارا حڪمران، ساڳئي طرح اڳين تي الزام هڻي پورهيت طبقي جي ڪمائي تي ڌاڙا هڻندا آهن.

بنگلاديش جي حڪمرانن جون ڪوڙيون بجيٽون، غريبن کي اڃا بہ غريب تر ڪرڻ لاءِ هونديون آهن. هنن جا هر سال ڪوڙا ڏنا ۽ آسرا پورهيتن جي ڏکن ۽ دردن ۾ اضافو ڪندا رهندا آهن. 1998ع جي بجيٽ جي انگن اکرن موجب، بنگلاديش جي ڪل جي-ڊي-پي جو صرف 1.7 سيڪڙو صحت لاءِ رکيو ويو. جيڪا رقم هر سال وانگر هڪ تسلسل آهي. هن مان ملڪ

جي 14 ڪروڙ عوام جي صحت سٽارڻ هڪ ٺٺول مثل آهي. عالمي صحت اداري WHO موجب بنگلاديش ۾ مليريا، ٽي- بي، بخار، دست، دم ۽ ايس-ٽي-ڊيز عام بيماريون آهن. 1997ع جي بجيٽ موجب تعليم جي شعبي ۾ ڪل قومي آمدني جو صرف 2.2 سيڪڙو بجيٽ رکي ويئي. مردن جي تعليمي شرح 41.3 سيڪڙو ۽ عورتن جي صرف 26.1 سيڪڙو آهي.

ملڪ جي ڪل آبادي مان صرف 11.1 سيڪڙو آبادي کي پڪا ۽ اڌ پڪا گهر حاصل آهن ۽ 33 سيڪڙو آبادي کي جهوپڙيون آهن. جڏهن ته اقوام متحده جي ترقي واري پروگرام موجب پڪي ڇت بنا اجهو گهر نه آهي. ان حساب سان بنگلاديش جي 88.9 سيڪڙو آبادي بي گهر آهي.

بنگلاديش جي ڪل آبادي جو 25 سيڪڙو يعني ساڍا ٽي ڪروڙ آبادي هڪ ڊالر کان به گهٽ روزانه ڪمائي ٿي ۽ 30 سيڪڙو يعنيٰ 4 ڪروڙ آبادي صرف هڪ ڊالر (60- روپيه) روزانه ڪمائي ٿي.

ملڪ جي زراعت جيڪا بنگلاديش جي معيشيت ۾ ڪرنگهي جي حيثيت رکي ٿي. جنهن جي جي-ڊي-پي ۾ 30 سيڪڙو شرح هجڻ ڪپي ها. اها ساليانو 3 سيڪڙو مس آهي. ڇو ته بنگلاديش جي زرعي زمين، ملڪ جي عياش زميندارن ۽ فوجين جي قبضي ۾ آهي. ملڪ جي فقط 10 سيڪڙو زميندارن کي ملڪ جي 50 سيڪڙو زرعي زمين حاصل آهي. جڏهن ته ملڪ جي 40 سيڪڙو هارين کي صرف 2 سيڪڙو زمين مليل آهي هن کان علاوه 33 لک ايڪڙ سرڪاري زمين تي به شاهوڪار ماڻهو قابض آهن. جنهن ڪري زرعي شعبو مٿئين طبقي جي عياش ۽ نااهلي جي ڪري گهربل اپت ڏيڻ کان قاصر آهي.

هن تباهه حال معيشيت جي باوجود بنگلاديش جي فوجي خرچن ۾ اضافو جاري آهي. سرڪاري انگن اکرن موجب 1985ع کان 1999ع تائين فوجي بجيٽ ۾ 70 سيڪڙو يعني 34 ڪروڙ ڊالر مان 59 ڪروڙ ڊالرن تائين اضافو ڪيو ويو. جڏهن ته هن دوران يورپي يونين جي فوجي اتحاد، ناٽو پاران 25 سيڪڙو فوجي خرچ گهٽايا ويا.

بنگلاديشي حڪمرانن جي عياشن ۽ شاهه خرچين جي ڪري پورهيت طبقو انتهائي اذيت واري زندگي گذارڻ تي مجبور آهي. بنگلاديش جي آزادي، پورهيت طبقي جي آزادي نه، پر حڪمران طبقن جي عياشن لاءِ آزادي ثابت ٿي آهي. هي طبقو ته اڳ ۾ ئي شاهوڪار هئو. هاڻ ته ڪروڙ پتي مان ارب

پٽي ۽ ڪرب پٽي بنجي ويو آهي ۽ اجا تائين پورهيت طبقي جي پگهر جي ڪمائي جي ڦرمار جاري ڪيو وينو آهي. هن جي ظلمن هيٺ غريب عوام ڏينهون ڏينهن پيڙهبو رهي ٿو. اقوام متحده جي انساني ترقي واري فهرست (HDI) موجب دنيا جي 173 غريب ملڪن مان بنگلاديش 145 نمبر تي آهي. هن جي في ڪس آمدني ساليانو 390 ڊالر آهي ملڪ ۾ انتهائي غربت جي ڪري بنگلاديش جا اڌ ڪروڙ ٻارڙا مزدوري ڪرڻ تي مجبور آهن، جيڪا شرح ملڪ جي ڪل مزدور فورس جو 11.1 سيڪڙو ٿئي ٿي.

ملڪ جي معاشي صورتحال خراب ۽ زرعي شعبو تباهه ٿيڻ جي ڪري، روزگار خاطر زرعي مزدورن جي شهرن ڏانهن لڏ پلاڻ ۾ تيزي سان اضافو ٿي رهيو آهي. هن وقت ملڪ جي 14 ڪروڙ آبادي مان ساڍا 8 ڪروڙ آبادي شهرن ۾ موجود ڪچي آبادين ۾ رهي ٿي. شهري مرڪزن کي ڇڏي، شهرن جي پرپاسي تي نظر وجهبي، ته ڪروڙين غريبن جون جهوپڙيون ۽ خيما نظر ايندا، ڄڻ ته هي هن ملڪ جا شهري نه پر ڪنهن پناهگيرن ڪئمپ جا مهاجر هجن!!

بنگلاديش جي آزادي وقت بنگالي قومپرستن پاران پورهيتن جي انقلابي تنظيم مڪتي باهني جي قتل وقت بنگالي پورهيت طبقي کي اندازو ٿي ويو هئو، ته مٿيئن طبقي جا هي قومپرست دلال، ملڪ جي 97 سيڪڙو غريب آبادي (جيڪا حقيقي قوم آهي) کي ڇڏي، باقي ملڪ جي 3 سيڪڙو سرمائيدارن، جاگيردارن، فوجين ۽ آفيسر شاهي وٽ پنهنجو ضمير وڪڻي، پنهنجا ذاتي مفاد حاصل ڪندا. جيڪو بلڪل سچ ثابت ٿيو آهي. صديق سالڪ جي لفظن جيان ته ”بنگالين (ٻن سالن) جي جدوجهد ۾ صرف پنهنجا آقا بدليا آهن.“ بنگلاديش جي 32سالن جي آزادي کان پوءِ بک ۽ بدحالي اڄ به ساڳئي آهي. ملڪ جو 97 سيڪڙو عوام اڄ، لٽي ۽ اجهي کان محروم آهي ۽ ڪالهه جيان بنگلاديس جا حڪمران عياشين ۾ مگن آهن●

# ڪيوبا جو انقلاب

ٻي عالمي جنگ کان پوءِ ترقي يافته سرمائيدار ملڪ جيئن تيئن پاسا هٽي ۽ غريب ملڪن جو استحصال ڪري پاڻ پيرا تي ويا هئا. پر ڪيوبا جهڙا غريب ملڪ اڃا به وڌيڪ بک بدحالي جي ڌٻڻ ۾ ڦاسندا پئي ويا. ڪيوبا جي ان وقت 55 لک آبادي مان 10 لک ماڻهو بيروزگار، 5 لک بي زمين هاري، 2 لک نالي ماتر آبادگار، جن کي ٻن ايڪڙن جيتري زمين به مس هئي، 4 لک صنعتي مزدور ماني جي ڀُڪي لاءِ هلاڪ هئا. مطلب ته ڪيوبا جي ڪل آبادي جو ٽيون حصو پورهيت طبقو سخت غربت جي زندگي گذاري رهيو هئو. جڏهن ته ڪيوبا جو وچولو طبقو ڊاڪٽر انجنيئر، استاد، هنرمند، واپاري وغيره- اقتصادي طور تي خوش نه هئا. باقي مٿيون طبقو عياشين ۾ مگن هئو. هتي جا ڪامورا به سرڪاري ۽ عوامي فنڊن ۾ ڪرپشن ڪري ڪروڙ پتي بڻجي ويا هئا. هنن کان علاوه فوجي جنرلن ملڪيت ڪمائڻ خاطر رياست اندر پنهنجون فوجي رياستون قائم ڪري ورتيون هيون. ۽ 10 مارچ 1952ع تي فوجي جنرل فلگيشيو بٽستا ڪيوبا جي چونڊيل حڪمران پريائو جو تختو اونڌو ڪري، پنهنجي فوجي آمريت، ان لاءِ قائم ڪئي هئي. ته پاڻ سميت سمورا فوجي آفيسر پنهنجون ذاتي ملڪيتون وڌاءِ سگهن. مطلب ته ڪيوبا جو پورهيت طبقو، سرمائيداري نظام جي ٻيڙي ۾ ٻيڙي شڪل هيٺ، ظلم جي گهاٽي ۾ پيڙجي رهيو هئو.

جڏهن ته ماسڪو جي رد انقلابي ڪردار جي ڪري، دنيا مان نظرياتي طور تي سوشلسٽ انقلاب جو اتساهه گهٽجي چڪو هئو. دنيا جون ڪميونسٽ پارٽيون نظريي کان خالي، صرف نالي ماتر شو پيس بڻجي چڪيون هيون. جن مان پورهيت طبقي کي ڪجهه به پلئه پوڻو ئي ڪونه هئو. ان ڪري بي خوف ۽ بي الڪو ٿي، آمريڪا سميت سيئي طاقتور ملڪ، پنهنجي پنهنجي مفادن لاءِ، سندن جي ئي نام نهاد جمهوريت جي ڍانچي کان هٽي ڪري، فوجي آمريتن ۽ مطلق العانيت جي نظام کي ترجيح ڏيئي رهيا

هئا. اهڙي طرح آمريڪي سامراج به ڪيوبا ۾ 1952ع ۾ آندل، جنرل فلگيشيو جي فوجي آمريت جي نه صرف حمايت ڪئي، پر هن جي حڪومت کي فوجي هٿيارن ذريعي مضبوط بڻائي ڇڏيو هئو. فلگيشيو سرڪار وٽ هاڻي طاقتور فوج سان گڏ منظم پوليس ۽ ايس آءِ ايم انٽيليجنس جو ادارو به موجود هئو. هن فوجي آمريت ۾ پورهيت طبقو سخت بک ۽ بدحالي جو شڪار هئو، پر هن ڏکوئيندڙ صورتحال ۾ نه صرف ڪميونسٽ پارٽي سميت سڀئي سياسي پارٽيون خاموش هيون. پر ڪميونسٽ پارٽي جا ٻه وزير ته هن فوجي آمريت ۾ ڀاڱي ڀائيوار به هئا!!! هن ڪان اڳئين آمريت ۾ ڪيوبا جي پائنز جي جيل ۾ 500 سياستدان قتل ڪيا ويا هئا. ان ڪري هن ڀيري ڪو جرئت ئي نه پيو ڪري، ته هن آمريت سان ٽڪر ڪائي؛ ان وقت ڪيوبا جو هڪ نوجوان وڪيل فيڊل ڪاسترو، جيڪو ان وقت آرٿوڊاڪس پارٽي جو ميمبر هئو. اهو چين ۾ آيل انقلاب ڪان متاثر ٿي. گوريلا ويڙهه طرف مائل ٿيو. هن آرٿو ڊاڪس پارٽي کي الوداع چئي. فوجي آمريت خلاف ويڙهه ڪرڻ جو عزم ڪيو. ۽ 125 نوجوانن تي مشتمل هڪ گوريلا جٿو تيارڪيو.

هن 26 جولاءِ 1953ع جي ڏينهن صبح جو باک ڦٽي مهل، ڪيوبا جي اورئين صوبي جي گادي واري شهر سينتياگو تي، قبضو ڪرڻ جي هڪ ڪوشش ڪئي. فيڊل ڪاسترو کي پڪ هئي. ته هن گوريلا عمل سان ڪيوبا جو بک ۾ ماريل عوام، ملڪ جي ظالم حڪمرانن خلاف اٿي کڙو ٿيندو. منصوبي موجب هن جا گوريلا فوجي وردين ۾ حملي آور ٿيا. هنن کي پهرئين شهري اسپتال ۽ پوءِ عدالتي محل ۽ آخر ۾ فوجي هيڊ ڪوارٽر مونڪاڊا تي قبضو ڪرڻو هئو ۽ هن حملي جي ڪاميابي ڪان پوءِ فيڊل ڪاسترو کي ريڊيو تان خطاب ڪري، عوام کي سڄي ملڪ ۾ بغاوت ڪرڻ جي اپيل ڪرڻي هئي ۽ ساڳئي وقت هن خطاب ۾ سياسي پروگرام به پيش ڪرڻوهئو. پر هي بغاوت ناڪام ٿي ويئي. هنن گوريلن جو دوبدو فوج سان مقابلو ٿي پيو. جنهن ۾ ٽيهارو کن گوريلا شهيد ٿي ويا ۽ پنجاهه کن گرفتار ڪيا ويا، جيڪي پڻ بعد ۾ تشدد ذريعي شهيد ڪيا ويا. باقي فيڊل ڪاسترو ڪجهه ساٿين سميت سينتياگو جي ويجهن جبلن ڏانهن فرار ٿي ويو ۽ اتان وجي بغاوت جاري رکي. ان دوران سينتياگو جي وڏي پادري مونز پيريز سروانٽيز سرڪار ۽ گوريلن جي وچ ۾ پئجي بغاوت ختم ڪرائي. جواب ۾ سرڪار پاران گوريلن کي جان جي ضمانت ڏني وئي، پر هميشه

جيان تاريخ جو ورجاءُ ڪندي، سرڪار پنهنجي واعدي تان ڦري ويئي ۽ ڇاپو هڻي فيڊل ڪاسترو، سندس ڀاءُ رائول ڪاسترو ٻهن جي ٻين ساٿين کي گرفتار ڪري ورتو ۽ سڀني کي بند ڪمري ۾ ڪيس هلائي، 26 سال ڏکيي سزا ڏيئي ڇڏي. هن ڪيس جي شنوائي دوران فيڊل ڪاسترو جيڪو عدالتي بيان ڏنو. اهو هڪ لحاظ کان هن جو سياسي پروگرام بنجي ويو. اهو پروگرام قطعي طور تي سوشلسٽ ته نه هئو. پر آمريت کان آزادي ۽ انفرادي سوچ تحت سماجي جوڙجڪ تي مبني ضرور هئو. جنهن ۾ سڀئي جاگيرون قومي ملڪيت ۾ ونڻ، کيتي جو گڏيل سرشتو هلائڻ، سڀني شاهوڪارن جون ملڪيتون ضبط ڪرڻ، سڀئي ڪارخانا سرڪاري تحويل ۾ ونڻ. ملڪ ۾ هڪ اهڙي سياسي جمهوريت قائم ڪرڻ، جنهن ۾ شهري آزاديون هونديون. وغيره وغيره شامل هئو.

فيڊل ڪاسترو جيل مان خفيه نموني پنهنجي ساٿي گوريلن کي جدوجهد جاري رکڻ جو پيغام موڪليو. ٻئي طرف آمريت جي ڪري غريب عوام جي بک ٻبدحالي ۾ ڏينهون ڏينهن اضافو ٿيندو پئي ويو ۽ پورهيت طبقي ۾ بيچيني به وڌندي رهي. ان ڪري عوامي دٻاءُ ۽ پنهنجي عياشين کي جاري رکڻ خاطر جنرل فلگيشيو فيڊل ڪاسترو ۽ سندس ساٿين کي عام معافي ڏني. هن عام معافي کان پوءِ فيڊل ڪاسترو پنهنجي ساٿين سميت ميڪسيڪو ۾ وڃي پناهه ورتي ۽ اتي وڃي ٻيهر بغاوت ڪرڻ جي رٿابندي ڪئي.

ان دوران هن کي "هڪ ملڪ ۾ سوشلزم" جو اسٽالنسٽ نظريو پڙهڻ جو موقعو مليو. ان ڪانسواءِ هن جي ملاقات، تاريخ ۾ وڏي هيري طور ياد رکيو ويندڙ، ڪامريڊ چي گويرا سان ٿي. جنهن ڪري هن جي انفرادي سوچ ۽ خودرو عمل ۾ ڪافي بهتري آئي. نيٺ 1956ع ۾ هي ڪامريڊ چي گويرا ۽ ٻيا ساٿي وٺي، واپس ڪيوبا ۾ انهن سيرا مائيسترا جي جبلن ۾ پهتو. جيڪا هن جي پراڻي رهائشگاهه هئي. هن اتان پنهنجا گوريلا ئي حملا جاري رکيا ۽ پنهنجي عدالتي بيان جو ڦهلاءُ به ڪرڻ لڳو ته جيئن پورهيت عوام جي شموليت ذريعي فوجي آمريت کي ختم ڪري سگهجي. ان سان هن جي عوامي حمايت ۾ اضافو ٿيڻ لڳو. جو ته جنرل فلگيشيو طرفان ڏنل بک ٻبدحالي جي خاتمي جي، هي نه صرف ڳالهه ڪري رهيو هئو. پر عملي طور تي هي گوريلا ويڙهه به وڙهي رهيو هئو. ڏينهون ڏينهن فوجي آمريت خلاف

عوام ۾ نفرت جو اضافو ٿيندو پئي ويو. فيدل ڪاسترو جي هن هلچل فوجي آمر کي بلڪل اڪيلو بڻائي ڇڏيو هئو.

نيٺ آگسٽ 1958ع ۾ فيدل ڪاسترو پنهنجي مهمان دوست ۽ جدوجهد جي ساٿي چي گويرا ۽ ٻين گوريلن جي مدد سان فوجي آمر جي خلاف وڏو حملو ڪيو. عوام جي حمايت جي بغير فليگيشيو جي ڏاڍ تي بيٺل حڪومت، هڪدم ڊهي پئي. فيدل ڪاسترو اقتدار تي قبضو ڪري ورتو. اقتدار ۾ اچڻ ڪان پوءِ عدالتي بيان ۾ ڏنل منشور ڪان بہ گهڻو اڳتي وڌي ڪري. هن جيڪي سڌارا آندا ۽ انهن کي سوشلسٽ سڌارن جو نالو ڏنو. جيتوڻيڪ هي تبديليون سويت يونين جي بالشويڪ انقلاب وانگر سوشلسٽ نہ هيون. جنهن ۾ ملڪ جو اقتدار پورهيتن جي ڪميٽين (سويتن) جي حوالي ڪيو ويو هئو ۽ اهي ڪميٽيون پورهيتن منجهان ئي جمهوري طور تي چونڊبيون هيون ۽ اهي ئي سڄي نظام کي هلائڻ جون پابند هيون. پر ڪيوبا جو نظام فيدل ڪاسترو طرفان مقرر ڪيل آفيسرن جي حوالي ڪيو ويو. اها ٻي ڳالهہ آهي، تہ ماضي جي فوجي آمرن جي ڀيٽ ۾ هي عمل گهڻا منفرد ۽ سڌارن وارا هئا. جنهن ۾ ٻيو تہ ٺهيو، آمريڪا سميت غير ڪيوبائين جون جاگيرون ۽ جائدادون پڻ سرڪاري تحويل ۾ ورتيون ويون هيون. هن پنهنجي ملڪ کي ڪيوبائي سوشلسٽ رعيتي راڄ قرار ڏيئي ڇڏيو. هن عمل سان آمريڪي سامراج سخت ناراض ٿي پيو. ميڊيا تي مخالف پروپيگنڊا سان گڏ ڪيوبا تي حملي جون تياريون ڪرڻ لڳو. پر هو هن حملي جي حمايت ۾ دنيا کي قائل ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيو. پوءِ بہ هن پنهنجي سامراجي ڏاڍ جو ضد پورو ڪندي، اپريل 1961ع ۾ ڪيوبائي شاهوڪار طبقن تي مشتمل ڀڳوڙن جي فوج تيار ڪري، پگز واري ڪناري تان حملو ڪيو. پر ٽن ڏينهن جي لڳاتار لڙائي ڪان پوءِ آمريڪي حملو ناڪام بڻايو ويو. اهڙي طرح فيدل ڪاسترو ملڪ جو صدر بڻيو ۽ پنهنجي مهمان گوريلي ڪامريڊ چي گويرا کي وزير بڻايو ۽ ملڪ اندر چين وانگر نوڪر شاهي نظام کي سگهارو ڪري حڪومت ڪرڻ لڳو●

# انگولا جو انقلاب

دنيا اندر پورهيتن جي عالمي تنظيم جي غير موجودگي جي باوجود، طبقاتي بنيادن تحت انگولا جو انقلاب، سرمائيدار ۽ سامراجي دنيا اندر هڪ انوکو واقعو آهي. جيڪو ڪوڙ سارن مظلوم ماڻهن ۽ قومن لاءِ يادگار مثال بڻجي ويو.

آفريڪي کنڊ جو زرعي ملڪ انگولا غربت جي لحاظ کان دنيا جو تمام ڏتڙيل ملڪ هئو. هي 1473ع کان پورچوگيزن جي بيٺڪيت هيٺ غلام بڻيل هئو. پورچوگيز هن ملڪ مان زرعي اپت حاصل ڪرڻ کان علاوه، هتان جا انسان غلام بڻائي وڪرو ڪندا هئا. انسانن جي وڪري پورچوگيزن کي اجا بہ سفاڪ بڻائي ڇڏيو هئو. هنن ۾ مهذب پڻي جو ڪو بہ پهلو باقي نہ بچيو هئو. سياسي لحاظ کان پورچوگيزن طرفان انگولا اندر بيٺڪي نظام جي باضابطہ اڏاوت 1928ع ۾ پورچوگال جي ظالم آمر سالا زار جي حڪمراني سان شروع ٿي هئي. هتي اڃي چمڙي وارن پوچوگيزن کي هڪ باقاعدي رٿا بندي تحت وڏي تعداد ۾ آباد ڪيو ويو هئو. مقامي ماڻهن کان زمينون ڦري گورن کي ڏنيون ويون. جنهنڪري مقامي ماڻهن جو گذرسفر ڏينهون ڏينهن تنگ ٿيندو ويو ۽ هاڻ تہ حاڪم ٽولو پنهنجي ٿاهيل سرڪار قانونن هيٺ بنا تڪليف ڪرڻ جي عوام جي ڦرلٽ ڪري رهيو هئو. آفريڪي کنڊ اندر انگولا کان سواءِ موزمبيق، گني بسائو، سائو تومي ۽ ڪيپ وردي تي پڻ پورچوگيزن جو بيٺڪي راڄ هئو. اهي ملڪ بہ انگولا وانگر عذاب ۾ هئا. خاص ڪري هنن جو پورهيت طبقو تہ ظلم جي گهاڻي ۾ پيڙجي رهيو هئو. بک، بيماري، بيروزگاري ۽ جهالت زبردستي هنن جي قسمت ۾ لکي ويئي هئي. پورچوگيز حڪمران سالازار جي 40 سالہ ظالم حڪومت ۾، هنن بيشمار ظلم برداشت ڪيا.

انگولا قبيلائي لحاظ کان ٽن حصن ۾ ورهايل هئو. انگولا جي اتروارن علائقن ۾ بڪانگو، ڏکڻ وارن علائقن ۾ اروجنبو ۽ وچ وارن علائقن ۾

ڪمبينڊو قبيلا آباد هئا. انگولا ۾ پورچوگيزن جي بيٺڪي راڄ خلاف ڪمبينڊو قبيلي جو عوام هڪ صدي تائين پنهنجي ويڙهه وڙهيو هئو. ان ڪان پوءِ هي جدوجهد 1902ع کان 1904ع تائين ڏکڻ جي حصي ۾ شروع ٿي ۽ 1907ع کان 1910ع تائين اترئين پاڱي ۾ هي جدوجهد پکڙي. اهڙي طرح آهستي آهستي سڄي انگولا ۾ پورچوگيزن خلاف تحريڪ شروع ٿي ويئي. پر هي تحريڪ بغير ڪنهن تسلسل جي غيرمستقل ۽ باقاعدي ڪنهن سياسي رٿا بندي کان محروم هئي. هتي عوام جا اهي حصا، جيڪي پورچوگيزن جو ظلم سهندي سهندي تنگ ٿي پوندا هئا، تہ اهي بنا هٿيارن يعني لٺين، پڙچين ۽ ڪهاڙين سان وڙهي پوندا هئا. پر هنن بي هٿيار ماڻهن جي جدوجهد 1950ع ڌاري ان وقت وڏي وڻ ٿي. جڏهن هن جدوجهد کي تعليم يافتہ نوجوانن جي قيادت ملي. انهن ۾ ڊاڪٽر اگستينو نيتو، ماريودي اندراد، فرانسيڪو تيزميرو ۽ گني بسائو جو نوجوان ايملڪار ڪيبرال شامل هئا.

1953ع ۾ انگولا جي پهرئين سياسي تنظيم جوڙي ويئي، جنهن جو نالو آفريڪا جي گڏيل جدوجهد واري پارٽي رکيو ويو. بعد ۾ هن جو نالو انگولا جي آزادي واري عوامي تحريڪ (ايم - پي- ايل - اي) رکيو ويو. هن جو پهريون صدر اليديو مچادو کي چونڊيو ويو. هن تنظيم ڳجهي طرح ڌارين کان آزادي حاصل ڪرڻ جي پرچار ڪرڻ ۽ ڪارڪن ڀرتي ڪرڻ جو سياسي ڪم شروع ڪيو.

1959ع ۾ انگولا جي پاڙيسري ملڪ زائر ۾ بيلجم جي ظلمن خلاف ۽ ملڪ جي آزادي متعلق هلچل تيز ٿي ويئي هئي. اتي پڻ انگولا جي آزادي متعلق ڪجهہ پمفليٽ ورهايا ويا، تہ پورچوگيز سرڪار گهبرائجي ويئي ۽ پهريون ڀيرو هوائي فوج انگولا ۾ گهرائي ورتي. انهن پمفليٽن کان پوءِ سياسي جدوجهد آهستي آهستي وڌڻ لڳي.

1960ع ۾ ڊاڪٽر اگستينو نيتو کي گرفتار ڪيو ويو، تہ انگولا جي گادي واري شهر لوآنڊا ۽ ان جي آسپاس جي علائقي ۾ سخت ڏک ۽ ڪاوڙ جي لهر ڊوڙي ويئي. ڊاڪٽر جي اباڻي ڳوٺ بينگو ۽ ان جي ڀرواري ڳوٺ ايڪولوجي سوين ماڻهن هن جي گرفتاري خلاف احتجاجي مظاهرو ڪيو. جنهن تي ظالم پورچوگيز سرڪار مٿن گولي هلرائي. نتيجي ۾ 30 ماڻهو شهيد ۽ 200 کن زخمي ٿي پيا. هن واقعي سان سامراجين خلاف جدوجهد

ڊبجڻ بجاءِ ايجا اپري آئي ۽ سڄي انگولا ۾ احتجاجي مظاهرا، جلوس ۽ جلسا شروع ٿي ويا. جنهن جي قيادت ايم- پي- ايل- اي ڪرڻ لڳي.

ايم- پي- ايل- اي، انگولا جي آزادي جي لاءِ، عوام وٽ پنهنجو منشور پيش ڪيو. جنهن ۾ غيرملڪي پورچوگيزن جي نيڪالي سان گڏ، پنهنجي ملڪ جي مٿين طبقي جي وڏيرن، زميندارن، آفيسرن، ڦورو ۽ مطلبي ماڻهن مان نجات لاءِ، گڏيل ويڙهه ڪرڻ جو پروگرام شامل هئو. ايم پي ايل اي جو مکيه اڳواڻ ڪمانڊر اسپارٽيڪس چوي ٿو ته "اسان جو نطريو سائنسي سوشلزم آهي، سياڻي آزدي ڪان پو، اسان جو ملڪ سوشلسٽ ملڪ بنجي ويندو ان ڪان سواءِ ڪو ٻيو رستو ناهي." ملطب ته انگولا جي آزادي جي ويڙهه مارڪس ۽ لينن جي فڪر هيٺ طبقاتي بنيادن تحت وڙهڻ جو پروگرام هئو. هن متعلق ڊاڪٽر نيتو چوي ٿو، ته "اسان جي جدوجهد هڪ انسان هٿان ٻئي انسان جي ڦرلٽ ۽ ظلم واري نظام جي خلاف جدوجهد آهي. هي جدوجهد سڄي دنيا ۾ ڦرلٽ خلاف هلندڙ جدوجهد جو حصو آهي." هن مان واضع ٿئي ٿو، ته هن جدوجهد ۾ بين القواميت جو ٻه عنصر شامل هئو. جنهن ڪري هي آزادي جي جدوجهد صحيح رخ ۾ هلڻ لڳي هئي. ايم پي ايل اي دنيا جي سوشلسٽ ملڪن ۾ سرمائيدار ملڪن جي پورهيتن جي تنظيمن سان پنهنجا ناتا جوڙي ورتا هئا. هن جا خود پورچورگيز سوشلسٽ پارٽي سان سڌا واسطا هئا. اها ٻي ڳالهه آهي، ته چاليهن جي ڏهاڪي ڪان پوءِ دنيا اندر هلندڙ سمورين عوامي تحريڪن تي چيني انقلاب جو اثر وڌيڪ هئو. اهو سرمائيدار ملڪن جي مقابلي ۾ بظاهر سوشلسٽ سڏيو ويندو هئو. پر حقيقت ۾ اهو مارڪس ۽ اينگلز جي سوشلسٽ نظريي ڪان ڪوهين ڏور هئو. سوشلسٽ نظام ۾ اقتدار جي واڳ پورهيت طبقي جي حوالي هوندي آهي. جڏهن ته چين سويت يونين ۾ اقتدار پورهيتن بجاءِ آفيسر شاهي جي حوالي ٿي چڪو هئو. پورهيتن جي بين القوامي تنظيم جي غيرموجودگي ۾ ماسڪو ۽ شهنگائي ئي انقلابن جا ماڊل وڃي بچيا هئا. جيڪا ڳالهه ٻه سرمائيدارن جي آزاد منڊي لاءِ بهرحال اوکي هئي. ان ڪري انگولا، گني بسائو ۽ موز مبيق سميت سيني تحريڪن جي نظريي ۾ قومي آزادي سان گڏ سماجي تبديلي جو ٻه عنصر شامل هئو.

پورچوگيزن خلاف انگولا جي آزادي لاءِ ايم-پي-ايل-اي پنهنجي پورهيت عوام ڪي ميڙي ورتو هئو ۽ ترقي پسند سياست جي بنياد تي پنهنجي

جدوجهد شروع ڪئي. پر 1961ع تائين ايم-پي-ايل-اي جي هلندڙ پرامن جدوجهد، ڪي پورچوگيز سرڪار هٿيارن جي زور تي ڪچلڻ شروع ڪيو هئو. جنهن جو پهريون وڏو واقعو مئي 1961ع ۾ ”ڪسانجي“ جي علائقي ۾ پيش آيو. جنهن ۾ پورچوگيز آبادگارن طرفان ڪپهه جي زبردستي پوک ڪرائڻ واري حڪم کان انڪار ڪندي، انگولا جي غلام هارين بغاوت ڪري وڏي ۽ پوک ڪرڻ کان ڪتو جواب ڏنو. ان تي ڌارين آبادگارن ۽ سرڪار گڏجي عوام تي ڪاهه ڪئي. جنهن ۾ هوائي جهازن ذريعي بمباري به ڪئي ويئي. هن ويڙهه ۾ سوين بيگناهه ماريا ۽ جيلن ۾ بند ڪيا ويا. هن ويڙهه کي ”ماريا واري جنگ“ جي نالي سان اڄ به ياد ڪيو وڃي ٿو. هن بمباري کان پوءِ بظاهر ائين لڳو ته عوام هيسجي خاموش ٿي ويندو، پر ائين نه ٿيو ۽ خودرو طور تي عوام وڙهڻ لڳو. 4 فيبروري 1962ع ۾ عوام جي تمام وڏي هجوم پنهنجي طور تي ايم-پي-ايل-اي جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن کي قيد مان ڇڏائڻ لاءِ جيل تي حملو ڪيو. قيدي ته ڪونه ڇٽا، پر فوجين جي گولين ۾ 40 ماڻهو مارجي ويا ۽ گڏوگڏ ست سپاهي به قتل ٿيا. هن کان پوءِ به ٻيا جيلن تي حملا ڪيا ويا، پر اهي به ڪامياب نه ويا ۽ اٽلندو 300 کن ماڻهو به مارجي ويا. عوام جي هن خودرو ڪاروائين کي منظم ڪرڻ کان سواءِ ايم-پي-ايل-اي وٽ ٻي ڪا به راهه نه هئي. ان مجبور ٿي گولي جي جواب گولي ۾ ڏيڻ لاءِ ”فاپلا“ نالي گوريلا تنظيم جوڙي ورتي.

ان دوران پورچوگيزن جي هڪ ڪپتان گالوائو، بغاوت ڪندي، هڪ مسافر هوائي جهاز اغوا ڪيو ۽ افواهه پکڙيو، ته اهو جهاز انگولا جي شهر لوآندا ۾ لاٿو ويندو. ان ڪري يورپ سميت ٻاهرين ملڪن جا اخباري نمائندا لوآندا ۾ اچي گڏ ٿيا. جهاز ته هتي ڪونه لٿو، پر انگولا جي عوام مٿان پورچوگيز سرڪار جي ظلمن جا داستان هنن صحافين ڪنين ٻڌا ۽ اکين ڏٺا، بعد ۾ واپس وڃي، پنهنجي اخبارن ۾ ڇاپيا. ان سان پورچوگيزن جي ظالماڻي ڪردار جي پٽ سڄي دنيا آڏو وائکي ٿي پئي. جنهنڪري اقوام متحده پڻ انگولا جي مسئلي کي کڻڻ ۽ بحث ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي.

فاپلا ڇاپا مار تنظيم جي-ڪامريڊن جهنگن ۽ جبلن ۾ پناهه اختيار ڪئي ۽ اتان پنهنجون گوريلا ڪاروايون جاري رکيون ۽ هنن گوريلن پنهنجي ڪمانڊر رڪتو جي اڳواڻي ۾ نامبوا واري علائقي ۾ هٿياربند ويڙهه ڪري، پورچوگيزن کي ڀڄائي ڇڏيو ۽ اٽڪل ڇهن مهينن تائين اتي پنهنجو قبضو

جاري رکيو. هتي هي ڳالهہ نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي، تہ هن ڪاروائي دوران گوريلن پورچوگيز عورتن، ٻارن، پوڙهن ۽ بي هٿيار ماڻهن خلاف ڪا بہ ڪاروائي نہ ڪئي ۽ انهن کي پرامن نموني وڃڻ ڏنو. پر ان دوران انگولا جي ماڻهن سان هڪڙو سانحو پيش آيو. ٿيو. جو انگولا جي اترئين پاسي زائرجي سرحد لڳ وڏي علائقي ۾، پورچوگيزن خلاف اوچتو ئي اوچتو بغاوت شروع ٿي ويئي. هن بابت ايم-پي-ايل-اي جا ڪامريڊ حيرت مان هڪٻئي ڏانهن ڏسڻ ۽ پڇڻ لڳا، تہ هي بغاوت ڪنهن شروع ڪئي؟

اڃا اها جاچ جاري هئي، تہ اها بغاوت انڌا ڌنڌ قرمار ۽ قتل و غار تگري ۾ تبديل ٿي ويئي. جنهن ۾ پورچوگيزن جي عورتن، ٻارڙن ۽ پرامن ماڻهن کي قتل ڪرڻ سان گڏ، خود انگولائين جو رنگ ۽ نسل جي بنياد تي قتل عام ڪيو ويو. پورچوگيز سرڪار بہ فولادي طاقت سان ان بغاوت کي ڪچليو. جنهن ۾ 30 هزار انگولائي بي سبب ماريا ويا ۽ بغاوت ختم ٿي ويئي. بعد ۾ خبر پئي، تہ هي بغاوت هڪ آمريڪي نواز تنظيم يو-پي-اي ڪرائي هئي. جنهن جي قيادت رابرٽو هولڊن ڪري رهيو هئو. هن وڏي قتلام جي ڪري حالتون اينٽريون سنگين ٿي ويون، جو ايم-پي-ايل-اي جي اڳواڻن گني جي شهر ڪونيڪر ۾ وڃي پناهہ ورتي. گني بہ تازو فرانس کان آزادي حاصل ڪئي هئي. جنهن جو صدر شيخ تور هڪڙو ترقي پسند اڳواڻ هئو، جنهن هنن کي پناهہ ڏني. پر هنن کي اتي آرام نہ آيو، ان ڪري هنن اتان نڪري زائرجي شهر ڪنشاسا ۾ رهائش اختيار ڪئي. 1962ع ۾ ڊاڪٽر آگستينو جيل مان ڀڄي ڪنشاسا اچي پهتو. هن جي اچڻ کان پوءِ ايم-پي-ايل- اي جي ڀرئين ڪانگريس ڪوٺائي ويئي. جنهن ۾ نئين سر جدوجهد هلائڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

1963ع ۾ زائرجي صدر موبوٽو جي حڪومت جيڪا آمريڪا نواز هئي، ان هنن ڪامريڊن کي پنهنجي ملڪ مان تڙي ڪڍي ڇڏيو. جنهن ڪري هنن برازيل ۾ رهائش اختيار ڪئي. هنن هتي پنهنجو هيڊڪوارٽر بنائي، هٿياربند جدوجهد جي تياري شروع ڪئي.

1964ع ۾ ايم.پي.ايل.اي جا هٿياربند گوريلا، انگولا جي ڪابيندا جي علائقي ۾ داخل ٿي ويا ۽ ڇاپا مار جنگ شروع ڪئي. جنهن ۾ عوام هنن جو وڏو ساٿ ڏنو. جنهنڪري گوريلن چڱي خاصي علائقي تي قبضو ڪري ورتو. هن ئي سال تازو برطانيہ کان آزاد ٿيل زيمبيا (روڊيشيا) جي سرڪار کان

ايم-پي-ايل-اي وارن انگولا جي ايرندي علائقي ۾ ڇاپا مار لڙائي لاءِ گس گهريو. هن سرڪار گس تہ نہ ڏنو، پر اٽلندو هنن کي ڪميونسٽ قرار ڏيئي، هنن کي جيل ۾ بند ڪري ڇڏيو. بعد ۾ ڳالهہ ٻولهہ کان پوءِ صدر ڪائونڊا ايم-پي-ايل-اي وارن کي اجازت ڏني.

18 مئي 1966ع ۾ زيمبيا جي سرحد لڳ انگولاجي صوبي موڪيڪو ۾ گوريلن ڪامياب ڪاروائي ڪري، پورچوگيزن کان وڏو علائقو آزاد ڪرائي ورتو. هن ڪاميابي جي ڪري ايم-پي-ايل جو بہ حوصلو وڌيو ۽ ڏينهون ڏينهن عوام ۾ سندس پاڙون پختيون ٿينديون پئي ويون.

فيبروري 1967ع ۾ انگولا جي اتر اولهہ وارن علائقن ۾ گوريلن کي رسد پهچائي نئين سر ويڙهہ شروع ڪئي ويئي ۽ پورچو گيزن کي پوئتي ڌڪيو ويو.

مئي 1968ع ۾ ڊاڪٽر اگستينو نيتو هٿيار بند جدوجهد جو ڪلي عام اعلان ڪيو ۽ انگولاجي اتر اوڀر وارن صوبن سندا ۽ ملا نج ۾ وڏي دليري سان ڪاروايون ڪري، وڏا وڏا علائقا آزاد ڪرائي ورتا. هن ئي سال ايم-پي-اي پنهنجو هيڊ ڪوارٽر برازيل مان ڪٽي، انگوالا جي آزاد ڪرايل علائقن ۾ قائم ڪيو. جتي سياسي ۽ فوجي ڪم ڪار جي آساني ٿي پئي. هن ئي سال 22 کان 25 آگسٽ تائين هنوئي ۾ پارٽي ڪانفرنس منعقد ڪئي ويئي، جنهن ۾ سياسي ۽ نظرياتي پختگي بابت بحث ڪري، طاقتور حڪمت عملي جوڙي ويئي. هتي هي ڳالهہ نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي، تہ جيڪي بہ علائقا پورچوگيزن کان آزاد ڪرايا ويندا هئا. اتي هر سيڪٽر ۾ پورهيتن تي مشتمل ڪميٽيون جوڙيون وينديون هيون. هي انقلابي ڪميٽيون سياسي پرچار ڪرڻ، عوامي مليشيا جوڙڻ، گڏيل پوک ڪرڻ، دوڪان هلائڻ ۽ واپار ڪرڻ سميت هر انتظامي ڪم سرانجام ڏينديون هيون. هنن ڪميٽين کي، ڪنهن بہ عهديدار کي لاهڻ ۽ نئين سر چونڊڻ، جو حق حاصل هئو. هنن کي مجموعي طور تي انقلابي عمل جي توسيع ۽ تنقيد جو پڻ حق حاصل هئو.

1969 ۾ انگولا جي صوبي بائي تي گوريلن وڏو حملو ڪري، ان تي قبضو ڪري ورتو ۽ 1970ع ۾ اڃا بہ هٿيار بند ڪاروايو وڌايون ويون ۽ پورچوگيزن مٿان هر طرف کان حملا ڪيا ويا. هن سال گوريلن، دشمن کي 25 سيڪڙو نقصان پهچايو.

1971ع ۾ بہ هي هٿياربند جدوجهد، اڃا بہ وڌيڪ موثر نموني سان

اڳتي وڌي رهي هئي. هنن هاڻ پنهنجا هڪ سئو کان ڏيڍ سو تائين جانبازن تي مشتمل گشتي دستا ٺاهي، پورچوگيز دشمنن تي حملي ڪرڻ جي لائق بنايا. هنن دستن کي هاٿي توپون، مارٽر ۽ ننڍڙا راڪيٽ به هٿ ڪري ڏنا ويا هئا. جنهن ڪري هنن دستن، پورچوگيزن جي فوجي چوڪين تي حملن ۾ واڌارو ڪري، وڏي تعداد ۾ فوجي چوڪين ۽ ڪيمپن کي ناس ڪري ڇڏيو. هي گوريلا هاڻي باقاعدي عوامي فوج بنجي چڪا هئا. هنن کي عوام جي وڏي حمايت حاصل ٿي ويئي هئي.

1972ع عوامي فوج لاءِ سوين جو سال ثابت ٿيو. هن سال اندر پورچوگيز فوجن کي 108 ڀيرا گهيري ۾ آڻي اوچتا حملا ڪيا ويا. 27 ڀيرا هنن جي بيرڪن تي حملا ڪيا ويا. 12 پليون اڏائي ڇڏيون، 7 ٻيڙيون ٻوڙي ڇڏيون، 5 هيليڪاپٽر ڪيرايا، 44 ٽئنڪون ۽ ٽرڪون تباهه ڪيون، 900 فوجي ماريا ۽ زخمي ڪيا ۽ هٿيارن جي وڏن زخيرن تي قبضو ڪيو.

1973ع به انگولائي جوانن پورچوگيزن کي آرام سان ويهڻ نه ڏنو. ڀهرئين مارچ تي سوئاندو سوبانگو نالي صوبي ۾، پورچوگيزن جي هڪ فوجي ڪئمپ مٿان وڏو حملو ڪ ي 130 فوجي ماري، ٻه هيليڪاپٽر ڪيرايا ۽ سڄو فوجي اڏو ناس ڪيو ويو. عوامي فوج جي هنن وڌندڙ ڪاروائين جي ڪري پورچوگيزن وڌيڪ 60 هزار فوج گهرائي ۽ انهن کي آمريڪي جديد هٿيارن سان مسلح ڪيو ويو. انگولا جي پورهيت عوام کي ڪچلڻ لاءِ پورچوگال ناٽو جو ميمبر هجڻ جي ناتي يورپي يونين ۽ آمريڪي سامراج کان امداد ۽ حمايت حاصل ڪئي. جنهنڪري هاڻ ته سامراجي طاقتن انگولا جي عوام سان وڏا ظلم ۽ قهر ڪرڻ شروع ڪيا. نيپام بم وسايا ويا ۽ جهر جهنگن کي باهيون ڏنيون ويون، ٻارن، عورتن ۽ پيرسن ماڻهن تي تشدد ڪري ۽ اذيتون ڏيئي قتل ڪيو ويو، پاڻي ۽ فصلن ۾ زهر وڌو ويو ۽ لکين ماڻهن مٿان هوائي جهازن، هيليڪاپٽرن، راڪيٽن ۽ توپن سان انڌا ڌنڌ حملا ڪيا ويا. جاٽي ٻجهي ظلم جي انتهاڪئي ويئي، ته جيئن انگولائي خوفزده ٿي، آزادي واري جدوجهد تان هٿ ڪڍي وڃن. پر پوءِ هيڏي بربريت جي باوجود انگولائي نوجوان ۽ پورهيت هيسجڻ بجاءِ شينهن وانگر لڙيا ۽ سامراجين جو زبردست مقابلو ڪيو. هن ئي سال انگولا ڪانسواءِ موز مبيق ۽ گني بسائو ۾ پڻ پورچوگيزن جي بيڪيت خلاف هٿيار بند جدوجهد عروج تي هئي. هنن ٽنهي ملڪن اندر هلندڙ جدوجهد مان پورچوگيزن جي ملڪ

اندر جمهوري قوتن کي پڻ هٿي ملي رهي هئي. تنهن وقت اتي به فوجي آمر ڪائيستانوجي سرڪار خلاف عوامي تحريڪ پڻ تيز ٿي ويئي هئي. اپريل 1974ع ۾ نيٽ هن فوجي آمر جو 46 سال دور جو خاتمو آيو ۽ نئين فوجي آمر جنرل اسپينولا اقتدار سنڀاليو. پر ان به هنن آفريڪي ملڪن کي آزادي ڏيڻ کان انڪار ڪيو. پر ان ئي سال هن آمر کي به هٽائي، ٽين نئين حڪومت جوڙي ويئي.جنهن موز مبيق، گني بسائو، سائو تومي ۽ ڪيپ وردي کي ته آزادي ڏني، پر انگولا وري به اندروني ۽ بيروني سازشين جي نتيجي ۾ آزاد ٿيڻ کان رهجي ويو.

هي سازشون ڪي نيون نه هيون، پر تاريخي طور تي آزادي مخالف سامراجي طاقتن، پنهنجي پنهنجي مفادن خاطر، مداخلتون پئي ڪيون آهن. اهڙي طرح ايم-پي-ايل- اي طرفان هلندڙ انگولا جي آزادي واري ويڙهه، جيڪا ملڪ جي آزادي سان گڏ سماجي انقلاب واري جدوجهد به هئي. اها سامراجي ملڪن لاءِ قابل قبول نه هئي، ان ڪري هنن سرمائيدار ملڪن، جن ۾ خاص ڪري آمريڪا ۽ نسل پرست ڏکڻ آفريڪا جي حڪومت شامل هئا. انهن پنهنجا پنهنجا گروپ پاڙي تي پالي ورتا هئا. انهن ۾ هڪ آمريڪي نواز رابرٽو هولڊن ۽ ان جي تنظيم يو-پي-اي شامل هئي. جنهن انگولا - آزادي لاءِ پورچوگيزن سان وڙهڻ بجاءِ انگولائي ڪامريڊن کي قتل ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هن 1961ع ۾ 21 ڪامريڊن ڪانسواءِ ٻين 8 هزار انگولائين کي شهيد ڪرڻ جو سنگين ڏوهه ڪيو هئو.

مارچ 1962ع رابرٽو جي جماعت هڪ ٻئي موقعي پرست پارٽي پي-ڊي- اي سان گڏجي هڪڙي گڏيل جماعت ايف-اين-ايل-اي يعني انگولاجي قومي آزادي جو محاذ نالي ورتو. هن پارٽي نالي جي نون ڏينهن بعد، انگولا جي جلاوطن عبوري جڪومت (گرائي) جي نالي سان ٺاهڻ جو اعلان ڪيو ۽ دنيا کي اپيل ڪئي، ته اهي هن جي (جڙٽو) حڪومت کي تسليم ڪن. ان وقت فقط الجزائر جي صدر بين بيلا هن حڪومت کي تسليم ڪيو. 1964ع ۾ آفريڪي اتحاد جي تنظيم پڻ رابرٽو جي عبوري حڪومت کي تسليم ڪيو. هن سازش جي پٺيان آمريڪي سامراج ۽ ان جي سي-آءِ-اي جي حڪمت عملي ۽ پئسو ڪم ڪري رهيو هئو. هن قومپرست پارٽي جي ڪارڪنن ته اها پرچار به شروع ڪئي، ته آمريڪي سامراج هنن کي آزادي ڏياري رهيو آهي. پر پوءِ به ايم-پي-ايل-اي همت نه هاري ۽ پنهنجي آزادي

واري جدوجهد جاري رکي. جلد ئي دنيا جي آڏو هي راز قاش ٿي پيو، ته ربراٽو جي عبوري حڪومت آزادي لاءِ نه ٿي وڙهي، پر ان جي ابتڙ آزادي پسندن کي سندن ويڙهه کان روڪي پئي ۽ اهو سڀ ڪجهه آمريڪا جي چوڻ تي ڪري پئي، ته الجزائر جي حڪومت ۽ آفريڪي اتحاد هن جي حمايت واپس وٺي، ايم-پي-ايل-اي جي حمايت جو اعلان ڪيو. پر سامراجين کي وري به پنهنجي مفادن کي بچائڻ لاءِ رابرٽو جهڙن غدارن جي ضرورت هئي، جنهنڪري اهي هن کي مسلسل استعمال ڪندا رهيا.

ٻيو گروپ يونيتا جو هئو، جنهن جي اڳواڻي جوناس ساومبي ڪري رهيو هئو. هي رابرٽو جي عبوري حڪومت ۾ خارجه وزير رهي چڪو هئو. پر هڪ سال کان پوءِ مالي اختلافن سبب ان حڪومت کان جدا ٿي ويو هئو. مارچ 1966ع ۾ يونيتا جي تنظيم جو اعلان ڪيو ويو. هن ڪوڙي ۽ ڏاڙي تنظيم کي آمريڪي ڪاٻي ڏر ۽ يورپ جي سرمائيدارن جي مدد حاصل هئي. هن تنظيم جي سربراهه ساومبي ڪوڙ ۽ ٺڳاڪون هٿي، چيني ڪميونسٽ پارٽي کان امداد حاصل ڪئي هئي. جڏهن ته اصل ۾ هي ڳجهي نموني پورچوگيزن جو پاڙيتو هئو ۽ انهن جي ئي مفادن لاءِ ڪم ڪندو هئو. انهن جي چوڻ تي هن جي تنظيم ايم-پي-ايل- اي جي ڪارڪنن ۽ اڳواڻ کي گولين جو نشانو بنائيندي هئي.

هن کان علاوه ايم-پي-ايل- اي جا ٻه اڳوڻا ليڊر دانئيل چپينده ۽ الهاندر تاتي هئا، جيڪي هاڻي پورچوگيز سرڪار جا جاسوس بنجي چڪا هئا. اهي پڻ انگولا جي پورهيت عوام کي چڙوچڙ ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻ لڳا هئا. هنن غدارن کان علاوه ڏکڻ آفريڪا جي نسل پرست سرڪار، جنهن جو پورچوگيز سرڪار جي وسيلي انگولا ۾ ڪافي سرمايو سيڙيل هئو. جنهن ڪري هن جا پڻ انگولا ۾ سڌا مفاد ٿي پيا هئا. ان ڪري اها پڻ ايم-پي- ايل-اي جي آزادي واري جدوجهد جي جاني دشمن بنجي ويئي هئي. هي نسل پرست سرڪار، انگولا جي آزادي خلاف سڀئي وسيلا استعمال ڪري رهي هئي. هن يونيتا ۽ رابرٽوهولڊن کي مدد طور فوج ۽ هٿيار ڏنا ۽ خود هن نسل پرست سرڪار پاڻ به انگولا جي آزادي لاءِ لڙندڙن تي سڌا حملا ڪيا. جنهن ۾ هوائي جهاز، هيلي ڪاپٽر ۽ بڪتر بند گاڏيون استعمال ڪيون ويون. هن کان علاوه آمريڪي سامراج پڻ ننهن چوٽي جو زور لڳائي رهيو هئو، ته انگولا جو اقتدار ايم-پي-ايل -اي کي نه ملي. آمريڪي سينيٽر

وائڪر لکي ٿو، تہ آمريڪي صدر فورڊ، ڪانگريس جي جاسوسي ڪاتي واري ڪميٽي کان، انگولا جي دلال تنظيمن لاءِ، رڳو ٽن مهينن، سيپٽمبر، آڪٽوبر ۽ نومبر 1975ع ۾ 20 ڪروڙ ڊالر ڏيڻ لاءِ منظوري گهري هئي. اهڙي طرح آمريڪي ڊالر انگولا ۾ خانہ جنگي ڪرائڻ ۾ استعمال ٿي رهيا هئا. هن کان علاوه هٿيار ڏيڻ سان گڏ برطانيہ مان پگهاردار فوجي بہ آمريڪين ڀرتي ڪرائي ڏنا هئا.

هنن سمورين سامراجي سازشين ۽ گهرو لڙاين جي باوجود ايم-پي-ايل-اي پنهنجي انقلابي جدوجهد جاري رکي ۽ پورچوگيزن سان گڏ پنهنجي ڏيهي دلالن کي بہ ٽوٽا چٻايا. جنهنڪري ساومبي ۽ رابرٽو هولڊن، انگولاجي حقيقي ويڙهہ ڪندڙ ايم-پي-ايل-اي جي ڪردار کي تسليم ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيا. اهڙي طرح هنن ٽنهي ڌرين جي وچ ۾ 6 جنوري 1975ع ۾ ممباسا ۾ ناهہ ٿيو ۽ 15 جنوري تي هنن گڏجي پورچوگيزن سان هڪڙي ناهہ تي صحيحيون ڪيون. جنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو، تہ 11 نومبر 1975ع تي انگولا کي مڪمل طور تي آزادي ڏني ويندي. ان کان اڳ 31 جنوري 1975ع تي لوآندا ۾ پورچوگيز ڪمشنر جي نگراني ۾ هڪ عارضي حڪومت جوڙي ويئي. جنهن ۾ پڻ سازش تحت ٽنهي ڌرين کي هڪجيتري نمائندي ڏني ويئي يا اجا بہ ايم-پي-ايل-اي کان وڌيڪ، هنن ٻنهي دلالن کي مٿانهون درجو ڏنو ويو. هي عبوري حڪومت چونڊون ڪرائڻ تائين مقرر ڪئي ويئي هئي.

4 فيبروري 1975ع تي ڪامريڊ اگسٽينونيٽو 15 سالن کان پوءِ لوآندا واپس وريو، تہ لکين پورهيت ساٿس ملڻ لاءِ رستن تي نڪري آيا ۽ هن جو زبردست استقبال ڪيو. انگولا جي پورهيتن جي ايڏي محبت ڏسي، سامراجي اخبارن کي خود مڃڻو پيو، تہ انگولا جو عوام اگسٽينونيٽو کي پنهنجو اڳواڻ مڃي ٿو. باقي هن موقعي تي هٿ ٺوڪين اڳواڻن ساومبي ۽ رابرٽو کي جرئت ئي نہ ٿي، تہ اهي لوآندا ۾ پير رکي سگهن. ان ڪري هنن صرف پنهنجا وزير استقبال لاءِ موڪلي ڏنا.

مارچ 1975ع ۾ رابرٽو جي غنڊن سامراجي آقائن جي چوڻ تي ايم-پي-ايل-اي وارن جا 50 ڪارڪن اغوا ڪري قتل ڪري ڇڏيا. هن سانحي تي احتجاج ڪرڻ وارن عام ماڻهن تي گوليون وسايون ۽ سوين ماڻهن کي زخمي ڪيو ويو. 30 اپريل تي هنن غنڊن انتا نالي مزدورن جي جماعت جي آفيس تي حملو ڪري، 38 مزدورن کي شهيد ڪري ڇڏيو. نتيجي

۾ ايم-پي-ايل-اي جا جوان ٻه رستن تي نڪري آيا ۽ غنڊن جو خوب مقابلو ڪيو ۽ انهن کي پنهنجي گهرن ۾ ئي قيد ڪري ڇڏيو. جنهنڪري 21 جون تي نڪارو جي شهر ۾ هڪڙو ٺاهه ٿيو، جنهن ۾ سمورين ٽرين طرفان ويڙهه نه ڪرڻ جو واعدو ڪيو. پر جلد ئي رابرٽو ۽ ساومبي جي ماڻهن ٺاهه جي خلاف ورزي ڪندي، انگولا جي اترئين علائقي سوانزا جي صوبي تانگو تي قبضو ڪري ورتو. ۽ اتي ايم-پي-ايل-اي جي ڪارڪنن جوقتل عام ڪيو. بعد ۾ آمريڪي چمچي ۽ زائر جي صدر موبوتوجي فوجن جي مدد سان رابرٽو هولڊن 5 هزار ويڙهاڪ ساڻ ڪري لوآندا تي چڙهائي ڪري، ايم-پي-ايل-اي جي خلاف باقاعدي جنگ جو اعلان ڪيو. هن ويڙهه جي پٺيان آمريڪي وزير خارجه هينري ڪسنجر ۽ ان جا لکين ڊالر امداد هئا. اهڙي، طرح هن اعلان جنگ سان، انگولاجي گڏيل حڪومت 10 آگسٽ 1975ع تي ختم ٿي ويئي. ۽ 12 آگسٽ تي پورچوگيزن طرفان ملڪ جو انتظام پيهر پنهنجي هٿ ۾ وٺڻ جو اعلان ڪيو. پر ان وقت لوآندا ايم-پي-ايل-اي جي ڪنٽرول ۾ هئو ۽ باقي ملڪ ۾ خانه جنگي شروع ٿي ويئي. يونيتا ۽ ايف-اين- ايل- اي گهٽو ئي ٿڪيون، پر هن پيري هڪ ٻه نه هلين. سيپٽمبر جي پڇاڙي تائين انگولاجي 16 صوبن مان 11 صوبن تي ايم-پي-ايل-اي جو قبضو ٿي چڪو هئو. 11 نومبر يعني انگولا جي آزادي واري اعلانيل ڏينهن تي، پورچوگيز ملڪ جون واڳون ايم-پي-ايل-اي جي حوالي ڪرڻ بجاءِ، ملڪ ڇڏي ڀڄي ويا. اهڙي طرح ايم-پي-ايل-اي پاڻ ئي ملڪ جي آزادي جو اعلان ڪيو ۽ ملڪ جو نالو عوامي جمهوريه انگولا رکيو ۽ ملڪ جو صدر ڪامريڊ اگسٽينونيتو ۽ وزيراعظم لوپونسمينتو کي مقرر ڪيو ويو. اهڙي طرح انگولا جي پورهيت عوام ڏکي ويڙهه کان پوءِ، سامراج کان آزادي حاصل ڪئي●

# ويٽنام جو انقلاب

هن وقت ساڍا ست ڪروڙ آبادي رکندڙ خاموش ملڪ ويٽنام، پنهنجي انقلاب جي اڌ صدي جي تاريخ رکڻ جي لحاظ کان، دنيا جي مڙني انقلابن کان منفرد حيثيت رکي ٿو. دنيا جي غريب ملڪن جيان ويٽنام به، هڪ صدي کان فرانس جي بينڪي راڄ هيٺ غلام ملڪ هيو. هتي سياسي آزادي ته پري جي ڳالهه، پر غريب طبقي جي عام زندگي به جيئڻ کان ٿي جنجال هئي.

فرينچن جو ويٽنام جي صنعت، زراعت، ٻني ٻاري، جهنگ جهر، واپار، نوڪرين، مطلب ته ملڪ جي هر متحرڪ ۽ غيرمتحرڪ شيءِ تي قبضو ۽ غلبو هئو. خاص ڪري پورهيتن کان سرڪاري طورتي بيگر تي ڪم وٺڻ عام هئو. بيگر دوران مزدورن کي گهربل ماني ۽ پاڻي نه ملڻ ڪري پورهيت ڦتڪي مري ويندا هئا، ان تي ڪنهن کي ٻه ڪهل نه ايندي هئي، اٿلندو ٻين مزدورن کي هيسائڻ خاطر انهن جا لاش جهنگ ۾ اڇلائي ڇڏيندا هئا. ويٽنام ۾ اسڪول گهٽ جيل وڌيڪ ٺاهيا ويا، اسپتالون گهٽ ۽ مقام (قبرستان) گهڻا رکيا ويا. بازار ۾ کاڌي پيتي جون شيون اڻ لڀ ۽ شراب آفيم جام وڪرو ٿيندو هئو. اهڙي طرح فرينچ ويٽنامي پورهيتن جو هڏ ۽ ماس ڪوري کائي ويا هئا.هنن ۾ اٿڻ ويهڻ جي طاقت باقي نه ڇڏي هئي. باقي ويٽنام جو مٺيون طبقو خوشحال هئو، اهو هميشه جيان حڪمران طبقي جي دلالي ڪري، پنهنجي دولت کي اڃا وڌائي رهيو هو.

ملڪ جي هن غلامي خلاف ويٽنام جي عوام ويڙهه شروع ڪئي. پهريون پيرو وچولي طبقي جي قيادت ۾ 1920ع ۾ جان وئانگ بغاوت ٿي، پر اها ناڪام ٿي وئي، نتيجي ۾ فرينچ سرڪار پنهنجو ظلم اڃا وڌايو. جنهن ڪري ويٽنامي اڃا به وڌيڪ هيسجي ويا. پر اڳتي هلي سرڪار جي هن ظلم عوام کي مجبور ڪيو، ته اهي ويڙهاند ڪن. ان ڪري حڪمرانن سان هلڪي هلڪي ويڙهه شروع ٿي وئي. ڪجهه سالن کان پوءِ هي ويڙهه ظاهر

ظهور ٻن حصن ۾ ورهائجي ويئي. هڪڙي حصي جي اڳواٽي وچولو طبقو ڪرڻ لڳو، تہ ٻئي حصي جي قيادت پورهيت طبقي پاڻ سنڀالي ورتي، هاڻ پورهيت طبقي پنهنجي ڏيهي ۽ پرڏيهي دشمن کي سڃاڻي ورتو هئو ۽ هڪئي وقت ٻنهي خلاف پنهنجي جدوجهد شروع ڪئي. ويٽنام زرعي ملڪ هجڻ ۽ ملڪ ۾ صنعتي مزدور گهٽ هجڻ جي باوجود مارڪسزم ۽ لينزم جي انقلابي نظرين تحت انقلاب جي قيادت مزدور طبقي جي حوالي ڪئي ۽ ويهن جي ڏهاڪي ۾ ويٽنام جي مختلف حصن ۾ ڪميونسٽ پارٽي جو بنياد پيو جنهن جي قيادت ڪامريڊ هوچي منهہ ڪري رهيو هئو. هن 1924ع ۾ فرينچ ڪميونسٽ پارٽي جي نمائيندي طور ٽين انٽرنيشنل جي اجلاس ۾ ماسڪو ۾ شرڪت ڪئي هئي. (ياد رهي تہ ڪامريڊ هوچي منهہ ان وقت خودرو جلاوطني طور تي فرانس ۾ رهندو هئو.) هن اتي موجود ويٽنامين کي ملڪ جي آزادي متعلق متحرڪ ڪيو. بعد ۾ هي 1926ع ۾ چين ويو، جتي پڻ هن ويٽنامي نوجوانن جي ”انقلابي ليگ“ جو بنياد وڌو. جيڪي بہ نوجوان هن ليگ ۾ شامل ٿيا، انهن جي باقاعدي سوشلسٽ بنيادن تي سياسي تعليم ۽ تربيت ڪندو هئو. ان طريقي سان هن ويٽنام اندر هن ”انقلابي ليگ“ جو بنياد وڌو ۽ ڪجهہ نظرياتي نوجوان چونڊي ويٽنام موڪليا.

1928ع ۾ ڪامريڊ ٿائيلينڊ ويو، جتي پڻ ڪم ڪندڙ ويٽنامين تي مشتمل انقلابي ليگ ( ڪميونسٽ پارٽي) جو بنياد وڌو.

3 فيبروري 1930ع تي ويٽنام جي ڪميونسٽ پارٽي، جيڪا اڳ ۾ ٽن شاخن يعني اتر، ڏکڻ ۽ مرڪز ۾ جدا جدا ڪم ڪندي هئي، ان کي پاڻ ۾ ملائي باقاعدي هڪ مارڪسٽ پارٽي جوڙي ويئي ۽ صنعتي مزدورن جي ڀيٽ ۾ هاري گهڻا هجڻ جي باوجود، پارٽي قيادت مزدورن جي حوالي ڪئي وئي. اها ٻي ڳالهہ آهي، تہ ان وقت.ماسڪو هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جي نظريي هيٺ قومي جمهوري انقلاب جي وڪالت ڪري رهيو هئو. پر پوءِ بہ هوچي منهہ لينن جي پوئلڳي ڪرڻ پئي چاهي. پهرين مئي 1931ع ۾ پورهيتن جي ميڙ کي خطاب ڪندي، هو چي منهہ چيو هئو، تہ ”سوشلسٽ انقلاب رڳو ويٽنام ۾ آڻو نہ آهي، بلڪ انقلاب سڄي دنيا اندر آڻو آهي. ڇو تہ اڪيلي ملڪ ويٽنام جو انقلاب ڪٿي ڪامياب بہ ٿئي، پر دنيا جا بدمعاش سرمائيدار ملڪ سڀئي هڪ صلاح ٿي، ان کي تباهہ ڪري ڇڏيندا، ان ڪري هن انقلاب جو تحفظ عالمگيريت ۾ آهي.“

ويٽنام جي ڪميونسٽ پارٽي سڄي ملڪ اندر پورهيت طبقي ۾ اپار آندو. سڄي ملڪ اندر فرينچ سامراج ۽ پنهنجي شاهوڪار طبقي جي ظلمن خلاف مظاهرا ۽ هڙتالون ٿيڻ لڳيون ۽ 1930ع کان 1931ع تائين، 1936ع کان 1939ع تائين ۽ 1940ع کان 1945ع تائين هتي انقلابي اپار جا دور رهيا.

ويٽنام جو سماج واضح طور ٽن طبقن ۾ ورهايل نظر ايندو هئو. هڪڙو مقامي شاهوڪار طبقو ۽ ان جو سرپرست فرينچ حڪمران، جيڪو سڄو وقت پورهيت طبقي جي ڦرلٽ ۾ مشغول هئو ۽ ٻيو پورهيت طبقو جيڪو پنهنجي مٿان ٿيندڙ ظلمن خلاف سارو وقت احتجاج ڪندو رهندو هئو. انهن احتجاجن کي روڪڻ لاءِ حڪمران طبقو تشدد تي لهي آيو ۽ احتجاج ڪندڙ ڪيترا پورهيت ۽ شاگرد تشدد ذريعي شهيد ڪيا پئي ويا. پر امن احتجاج مٿان ٿيندڙ تشدد ويٽنامين کي پڻ رد عمل تي مجبور ڪيو. نتيجي ۾ 1941ع ۾ ويٽنام ۾ گوريلا جدوجهد جو بنياد وڌو ويو. جنهن ۾ فرينچ سرڪار جي آفيسن، فوجي هيڊ ڪوارٽرن، بئنڪن ۽ ٻين حڪومتي ادارن تي حملا شروع ڪري ڏنا، هن وقت تائين فرينچن بيگناهه ويٽنامين کي رڳو ماريو هئو، پر هاڻي فرينچن جا لاش به پنهنجي ملڪ پهچڻ لڳا. ان دوران دنيا اندر سرمائيدار سامراجين جي وچ ۾ واپاري منڊي لاءِ هلندڙ ٻي عالمي جنگ پڻ عروج تي هئي. هڪ پاسي جرمن، جپان ۽ اٽلي ته ٻئي پاسي آمريڪا، برطانيه ۽ فرانس هڪٻئي جي مٿان حملا ڪري رهيا هئا. پر جرمن خاص ڪري فرانس کي سوڙهو ڪري ورتو هئو. پهرين عالمي جنگ کان پوءِ ورسليز جي معاهدي تحت، جبري طور تي جرمني جا اهي علائقا جيڪي فرانس جي حوالي ڪيا ويا هئا، اهي جرمني واپس فتح ڪري ورتا ۽ هن جي اڃا به پيش قدمي فرانس طرف جاري هئي. ان ڪري هاڻي فرانس هڪئي وقت ويٽنام اندر گوريلن کي ۽ عالمي جنگ ۾ جرمن کي منهن ڏيڻ جي قابل نه رهيو هو. ان ڪري هو ويٽنام مان ڀڄڻ تي مجبور ٿيو. پر ان جي ڀڄڻ کان پوءِ هن جي جاءِ ٻئي سامراجي ملڪ جپان والاري. پر ويٽنامي هنن کان به نه ڊنا ۽ لڳاتار پنجن سالن تائين جپانين سان پنهنجي ويڙهه جاري رکي، هنن کي هڪ ڏينهن به سک سان نه ويهڻ نه ڏنو. ويٽنامي گوريلا ڪنوڻ وانگر مٿن ڪڙڪندا هئا. هنن جي هٿيارن جي گدامن کي باهيون ڏئي، اتان هٿيار ڦري، انهن سان ئي جپاني فوجين تي حملا ڪندا رهيا. ٻي عالمي جنگ ۾ جرمني ۽ جپان کي شڪست ملي، جنهن ڪري هڪ طرف فرانس جرمني

کان آجو تي پيو ۽ پٺي طرف جپان ويٽنام خالي ڪري وڃي پيو. تہ وري فرانس واپس ويٽنام ۾ موٽي آيو. پر هاڻي هن وٽ ويٽنامي گوريلن سان ويڙهہ ڪرڻ جو حوصلو ڪونہ هئو. ان ڪري ملڪ جو اڌ حصو يعني اتر ويٽنام ڪميونسٽ پارٽي جي حوالي ٿي ويو. هن حصي جو حڪمران ڪامريڊ هوچي منهہ ٿيو ۽ هنوئي کي گادي جو هنڌ بنايو ويو. پر آمريڪا پاران جپان تي ائٽمي حملن کان پوءِ فرانس بہ دل ڪري ويو ۽ ويٽنامين سان ڪيل معاهدي سان ڦري ويو ۽ سيپٽمبر 1945ع ۾ اتر ويٽنام تي حملو ڪري وڌو. اتر ويٽنام جو صدر هوچي منهہ ۽ سندس ساٿي پنهنجو مرڪز ڇڏي، جبلن ۽ جهنگلن ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ اتان گوريلا ويڙهہ ٻيهر شروع ڪئي ۽ مسلسل ڏهن سالن جي انقلابي جدوجهد کان پوءِ 1954ع ۾ ويٽنام جي ڊين بين ڦو علائقي تي ويٽنامي ڪامريڊن جي فتح سان دنيا جي پورهيتن ۾ خوشي جي لهر ڊوڙي ويئي. پر هن ڪاميابي تي روس ۽ چين جون حڪومتون خوفزده ٿي ويون. ان ڪري هنن ويٽنامي گوريلن جي مدد ڪرڻ بجاءِ فرانس جي ڪمزور قبضي کي طاقت بخشي ۽ هنن ويٽنامي ڪامريڊن تي فرانس سان ٺاهہ ڪرڻ جو سخت دٻاءُ وڌو ۽ نيٺ زبردستي هنن جي وچ ۾ هڪ معاهدو ڪرايو. هن معاهدي موجب اتر ويٽنام جيڪو اڳئي فتح ٿي چڪو هئو ۽ ويٽنامي ڪامريڊن جي ڪنٽرول ۾ هئو. اهو ڪامريڊ هوچي منهہ جي حوالي ڪيو ويو ۽ باقي ڏکڻ ويٽنام، 1956ع جي چونڊن ٿيڻ تائين فرانس جي حوالي ڪيو ويو ۽ چونڊون کٽڻ جي صورت ۾ سڄو ويٽنام پورهيت راڄ جي حوالي ڪرڻ جو ٺاهہ ٿيو.

ان وچ ۾ ويٽنامين سان وڏي ويساهہ گهاتي اها ٿي، جو فرينچ دغابازن پنهنجي عبرتناڪ شڪست جو بدلو وٺندي، پورهيت راڄ کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ، چونڊون ڪرائڻ بجاءِ اندرئي اندر خفيہ طور تي، ڏکڻ ويٽنام آمريڪا جي حوالي ڪري ڇڏيو. آمريڪي سامراج وري چالاڪيو، جو ڏکڻ ويٽنام جو اقتدار، آمريڪا ۾ رهندڙ شاهوڪار طبقي جي ويٽنامين جي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي هڪ ڪٺپتلي نگو ڊنگ ڊين کي حڪمران مقرر ڪيو. آمريڪا هڪ رٿابندي تحت فوري طور تي نگو دنگ ڊين جي حڪومت کي فوجي لحاظ کان مستحڪم بنائڻ شروع ڪيو، تہ جيئن اتر ويٽنام ۾ قائم پورهيت راڄ کي بہ ختم ڪري سگهجي.

ويٽنامي ڪامريڊن جپان ۽ فرانس کي عبرتناڪ شڪست ڏني هئي.

اهي هاٿي ڪٿي ٿا آمريڪي سامراج کان ڊڄن. هن فوري طور تي آمريڪا خلاف ويڙهہ جو اعلان ڪيو.

هن اعلان دنيا اندر سرد جنگ (صرف لفظن جي ويڙهہ) وڙهندڙ آمريڪا روس ۽ چين جي حڪومتن کي نہ صرف حيران ڪيو، پر سخت امتحان ۾ بہ وجهي ڇڏيو!! جڏهن تہ ويٽنامي ڪامريڊ هن اعلان تي پرجوش ٿي ويا.

آمريڪا ۽ فرانس جي هن ويساهہ گهاتي جي باري ۾ ان وقت جي آمريڪي صدر آئزن هاور پنهنجي هڪ لکتي "مينڊيٽ فارچارج" ۾ تسليم ڪيو هئو، تہ " ان وقت جيڪڏهن ويٽنام جون چونڊون ڪرايون وڃن ها، تہ هوچي منهہ جي ڪميونسٽ پارٽي 80 سيڪڙو ووٽ حاصل ڪري وڃي ها. ان ڪري هن مزدور رياست کي ختم ڪرڻ لازمي هئو." آمريڪي صدر آئزن هاور جي هن اعتراف مان، ويٽنام اندر قائم ٿيندڙ پورهيت راڄ سان، سامراجين جي نظرياتي ٽڪراءُ جي، پيو ڪوسبب نظر نہ ٿو اچي، پر هن آمريڪي مداخلت ۾ هي ڪو هڪڙو سبب نہ هئو، پر سرمائيداري نظام کي چئلينج ڪرڻ سميت ٻيا ڪيترائي روايتي سامراجي مقصد پڻ شامل هئا.

ڏکڻ ويٽنام جي آمريڪي نواز حڪومت، پنهنجي آقا آمريڪا جي اشاري تي، اتر ويٽنام مٿان حملو ڪري وڌو. پوءِ تہ هڪ اڻ کٽ ويڙهہ شروع ٿي ويئي. ڪميونسٽ پارٽي نہ صرف اتر ويٽنام کي مستحڪم بنايو هئو. پر ڏکڻ ويٽنام اندر پڻ ڊيمہ نالي گوريلا فوج تيار ڪئي هئي. اتر ويٽنام تي حملي کان پوءِ ڏکڻ ويٽنام جي آمريڪي پالتو سرڪار کي گوريلن سک سان ويهڻ نہ ڏنو ۽ 1963ع تائين هي حڪومت ختم ٿيڻ تائين وڃي پهتي.

آمريڪا جي اڌو هاٿي هي ڳالهہ صاف طور واضح ٿي ويئي هئي، تہ ڏکڻ ويٽنام جي حڪومت ڪميونسٽ پارٽي جي گوريلن کي هاٿي شڪست نہ ٿي ڏيئي سگهي. جنهن ڪري پاڻ آمريڪا سڌي طرح ويٽنام تي حملي ڪرڻ جو پروگرام ٺاهي ورتو. آمريڪي فوج سي آءِ اي ۽ هوائي فوج سميت سيئي جنگي هيڊ ڪوارٽر آمريڪا کان ڏکڻ ويٽنام منتقل ڪيا ۽ گڏوگڏ سا‍ڍا 23 هزار فوج بہ حملي لاءِ موڪلي.

1963ع ۾ لينڊن بي جانسن آمريڪي صدر طور قسم ڪنيو. ان ويٽنام تي حملي لاءِ هڪ ڪوڙي سروي ذريعي 80 سيڪڙو آمريڪين جي حمايت

حاصل ڪئي. (جيئن هن وقت صدر بش عراق خلاف جنگ ڪرڻ لاءِ اهڙي حمايت حاصل ڪئي هئي.) ان آگسٽ 1963ع ۾ ويٽنام تي حملي جو حڪم ڏنو. اهڙي طرح آمريڪي سامراج جي ويٽنام اندر سڌي طرح جارحيت شروع ٿي ويئي.

ويٽنامين آمريڪي فوج کي منهن ڏيڻ لاءِ ايف اين ايل نالي هڪ گوريلا فوج تشڪيل ڏني. جنهن ڏکڻ ويٽنام سان گڏ آمريڪين خلاف ڪاروايون شروع ڪيون ۽ فوجي هيڊڪوارٽرن ۽ ٻين اهم هنڌن تي سوين راتاها هنيا، سامراجين جون ننڊون حرام ڪري ڇڏيون. نتيجي ۾ آمريڪي فوج پڻ عام ويٽنامي شهرين جو قتل عام شروع ڪيو. ننڍڙن ٻارڙن سميت خاندانن جا خاندان شهيد ڪرڻ شروع ڪيا. هوائي جهازن ذريعي شهرن تي شديد ترين بمباري شروع ڪري ڏني. ”دي ٽيسٽ آفينسوسيٽو فاريسٽ جي رپورٽ موجب“ اتر ويٽنام مٿان آمريڪي بمباري هن وقت تائين دنيا جي سخت ترين بمباري هئي. فيبروري 1964ع کان رولنگ ٿنڊر نالي فوجي آپريشن دوران اتر ويٽنام تي ايترا ته گهڻا بم ڪيرايا ويا هئا. جيڪي ٻي عالمي جنگ جي پنجن سالن جي عرصي ۾ به نه ڪيرايا ويا هئا!!.يعني اتر ويٽنام تي ڪل آبادي جي هر ٻار، جوان، پوڙهي ۽ عورت جي لاءِ 150 ڪلو گرام جا بم ڪيرايا ويا هئا“ اها ٻي ڳالهه آهي، ته اڄ اهو ئي آمريڪا جنهن بهاني سان عراق خلاف جنگ ڪئي، سو آهي ڪيميائي هٿيار؟ جڏهن ته ويٽنامي گوريلن کي سندن ئي زمين جي جهنگلن ۽ جبلن ۾ شهيد ڪرڻ لاءِ آمريڪين بي انداز ڪيمائي بم ڪيرايا هئا. پوءِ به اهي وڏي ديده دليري سان سامراج خلاف ويڙهه وڙهي رهيا هئا. هنن هاڻ آمريڪي جهازن کي ڪيرائڻ جوبه ڪارنامو سرانجام ڏنو هئو. جنهن پڻ آمريڪين کي وڏيڪ حيران ڪري ڇڏيو هئو.

سامراج اڳيان آڻ نه مڃيندڙ ويٽنامين کي ڪچلڻ لاءِ 1966ع ۾ آمريڪي فوج جو تعداد 33 هزار مان وڌائي هڪ لک چوراسي هزار ۽ 1969ع تائين پنج لک ٻائيتاليهه هزارن کان به مٿي ٽپي ويو هئو. ۽ 700 هوائي جنگي جهاز حملي لاءِ ڪني ڪيا ويا هئا. جو ناٿن ڪلائين جي مضمون موجب 1975ع تائين 26 لک آمريڪي ويٽنام ۾ لڙڻ لاءِ موڪليا ويا هئا. هيترن لکين فوجين جي تعداد جي موجودگي جي باوجود، گوريلين جون ڪاروايون ڏينهون ڏينهن وڌنديون پئي ويون. هاڻ ته اهي تمام گهٽيون ڪاميابيون ماڻي رهيا هئا.

13 جنوري 1968جي رات اتر ويٽنام جي فوج ۽ ڏکڻ ويٽنام اندر ڪم ڪندڙ ايف اين ايل گوريلا فوج گڏجي ڪاروائي ڪئي. ۽ ويٽنام جي صوبي ڪصيان Khasyan ۾ موجود آمريڪي فوجي هيڊڪوارٽر تي حملو ڪيو ۽ پوري هيڊ ڪوارٽر کي تباهه ڪري ڇڏيو. ڪامريڊن هن حملي جو فائدو وٺندي، پرپاسي جي ٻين هڪ سئو شهرن تي قبضو ڪري ورتو. انهن شهرن ۾ ڏکڻ ويٽنام جي گادي جو هنڌ سائيگان به شامل هئو. گوريلن آمريڪي سفارتخاني تي به قبضو ڪري ورتو هئو. آمريڪين جي قبضي ۾ وڏي ۾ وڏي ريڊيو اسٽيشن تي قبضو ڪري بعد ۾ ان کي بم سان اڏائي ڇڏيو ۽ ان کان سواءِ روزانو ڪيترائي جهاز ڪيرائڻ سان گڏ فوجين جا جٿن جا جٿا ختم ڪرڻ جا واقعا ٿيندا هئا.

ويٽنامي جوانن جون ڪاروايون پنهنجي نوعيت ۽ طريقه ڪار جي لحاظ سان بلڪل منفرد ۽ انوکيون هيون جنهن ۾ هو ڪنوڻ وانگر چمڪاٽ ڪري ايندا هئا ۽ پل ڪن ۾ ڪک پن ساڙي هليا ويندا هئا. انهن کان سواءِ فوجي ڇانوڻين اندر خودڪش بم حملا به اهڙا ڪيا، جيڪي آمريڪين جي تصور ۾ به نه هئا.

هنن حملن کي هڪ آمريڪي جنرل (Pin ball game) سان ڀيٽيو. جنهن ۾ هر حملو پاڻ سان گڏ نئين تباهي کڻي ايندو هو. بنا شڪ ۽ شبهي جي هي جنگي مهم انساني تاريخ جي خطرناڪ ترين مهم هئي. آمريڪي فوج انتقامي طور مائي لائي ڳوٺ سميت ڪيترن ٻين ڳوٺن ۾ قتل عام ڪيو. مائي لائي ڳوٺ جي قتل عام بابت آدم سلورمين ۽ ڪرسٽن هل لکن ٿا، ته " آمريڪي فوجين هر ان شي کي نشانو بنايو، جيڪا چرپر ڪري پئي، جن ۾ پکي پکڻ، چوپايو مال ۽ عام ماڻهو، پوڙها، ٻار، بيمار ۽ عورتون شامل هيون. جيتوڻيڪ هنن ڳوناڻن ڪنهن قسم جي مزاحمت ڪونه ڪئي هئي، پوءِ به فوجين هنن جي جهوپڙين ۾ هينڊ گرينڊ اڇلي گهر جلايا، ٻارڙن کي گوليون هنيون، عورتن جون عصمتون لٽيون ۽ پل ڪن ۾ 500 کن بيگناهه ماڻهن جا لاش پٽ تي ڪيرائي ڇڏيا. پوري ڳوٺ کي باهه ڏيئي سڀ ڪجهه ساڙي ڇڏيو ۽ هڪ به ماڻهو زندهه نه ڇڏيو" هن ڳوٺ جهڙين ٻين ڪيترين ظالماڻي ڪاروائين ۽ آمريڪي فوجي واردتن گوريلا جنگ کي ختم ڪرڻ بجاءِ اڃا به وڌيڪ ابهاريو، عوام اندر هنن گوريلن جي بي پناهه حمايت وڌڻ لڳي.

سڄي دنيا کي هنن گوريلن جي ڪامياب ڪاروائين جو به ان وقت پتو

پيو. جڏهن فوجين جا لاش آمريڪا پهچڻ شروع ٿي ويا ۽ دنيا اندر هنن ويٽنامين جي لاءِ همدردي وڌڻ لڳي. پر آمريڪا اندر تشويش ۾ اضافو ٿي رهيو هو. آمريڪي حڪمرانن سان گڏ عوام کي پڻ جنگ جي قيمت جو اندازو ٿيڻ لڳو. 1969ع تائين 6 هزار فوجين جا لاش آمريڪا پهچي چڪا هئا. جنهن ڪري فوجين جي خاندانن ۾ جنگ خلاف سخت ڪاوڙ ۽ بيچيني ايري آئي هئي. اڪثر فوجي مزدور طبقي جي خاندانن مان هئا. ان ڪري جنگ خلاف مظاهرا شروع ٿي ويا. 1965ع ۾ واشنگٽن ۾ 25 هزار ماڻهن، نيويارڪ ۾ 20 هزار ۽ ڪيليفورنيا ۾ 15 هزار ماڻهن جا مظاهرا ٿيا. 1967ع ۾ ٽن لکن ماڻهن نيويارڪ ۾ جنگ خلاف مظاهرو ڪيو. 15 آ ڪٽوبر 1969ع تي هڪ اندازي مطابق 50 لک ماڻهن مظاهرن ۾ شرڪت ڪئي. نيويارڪ جي ميئر هن ڏينهن کي سوڳ جو ڏينهن قرار ڏنو ۽ جهنڊو جهڪائڻ جو حڪم ڏنو. ويٽنام مان موٽندڙ فوجين ڪاريون پٽيون ٻڌي شرڪت ڪئي. 24 آڪٽوبر 1971ع ۾ آمريڪا جي تاريخ جا وڏي ۾ وڏا احتجاجي مظاهرا ڪيا ويا. آمريڪي شهر سان فرانسڪو ۾ هڪ ئي وقت ٽن لکن ماڻهن مظاهرو ڪيو. واشنگٽن ۾ 8 لک ماڻهن گڏجي احتجاج ڪيو. يونيورسٽين ۾ هزارين شاگردن جنگ خلاف گڏجي مظاهرا ڪيا. 1972ع ۾ سرڪاري رپورٽ موجب سوا ٻن ڪروڙ آمريڪي مزدورن مان چاليهه لک مزدورن جنگ جي خلاف احتجاج ڪيو. مطلب ته هاڻ آمريڪي سماجي جي هر مڪتبہ فڪر جو ماڻهو جنگ جي خلاف اٿي بيٺو هئو. ڇو ته ويٽنام مان ڊالرن بجاءِ آمريڪي فوجين جا لاش پهچي رهيا هئا ۽ اها صورتحال حد درجي تائين خراب ٿي چڪي هئي.

ويٽنام اندر آمريڪين جي 28 سالہ ڊگهي جنگ آمريڪي فوج کي پڻ بيدل ۽ بزدل بنائي ڇڏيو هئو. فوج طرفان جنگ تي وڃڻ کان انڪار ته عام ڳالهه بنجي چڪي هئي. سپاهي پنهنجي آفيسرن جو حڪم مڃڻ کان انڪار ڪندا هئا ۽ کين کي گوليون هڻي ڪيندا هئا. ٽيڪساس يونيورسٽي سان تعلق رکندڙ هڪ تاريخدان ٽيري اينڊرسن جي چوڻ مطابق 1969ع کان 1973ع تائين 600 فوجي آفيسر پنهنجي ماتحتن هٿان قتل ڪيا ويا هئا ۽ 1400 فوجي آفيسرن جو موت شڪي حالتن تحت ٿيو هئو. هزارين فوجي پنهنجو ذهني توازن وڃائي چڪا هئا. ڏکڻ ويٽنام ۾ مقرر آمريڪي ڪمانڊر جنرل گياپ گوريلن جي حملن کان پريشان ٿي ٻه دفعا ڏندڻجي بيهوش ٿي ويو هئو. هي فوجي واپس پنهنجي ملڪ ۾ پهچڻ جي باوجود، تنڌ مان دانهون

ڪري اٿندا هئا، تہ هنن مٿان ويٽنامين حملو ڪيو آهي، اٿي ڀڄو ۽ جان بچايو!!! آمريڪا جي جديد اسپتالن ۾ ڊاڪٽرن هنن جي ترت علاج ڪان جواب ڏيئي ڇڏيو هئو، ڊاڪٽرن جو چوڻ هو، تہ هي مريض ماحول بدلائڻ ۽ وقت گذرڻ سان گڏ آهستي آهستي پاڻ ئي ٺيڪ ٿي ويندا.

هن ڪان علاوہ اربين ڊالرن جا جنگي هٿيار ۽ 250 جنگي جهاز تباهہ ڪيا ويا، جنهن جو صحيح ڪاٿو، اڃ ڏينهن تائين راز بنيل آهي. ان ڪري هنن سيني حالتن آمريڪين کي مجبور ڪيو، تہ اهي پنهنجي شڪست تسليم ڪن. هنن وٽ هاڻ ڪو بہ رستو باقي نہ بچيو هئو، تہ اهي ويٽنامي جوڌن سان پنهنجي 28 سالہ هلندڙ جنگ جاري رکي سگهن. نيٺ سڄي دنيا جي اڳيان آمريڪا 1975ع ۾ سرعام شڪست قبول ڪري ويٽنام خالي ڪرڻ جو اعلان ڪيو.

اهڙي طرح ويٽنامي پورهيتن فرانس، جپان ۽ آمريڪا سان اڌ صدي جي ويڙهہ وڙهندي آزادي ماڻي●

# ايران جو انقلاب (1979ع)

ايران جي انقلاب بابت دنيا جا عام ماڻهو، خاص ڪري مسلمان ملڪن جا ماڻهو گهڻو واقف نہ آهن؛ تہ هن 1979ع جي انقلاب ۾ عام ماڻهو، خاص ڪري پورهيت طبقو، جيڪو اڪثريت ۾ هئو ۽ اڄ بہ آهي، اهو جنهن تبديلي لاءِ آتو هئو، ان لاءِ هن هزارين شهيدن جو قربانيون ڏنيون، اها تبديلي آڻيندي، آڻيندي پنهنجو گس وڃائي ويٺو!! اهو گس ڪيئن وڃائي ويٺو، اها بہ ايتري ئي ڏکهي ڪهاڻي آهي، جيتري ايران جي تاريخ پراڻي آهي.

ايران پنهنجي ڇهہ هزار سال پراڻي تاريخ رکڻ جي ناتي جاهہ و جلال جي حڪمراني هيٺ، پورهيت طبقي جي ڏکن ۽ دردن جي بہ ايتري ئي پيڙا جهلڪي ٿي. اهو ئي سبب آهي، تہ هتي امير ۽ غريب جو طبقاتي فرق وڌڻ جي ڪري، سويت يونين جي بالشويڪ انقلاب کان گهڻو اڳ ئي هتي مارڪسزم وڌڻ ويجهڻ شروع ڪيو هئو. پيرس ڪميون ۽ روس جي 1905ع واري انقلاب پڻ هتي چڱو خاصو اثر ڇڏيو هئو. 1909ع ۾ ڪميونسٽ پڌرنامي جو ڪجهہ حصو پڻ فارسي ۾ ترجمو ڪري، ايران جي پورهيتن ۾ ورهايو ويو ويو هئو.

ايران ۾ سوشلسٽ نظريي جي ڦهلاءُ جو مکيہ سبب اهو هئو، تہ زار روس جي سرڪار، باڪو ۾ تيل جي کوهن تي، ايراني مزدورن کي ڪم تي لڳايو هئو. سرڪاري انگن اکرن موجب 1911ع تائين هڪ لک 90 هزار ايراني مزدور باڪو ويا هئا. اهڙي طرح هزارين مزدورن جو باڪو وڃڻ ۽ واپس اچڻ جو عمل جاري رهيو. جنهنڪري ايران ۾ "ڪارگران جهان متحد شويد" يعني دنيا جا پورهيت هڪ ٿيو، جو نعرو عام ٿيڻ لڳو. هنن مزدورن جا روس جي بالشويڪ پارٽي،لينن ۽ ان جي گهر واري ڪرسپڪايا سان سڌا واسطا قائم ٿي ويا هئا. باڪو ۾ ڪم ڪندڙ ايراني مزودرن ۾ مارڪسي نظريي جي ڦهلاءُ واسطي جنوري 1904ع ۾ "همت" نالي هڪ تنظيم قائم ڪئي ويئي. ان دوران ايران ۾ شاهہ مظفر الدين جي قاچار حڪمراني جي

خلاف، آئيني تحريڪ شروع ٿي ويئي. جيڪا بظاهر ڊرامائي انداز ۾ شروع ٿي ويئي هئي. ان وقت ڇا ٿيو، جو قاچار حڪمرانن ڪنڊجي قيمت وڌائي ڇڏي. جيڪا عوام برداشت نہ ڪئي، ۽ 11 ڊسمبر 1905ع تي دوڪاندارن جي هڪ گروهہ هڙتال شروع ڪري ڏني. ۽ شهر جون بازارون بند ڪرايون. حڪومت غصي ۾ اچي انهن کي گرفتار ڪري، ڪوڙا هنيا.

13 ڊسمبر تي بہ هزار کن دوڪاندارن، ٻن مذهبي عالمن، سيد محمد طباطبائي ۽ سيد عبدالله ٻنياٽي جي اڳواڻي ۾ مظاهرو ڪيو ۽ شاهہ عبدالعظيم جي مزار جي پرسان پناهہ ورتي ۽ اتي انصاف جو مطالبو ڪيو. مظاهرين قاچار حڪمرانن جي، ڪنڊ مهانگي ڪندڙ آفيسر جي برطرفي، وزيراعظم عيان الدولہ ۽ تهران جي گورنر جي استعيفا جو پڻ مطالبو ڪيو. (مذڪوره ٻئي عالم قومي سرمائيدارن جا نمائندا هئا ۽ ملڪ ۾ جاگيرداري، بينڪيت ۽ قاچار شهنشاهت جا مخالف هئا) اڳتي هلي، هنن برطانوي سفارتخاني کان بہ رهنمائي حاصل ڪئي، پر پوءِ بہ ڪو ڀوتو ڪونہ ٿريو. ان ڪري هنن هڪ خفيہ تنظيم "مرڪز غائيبي" جي ناليٰ سان ٺاهي، جنهن جو اڳواڻ ڪربلائي علي کي مقرر ڪيو ويو. هي تنظيم بہ ڪو موثر ڪردار ادا ڪري نہ سگهي، ان ڪري هن تنظيم جو ٻيهر نالو تبديل ڪري "مجاهدين" رکيو ويو. جنهن جا مطالبا هئا، تہ هڪ پارليامينٽ جوڙي وڃي، ووٽ ڏيڻ جو حق ۽ پنهنجي پارٽي بنائڻ جو حق، هڙتال ڪرڻ جو حق، آزاد تعليم حاصل ڪرڻ جو حق ۽ زمين هارين ۾ ورهائڻ جو حق ڏنو وڃي.

هن تحريڪ دوران باڪو روس ۾ ايراني مزدورن تيل جي ڪارخانن اندر، پنهنجي سهولتن خاطر هڙتال ڪئي. جنهنڪري زار حڪومت ڪاوڙ ۾ اچي، هنن مزدورن کي نوڪري مان ڪڍي ڇڏيو. جنهن ڪري بالشويڪ نظرين جي حامي مزدورن جو وڏو تعداد واپس ايران موٽي آيو ۽ اچي هلندڙ آئيني تحريڪ ۾ زبردست ڪردار ادا ڪيو. جنهنڪري قاچار حڪمران شاهہ مظفرالدين مجبور ٿي. 15 آگسٽ 1906ع تي آئين ۽ پارليامينٽ جي منظوري ڏني ۽ چونڊن جو بہ اعلان ڪيو. 9 سيپٽمبر تي چونڊون ٿيون. هنن چونڊن ۾ صرف شاهوڪار ماڻهن کي ووٽ ڏيڻ جو حق ڏنو ويو. جڏهن تہ عورتن ۽ پورهيتن کي ووٽ ڏيڻ جو حق حاصل نہ هئو. 7 ڊسمبر 1906ع تي پارليامينٽ (مجلس) جي پهرئين اجلاس ۾ آئين تيار ڪيو ويو. ايران جي بادشاهہ مظفر الدين 30 ڊسمبر تي آئين جي پهرئين حصي تي صحيح ڪئي.

ووٽ ۾ آئين ۾ شموليت نہ هجڻ جي باوجود، پورهيت طبقي جو حوصلو بلند ٿيو. جنهن 1907ع دوران پنهنجي سهولتن ۽ مطالبن جي مڃتا لاءِ ڪيترين ئي هڙتالون ۽ احتجاج ڪيا. هن عرصي دوران اخبارن ۽ رسالن جي ڇپائي جي تعداد ۾ 350 تائين اضافو ٿي ويو هئو.

اهڙي طرح عوام ۾ ملڪ جي جمهوري قدرن کي مستحڪم بنائڻ جو گهڻو شعور پيدا ٿيو. پر هيءَ مختصر دور بہ ان وقت پنهنجي پڄاڻي کي پهتو، جڏهن شاهہ مظفرالدين 8 جنوري 1907ع تي وفات ڪري ويو ۽ ان جي جاءِ تي محمد علي شاهہ کي نئون بادشاهہ مقرر ڪيو ويو. هن کي آئين ۽ پارليامينٽ ٻئي پسند نہ هيون. هن هڪ عوام دشمن جاگيردار امين سلطان کي وزيراعظم مقرر ڪيو. مگر ان کي 31 آگسٽ 1907ع تي قتل ڪيو ويو. محمد علي شاهہ پارليامينٽ جي ميمبرن کي دٻاءُ تحت پنهنجي اثر ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. مگر ڪامياب نہ ٿيو. ان ڪري هن ظالمانو طريقو استعمال ڪندي 23 جون 1908ع تي پارليامينٽ مٿان توبن سان گولي باري جو حڪم ڏنو. نتيجي ۾ ڪيترائي ميمبر مارجي ويا ۽ جيڪي بچيا اهي گرفتار ڪيا ويا. حيدر خان آمواوگلي هن حملي ۾ بچي وڃڻ ۾ ڪامياب ويو. بادشاهہ هن جي موت تي ڏهہ هزار تومان جي انعام جو اعلان ڪيو. پر پوءِ بہ هي روس جي شهر قفقاز ڏانهن فرار ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

باڪو ۾ قائم ٿيل "همت" تنظيم هاڻ وڏي سوشل ڊيموڪريٽ گروپ بنجي ويئي هئي. هاڻ هي سوشل ڊيموڪريٽ ايران ۾ بہ ڪم ڪرڻ لڳا. پارليامينٽ تي قاتلانہ حملي کان پوءِ ايران جو شهر تبرير هن آئيني تحريڪ جو مرڪز بنجي ويو. تحريڪ جو هي ٻيو مرحلو، پهرئين مرحلي کان گهڻو مختلف هئو. ڇو تہ پهرئين مرحلي ۾ هن تحريڪ جي قيادت سرمائيدارن ۽ مذهبي علمائن ڪئي هئي. مگر ٻئي مرحلي ۾ هن جي قيادت سوشل ڊيموڪريٽ ڪري رهيا هئا. تاريخي طور تي هي مرحلو ايران ۾ مارڪسي نظريي جي واڌ ويجهہ لاءِ اهم ثابت ٿيو. تبريز ۾ هن تحريڪ جي قيادت ڪامريڊ حيدر خان جو سياسي شاگرد ستار خان ڪري رهيو هئو، جيڪو گهوڙن جو واپاري هئو.

تبريز ۾ بغاوت تيز ٿيڻ جي ڪري ايران جي سوشل ڊيموڪريٽن باڪو جي يونٽ کان مدد گهري. جنهن جي جواب ۾ باڪو ۾ ڪم ڪندڙ ايراني مزدور رضاڪار تبريز پهچي ويا ۽ مجاهدن سان ملي شاهہ خلاف

سخت مزاحمت ڪئي.ان دوران حيدر خان جيڪو هاڻي نالو مٽائي مشهدي محمد جي نالي سان ڪم ڪري رهيو هئو، ان کي ساٿين سميت گرفتار ڪيو ويو. پر شاهدي نہ ملڻ جي ڪري هن کي آزاد ڪيو ويو. حيدر خان، ستار خان سان ملي ڪم ڪرڻ لڳو. هن هڪ پارسل بم ٺاهي مرند شهر جي گورنر شجاع نظام کي ٽپال ۾ موڪليو. جنهن ٽپال پاڻ کولي، تہ ڌماڪي سان قتل ٿي ويو. ان کان پوءِ هن مرند ۽ خوئي شهرن تي حملو ڪري ٻئي شهر آزاد ڪرايا. حيدر خان کي خوئي جو گورنر مقرر ڪيو ويو.

هيڏانهن تبريز ۾ پڻ ستار خان جي اڳواڻي ۾ انقلابين فتح ماڻي، هاڻي ستار خان تهران کي آزاد ڪرائڻ لاءِ اوڏانهن روانو ٿيو. حيدر خان بہ اها خبر ٻڌي، اوڏانهن روانو ٿيو ۽ نيٺ 15 جولاءِ 1909ع تي تهران تي قبضو ڪري ورتو ۽ محمدي علي شاهہ کي برطرف ڪري ان جي جاءِ تي سندس 13 سالن جي پٽ احمد شاهہ کي مقرر ڪيو ۽ ٻي پارليامينٽ جو اجلاس 13 نومبر 1909ع تي سڏايو.

ايران جي سوشل ڊيموڪريٽن 1916ع ۾ "حزب عدالت" پارٽي ٺاهي، پر ان جو باقاعدي اعلان 1917ع ۾ ڪيو ويو ۽ عدالت پارٽي جي ميمبر شپ 6 هزارن تائين پهچي ويئي.

4 جون 1920ع تي ايران جي علائقي راشت ۾ جيلان سويت ريپبلڪ قائم ڪئي ويئي. جنهن جي قيادت هڪ مذهبي سردارڪو چڪ خان ڪري رهيو هئو. هي هڪ غير نظرياتي ۽ خودرو سوچ جو مالڪ هئو. هن کي 6 هزار انقلابي جهنگلين جي فوج جي سگهہ حاصل هئي. هنن فوجين قسمُ کنيو هئو، تہ هي جيستائين برطانوي سامراج کي ايران مان ٻاهر تڙي نہ ڪڍندا، ايستائين هي پنهنجون ڏاڙهيون نہ لهرائيندا. هن ريپبلڪ جي قائم ٿيڻ ۾ عدالت پارٽي جو بہ اهم ڪردار هئو. هن جي خيال ۾ هي ريپبلڪ ايران مان برطانوي سامراجَ، بادشاهي راڄ ۽ مٿيئن طبقي جي حڪمراني جي خاتمي جو سنگميل ثابت ٿيندي ۽ شروعات ۾ ائين ئي لڳي رهيو هئو. جڏهن ڪوچڪ خان ڪامريڊ لينن ۽ ڪامريڊ ٽراٽسڪي کي جدا جدا خط ۽ پيغام موڪليا. هنن سڀني حقيقتن جي باوجود هن انقلاب جي قيادت عدالت پارٽي بجاءِ ڪوچڪ خان جي هٿ ۾ هئي. جيڪو نظرياتي بجاءِ خودرو ۽ انفرادي سوچ جو مالڪ هئو. ان ڪري جلد ئي عدالت پارٽي ۽ ڪوچڪ جو جوڙيل متحده

محاذ سخت اختلافن جو شڪار ٿي ويو. هنن اختلافن کي ختم ڪرڻ لاءِ پارٽي ڪامريڊ حيدر خان کي، ڪوچڪ خان ڏانهن ڳالهين لاءِ موڪليو. جتي ڪوچڪ خان جي ماڻهن طرفان حيدر خان تي حملو ڪري کيس قتل ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ هن جي ماڻهن ٻين انقلابين کي ڳولي ڳولي قتل ڪيو. هنن ٻنهي ڌرين ۾ جيلان رياست جي زمين هارين ۾ ورهائڻ تان اختلاف ٿيو هئو.جو ته ڪو چڪ خان زمين هارين کي ڏيڻ جي حق۾ نه هئو.

ٻئي طرف ڪوچڪ خان ايران جي وزيراعظم وسوغ الدوله سان ٺاهه ڪري ورتو. هن ٺاهه ٿيڻ سان ايراني فوج راشت ۽ تيمرتاش جي علائقن ۾ داخل ٿي ويئي. جنهن شروع ۾ جيلان جي انقلابين کي قتل ڪرڻ شروع ڪيو ۽ بعد ۾ (1921ع ۾) رضا خان جي اڳواڻي ۾ وڏو فوجي حملو ڪري راشت تي قبضو ڪري ورتو ۽ ڪوچڪ خان کي ڀڄائي ڪڍيو. جيڪو طالش جي جابلو علائقي ۾ سخت برفباري ۾ زنده ئي ڄمي ويو. اهڙي طرح جيلان سويت ريپبلڪ جو انقلاب ناڪام بڻايو ويو. جڏهن ته هن انقلاب وقت ايران تمام ڪمزور حالت ۾ هئو. محمد رضا شاهه پهلوي پنهنجي آتم ڪٿا جي ڪتاب ۾، اها حقيقت هينئن تسليم ڪري ٿو، ته "انهن ڏينهن ۾ سپاهين کي پگهار باقاعدي سان ادا نه ڪئي ويندي هئي، حڪومت ٽيڪس گڏ ڪرڻ جي معاملي ۾ بلڪل ڪمزور هئي، غير ملڪي مهمان کي ماني کارائڻ لاءِ خرچ ڪونه هئو. تهران ۾ قتل ٿيڻ جي ڊپ کان عوام رات جوگهرن کان ٻاهر نه نڪرندو هئو. رستن جي حالت انتهائي خراب هئي، جو تهران کان مشهد وڃڻ لاءِ ماڻهن کي روس کان ڦري وڃڻو پوندو هئو....!" ان کان علاوه ايران جي سرڪار جي ڪمزور حالت جي ڪري، برطانوي فوج اندر گهڙي آئي هئي ۽ حقيقتن ايراني سرڪار جو ڪنٽرول انهي سنڀاليو هئو.

جيلان انقلاب متعلق برطانيه سرڪار به سخت پريشان هئي. ان ايران ۾ سوشلسٽ انقلاب جي ڊپ کان پنهنجي مرضي موجب، من پسند حڪومت مقرر ڪرڻ پئي چاهي. برطانيه ايران ۾ هڪ ڪايا پلٽ يعني فوج ڪشي جي رٿابندي ڪئي. ان لاءِ هن، سامراج جي حق ۾ نڪرندڙ "رعد" رسالي جي ايڊيٽر سيد ضياءَ الدين طباطبائي ۽ هڪ اڻ پڙهيل فوجي آفيسر رضا خان جي چونڊ ڪئي. هن رضا خان متعلق هڪ آمريڪي صحافين جيڪ اينڊرسن لکي ٿو، ته "هڪ اڻپڙهيل سپاهي کان بادشاهه جي تخت تي پهچڻ تائين، هن ڪيترن انصاف پسندن جو قتل ڪيو هوندو، اهو ته هر ڪنهن کي معلوم

آهي، پر هي تہ ان ڪتي کي بہ قتل ڪرائي ڇڏيندو هئو، جيڪو هن جي سامهون ڀونڪيو هجي."

برطانوي رٿا بندي تحت رضا خان، سيد ضياءُ الدين ۽ ٻين ٽن فوجي آفيسرن عظيم خان، مسعود خان ۽ احمد آغا سميت سيني عوام جي حق ۾ قرآن تي قسم کڻي فوجي بغاوت جو اعلان ڪيو ۽ پروگرام موجب 21 فيبروري 1921ع تي هي ڪايا پلٽ ڪامياب ٿي. جنهن ۾ سيد ضياءُ الدين کي وزيراعظم ۽ رضا خان کي فوج جو ڪمانڊر انچيف مقرر ڪيو ويو. پوءِ رضا خان وڌيڪ برطانوي وفادار هجڻ جي ڪري سيد ضياءُ الدين کي ٽن مهينن اندر فلسطين ڏانهن ڀڄڻ تي مجبور ڪيو. سچ تہ هن اقتدار جي ويڙهہ ۾ قاچار بادشاهہ احمد شاهہ ڪاٺ جو گڏو بنجي ويو هئو. برطانوي دٻاءَ سبب هن 23 آڪٽوبر 1923 تي رضاخان کي وزيراعظم مقرر ڪيو ۽ پاڻ يورپ جي دوري تي هليو ويو ۽ ڪڏهن بہ واپس ڪونہ آيو.

وزيراعظم بنجڻ کان پوءِ رضا خان جي اقتداري خواهشن ۾ اڃا اضافو ٿيو ۽ 31 آڪٽوبر 1925ع يعني وزيراعظم ٿيڻ جي ٻن سالن کان پوءِ قاچار شهنشاهت جي خاتمي جو اعلان ڪيو ۽ 12 ڊسمبر 1925ع تي پهلوي خاندان جي بادشاهت جو اعلان ڪيو. رضا خان پاڻ کي ان جو پهريون بادشاهہ قرار ڏنو. اهڙي طرح ايران جو عوام هڪڙي مطلق العنان حڪمران مان جند ڇڏائيندي ڇڏائيندي، وري ٻئي قرآن تي قسم کڻندڙ آمر ۽ برطانوي پنو جي حڪمراني ۾ قاسي ويو.

اڻ پڙهيل بادشاهہ جي حڪمراني ۾ پهلوي خاندان، عوام جو رهيو کهيو رت بہ پيئڻ لڳو. عوام تي ڳرا ۽ سخت ٽيڪس مڙهي، زبردستي وصول ڪرڻ لڳو. هاڻ تہ پورهيت طبقي جو جيئڻ جنجال بنجي ويو هئو. ٽريڊ يونين سرگرمين کي سختي سان ڪچليو ويندو هئو، پر پوءِ بہ پورهيت خاموش نہ رهيا. سرڪار پاران پهرئين مئي تي شهيدن جو ڏهاڙو ملهائڻ کان روڪڻ لاءِ 29 اپريل 1929ع تي 93 پورهيت اڳواڻ گرفتار ڪيا ويا.

4 مئي تي تيل جي صنعت جي 9 هزار مزدورن سرڪار ۽ برطانوي سامراج خلاف مظاهرو ڪيو. بدلي ۾ پوليس جلوس تي ڪڙڪي پئي. لٺين، پٿرن ۽ سرن جو استعمال ٿيو. جنهن ۾ 20 پورهيت ۽ 15 پوليس وارا زخمي ٿيا پيا. ابدان ۾ مزدورن ۽ ننڍن واپارين گڏجي 20 هزار ماڻهن مظاهرو ڪيو

۾ شهر ۾ هڙتال ڪئي. پوءِ هي هڙتالون سڄي ايران ۾ ڦهلجي ويون ۽ ٽن مهينن تائين هي جدوجهد جاري رهي، جنهن ۾ 300 پورهيت گرفتار ڪيا ويا.

1931ع ۾ اصفهان ۾ ٽيڪسٽائيل جي صنعت ۾هڙتال ٿي. ڏکڻ ايران ۾ 800 ريلوي مزدورن هڙتال ڪئي. رضا خان نيٺ جدوجهد کان تنگ ٿي، پارليامينٽ کان پهرئين جون 1931ع ۾ ڪميونسٽ ايڪٽ پاس ڪرائي، ڪميونسٽ پارٽي تي پابندي لڳائي ڇڏي. هن پابندي جي آڙ ۾ سوين پورهيتن کي قتل ڪرائي ڇڏيو ۽ سوين ڪارڪن قيد ڪيا ويا.

ڪميونسٽ پارٽي کي حيدر خان کان پوءِ آخوندزادي ڪافي حد تائين سنڀاليو هئو. پر پابندي جي ڪري پارٽي جو ڪم ڪار نہ صرف زير زمين هليو ويو، پر آخوندزادي جا اڪثر ساٿي شهيد ۽ قيد ڪيا ويا هئا ۽ هاڻ هي بلڪل اڪيلو رهجي ويو هئو. ان دوران فزڪس ۾ پي-ايڇ- ڊي ڪندڙ ڊاڪٽر تقي آراني 1930ع ۾ برلن مان ايران واپس آيو. هن کي فوج ۾ مقرر ڪيو ويو، پر هن کي اتي مزو نہ آيو. تهران ۾ پروفيسر ٿيو، پر اتي بہ سڪون نہ مليس. اتان بہ استعيفا ڏيئي، مارڪسزم جي پرچار لاءِ نڪري پيو. ان لاءِ هن ”دنيا“ نالي رسالو ڇاپڻ شروع ڪيو. هنَ جو پهريون پرچو 21 جنوري 1934ع تي بازار ۾ آيو. هن رسالي جي مواد کي ڏسي، ڪميونسٽ پارٽي هن کي پنهنجو پرچو قرار ڏنو. هن رسالي تہ رضا خان جي شهنشاهت جو چرخو ئي چوپٽ ڪري ڇڏيو، جنهن ڪاوڙ ۾ اچي، هن رسالي تي 1935ع ۾ بندش وجهي ڇڏي. پر پوءِ بہ هي رسالو زير زمين ڇپجڻ لڳو. جنهن تي رضا خان ڪاوڙ ۾ اچي تقي آراني ۽ ان جي 52 ساٿين کي گرفتار ڪرايو. هنن گرفتار ڪامريڊن ۾ 10ڊاڪٽر، 3 انجنيئر ۽ ٻيا دانشور شامل هئا. هنن سڀني تي 2 نومبر کان 11 نومبر 1938 تائين خاص عدالت ۾ ڪيس هلائي، 15 سالن تائين سزائون ڏنيون ويون. هن فيصلي تي رضا خان خوش نہ ٿيو. جنهنڪري 4 فيبروري 1940ع تي تقي آراني جي ڪال ڪاٺڙي زهريلو اسپري ڪرائي، 38 سالن جي عمر ۾هن کي قتل ڪرائي ڇڏيو!!!.

رضا خان جاهل هجڻ جي ڪري ملڪ ۾ سخت افراتفري مچائي ڇڏي هئي. ٻي عالمي جنگ ۾ ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ مهرو بڻجي چڪو هئو. ملڪ جي 53 سيڪڙو بجيٽ دفاع تي خرچ ڪرڻ لڳو، پر امن جو ڪٿي بہ نالو نشان نہ هئو. ان ڪري سڀني ڱالهين جي ڪري، هي مجبور ٿي ڏکڻ آفريڪا ڀڄي ويو ۽ سندس جاءِ تي سندس ئي 22 سالہ پٽ محمد رضا 16 سيپٽمبر

1941ع تي تخت تي ويهاريو ويو. جنهن اينگلو، سويت، ايران متارڪ معاهدي تي صحيحيون ڪيون. هن معاهدي موجب ايران جي 15 هزار سياسي قيدين کي آزاد ڪيو ويو. انهن قيدين ۾ شهيد تقي آراني جا قيد 52 ساٿي به 19 سيپٽمبر 1941ع تي آزاد ڪيا ويا. جن پنهنجي جدوجهد جاري رکڻ جو اعلان ڪيو ۽ 2 آڪٽوبر 1941ع تي توده پارٽي جوڙي شاهه ۽ ان جي فسطائيت خلاف جدوجهد شروع ڪري، وڏي مقبوليت ماڻي. 1942ع ۾ هن جي ميمبر شپ 10 هزارن کان به مٿي ٽپي ويئي. 1943ع ۾ ايراني پارليامينٽ جي چونڊن ۾ 30 مان 10 سيٽون توده پارٽي کٽيون. توده پارٽي جي ڪاميابي شاهه ۽ برطانوي سامراج کي گهڻو پريشان ڪيو. هڪ طرف برطانيه ڪجهه پڙهيل ماڻهو هٿ ڪري، هٽرادو ڪميونسٽ پارٽي ٺهرائي، جنهن توده پارٽي خلاف نظرياتي بهتان بازي شروع ڪئي. ٻئي طرف جلاوطن ٽيل سيد ضياء الدين کي واپس ايران آڻي، ان کي هٿيار مهيا ڪري توده پارٽي جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن جو قتل عام شروع ڪرايو. پر پوءِ به توده پارٽي ڏينهون ڏينهن عوامي پارٽي بنجندي ٻئي ويئي. ان دوران ايران ۾ به اهم واقعا رونما ٿيا. انهنٰ ۾ هڪ آذر بائيجان ريپبلڪ ۽ ٻيو ڪردستان ريپبلڪ جو هئو .

آذر بائيجان شروع کان ئي انقلابي سوچ وارو علائقورهيو هئو. هي ايران جي اتر ۾ سويت يونين جي سرحد تي واقع آهي. هي علائقو پڻ سموري ايران وانگر شاهي آمريت جي ظلمن هيٺ دٻيل هئو. ايتري تائين جو هنن کي مادري زبان ۾ به تعليم حاصل ڪرڻ جي اجازت ڪونه هئي. ان ڪري شاهي آمريت مان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ هنن 1945ع ۾ آذر بائيجان جمهوري پارٽي ٺاهي. جنهن جو اڳواڻ مشهور ڪميونسٽ دانشور جعفر پشاوري کي چونڊيو ويو. هن پارٽي تيزي سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. هن پارٽي ۾ توده پارٽي جا ڪارڪن به شامل ٿي ويا. هڪ سال اندر هن جي ميمبر شپ 75 هزار کان به مٿي ٽپي ويئي.

نومبر 1945ع ۾ ايران ۾ لوڪل ڪائونسلن جون چونڊون ٿيون، جنهن ۾ آذر بائيجان جي سموري علائقي ۾ هن پارٽي سڀئي سيٽون کٽي ورتيون. آذر بائيجان جمهوري پارٽي سمورين لوڪل ڪائونسلن کي گڏائي، آذر بائيجان قومي اسيمبلي جوڙي، هڪ خود مختيار حڪومت جو اعلان ڪيو. جنهن جو وزيراعظم جعفر پشاوري ۽ قومي اسيمبلي جو اسپيڪر نظام دولي کي چونڊيو ويو. پر هن حڪومت ايران جي حڪومت کان الڳ ٿيڻ

ڪان انڪار ڪندي، ايران اندر اقتدار چونڊيل نمائندن کي ڏيڻ جو اعلان ڪيو. هن حڪومت مختصر عرصي ۾ لکين ايڪڙ زمين هارين ۾ ورهائي، 325 پرائمري اسڪول ۽ 82 سيڪنڊري اسڪول ۽ تبريز ۾ هڪ يونيورسٽي قائم ڪئي. مقامي زبان کي قومي زبان قرار ڏيئي، سيني اسڪولن ۾ پڙهائڻ شروع ڪئي. سمورن سياسي قيدين کي آزاد ڪيو ويو. عورتن کي پهريون ڀيرو ووٽ ڏيڻ جو حق ڏنو ويو. اپريل 1946ع ۾ آذر بائيجان جي شين جون قيمتون تهران جي مقابلي ۾ اڌ قيمت جيترين سستيون ٿي ويون.

آذر بائيجان جي مثال کي سامهون رکندي، ڪردستان جي انقلابين پڻ 22 جنوري 1946ع خودمختيار حڪومت جوڙڻ جو اعلان ڪيو. ڪردستان جمهوري پارٽي جي اڳواڻ غازي محمد کي صدر ۽ حاجي بابا شيخ کي وزيراعظم چونڊيو ويو ۽ اتي پڻ وڏي پيماني ايترا تہ عوامي سڌارا آندا ويا. جن جو شاهي آمريت جي دور ۾ تصور بہ ممڪن نہ هئو.

هنن جمهوري حڪومتن جي جڙڻ ۾ توده پارٽي اهم سهڪار ڪيو ۽ گڏوگڏ سوويت يونين مان سرخ فوج پڻ، هنن جي مدد ڪئي. ان دوران ئي عالمي جنگ جي خاتمي تي 1945ع ۾جيڪو يالٽا معاهدو ٿيو هئو، جنهن تي آمريڪي صدر روز ويلٽ، برطانوي وزيراعظم چرچل ۽ سوويت يونين جي صدر اسٽالن صحيحيون ڪيون هيون. ان ئاهم جي مناسبت سان برطانيہ سرڪار، اسٽالن ڪان هنن جمهوري رياستن مان پنهنجي سرخ فوج واپس گهرائڻ جو چيو. جنهن 9 مئي 1946ع ۾ سرخ فوج واپس گهرائي. سرخ فوجي جي واپسي ڪان پوءِ، ايراني فوج، برطانوي فوج جي مدد سان 12 ڊسمبر 1946ع ۾ هنن جمهوريتن تي حملو ڪري، هنن کي ختم ڪري، هزارين جمهوريت پسندن کي قتل ڪري ڇڏيو.

هوئڻ بہ هي سمورو عرصو ايران ۾ سخت سياسي بحران رهيو. پنجن سالن جي عرصي دوران 8 وزيراعظم تبديل ٿيا. 4 فيبروري 1948ع ۾ شاهہ ايران تي حملو ڪيو ويو، جنهن ۾ شاه بچي ويو ۽ معمولي زخمي ٿيو.

1950ع ۾ ايراني پارليامينٽ جون چونڊون ٿيون، جنهن ۾ ايراني قومپرست پارٽي نيشنل فرنٽ سني حيثيت حاصل ڪري ورتي. هن پارٽي جي قيادت ڊاڪٽر مصدق ڪري رهيو هئو. هن جي توده پارٽي پڻ سني مدد ڪئي هئي. پر شاهہ هڪ آمريڪا نواز جرنيل علي زرما کي وزيراعظم مقرر ڪيو. هن دوران ايران جي عوام ۾ برطانوي تيل ڪمپني خلاف سخت

ڪاوڙ ڇانيل هئي. عوام تيل ڪمپني کي قومي تحويل ۾ وٺڻ جو آواز اٿاريو، پر وزيراعظم علي زرما ان جي سخت مخالفت ڪئي. جنهنڪري هڪ مذهبي جماعت ”فدا جيم اسلام“ جي ڪارڪن خليل تهم عباسي 7 مارچ 1951ع تي فائرنگ ڪري، علي زرما کي قتل ڪري ڇڏيو. بحران ۾ شدت ان وقت پيدا ٿي، جو 15 مارچ تي ايراني پارليامينٽ اينگلو ايراني تيل ڪمپني کي قومي تحويل ۾ وٺڻ جي قرارداد پاس ڪئي. هن عمل تي شاهه چڙي پيو ۽ ملڪ ۾ مارشل لا لڳائي، حسين علي کي ملڪ جو نئون وزيراعظم مقرر ڪيو، پر ان به 27 اپريل 1951ع تي استعيفا ڏيئي ڇڏي. بحران ۾ گهيريل ايراني شاهه کي ٻيو ڪوبه نظر نه آيو، بس ٻئي ڏينهن ئي يعنيٰ 28 اپريل تي ڊاڪٽر مصدق کي وزيراعظم مقرر ڪيو. ڊاڪٽر مصدق ڪرسي تي ويهندي ئي پارليامينٽ جي ڪيل فيصلي موجب، تيل جي صنعت کي قومي تحويل ۾ وٺڻ جو حڪم جاري يو. ان وقت برطانوي ڪمپني ايران کي تيل جو 16 سيڪڙو ڏيندي ۽ 84 سيڪڙو حصو پاڻ ڪٽندي هئي. هن فيصلي سڄي ايران ۾ ڊاڪٽر مصدق جي حيثيت وڌائي ڇڏي. برطانيه اپريل 1951ع ۾ هن فيصلي خلاف اقوام متحده جي عدالت انصاف وٽ ڪيس داخل ڪيو. جنهن ايران جي حق ۾ فيصلو ڏنو. وري ٻيهر ڪيس پيش ڪيو، پر ٻيهر به ايران جي حق ۾ فيصلو ڏنو. آمريڪا ڏانهن مثبت رويو رکندڙ ڊاڪٽر مصدق، اهو نه سمجهي سگهيو، ته آمريڪا ۽ برطانيه سامراجي سڪي جا ٻه پاسا آهن، پر پوءِ به هن جي تانگهه آمريڪا ڏانهن جاري رهي. جڏهن ته آمريڪا ۽ برطانيه گڏجي ڊاڪٽر مصدق کي هٽائڻ جي رٿا بندي ڪئي. ٻنهي ملڪن جي مدد ۽ سهڪار سان جنرل زاهد ۽ هن جي گروهه، ڊاڪٽر مصدق تي قاتلاڻو حملو ڪيو، پر هو بچي ويو ۽ جنرل زاهد ساٿين سميت گرفتار ٿي ويو. جيستائين ڪيس هلي ۽ هنن کي سزا ملي، ته ان کان اڳ ئي شاهه ايران جي حڪم تحت زاهد ۽ هن جي ساٿين کي آزاد ڪيو ويو. آخرڪار شاهه پارليامينٽ ٽوڙي ڇڏي ۽ ٻيهر جنرل زاهد ۽ ڪرنل نصيري کي آمريڪي سي-آءِ-اي جي نگراني ۾ ڪم ڪرڻ ۽ ڊاڪٽر مصدق کي گرفتار ڪرڻ لاءِ چيو ويو. 16 آگسٽ 1953ع تي جيئن ئي ڪرنل نصيري اتي پهتو، ته گرفتار ٿي ويو. جيئن ئي هن جي گرفتاري جي خبر شاهه کي پئي، ته اهو پنهنجي گهر واري ثريا کي ساڻ ڪري روم ڏانهن ڀڄي ويو ۽ ڊاڪٽر مصدق شاهه جي هن فوجي ڪاروائي کي ناڪام قرار ڏنو. هن دوران توده پارٽي ڊاڪٽر مصدق کان مطالبو ڪيو، ته

ايران کي جمهوري ريپبلڪ قرار ڏئي، سمورين ٽريڊ يونين ۽ سياسي پارٽين تان پابندي هٽائي ۽ ملڪ اندر سامراج دشمن محاذ جوڙي. پر ڊاڪٽر مصدق هنن مطالبن ڏانهن ڪو به ڌيان نه ڏنو. جڏهن ته هن جي ابتڙ آمريڪي سي-آء-اي ہي فوجي ڪاروائي جي رٿا تيار ڪري ورتي. 19 اگسٽ 1953ع تي يعني ٽن ڏينهن ڪان پوء، ڪجھ ڪرايي تي مظاهرين حاصل ڪري، انهن سان شاهه وفادار فوجي گڏائي ڪاروائي ڪئي وئي. پهرئين ريڊيو اسٽيشن تي قبضو ڪيو ۽ پوء مصدق ۽ ان جي ساٿين کي گرفتار ڪري، ملڪ جو ڪنٽرول حاصل ڪري ورتو. هن ڪايا پلٽ بابت سي -آء- اي جي اڳوڻي ايجنٽ اينڊريوٽلي لکي ٿو، ته "ايران جي گهٽين ۾ شاهه جي حمايت حاصل ڪرڻ لاء مظاهرين ۾ هڪ ڪرڙ ڊالر ورهايا ويا هئا" ۽ خود راڻي ثريا پنهنجي آتم ڪٿا ۾ 60 لک ڊالر تسليم ڪيا آهن.

شاهه ايران 22 آگسٽ 1953ع تي واپس آيو ۽ هاڻي شاهه آمريڪي سي-آء- اي جي رحم و ڪرم تي هلڻ لڳو. آمريڪي سي-آء- اي برطانيه جي معرفت اڳئي ايراني فوج ۾ داخل ٿي چڪي هئي. پر 1957ع ۾ هن ۽ اسرائيل جي خفيه ايجنسي موساد گڏجي هڪ خاص ايجنسي "ساوڪ" جوڙي هئي. جنهن جو ڪم شاهه مخالف قوتن کي ختم ڪرڻ ۽ آمريڪي مفادن جي نگراني ڪرڻ هئو.

ڊاڪٽر مصدق تي ڪيس هلائي موت جي سزا ٻڌائي وئي ۽ بعد ۾ موت جي سزا کي ٽن سالن جي سزا ۾تبديل ڪيو ويو. هن کان سواء 20 هزار جمهوريت پسندن کي قتل ڪيو ويو. سمورين سياسي پارٽين ۽ اخبارن تي پابندي وڌي وئي.

هن سانحي کان پوء توده پارٽي ڪو به ڪردار ادا نه ڪري سگهي. سواء ان جي، ته فوج اندر توده پارٽي جي سيڪشن جي خبر شاهه کي پئجي وئي. جنهن 36 ڪتابن جي ليکڪ ۽ سچي سپاهي خسرو روزبه سميت انيڪ آفيسرن کي بيگناهه شهيد ڪيو. هونئن به جيڪڏهن اسان سنجيدگي سان جائزو وٺنداسين، ته ڪميونسٽ پارٽي کان وٺي توده پارٽي تائين، هن جو ڪردار..... جيلان، آذر بائيجان ۽ ڪردستان ريپبلڪ کان وٺي نيشنل فرنٽ جي ڊاڪٽر مصدق تائين هر اول نه، پر صرف مددگار رهيو هئو.

1963 ۾ شاهه ايران پاران سفيد انقلاب جي اعلان کان پوء، مذهبي ڌرين ۽ شاهه ۾ اختلاف چوٽ چڙهي ويا. هن ٽڪراء جي نتيجي ۾آيت الله

خميني کي گرفتار ڪيو ويو ۽ هن جي آزادي کان پوءِ هو جلاوطن ٿي ويو. هن سفيد انقلاب دوران شاهه هارين ۾ زمين ورهائڻ بجاءِ، اها زمين پاڻ ڦٻائي. اهڙي طرح ايران جي ڪل زرخيز زمين جي پنجين حصي جو مالڪ پاڻ شاهه بنجي ويو هئو.

شاهه جي خفيه پوليس ساوڪ جي ڌمڪاءَ کان پوءِ سياسي چرپر جهڙوڪر بند ٿي ويئي هئي. جڏهن ته هن دوران حڪمران طبقو وڏ کان وڏ شاهوڪار ۽ پورهيت طبقو غريب کان غريب تر ٿيندو پئي ويو، پر ڪجي ڪير؟

نيٺ نوانوي ڊگري سينٽي گريڊ جي خاموش مٿاڇري جي هيٺان گرم پاڻي کي، صرف هڪ ڊگري وڌيڪ ملي، ته پاڻي ٻاڦ ٿيڻ شروع ٿيو. ڪنهن به ائين نه سوچيو هئو، ته جون 1977ع ۾ اديبن ۽ وڪيلن جا شهري آزادين متعلق معمولي مطالبا، ڪو انقلاب ڪڙو ڪندا. آمريڪي سامراج هنن مطالبن کي سنجيده سمجهندي، شاهه ايران تي ملڪ اندر سڌارا آڻڻ جو دٻاءُ وڌو. جنهن پارليامينٽ (مجلس) سميت شهري سڌارن جو اعلان ڪيو. پر هي زباني سڌارا عوام جا معاشي مسئلا حل ڪرڻ لاءِ بلڪل ناڪافي هئا. جنهنڪري هنن سڌارن عوام ۾ اجا جوش ۽ ولولو پيدا ڪيو ۽ خاص ڪري پورهيت طبقو ته پڙڪي اٿيو. جو ته 1977ع ۾ ايراني حڪمرانن 40 سيڪڙو صنعتي واڌ روڪي ڇڏي هئي. جنهنڪري 20- سيڪڙو فني پورهيت ۽ 40- سيڪڙو عام پورهيت بيروزگار ٿيا. هن بيروزگاري سان گڏ پگهارن ۾ پڻ گهٽتائي آئي. سرڪار پاران پورهيتن کي ڏنل مراعتون واپس ورتيون ويون. نتيجي ۾ مزدورن جون احتجاجي هڙتالون ابدان ۽ ٻين شهرن ۾ شروع ٿي ويون. ٽيڪسٽائل جي مزدورن پنهنجي پگهارن ۽ بونس جي اضافي جا مطالبا شروع ڪيا.

8 سيپٽمبر 1978ع تي تهران ۾ تمام وڏي احتجاجي جلسي تي ساوڪ ۽ فوج گڏجي فائرنگ ڪئي. جنهن ۾ هزارين پورهيت شهيد ٿي ويا. هن عظيم سانحي جي ڏک ۾ سڄي ملڪ جا پورهيت احتجاج تي هليا ويا.

9 سيپٽمبر تي تهران جي تيل جي صنعت جي پورهيتن، شهيدن جي سوڳ ۾ هڙتال ڪئي. هنن پورهيتن قاتلن جي گرفتارين ۽ مارشل لا جي خاتمي جي گهر ڪئي. ٻئي ڏينهن تي هي هڙتال شيراز، تهريز، ابدان ۽ اصفهان تائين ڦهلجي ويئي ۽ پوءِ تيل جي صنعت جا سمورا پورهيت هڙتال تي

هليا ويا ۽ وڏا وڏا جلسا ڪيڻ شروع ڪيا. جن ۾ سياسي مطالبا بہ ڪيا ويا، تہ شاهہ کي برطرف ڪريو. ساوڪ ختم ڪريو ۽ آمريڪي سامراج مرده آباد. وغيره وغيره. ان کان پوءِ اهواز ۽ خزستان جا پورهيت احتجاج ۾ شامل ٿي ويا. تيل جي صنعت اندر لڳاتار 33 ڏينهن هڙتال هلي، جنهن ۾ روزانو ساڍا ست ڪروڙ ڊالر نقصان ٿي رهيو هئو. هن هڙتال سرڪار جي چيلهہ ئي ڀڃي ڪري ڇڏي هئي. پورهيتن جي هنن احتجاجن ۾ يونيورسٽين ۽ ڪاليجن جا شاگرد بہ شامل ٿي ويا ۽ 50 هزارن تائين احتجاجي جلوس جلسا ڪرڻ لڳا. هتي اهو وسارڻ نہ گهرجي، تہ شاهہ خلاف اٿيل هن تحريڪ جو رخ ڏسي، جلا وطني دوران آيت الله خميني پڻ ايران جي عوام کي بغاوت ڪرڻ جي اپيل ڪئي. جنهنڪري هاڻ مسجدن مان پڻ شاهہ مخالف اعلان ۽ اپيلون لائوڊن ذريعي ڪيون وينديون هيون.

جيئن جيئن هي احتجاج وڌندو ويو، تہ سماج جا ٻيا شعبا بہ هن احتجاج ۾ شامل ٿيندا پئي ويا. ايران جا هاري هزارن جي تعداد ۾ جلوس ڪڍي رهيا هئا. سرڪاري ادارن جا ملازم، استاد، ڊاڪٽر، انجنيئر، وڪيل، اسپتالن جا ملازم، ڪلارڪ، پوسٽ آفيس جو عملو، ٽيليفون ۽ ٽيليويزن جا ملازم، ٽرانسپورٽ ۽ ريلوي جا ملازم، هوائي جهازن ۽ بئنڪن جو عملو، خاص ڪري سينٽرل بئنڪ آف ايران جو عملو پڻ، هن احتجاج ۾ شامل ٿي ويو. هن پرامن احتجاج کان پوءِ تشدد پڻ اڀري آيو. جنهن ۾ سوين بئنڪون ۽ سرڪاري عمارتون باهہ ڏيئي ساڙيون ويون. سرڪار جو حد کان بہ وڌيڪ نقصان ٿي رهيو هئو. 1978ع جو سڄو سال احتجاجن ۽ سرڪاري قتل عام جو سال رهيو. روزانو سوين جلوس نڪرندا هئا ۽ ساوڪ پاران گوليون هلائي، عوام مٿان بي دردي سان ٽئنڪون چاڙهي قتل عام ڪيو ويندو هئو. هن جلس جلوسن ۾ آمريڪي ۽ برطانوي جهنڊا، آمريڪي صدر جمي ڪارٽر ۽ شاهہ ايران جا پتلا بہ ساڙيا ويندا هئا.

فوج بہ طبقاتي بنيادن تحت ورهائجڻ لڳي. فوجي آفيسر، سپاهين کي عوام مٿان گولي هلائڻ جو حڪم ڏيندا هئا ۽ سپاهي عوام بجاءِ انهن آفيسرن کي قتل ڪري ڇڏيندا ها. ساوڪ ٽارچرسلين اندر سوين فوجين کي حڪم نہ مڃڻ ۽ انڪار ڪرڻ جي ڪري بہ قتل ڪيو ويو هئو.

انقلاب کي ڪامياب بنائڻ لاءِ پورهيتن ملڪ جي سمورين صنعتن ۽ شهرن ۾ "شوراٰ" نالي ڪميٽيون جوڙيون ۽ انتظامي ڪنٽرول انهن جي حوالي

ڪرڻ شروع ڪيو ۽ هي عمل تيزي سان جاري رهيو، جتي جتي پورهيتن، حڪمرانن کي بي دخل پئي ڪيو، اتي شورا انتظام پئي سنڀاليو.

ملڪ اندر انقلابي صورتحال کي محسوس ڪندي، شاهه جي خاندان سميت حڪمران طبقي، ملڪ مان مال اسباب ٻاهر ڏوڙڻ شروع ڪيو. 1978ع جي آخري ٽن مهينن ۾ 178 ماڻهن هڪ ارب ڊالر کان به مٿي رقم ملڪ کان ٻاهر موڪلي. شاهه پنهنجي خاندان لاءِ هڪ ارب ڊالر آمريڪا موڪليا ۽ هڪ ارب ڊالر الڳ هئو، جيڪو سئزرليند ۾ بون جي بئنڪن ۾ هن تحريڪ کان اڳ رکرايو ويو هئو. پوءِ حڪمرانن پنهنجي خاندانن کي به ٻاهر موڪلڻ شروع ڪيو.

شاهه سياسي حالتن کي سنڀالڻ لاءِ، نيشنل فرنٽ جي اڳواڻ شاهپور بختيار کي وزيراعظم مقرر ڪيو، پر حالتون گهڻو اڳتي نڪري چڪيون هيون، هاڻي سواءِ شاهه جي ڀڄڻ جي ڪو رستو نه بچيو هئو. نيٺ شاهه 16 جنوري 1979ع تي هوائي جهاز رستي مصر ڏانهن فرار ٿي ويو.

1 فيبروري تي آيت الله خميني 15 سالن جي جلاوطني ختم ڪري، ايران واپس آيو. اهڙي طرح ٻيا سياسي مخالف به موٽي آيا. اها هاڻ عجيب ڳالهه نه رهي هئي، ته ايران جي پورهيت طبقي، دنيا جي ڇهين وڏي فوجي طاقت (ايراني شهنشاهت) کي شڪست ڏيئي، آمريڪا کي شرمندو بڻايو هئو!!

نيشنل فرنٽ جو ٻيو ڌڙو، جنهن جي قيادت مهدي بزرگان ڪري رهيو هئو، ان کي آيت الله خميني وزيراعظم مقرر ڪيو ۽ شاهپور بختيار روپوش ٿي ويو.

توده پارٽي پورهيتن جي مدد ڪرڻ بجاءِ، ايراني مذهبي ڌرين جي اهو چئي مدد ڪئي، ته اهي سامراج دشمن آهن. پر ايراني پورهيتن ان جو حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو.

14 فيبروري 1979ع تي، آيت الله خميني ملڪ جي سمورن پورهيتن کي واپس ڪم تي اچڻ جو حڪم ڪيو. پر تيل، فولاد ۽ قالين جي صنعتن جي پورهيتن اهو حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ شورا ڪميٽيون ختم ڪرڻ کان پڻ ڪتو جواب ڏنو ۽ تيل جي صنعت جا 50 هزار پورهيت هڙتال تي هليا ويا.

آيت الله خميني ۽ ٻين مذهبي عالمن، سامراج ۽ شاهه دشمن طبقاتي انقلاب کي، آهستي آهستي ۽ هوشياري سان مذهبي انقلاب ۾ تبديل ڪرڻ

جو ڪم شروع ڪيو. پهرئين مهدي بزرگان کي وزيراعظم بنائڻ کان پوءِ پنهنجي الڳ انقلابي ڪائونسل جوڙي، وزيراعظم کي عملن بي طاقت بنايو. وڏي ڳالهه ته مهدي بزرگان کي شورا ڪميٽين ۽ ڪردستان قومي موومينٽ کي ختم ڪرائڻ لاءِ باقاعدي استعمال ڪيو، ان کان پوءِ بني صدر کي يونيورسٽين اندر شاگردن جي ترقي پسند قوتن کي ڪچلڻ لاءِ استعمال ڪيو. اسلامي حزب الله کي ڪاڻي ڊر ۽ سرگرم عورتن خلاف استعمال ڪيو. مطلب ته ايران جي مذهبي ڊرين 6 هزارن کان مٿي پورهيت ۽ سياسي ڪارڪنن کي قتل ڪرايو. باقي اهي مذهبي عالم جيڪي اهل شعيت سان واسطي ۾ هئا، اهي بچي ويا ۽ باقي ٻين فرقن وارن کي شيعا ٿيڻ يا خاموش رهڻ لاءِ دٻاءُ وڌو ويو.

سچ ته آمريڪي ۽ برطانوي سامراج ۽ شاهه مخالف پورهيتن، شاگردن، عورتن، آزادي پسندن هزارين جانيون ڏيئي ۽ عصمتون ٻوڙي، ان لاءِ انقلاب آندو هئو، جو اهي معاشي طور تنگ ڪيا ويا هئا. بک، بدحالي، مهانگائي، بيروزگاري ۽ بيماري هنن جي قسمت ۾ زبردستي لکي ويئي هئي. انهن جو هنن خاتمو چاهيو ٿي. پر اها به ڪيڏي نه بدقسمتي چئجي، جو هنن ئي انقلاب آڻيندڙ هزارين پورهيتن، شاگردن ۽ عورتن کي آمريڪي ايجنٽ سڏي، انهن ئي ٽارچر سيلن ۽ اذيتگاهن ۾ شهيد ڪيو ويو، جيڪي ساوڪ جاهئا. فرق صرف اهو هئو، ته ڪالهه ساوڪ ايجنٽ جلاد هئا ۽ اڄ مذهبي عالم قاتل بنيل هئا.

آيت الله خميني بورجوازي سان ٺاهه ڪري سرمائيداري نظام کي برقرار رکيو. اهڙي طرح پهرئين اپريل 1979ع تي ايران کي اسلامي ريپبلڪ قرار ڏنو ويو. جنهن کي توده پارٽي به تسليم ڪيو.

اهڙيءَ طرح ايران جو پورهيت طبقو عارضي طور شڪست کائي ويو، پر اهو تاريخ جي ميدان تي ٻيهر ضرور اڀرندو ۽ پنهنجو انقلابي فرض پورو ڪندي، عالمي سوشلسٽ برادري جو حصو بڻبو●

# افغانستان جو ثور انقلاب

پاڪستان جي اولهہ ۾ اوچــن جبلن ۾ گهيريل افغانستان، هڪ ڪروڙ 80 لک آبادي رکندڙ، 21 نسلي گروپن ۽ 30 ٻولين وارو ملڪ آهي. قبائلي بيهڪ جي ڪري تمام ٻوئتي پيل ۽ تـرقي کان وانجهـيل آهـي ٻاهـريـن حملي آورن هميشہ هن کي ايشيا جو دروازو سڏيو اهي. پٿرن جي هي زمين اڄ قبائلي سردارن ۽ مذهبي بنياد پرستن جي ڏکهي ويڙهہ جي تاريخ بيان ڪري ٿي.

سنڌ تي قبضي کان اڳ انگريزن افغانستان تي 1839ع تي شاهہ شجاع جي دلالي هيٺ قبضو ڪيو هئو، پر 2 نومبر 1840ع تي دوست محمد انگريزن کي چاريڪر جي هنڌ وٽ وڏي شڪست ڏيئي ڀڄائي ڇڏيو ۽ 1843ع ۾ جڏهن انگريزن سنڌ ۽ پنجاب تي قبضو ڪيو، تہ انهن ٻيهر افغانستان تي قبضي جي ڪوشش ڪئي، پر ٻنهي بہ بري طرح ناڪام ٿيا.

1863ع ۾ دوست محمد جي وفات کان پوءِ اقتدار سندس پٽ شهر علي خان کي ڏنو ويو. هن جي اقتدار دوران ٽيون ڀيرو، 21 نومبر 1878ع تي انگريزن حملو ڪيو. حملو تہ ناڪام بنايو ويو، پر ان ويڙهہ دوران شهر علي اتر افغانستان ڏانهن هليو ويو ۽ اقتدار پنهنجي پٽ يعقوب خان کي ڏيئي ويو. يعقوب خان انگريزن سان 26 مئي 1879ع تي معاهدوڪري، افعانستان کي انگريزن جو تابعدار بنائي ڇڏيو. پر افغان عوام هن ٺاهہ کي مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ 3 سيپٽمبر تي انگريزن خلاف بغاوت شروع ڪئي، جنهن ۾ انگريزن جا ڪيترا آفيسر قتل ڪيا ويا. بدلي ۾ انگريزن هزارن جي تعداد ۾ عوام کي شهيد ڪيو. پر پوءِ بہ هي بغاوت ختم نہ ٿي. ان ڪري انگريزن هڪ سازش جي ذريعي 1880ع ۾ گندهڪ جي معاهدي هيٺ افغانستان کي ڊيورينڊ لائين جي ذريعي ورهائي ڇڏيو. پر افغان حاڪمن هن ورهاست کي قبول ڪرڻ کان.انڪار ڪيو. نيٺ 1893ع ۾ افغان بادشاهہ مير عبدالرحمن

کي مجبور ڪيو ويو، جنهن هن ورهاست کي قبول ڪيو ۽ افغانستان کي جاگرافيائي ۽ آبادي جي ٽئين حصي کان محروم ڪيو ويو.

1901ع ۾ مير عبدالرحمن جي وفات ڪانپوءِ هن جي جاءِ تي سندس پٽ حبيب الله خان اقتدار تي وينو. جيڪو پيءُ جي پيٽ ۾ گهڻ ظالم هئو. 20 فيبروري 1919ع ۾ حبيب الله خان جي پراسرار قتل کان پوءِ، سندس پٽ امان الله خان کي تخت تي ويهاريو ويو.

امان الله خان پنهنجي 8 سالن جي دور ۾ افغانستان کي سرداري ۽ جاگيرداري نظام مان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ ڪافي ترقياتي سڌارا آندا ۽ ننڍي پيماني تي صنعتن جو چار وڇايو، زرعي ٽيڪس ۾ اضافو ڪيو. امير عبدالرحمن جي دور جي غلام بنايل ماڻهن کي آزاد ڪيو. مردن ۽ عورتن جي تعليم کي لازمي قرار ڏنو، عورتن تان پردي ڪرڻ جو جبر ختم ڪيو ويو ۽ هڪ کان وڌيڪ زال رکڻ کي غير قانوني قرار ڏنو ويو. مذهبي عالمن جا انتظامي اختيار ختم ڪري، انهن جي آمدني گهٽائي ڇڏي، شيعه ۽ سني ۾ مذهبي فرق ختم ڪري ڇڏيو. هندن ۽ سکن کي مذهبي آزادي ڏني ۽ انهن مٿان اضافي ٽيڪس ختم ڪري ڇڏيو. افغان شاگردن کي اعليٰ تعليم لاءِ ٻاهر موڪليو ۽ پهريون ڀيرو ڇوڪرين کي اعليٰ تعليم لاءِ ترڪي موڪليو ويو، ٽيليفون جو ملڪ اندر چار وڇايو. بجلي گهر قائم ٿيا، اسپتالون ۽ اسڪول وڏي تعداد ۾ کوليا ويا. عورتن جي وڪري تي سخت پابندي لڳائي. 28 آگسٽ 1928ع تي جرگو سڏايو، جنهن ۾ هڪ هزار نمائندا آيا، انهن ۾ عورتون به شريڪ ٿيون. افغانستان جي قومي بئنڪ جو قيام عمل ۾ آندو، قومي اسيمبلي جي قيام جي منظوري ڏني ويئي، جيڪا 150 ميمبرن تي مشتمل هوندي. جنهن ۾ ميمبرن جي عمر 25 سالن کان 70 سالن تائين مقرر ڪئي ويئي. هن کان علاوه هڪ اعليٰ ترين اداري طور جي شڪل جو، هڪ جرگو به مقرر ڪيو ويو، جيڪو پنجن سالن ۾ هڪ دفعو گهرايو ويندو.

امان الله خان سويت يونين، ترڪي، جاپان، آمريڪا، اٽلي، برطانيه، فرانس ۽ ٻين ڪيترن ملڪن سان بهتر تعلقات قائم ڪيا ۽ انهن ملڪن جا دورا ڪري معاشي سڌارن لاءِ تعاون حاصل ڪيو.

هنن سڌارن ۽ ترقي جي عوام ته زبردست پذيرائي ڪئي، پر سردارن ۽ مذهبي عالمن، جن کي هنن سڌارن مان معاشي نقصان ٿي رهيو هئو، انهن نه صرف سخت مخالفت ڪئي، پر امان الله خان کي هٽائڻ لاءِ سازشون به

شروع ڪيون. هنن سازشن ۾ برطانوي سامراج بہ شامل ٿي ويو، جنهن جا هتي بينڪي مقصد هئا. امان الله خان ۽ ان جي گهر واري ثريا جڏهن برطانيہ دوري تي ويا، تہ اتي جيڪي تصويرون ڪڍيون ويون هيون، اهي تصويرون برطانيا سرڪار افغانستان جي مذهبي عالمن کي ڏنيون. جن اهي تصويرون عوام ۽ قبيلن ۾ ورهايون، تہ جيئن ثريا جي شراب پيئڻ ۽ رقص وارين تصويرن تي عوام خفا ٿئي. آفريدي ۽ شنواري قبيلن ۾ انهن تصويرن جو سخت رد عمل ٿيو. ان کان علاوه شير آغا، معموم آغا ۽ قاضي عبدالرحمن، مذهبي عالمن کي ڪٺي ڪري، انهن کان صحيحيون وٺي، امان الله خلاف ڪفر جي فتويٰ جاري ڪئي. عجيب ڳالهہ تہ هن سازش ۾ ڌاڙيلن کي بہ شامل ڪيو ويو. ان وقت ڌاڙيلن جو سردار بچہ سقہ نالي مشهور ڌاڙيل هئو، ان جي مذهبي عالمن ۽ سردارن وڏي سرپرستي ڪئي. امان الله خان هن ڌاڙيل کي گرفتار ڪرڻ لاءِ فوج موڪلي، پر ان کي بچہ سقہ شڪست ڏني. انهن ڏينهن ۾ لارنس نالي برطانوي جاسوس کي افغان قبيلن کي امان الله خلاف منظم ڪرڻ لاءِ برطانيہ پاران پئسہ ڏنا هئا. اهڙي طرح امان الله خان جي ڏينهون ڏينهن پوزيشن ڪمزور ٿيندي ويئي، ايتري تائين جو امان الله خان سڌارن کي منسوخ ڪرڻ جو اعلان ڪيو، پر پوءِ بہ بغاوت وڌندي ويئي، نيٺ امان الله خان 14 جنوري 1929ع تي اقتدار پنهنجي ڀاءُ عنايت الله خان جي حوالي ڪري، پاڻ خاندان سميت اٽلي هليو ويو.

عنايت الله خان ڌاڙيل بچہ سقہ سان ڳالهيون ڪيون، پر ناڪام ٿيون. ان ڪري 17 جنوري 1929ع تي بچہ سقہ ڪابل جي تخت تي ويٺو ۽ افغانستان جو بادشاهہ بڻجي ويو. ۽ شور بازار جي مذهبي عالمن سميت هڪ هزار عالم ۽ سردار کيس مبارڪباد ڏيڻ آيا!!!

برطرف بادشاهہ عنايت الله، نادر خان کي فرانس کان گهرايو، برطانيہ پڻ ان جي حمايت جو اعلان ڪيو. جنهن بچہ سقہ کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ، 16 آڪٽوبر 1929ع تي هو افغانستان جو بادشاهہ بڻجي ويو. نادر خان امان الله خان جي سڌارن جي سخت خلاف هئو. جنهن رد اصلاحات جون پاليسيون جوڙيون. هن امان الله خان جي ويجهن ساٿين، جيڪي ترقي پسند هئا، انهن کي قتل ڪرائي ڇڏيو يا انهن کي جيل ۾ بند ڪري ڇڏيو. 8 نومبر 1933ع ۾ نادر خان هڪ شاگرد هٿان گولي لڳڻ جي ڪري قتل ٿي ويو. هن جي جاءِ تي سندس 29 سالہ پٽ ظاهر شاهہ کي تخت تي ويهاريو

ويو. ظاهر شاهہ جا ٽي چاچا سردار هاشم، سردار شاهہ محمود ۽ سردار شاهولي اقتدار ۾ سندس مددگار هئا. جن مان هي خوش نہ هئو. نيٺ انهن مان جند ڇڏائڻ لاءِ هن پنهنجي سوٽ سردار دائود خان کي 1953ع ۾ وزيراعظم بنايو ۽ پوري فوجي سگهہ حاصل ڪري ورتي. پر ڏهن سالن جي عرصي کان پوءِ سردار دائود، ظاهر شاهہ سان اختلافن جي ڪري، مارچ 1963ع ۾ استعيفا ڏيئي ڇڏي.

1964ع ۾ ظاهر شاهہ هڪ نئون آئين نافذ ڪيو. جنهن ۾ افغانستان ۾ ٻہ ايوان مقرر ڪيا. هڪ هيٺيون ايوان (اولسي جرگہ) جيڪو 216 ميمبرن تي مشتمل هوندو ۽ ٻيو ايوان اعليٰ (حشرانو جرگہ) جيڪو 84 ميمبرن تي مشتمل هوندو ۽ اهو ٻہ منظور ڪيو، تہ محمد زئي خاندان هنن چونڊن ۾ حصو نہ وٺندو. جنهنڪري سردار دائود چونڊن ۾ حصو وٺڻ کان محروم ٿي ويو. سيپٽمبر 1965ع ۾ اولسي جرگہ (پارليامينٽ) جو چونڊون ٿيون، جنهن ۾ پيپلز ڊيموڪريٽڪ پارٽي آف افغانستان جا ببرڪ ڪارمل، ڊاڪٽر انا تيار، طيب زاده، نور محمد نور ۽ فيضان ٻہ ڪامياب ٿيا. ان دوران پي-ڊي-پي-اي پنهنجو پارٽي ترجمان رسالو خلق ٻہ ڪڍندي هئي، جنهن ۾ پورهيت طبقي سان ٿيندڙ ظلمن ۽ ظاهر شاهہ جي شاهہ خرچين تي سخت تنقيد ڪئي ويندين هئي. ان دوران پي-ڊي-پي-اي اولسي جرگہ ۾ سڌارن متعلق هڪ بل پيش ڪيو. جنهن جي وزيراعظم ڊاڪٽر يوسف سخت مخالفت ڪئي.25 آڪٽوبر 1965ع تي هن بل جي حمايت ۾ شاگردن طرفان پارليامينٽ هائوس اڳيان زبردست مظاهرو ڪيو ويو. جنهن تي انتظاميہ بوکلائجي گولي هلرائي ۽ نتيجي ۾ 6 شاگرد شهيد ۽ ڪيترائي زخمي ٿي پيا. هن سانحي تي عوام جي رد عمل جي خوف کان ڊاڪٽر يوسف استعيفا ڏيئي ڇڏي. ظاهر شاهہ هن جي جاءِ تي محمد هاشم مائي وندوال کي وزيراعظم مقرر ڪيو ۽ سياسي پارٽين تي پابندي لڳائي ڇڏي.

1969ع ۾ پارليامينٽ (اولسي جرگہ) جون چونڊون ٿيون، جنهن ۾ ٻہ پي-ڊي-پي-اي جا ببرڪ ڪارمل ۽حفيظ الله امين ٻہ چونڊجي آيا ۽ وزيراعظم محمد هاشم مائي وندوال چونڊن ۾ هارائي ويو. هي نئين پارليامينٽ ٻہ عوام جا مسئلا حل ڪرڻ ۾ ناڪام ويئي ۽ عوام ۾ بيچيني ڏينهون ڏينهن وڌندي ويئي، بک ۽ بدحالي ۾ تمام گهڻو اضافو ٿي ويو هئو،

جنهنڪري ظاهر شاھ بہ پريشان ٿي ويو. ان دوران هن ٿي وزيراعظم نور محمد اعتمادي، عبدالظاهر ۽ موسيٰ شفيق مقرر ۽ برطرف ڪيا. پر حالتون اڃا بہ خراب کان خراب تر ٿينديون ويون. هر طرف عوامي تحريڪون اڀري رهيون هيون. هن دوران پاڪستان ۽ فرانس ۾ انقلابي تحريڪون بہ عروج تي هيون.

پيپلز ڊيموڪريٽڪ پارٽي آف افغانستان اندر نظرياتي طور تي ٻہ گروپ هئا. هڪ نور محمد ترڪئي (خلق گروپ) جيڪو سوشلسٽ انقلاب جو پرچارڪ هئو، ٻيو ببرڪ ڪارمل (پرچم گروپ) جيڪو اصلاح پسند هئو ۽ قومي جمهوري انقلاب جو حامي هئو. هن ٻنهي پارليامينٽ ۾ 1965ع ۾ جيڪا تقرير ڪئي هئي، ان ۾ هن ظاهر شاه کي ايشيا جو سڀ کان وڏو ترقي پسند سڏيو هئو. هي انقلاب بجاءِ سماجي سڌارن کي وڌي اوليت ڏيندو هئو.

ان ئي سوچ جي بنياد تي ببرڪ ڪارمل، سردار دائود سان متحده محاذ بنايو ۽ پاڻ ۾ گڏجي هڪ فوجي بغاوت جي رٿابندي ڪئي.ا نهن ڏينهن ۾ ظاهر شاھ علاج واسطي ملڪ کان ٻاهر ويل هئو تہ ان جي پويان 17 - جولاءِ 1973ع تي ڪجھ فوجي آفيسر پاڻ سان ملائي ۽ ببرڪ ڪارمل کان سياسي حمايت وٺي، سردار دائود حڪومت تي قبضو ڪري ورتو. هن افغانستان کي جمهوريہ قرار ڏيئي، پاڻ ان جو صدر بنجي ويهي رهيو. صدر دائود ملڪ هلائڻ لاءِ هڪ انقلابي ڪائونسل بنائي، جنهن ۾ ببرڪ ڪارمل جي ڪجھ ساٿين کي ميمبر ۽ ڪجہ ساٿين کي وزير مقرر ڪيو ۽ 160 آفيسرن کي، جيڪي ببرڪ ڪارمل جا حمايتي هئا. انهن کي مقرر ڪيو ۽ اڳين آفيسرن کي برطرف ڪري ڇڏيو. اهڙي طرح ببرڪ ڪارمل گروپ حڪومت ۽ فوج ۾ ڪم ڪندو رهيو. جڏهن تہ نور محمد ترڪئي ۽ ان جو گروپ عوام ۽ پورهيتن ۾ ڪم ڪندو رهيو ۽ انقلاب لاءِ جاکوڙيندو رهيو.

ظاهر شاھ جي دؤر ۾ مذهبي پارٽي طور اخوان المسلمين ڪم ڪندي هئي. ان جي ذيلي تنظيم جنهن جا سربراھ گلبدين حڪمت يار ۽ پروفيسر رباني هئا. انهن پشاور ۾ پناھ حاصل ڪئي هئي. هنن جي سرپرستي پاڪستاني انٽيليجنس ۽ ذوالفقار علي ڀٽو ڪري رهيا هئا ۽ هنن هٿيار بہ هن گروپ کي مهيا ڪيا هئا. هنن دائود خلاف محاذ آرائي شروع ڪئي ۽ باقاعدي هڪ هٿياربند جنگ کان پوءِ پڪتيا جي صوبي ۾ هنن پنهنجو مرڪز

قائم ڪيو. ٻئي طرف وزيراعظم پاڪستان ذوالفقار علي ڀٽو پاران عوامي نيشنل پارٽي جي چونڊيل حڪومتن کي سرحد ۽ بلوچستان ۾ ختم ڪرڻ ڪانپوءِ بلوچستان ۾ وڏو فوجي آپريشن شروع ڪرايو هئو. جنهن ۾ هزارين بلوچ شهيد ٿي ويا هئا. ان ويڙهه دؤران گهڻن بلوچ قومپرستن افغانستان ۾ پناهه حاصل ڪئي هئي، جن جي سرپرستي سردار دائود ڪري رهيو هو. اهڙي طرح مذهبي ڌرين پڻ افغانستان ۾ پنهنجا بنياد رکڻ شروع ڪيا.

سردار دائود پنهنجي اقتداري دؤر ۾ مختلف قسم جون قلابازيون کاڌيون. هي ڪڏهن ترقي پسند ته ڪڏهن انتهائي رجعت پرست هوندو هو. هن پنهنجي سياسي مخالفن کي قتل ڪرائي ڇڏيو، جن ۾ اڳوڻو وزيراعظم محمد هاشم مائي وندوال به شامل هئو. هن پهريون دفعو مزدورن جي لاءِ قانون به بنايو. هن جاگيرداري کي ختم ڪرڻ ۽ وڏين صنعتن کي قومي تحويل ۾ وٺڻ جو واعدو به ڪيو. 1975ع تائين 70 ڪان مٿي نوان پروجيڪٽ شروع ڪيا. جن ۾ بجلي گهر، زرعي ڀاڻ، ڪنڊ، ڪپڙي ۽ چمڙي وغيره جا ڪارخانا شامل هئا. هنن صنعتي ڪارخانن اندر 90 هزار مزدورن ڪم ڪندا هئا. ان ڪان علاوه ٽي لک پورهيت ننڍين صنعتن اندر ڪم ڪندا هئا. هنن ترقياتي رٿائن جي باوجود ملڪ جي حالت تسلي بخش نه هئي ۽ انتها درجي جي غربت هئي. ملڪ جي هڪ ڪروڙ ۽ 70 لک آبادي مان 30 لک ته مالوند مارو ماڻهو هئا. ملڪ جي 36 سيڪڙو آبادي، بي زمين هارين تي مشتمل هئي. جڏهن ته صرف آبادي جي 5 سيڪڙو جاگيردارن ۽ شاهي خاندان کي ملڪ جو 60 سيڪڙو زمين حاصل هئي. 90 سيڪڙو افغاني عوام اڻ پڙهيل هو. 71 اسپتالون ۽ انهن اندر 3600 بسترا هئا. 3300 پرائمري اسڪول، 139 مڊل ۽ 199 هاءِ اسڪول هئا ۽ صرف هڪ يونيورسٽي هئي. حڪومت وٽ تيار قومي وسيلن ۾ اوني غاليچا هئا، جن جي بدلي روس مان تيل حاصل ڪيو ويندو هو. هن پوئتي پيل ملڪ ۾ 1978ع جي ڏڪار، ته انتهائي سنگين صورتحال بنائي ڇڏي هئي. بک راڪاس بنجي، پورهيت طبقي جون حياتيون ڳڙڪائي رهي هئي. چوڏاري پکڙيل چوپائي مال جا ڍانچا ملڪ جي زبون حالي تي ماتم ڪري رهيا هئا. ان ڪري پورهيتن جو رستن تي نڪري احتجاج ڪرڻ فطري عمل بنجي ويو هئو. يقينن پي- ڊي- پي- اي جو ڪردار دائود حڪمراني جي مخالف وچي رهيو هو، جيڪا ڳالهه دائود ڪان هضم نه ٿي رهي هئي. ان دؤران ببرڪ ڪارمل به دائود سان اختلافن سبب متحده محاذ

ختم ڪري، حڪومت ڪان ڏار ٿي ويو هو. ببرڪ ڪارمل جا سوويت يونين جي خفيه ايجنسي سان ويجها لاڳاپا هئا. جنهن پي ڊي پي اي جي ٻنهي ڌڙن نور محمد ترڪئي (خلق) ۽ ببرڪ ڪارمل (پرچم) جي وچ ۾ جولاءِ 1977ع ۾ ٺاهه ڪرايو. پر پوءِ به ببرڪ ڪارمل جو ترجمان رسالو پرچم اصلاح پسندي جا گڻ ڳائيندو هئو.

افغانستان جو ثور انقلاب، هڪ مزدور اڳواڻ علي اڪبر خيبر جي قتل جي سانحي سان شروع ٿي ويو. جنهن کي 18 اپريل 1978ع تي رستي ويندي قتل ڪيو ويو هئو. هي ببرڪ ڪارمل جو ويجهو ساٿي هئو. هن قتل جي ڪري 50 هزار پورهيتن ڪابل ۾ هڪ احتجاجي مظاهرو ڪيو. سردار دائود هي احتجاج ڏسي گهٻرائجي ويو. ان ڪري هن ايراني شاهه جي ساوڪ ۽ آمريڪي سي-آءِ-اي کان مدد گهري، ته جيئن هو پي-ڊي-پي-اي جي اڳواڻن کي قتل ڪرائي ڇڏي. جڏهن سردار دائود جي هن رٿابندي جي خبر، فوج اندر ڪم ڪندڙ پي-ڊي-پي-اي جي سيڪشن کي پئي، ته ان فورن سردار دائود جو تختو اونڌو ڪرڻ جو پروگرام جوڙي ورتو.

منصوبي موجب 27 اپريل 1978ع تي سردار دائود جيئن ئي ارگ محل ۾ ڪابينه جو اجلاس ڪري رهيو هئو ۽ اتي پي-ڊي- پي- اي جي قسمت جو فيصلو ڪري رهيو هئو، ته ٺيڪ ان وقت ميجر اسلم وطن يار جيڪو چوٿين آرمڊ گروپ جي قيادت ڪري رهيو هئو، ان پنهنجي ٽئنڪن کي صدارتي محل ڏانهن وڌايو. ٻئي طرف ڪرنل عبدالقادر ايئر فورس جي قيادت ڪري رهيو هئو. انهن صدارتي محل تي حملو ڪري ڏنو. سردار دائود جي وفادار فوج ريپبلڪن گارڊ شام جو 4 وڳي تائين لڙي، نيٺ ان کي شڪست آئي ۽ محل تي قبضو ٿي ويو. هن دوران سردار دائود، سندس خاندان ۽ ساٿي سيئي ماريا ويا. هن حملي ۾ ڪيترائي انقلاب جا حمايتي فوجي به محل جو دفاع ڪندي مارجي ويا. ڇو ته انهن کي خبر نه هئي، ته محل تي حملو ڪندڙ سندن ئي انقلابي ساٿي آهن.

ببرڪ ڪارمل جو پرچم ڌڙو به پريشان هئو، ته هي انقلاب ڪنهن ڪيو آهي؟ اڃا ان جي جاچ ڪري رهيو هئو، ته نوز محمد ترڪئي ريڊيو تي خطاب ڪندي، انقلاب جو اعلان ڪيو. هن جي اعلان سان لکن جي تعداد ۾ هاري، مزدور ڳاڙها جهنڊا هٿن ۾ کڻي رستن تي نڪري آيا ۽ خوشي ۾ انقلاب زندهه آباد جا نعرا هڻڻ لڳا. اهڙي طرح افغانستان تي قائم 230 سال بادشاهت جو خاتمو ڪيو ويو.

هي انقلاب ايترو اوچتو آيو، جو سڄي دنيا سميت روسي، چيني ۽ آمريڪي حڪمران به شش رهجي ويا. ملڪ جي هڪ انقلابي ڪائونسل بنائي ويئي، جنهن جو صدر نور محمد ترڪئي ۽ نائب صدر ببرڪ ڪارمل کي مقرر ڪيو ويو.

ثور انقلاب کان پوءِ 17 ايڪڙن کان وڌيڪ زمين رکڻ وارن خاندانن ۽ جاگيردارن کان زمينون ورتي، ساڳئي زمين هڪ لک 32 هزار هارين ۾ ورهائي ويئي. 9 لک هارين تان زرعي قرض ۽ ٽيڪس معاف ڪيو ويو. 15 سو زرعي ڪو آپريٽو سوسائٽيون قائم ڪيون ويون. جن ۾ هڪ لک 83 هزار هاري روزگار سان لڳايا ويا. عورتن ۽ مردن کي برابري جو درجو ڏنو ويو. عورتن جي وڪري تي سخت پابندي مڙهي ويئي. ننڍين قومن جي ثقافت جو مڪمل تحفظ ڪيو ويو. جنهن ۾ مادري زبان ۾ تعليم ۽ تربيت ڏيڻ به شامل هئو. مزدورن کي نفعي ۾ حصيدار بنايو ويو ۽ ڪم ڪرڻ جي ڪُلي آزادي ڏني ويئي.

هي انقلاب سوويت يونين وانگر ڪو بالشويڪ انقلاب نه هئو، جنهن ۾ انقلاب جو ڪنٽرول پورهيتن جي سوويتن کي ڏنو ويو هئو. پر جيئن ته روس ۽ چين جون مسخ شده مزدور رياستون ئي انقلاب جون ماڊل هيون. انهن جي پيروي ڪندي، افغان انقلاب جو انتظام به آفيسر شاهي جي ڪنٽرول ۾ ڏنو ويو. هن کان علاوه پي-ڊي-اي- اندر پڻ به رجحان هئا. جن مان ببرڪ ڪارمل ته اصلاح پسند هئو ۽ باقي رهيو نور محمد ترڪئي جو خلق ڌڙو، ان به آفيسر شاهي ڊانچي اندر پورهيتن جي دردن جو ازالو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ان دوران ڪامريڊ نور محمد ترڪئي کي قتل ڪيو ويو ۽ هن جي جاءِ تي حفيظ الله زمين اقتدار تي قبضو ڪيو. جنهن ڪاٻي ڌر جي انتها پسندي واري الٽراليفٽ پوزيشن اختيار ڪئي. جنهن کي وري هٽائي 27 ڊسمبر 1979ع تي ببرڪ ڪارمل کي اقتدار ڏنو ويو. جنهن جي اقتدار سان باقاعدي طور رد انقلاب جو عمل شروع ٿي ويو. هن سڀ کان پهريائين پورهيتن جي جهنڊي کي تبديل ڪيو. ان کان پوءِ روسي فوج کي گهرايو ۽ رجعت پرستن کي مخالفت ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو.

افغانستان جي ثور انقلاب کي رد انقلاب کان بچائڻ لاءِ ڪامريڊ لينن وانگر دنيا جي پورهيتن کي مدد ڪرڻ لاءِ چوڻ بجاءِ، پاڪستان جي بلوچ ۽ پختون قومپرستن کي سڏيو ويو ۽ اهي قومپرست وري اهڙا هئا، جو فوجي آمر

ضياالحق جي سي 130 جهاز ۾ چڙهي، پاڪستان پهچي ويا ۽ پوئتي سوين بلوچن جن ۾ عورتون به وڏي تعداد ۾ شامل هيون، سيني کي وحشي طالبان ۽ شاهنواز تنائي جي قاتل فوجين جي حوالي ڪري آيا. جن بلوچ نوجوانن کي قتل ڪري بلوچ عورتن کي اغوا ڪري ورتو!!! جڏهن ته پشتون قومپرستن جي حالت اها رهي، جو اهي آمريڪي سامراج ۽ فوجي آمرضياء جو ساٿ ڏيندا رهيا ۽ جڏهن وري پاڪستان اندر ترقي پسند قتل ٿيڻ لڳا، ته انهن لاءِ هي خاموش ٿي ويا. پشاور ۾ ڪامريڊ نجيب جي ماءُ روڊ حادثي ۾ مري ويئي، ته سندس لاش به ڪلاڪ روڊ تي پيو رهيو ۽ ڪير به ويجهو ڪونه آيو. مطلب ته هي نالي ۾ قومپرست به نه هئا!!!.

اهڙي طرح نالي ماتر ئي سهي، پر سوشلسٽ انقلاب کي قومي جمهوري انقلاب ۾ تبديل ڪيو ويو. (ياد رهي ته قومي جمهوري انقلاب ۾ ملڪيت جا رشتا تبديل نه ٿيندا آهن. جڏهن ته افغان انقلاب ۾ سماجي ۽معاشي رشتن کي توڙيو ويو هئو) نيٺ ببرڪ ڪارمل جو شروع ڪيل رد انقلاب 1988ع ۾ روسي فوج جي واپسي کان پوءِ 1996ع ۾ طالبان اچڻ تائين سوين سانحن کي جنم ڏنو ۽ اڄ به آمريڪي فوجي بوٽن هيٺان افغان لتاڙيا پيا وڃن●

# گرينيڊا جو انقلاب ۽ آمريڪي حملو

گرينيڊا ڪئريبين سمنڊ اندر ٽن ٻيٽن گرينيڊا، ڪيري ڪئا ۽ پيٽيٽ مارٽنڪي تي مشتمل هڪ ننڍڙو ملڪ آهي، جنهن جي پکيڙ 344 ڪلو ميٽر آهي. ڪل سوا لک آبادي تي مشتمل هن ملڪ جي اوڀر ۾ آمريڪا ۽ اتر ۾ 1900 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڪيوبا آهي. هن جا اصل رهواسي ريڊ انڊين آهن جن جا قبيلا ڪرب انڊين ۽ ارواڪ آهن. پر هاڻي انگريزي، آفريڪي ۽ ايشائي نسلن جا ماڻهو به هتي گهڻي تعداد ۾ رهن ٿا. هتي سرڪاري ۽ اڪثريتي زبان انگريزي آهي ۽ ماڻهن جي گهڻائي جو مذهب عيسائيت آهي. 15 آگسٽ 1498ع تي ڪولمبس سان گڏ يورپي ماڻهن هن ٻيٽ تي قدم رکيا. 1608ع ۾ برطانوي واپارين هتي هڪ ڪوٺي (ڪالوني) قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪارب انڊين هنن کي ڀڄائي ڇڏيو. پر بعد ۾ فرانس هنن تي قبضو ڪري ورتو ۽ 1674ع ۾ گرينيڊا کي فرانس جي ملڪ ۾ شامل ڪري ڇڏيو. هڪ صدي کان پوءِ برطانيه ۽ فرانس جي وچ ۾ گرينيڊا ۾ حڪومت ڪرڻ جي حق تان جهيڙو ٿي پيو. ٻن سامراجين جي جهيڙي ۾ غريب عوام ماربو رهيو ۽ نيٺ 1783ع ۾ برطانيه گرينيڊا تي قبضو ڪري ورتو. هڪڙي سامراج جي وڃڻ ۽ ٻئي سامراج جي قبضي جي ڪري عوام ۾ قبضي گيرن خلاف نفرت ۾ اضافو ٿيڻ لڳو. 1795ع کان 1796ع تائين هتان جي عوام وڏي بغاوت ڪئي، جيڪا سامراج ناڪام بنائي ۽ سوين محب وطن سورمن کي ڦاهي تي چاڙهي، وقتي طور خاموشي ڪرائي ڇڏيو. پر محب وطن پورهيت سامراج جي ظلمن خلاف لڙندا رهيا ۽ ٻن صوبن جي ڏکي ويڙهه کان پوءِ، 1974ع ۾ برطانيه کان آزدي حاصل ڪئي. پر اها آزادي به صرف نالي ماتر هئي. هڪ ته برطانيه گرينيڊا تي پنهنجو آئيني حق محفوظ رکيو ۽ ٻيو ته هن جي معيشت کي جديد بينڪ هيٺ يرغمال بنايو. ان کان علاوه آزادي ڏيڻ کان اڳ، برطانيه هٿ ٺوڪين چونڊن ذريعي پنهنجي هڪ سرمائيدار پٺو ايرڪ گيري کي 1972ع ۾ گرينيڊا جو حڪمران بنايو. ايرڪ

گيري پنهنجي ملڪ جي غريب عوام جي ڀلائي بجاءِ برطانيہ جي مفادن لاءِ ڪم ڪندو هئو. (اڄ بہ دنيا جا اڪثر حڪمران پنهنجي عوام بجاءِ سامراجي سرمائيدارن جي مفادن لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن.) جنهنڪري هتي پورهيت طبقي جي حالت صفا بدتر ٿي ويئي. غربت ۾ سنگين حد تائين اضافو ٿي ويو. ان ڪري بک کان بي حال ماڻهو احتجاج طور رستن تي نڪري آيا. هي احتجاج وڏي مظاهرن ۽ هڙتالن جي شڪل اختيار ڪري ويو. هن احتجاج کي ڪچلڻ لاءِ ايرڪ گيري ۽ سرڪار سڌيون گوليون هلائڻ جو حڪم ڏنو. جنهن ۾سوين پورهيتن سان گڏ نوان جواهر تحريڪ جي اڳواڻ ماريس بشپ جو پيءُ بہ شهيد ٿي ويو. هاڻي مظاهرين بک ۽ بدحالي جي خاتمي سان گڏ سياسي مطالبا بہ ڪرڻ لڳا. جنهن ۾ ايرڪ گيري جي استيعفا، آئين جي بحالي ۽ سياسي قيدين جي آزادي جا مطالبا شامل هئا. هن جدوجهد ۾ اسٽالنسٽ پارٽي نوان جواهر تحريڪ(New Jewel Movement) قائداڻو ڪردار ادا ڪيو. ڏينهون ڏينهن هي تحريڪ تيز ٿيندي وئي. ايرڪ گيري پاران آمريڪا، اسرائيل، ڏکڻ آفريڪا ۽ ڏکڻ ڪوريا جي حڪومتن کان فوجي امداد ۽ مشيرا حاصل ڪرڻ جي باوجود، پورهيتن جي هن جدوجهد هٽي وڃي هنڌ ڪيو ۽ نوان جواهر تحريڪ جي قيادت ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو. 13 مارچ 1979ع تي انقلابي پورهيتن پهرئين ريڊيو اسٽيشن ۽ پوءِ وزيراعظم هائوس تي قبضو ڪري، ايرڪ گيري کي ڀڄائي ڇڏيو. ايرڪ گيري ڊوڙي وڃي آمريڪا ۾ پناهہ ورتي. نيئن انقلابي حڪومت جو وزيراعظم ماريس بشپ کي چونڊيو ويو. پارٽي ۾ نئين شموليت ڪندڙ برنارڊ ڪوارڊ کي نائب وزيراعظم ۽ هڊسن آسٽن کي وزيردفاع مقرر ڪيو ويو.

نيئن حڪومت سرمائيداراڻي نظام کي عوام دشمن ڪوٺي، ملڪ اندر سوشلسٽ سڌارن جو اعلان ڪيو. کاڌي پيتي جي عام شين کي اڌ قيمت تي سهانگو ڪري ڇڏيو. نوجوانن کي روزگار ڏيڻ ۽ بيروزگاري کي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ترقي پسند ۽ آزاد پرڏيهي پاليسي اختيار ڪئي.

هن انقلاب وقت ڪئريبين سمنڊ جي ڀٽي پاسي نڪارا گوا ۽ ايل سلواڊور ۾ پڻ پورهيتن جون انقلابي تحريڪون شروع ٿي چڪيون هيون. سامراج کي ڊپ هئو، تہ هي انقلاب ڪئريبين جي ٻين ٻيٽن تائين پهچي نہ وڃي. جنهن ڪري آمريڪي سامراج پنهنجي خفيہ ايجنسي سي آءِ اي جي

وسيلي، گرينيڊا جي سوشلسٽ راڄ خلاف تخريبي ڪارواين جو ڄارو وڇائڻ شروع ڪيو. جڏهن ته سڄي دنيا سميت برطانيه پڻ 22 مارچ 1979ع تي هن انقلابي حڪومت کي تسليم ڪري ورتو ۽ آمريڪا به ان کي تسليم ڪندي، پنهنجو سفير گرينيڊا موڪليو، پر پنهنجي سفير کي نيئن حڪومت وٽ سند پيش ڪرڻ کان منع ڪري ڇڏي. جيڪو سفارتي قانونن جي بلڪل برخلاف هئو. حقيقت ۾ هي سفير هتي تخريبڪاري ۽ خانه جنگي جي ڄار وڇائڻ لاءِ موڪليو ويو هئو. اهڙي طرح آمريڪي سامراج ۽ هن ننڍڙي سوشلسٽ ملڪ جي وچ ۾ تضاد وڌڻ لڳا.

آمريڪي سي آءِ اي اول ته گرينيڊا جي نيئن حڪومت خلاف اهڙي ته ڪوڙي ۽ بي بنياد پروپيگنڊا شروع ڪرائي، ڄڻ ته سوا لک آبادي وارو هي ننڍڙو ملڪ سڄي دنيا کي ڳهي ويندو!!!

بعد ۾ وزيراعظم ماريس بشب کي قتل ڪرائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي. جون 1980ع ۾ پنهنجي ايجنٽن هٿان گرينيڊا ۾، بم ڌماڪا ڪرايا، پر اهي به ناڪام ثابت ٿيا.نومبر 1980ع ۾ گرينڊا جي گادي واري شهر سينٽ جارجئس ۾ آمريڪي سي آءِ اي جا ٻه جاسوس، هڪ تخريبي منصوبي سميت پڪڙجي پيا. پيو 26 ايجنٽن تي مشتمل وڏو جٿو جون 1981ع ۾ پڪڙجي پيو، جيڪو مشهور آمريڪي سي آءِ اي ايجنٽ اشلي ولز جي نگراني ۾ ڪم ڪري رهيو هو. هن کان پوءِ به ڪيترا پيرا ماريس بشپ جي حڪومت کي ڊاهڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ويون، پر اهي سڀئي ناڪام بنايون ويون.

هنن ناڪامين کان پوءِ 1982ع ۾ آمريڪي سي آءِ اي جي خرچ ۽ صلاح سان ڪئريبين علائقي جي رجعت پرستن کي ڪٺو ڪري، ”علائقائي سلامتي ۽ بچاءَ واري فوج“ جي نالي سان عوام دشمن تنظيم جوڙي ويئي. جنهن ۾ بارباڊوس، انٽي گوا، سينٽ ونيسنٽ، ڊومنيڪا، سينٽ لوسيا ۽ گرينڊا جا انقلاب دشمن سرمائيدار شامل هئا. هن تنظيم جو مقصد ٻين ترقي پسندن سميت گرينڊا سرڪار خلاف پڻ ڪاروائي ڪرڻ شامل هئو.

هنن سمورين سازشن جي باوجود آمريڪي سي آءِ اي فتني جو جيڪو اهم ڪم سرانجام ڏنو، اهو هي هئو، ته هن پنهنجو پگهاردار ماڻهو برنارڊ ڪوارڊ کي ساٿين سميت نوان جواهر تحريڪ ۾ شامل ڪرايو. جيڪو نائب وزيراعظم جي اهم عهدي تي به فائز ٿي ويو. ان ذريعي پارٽي ۽ حڪومت اندر ڪامياب ڌڙابندي ڪرائي. برنارڊ ڪوارڊ وزير دفاع هڊسن آسٽن کي

استعمال ڪندي، ماريس بشپ جي مقابلي ۾ آندو، آمريڪي نواز پاليسي اختيار نہ ڪرڻ تي، ماريس بشپ سان هڊسن آسٽن جا سخت اختلاف ٿي پيا ۽ ڳالهہ وڃي ويڙهہ تائين پهتي.

12 آڪٽوبر 1983ع تي پارٽي اندر اجلاس ۾ بشپ ڪي اڪثريت حاصل نہ ٿي سگهي. جنهن ڪري هن کي سندس عهدي تان هٽائي گهر ۾ نظر بند ڪيو ويو.

15 آڪٽوبر تي نائب وزيراعظم برنارڊ ڪوارڊ، وزيراعظم ماريس بشپ کي قتل ڪرائڻ واري سازش جي الزام جي ترديد ڪندي، استيعفيٰ ڏيئي ڇڏي. اصل ۾ هي استيعفيٰ، هن آمريڪي سي آءِ اي جي حڪم تحت ڏني هئي، تہ جيئن اينڊز سانحي بابت هي بي قصور ثابت ٿئي، حقيقت ۾ هڊسن آسٽن نالي ۾ حڪمران هئو، جڏهن تہ حڪومت اندر سمورا حڪم برنارڊ ڪوارڊ جا هلندا هئا.

19 آڪٽوبر 1983ع ملڪ جي پورهيتن ماريس بشپ جي حمايت ۾ ملڪ گير هڙتال ڪئي ۽ ان ڏينهن مظاهري جي صورت ۾ هڪ وڏو جلوس ماريس بشپ جي گهر تائين پهتو، جتي هو گهر ۾ نظر بند هئو. جلوس جي پورهيتن اتي موجود سيڪيورٽي کي ڀڄائي، ماريس بشپ کي آزاد ڪرايو. بشپ جي آزادي جي جڏهن خبر برنارڊ ڪوارڊ کي پئي، تہ هن هڊسن آسٽن کي فوجي ڪاروائي لاءِ چيو، جنهن جي حڪم تي فوج انڌا ڌنڌ فائرنگ ڪئي. سرڪاري پڌرائي موجب ڪامريڊماريس بشپ، گهرو معاملن جو وزير، تعليم جو وزير، پرڏيهي وزير، ٽريڊ يونين ڪانگريس جو اول نائب صدر، زرعي مزدورن جي يونين جو جنرل سيڪريٽري ۽ ڏهہ ٻيا مزدور مارجي ويا.

هن سانحي کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ ملڪ اندر 24 ڪلاڪن جو ڪرفيو لڳايو ويو ۽ سڄي ملڪ جو ڪنٽرول فوج سنڀاليو. ملڪ اندر انتظام هلائڻ لاءِ هڪ 16 رڪني فوجي ڪائونسل ٺاهي وئي. جنهن جو سربراهہ هڊسن آسٽن کي مقرر ڪيو ويو.

اها حيرت جهڙي ڳالهہ آهي، تہ آمريڪي سامراج پاڻ هن فوجي آمريت خلاف سخت پروپيگنڊا ڪرڻ لڳو ۽ گڏوگڏ اهو بہ چيو، تہ هن فوجي آمريت ۾ گرينيڊا ۾ موجود هڪ هزار آمريڪين ۽ 250 برطانوين کي خطرو آهي.!!

اها آمريڪي سي آءِ اي جي پراڻي چال رهي آهي. تہ جڏهن بہ ڪين ڪي ڪو جواز گهربل هوندو آهي، تہ اهي پنهنجي ايجنٽن هٿان خفيہ طور تي بم ڌماڪا ڪري، ڪا دهشتگردي جي ڪاروائي ڪرائي ۽ انيڪ معصوم ماڻهو ماري ڪوڙو جواز حاصل ڪندا آهن. پوءِ ان ڪڌي عمل کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ پنهنجا ئي ٺهيل سمورا قانون پاسيرا رکي، هٿيارن سميت ميدان تي لهي پوندا آهن ۽ پوءِ امن جي نالي تي پنهنجا من پسند مقصد حاصل ڪندا آهن. اهڙي طرح هتي گرينڊا ۾ بہ سامراج ساڳئي چال هلي. هڪ طرف سوشلسٽ راڄ کي ختم ڪيو ويو، ٻئي طرف آمريڪي سامراج پاڻ پنهنجي فوجن سان گرينڊا تي حملي آور ٿيو.

آمريڪي حملي جو صرف هڪ ئي جواز پڌايو ويو، تہ گرينڊا جي فوجي آمريت جي موجودگي ۾ ملڪ اندر ڪم ڪندڙ هڪ هزار آمريڪين ۽ 250 برطانوي شهرين جي جان کي خطرو آهي ۽ بس!!!

فوجي آمريت جي ٺيڪ پنجن ڏينهن کان پوءِ، يعني 25 آڪٽوبر تي صبح جو سوير آمريڪي سامراج گرنيڊا تي حملو ڪري وڌو. هي حملو ويٽنام جي جنگ کان پوءِ آمريڪين جو وڏو حملو هئو. هن ۾ 6 هزار آمريڪي فوجي سڌي ريت ۽ 10 هزار فوجي مدد طور شامل هئا، جيڪي جديد ترين هٿيارن ۽ جهازن سان مسلح هئا. جڏهن تہ سوا لک آبادي واري ننڍڙي ملڪ گرينيڊا وٽ صرف 3 هزار فوج هئي، جيڪا صرف رائيفلن ۽ مشين گنن سان مسلح هئي. هنن وٽ تہ ريڊار بہ ڪونہ هئو، جو هو آمريڪي جهازن کي ڏسي سگهن ۽ نہ ئي ڪو هنن وٽ ميزائيل هئو، جو هو ڪنهن هيليڪاپٽر يا جهاز کي ڪيرائي سگهن. گرينيڊا جي فوجين صرف ڪلاڪن ۾ ويڙهہ ڪئي.

تنهنڪري آمريڪين کي پڪ هئي، تہ گرينيڊا جي پيٽ ۾ هن جي پنجوٽي فوج ٻن ٽن ڪلاڪن يا اڌ ڏينهن اندر گرينيڊا تي قبضو ڪري وٺندي، پر هنن کي ويڙهہ ڪندي، هفتو گذري ويو، پر گرينيڊا فتح نہ ٿيو!!! هن صورتحال آمريڪين کي صفا چتو ڪري وڌو ۽ هاڻ هو عوام مٿان شديد بمباري ڪرڻ لڳا، جنهن ۾ سوين شهرين جي مارڻ سان گڏ فورٽ فريڊرڪ جي چرين جي اسپتال تي بمباري ڪري 12 مريضن کي شهيد ۽ 50 کي زخمي ڪيو ويو. هنن چنگيز خان ۽ هٽلر کان بہ وڌيڪ قتل عام جون ڪاروايون ڪيون. جو هر طرف معصوم ٻارڙن، عورتن، پوڙهن ۽ جوانن جا لاش پکڙيا پيا هئا ۽ زخمي تڙپندا رهيا. ان کان سواءِ شديد بمباري جي ڪري، سوين

شهري پنهنجي جڳهين جي هيٺان دٻجي مري ويا!!!! جڏهن ته آمريڪي پڌرائي موجب ٻه هيليڪاپٽر ڪيرايا ۽ 35 فوجي ماريا ۽ زخمي ڪيا ويا. نيٺ وڏي ويڙهه ڪان پوءِ 30 آڪٽوبر 1983ع تي گرينيڊا جي 16 رڪني فوجي ڪائونسل کي گرفتار ڪري، ملڪ تي قبضو ڪيو ويو. هنن گرفتار ٿيلن ۾ هڊسن آسٽن به شامل هئو.

31 آڪٽوبر تي سرپال اسڪون جي نگراني ۾ عبوري حڪومت ٺاهڻ جو اعلان ڪيو ويو. هڪ پنج رڪني ڪائونسل ۾ ايرڪ گيري ۽ برنارڊڪوارڊ جي آمريڪي نواز ماڻهن کي کنيو ويو ۽ ان سان گڏ اعلان ڪيو ويو، ته هي عبوري حڪومت ٽن مهينن اندر عام چونڊون ڪرائيندي. ٽن مهينن جو مدو پورو ٿيو، ته وري ڇهن مهينن جو واعدوڪيو ويو. ڇهه مهينا پورا ٿيا، ته وري هڪ سال جو ڏٿو ڏنو ويو. ڇو ته آمريڪي سامراج کي پنهنجي ظلم ۽ ڏاڍ جا اجا گهربل مقصد حاصل نه ٿي رهيا هئا. ڪامن ويلٿ طرفان موڪليل آئيني ۽ قانوني مشير انٿوني بشفورڊ جو چوڻ هئو، ته "پال روزانو آمريڪي فوجي ڪمانڊر ۽ آمريڪي سفير سان ملاقاتون ڪري ٿو ۽ عبوري حڪومت ۾ شامل، ڪنهن به ڪائونسل ميمبر جي ڳالهه نه ٿو ورنائي. هتي ته پوليس جا اختيار به آمريڪي فوجين کي سونپيا ويا آهن ۽ روزانو عوام تي وڏو تشدد ڪيو پيو وڃي."

ان ڪان علاوه گرينيڊا جي سوين سياسي ۽ ٽرين يونين جي ڪارڪنن کي گرفتار ڪري، فوجي ٽارچر سيلن ۾ تشدد ڪيو ۽ ڪين ڪميونسٽ سڏي قتل ڪيو ويو ۽ انهن جا لاش به وارثن کي نه ڏنا ويا.

آمريڪي سامراج جي هن سفاڪ ڪاروائي جو ڪو به سبب نه هئو، سواءِ ان جي ته دنيا اندر هن جي دهشت ۾ اضافو ٿئي ۽ ٻيو سبب هي به هئو، ته ڪئريبين سمنڊ طرف سامراج دشمن نظام ۾ اضافو نه ٿئي، نه ته سوا لک جي آبادي جو هي ننڍڙو ملڪ، دنيا جي سپر پاور لاءِ ڪهڙو خطرو پيدا ڪري پئي سگهيو؟

باقي آمريڪي سامراج جو اهو ڪوڙو ۽ بي بنياد الزام هئو، ته هن جا هڪ هزار آمريڪي ۽ 250 برطانوي شهري گرينيڊا ۾ خطري ۾ هئا. اهو سراسر بڪواس هئو، ڇو ته جيڪڏهن اهي واقعي به خطري ۾ هئا، ته اهي واپس پنهنجي وطن گهرائي وڃي ها، جيڪو جنگ جي مقابلي ۾ پرامن حل هئو. پر جنگجو ذهنيت جي حڪمرانن کي امن ڪٿي ٿو وڻي، اهي ته هميشه

امن کي سبق طور تي ٻين کي پيا ياد ڪرائيندا رهندا آهن، ته جيئن هنن جي سرمائيداري ۽ سامراجي مقصدن خلاف ڪو به آڱر سڌي نه ڪري.

هن جنگ دوران گرينيڊا ۾ صحافين جي داخلا تي پابندي هڻي ڇڏي، ته جيئن آمريڪين پاران گرينيڊا جي پورهيتن سان ٿيندڙ ظلمن جي خبر ٻاهر نه پوي. پر پوءِ به آمريڪي ظلمن جي خبر سڄي دنيا کي پهچي ويئي.

26 آڪٽوبر تي اقوام متحده جي سلامتي ڪائونسل جو اجلاس سڏايو ويو. جنهن ۾ گيانا پاران هڪ ٺهراءُ پيش ڪيو ويو. ان ۾ گرينيڊا تي آمريڪي حملي جي مذمت ڪندي، جارح فوجين جي نيڪالي جي گهر ڪئي ويئي. گيانا جي سفير هي ٺهراءُ پيش ڪرڻ وقت چيو، ته "گرينيڊا نه ته آمريڪا ۽ نه ئي ڪنهن ٻئي پاڙيسري ملڪ لاءِ خطرو پيدا ڪيو هئو. پوءِ به ان تي حملو ڪيو ويو. اها دنيا جي سمورن قانونن جي ڀڃڪڙي آهي. انڪري اتان فوجون فوري طور واپس ڪيون وڃن." هن ٺهراءُ کي آمريڪا ويٽو ڪري ڇڏيو.

سلامتي ڪائونسل ۾ ٺهراءُ ويٽو ٿيڻ کان پوءِ نڪاراگوا ۽ زمبابوي جي درخواست تي اقوام متحده جي جنرل اسيمبلي جو اجلاس سڏايو ويو. اجلاس ۾ ميمبر ملڪن سامراجي مداخلت جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪئي. 3 نومبر 1983ع تي نڪاراگوا ۽ زمبابوي پاران پيش ڪيل ٺهراءُ 108 ملڪن جي وڏي اڪثريت سان منظور ڪيو ويو. صرف آمريڪا سميت 8 ملڪن ٺهراءُ جي خلاف ووٽ ڏنو ۽ 27 ملڪن ووٽنگ ۾ حصو نه ورتو. ٺهراءُ ۾ گرينيڊا مان آمريڪي فوجين جي نيڪالي جي گهر ڪئي ويئي ۽ سيڪريٽري جنرل کي چيو ويو، ته هو 72 ڪلاڪن ۾ گرينيڊا بابت رپورٽ پيش ڪري. فيصلي موجب جنرل اسيمبلي جي ٽيم ڊيگو ڪارڊ وويز جي اڳواڻي ۾ 4 نومبر تي گرينيڊا ويئي. پر آمريڪي صدر رونالڊ ريگن جنرل اسيمبلي جي فيصلي کي مسترد ڪري ڇڏيو ۽ چيو "هن فيصلي سان هن جي ننڊن ۾ به خلل نه پيو آهي".

ٻئي طرف گرينيڊا جي ڪامن ويلٿ جو ميمبر هجڻ جي باوجود برطانيه ۽ ان جا حواري ڪجهه به نه ڪري سگهيا. نومبر جي آخري هفتي ۾ ڪامن ويلٿ جو سربراهي اجلاس ڀارت ۾ ٿي گذريو. جنهن ۾ 42 ملڪن جي سربراهن شرڪت ڪئي. اجلاس جي صدارت ڪندڙ وزيراعظم اندرا گانڌي

طرفان اعلانيہ جاري ڪيو ويو، جنهن ۾ ڪنهن بہ ملڪ جو نالو وٺڻ بنا نندين ملڪن جي سلامتي تي ڳڻتي ظاهر ڪئي ويئي ۽ بس....!!!

هي عالمي ادارا سامراجي ملڪن پنهنجي سرمائيداراڻن مفادن لاءِ جوڙايا آهن. هنن جي مفادن جي رستي ۾ جيڪا بہ رڪاوٽ هنن کي محسوس ٿيندي، تہ ان کي ختم ڪرڻ لاءِ هي پاڻ ئي پنهنجي عالمي ادارن جو تقدس وڃائيندا آهن. ان ڪري گرينيڊا جهڙن ڪمزور ملڪ کي هنن مان فائدو ملڻو ئي نہ آهي.

هنن نام نهاد عالمي ادارن ۽ سامراجي اتحادن جي پيٽ ۾ آمريڪي پورهيتن گرينيڊا تي حملي جو سخت رد عمل ڏيکاريو ۽ احتجاج طور سڄي ملڪ جا لکين پورهيت رستن تي نڪري آيا. هنن مظاهرن ۾ آمريڪي حڪمرانن جي جنگجو ذهنيت جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪئي ويئي ۽ فوجون جلدي واپس گهرائڻ جو مطالبو ڪيو. انهي سلسلي ۾ بہ وڏا مظاهرا آمريڪا جي گادي واري شهر واشنگٽن ۾ پڻ ڪيا ويا.

اهڙي طرح آمريڪي جارحيت جي ذريعي گرينيڊا جي سوشلسٽ راڄ کي ختم ڪيو ويو. جنهن جي ڊهڻ جا پيا بہ ٻہ مکيہ سبب هئا. هڪ تہ نوان جواهر تحريڪ (New Jewel Mervement) ڪا مارڪسسٽ پارٽي نہ هئي، پر هي هڪ اسٽالنسٽ پارٽي هئي، جنهنڪري برنارڊ ڪوارڊ آمريڪي نواز هجڻ جي باوجود هن پارٽي ۾ شامل ٿي، نائب وزير اعظم بہ بنجي ويو. ٻيو تہ بالشويڪ انقلاب وانگر اقتدار پورهيتن جي ڪميٽين جي حوالي نہ ڪيو ويو، پر اسٽالنسٽ پاليسي هيٺ آفيسر شاهي کي سونپيو ويو. وڏي ڳالهہ تہ انقلاب ڪان پوءِ بہ سرمائيدارن جي صنعتن ۽ جاگيردارن جي زمينن کي نجي ملڪيت ۾ رهڻ ڏنو ويو. جنهنڪري بہ هي نالي ماتر سوشلسٽ راڄ جلد ئي رد انقلاب ۾ تبديل ٿيڻو هئو●

# سويت يونين جو رد انقلاب (1991ع)

سويت يونين جي انقلاب وقت شايد ايترو هل هنگامو نہ ٿيو هئو، جيترو هن جي ڊهڻ وقت دنيا ۾ ٻڙڏول پئجي ويو. هڪ طرف، مارڪس جي بنيادي سائنسي نظريي کان ناواقف، وڏا وڏا ڪميونسٽ ۽ سوشلسٽ ليڊر ۽ دانشور گوڏن ڀر ڪِري پيا، تہ ٻئي طرف، يورپ ۽ آمريڪا جا سرمائيدار دانشور جشن ۽ شاد مانا ملهائڻ لڳا. هنن تہ، پنهنجي مفاد پرست شعور جي انتها ڪري ڇڏي. آمريڪي صدر جمي ڪارٽر جي اڳوڻي مشير فرانسس فوڪوياما چيو، تہ "اسان جي آزاد جمهوريت کٽي ويئي آهي، ۽ انسانذات عقل جي انتهائي حد حاصل ڪري ورتي آهي ۽ تاريخ جو خاتمو ٿي ويو آهي." آمريڪين (New World Order) دنيا جي نئين عالمي نظام جي فتح جو اعلان ڪيو!!! ٻين لفظن ۾ هنن انسانيت جي آخري منزل سرمائيداراڻي نظام کي قرار ڏنو. هارورڊ يونيورسٽي کان وٺي آڪسفورڊ يونيورسٽي تائين سيئي دانشور مٺيون ٻڪوڙي ڇوڻ لڳا، تہ ڪميونزم، سوشلسزم ۽ طبقاتي جدوجهد هميشہ لاءِ ختم ٿي ويا آهن ۽ هاڻي ڪو بہ انقلاب اچڻو نہ آهي. ڪامريڊ لينن جي مجسمي کي ڪيرائڻ وارو منظر تہ ڏينهن ۾ ڏهہ دفعا ڏيکارڻ لڳا ۽ هي عمل مسلسل هڪ مهيني تائين هليو. ڇڻ تہ ڪميونزم ۽ سوشلزم ڪو نظريو نہ، پر اهو ڪو بت هئو، جنهن جو بار بار ڪرڻ، سرمائيدارن کي تسڪين ڏيئي رهيو هئو ۽ پورهيت طبقي تي، اجا وڌيڪ ظلم ڪرڻ لاءِ اڪسائي رهيو هئو. پر هي سيئي اُٿ ڪتابن جا پڙهڻ وارا شايد جدلياتي ماديت (Dilectical Materialism) کي وساري ويٺا هئا. تہ سويت يونين جي ٽٽڻ وقت هن جو نظام سوشلسٽ نہ، پر هن جي بگڙيل شڪل ۽ ڪيترن حوالن کان تہ هن جي بلڪل ابتڙ نظام هئو هي آفيسر شاهي جو اسٽالنسٽ نظام هئو ۽ ٽٽڻ جو عمل هن جي فطرت ۾ شامل هئو. اها عجيب ۽ حيرت جهڙي ڳالهہ آهي، تہ طبقاتي عالمن، هتي علم ۽ دانش کي، ڪوڙ، منافقي، دوکي ۽ دولاب ۾، تهہ بہ تهہ ويڙهي ڇڏيو آهي. ان کي هر لحاظ کان

حڪمران ٽولي جي مفادن لاءِ استعمال ڪيو پيو وڃي. پر سچ تہ سائنس ڪي ڪنهن بہ اهڙي مفاداتي تهہ ۾ قيد ڪري نہ ٿو سگهجي. اها ئي تہ سائنس جي فتح آهي، تہ اها پنهنجي نوس حقيقتن جي ڪري زنده آهي ۽ هر نظرئي جي مٿان حاوي آهي.

سويت يونين جي ٽٽڻ جا اهي سبب ڪنهن نہ آهن، جيڪي يورپ ۽ جپان وارا بيان ڪن ٿا. اهي نہ مٿاڇري واريون ڳالهيون آهن، جيڪي سندن ئي مفروضن تي ٻڌل آهن ۽ سندن ئي غلط بياني جون ايجاد آهن. هي ڄاڻي ٻجهي اصل حقيقتن ۽ سچائين کي، تاريخي ۽ سائنسي شاهدين کي صرف پنهنجي ذاتي مفادن جي تحفظ لاءِ، بي معنيٰ بنائي رهيا آهن. استالني جبر کي مارڪسزم يا انقلابي سوشلزم قرار ڏنو پيو وڃي. استالن جي ڏوهن کي لينن ۽ ٽراٽسڪي جي مٿان مڙهيو پيو وڃي ۽ اڪثر دانشور هن بدديانتي جا ذميوار بڻجي رهيا آهن. تاريخ شاهد آهي، تہ ماضي کان اهڙا دور ايندا رهيا آهن، جن ۾ ڏاهپ جو معيار ايترو هيٺ ڪيرايو ويندو هئو، جو صرف ڪوڙ، منافقت ۽ فريب ئي عام فيشن ۽ روزاني جو فڪري عمل بڻجيو وڃي. پر پوءِ بہ، ڪنهن بہ سائنسي نظريي جي سچائي کي، سمورين غلطين سميت، ڪنهن بہ رياستي جبر جي آڌار تي، هميشہ لاءِ دٻائي نہ ٿو سگهجي. گليلو پل ڦاهي چڙهي ويو، پر هن جو سائنسي نظريو اڄ بہ اٽل آهي!

مارڪسزم پورهيت راڄ جو نظريو آهي نہ ڪي آفيسر شاهي جي آمريت جو! جدلياتي ماديت جي استادن ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينگلس، سماج جي پيداواري ترقي جو قانون دريافت ڪيو ۽ ان کي سائنسي سوشلزم جو مادي بنياد فراهم ڪري، پورهيت طبقي جي بک ۽ بدحالي جي خاتمي جو ڏس ڏنو.

هن ڪتاب ۾ اڳي ئي اچي چڪو آهي، تہ سويت يونين جو انقلاب 7 نومبر ۽ روسي پراڻي ڪيلينڊر موجب 25 آڪٽوبر 1917ع تي برپا ٿيو. (ان ڪري هن کي آڪٽوبر انقلاب بہ چوندا آهن) هن انقلاب جي ذريعي پهريون پيرو پورهيت طبقي، ڪامريڊ لينن ۽ ٽراٽسڪي جي قيادت ۾، هڪ پورهيت رياست کي وجود ۾ آندو. هن انقلاب کي برپا ڪرڻ ۾، بالشويڪ پارٽي، جيڪا رشين سوشل ڊيموڪريٽڪ ليبر پارٽي جو حصو هئي. انهي فيصلہ ڪن ڪردار ادا ڪيو هئو. اڄ بہ بالشويڪ پارٽي جو طريقہ ڪار ۽ لائحہ عمل، دنيا جي سموري پورهيت طبقي جي نجات لاءِ مشعل راهہ آهي. مارڪس جي

سائنسي سوشلزم موجب جمهوريہ جو اقتدار پورهيتن جي ڪميٽين يعني سويتن کي ڏنو ويو ۽ سموري معيشيت کي منصوبابند ڪيو ويو ۽ اهڙو فرمان 5 جنوري 1918ع تي سويت حڪومت پاران جاري ڪيو ويو. جنهن ۾ واضح نموني چيل آهي، تہ ”آئينده سويتن کي، اهي ئي اختيار حاصل هوندا، جيڪي اڳ ۾ انتظاميہ کي حاصل هئا.“ پورهيتن جي اقتدار جو هي ڍانچو، اٽڪل ڇهن سالن تائين، انقلاب جي ڪلاسيڪل رستي تي هليو ۽ 24-1923ع کان پوءِ اصل انقلاب جو زوال ٿيڻ شروع ٿيو. انقلاب جو هي زوال ڪيئن ۽ ڇو ٿيو، ان جا ڪيترائي نظرياتي، انتظامي ۽ معاشي سبب آهي.

**1- نظرياتي:**

ڪارل مارڪس جو فڪر، دنيا جا پورهيت هڪ ٿيو، رڳو لفظي طور نہ آهي، بلڪ اهو ئي واحد فڪر آهي، پورهيت طبقي جي نجات جو!!! جنهن ذريعي، اهو عالمي سطح تي انقلاب برپا ڪري سگهي ٿو. جڏهن تہ ٻئي پاسي، دنيا جا سرمائيدار هڪ آهن، هنن جا مفاد هڪجهڙا آهن. اڄ تہ هنن جو عملي مظاهرو ڏسڻ ۽ پرکڻ جهڙو آهي، هن وقت عالمي بئنڪ ۽ آء.ايم.ايف هيٺ سرمائيدارن جا مالي مفاد گڏيل آهن، ناٽو هيٺ فوجي مفاد هڪ جهڙا آهن، اقوام متحده، غير وابستہ تحريڪ ۽ اسلامي ڪانفرنس هيٺ سياسي مفاد هڪجهڙا آهن. هي اتحاد، جدلياتي ماديت جي سائنسي فڪر کي، اٽل حقيقت ۾ ثابت ڪن ٿا. تہ پوءِ طبقاتي طور تي، اهو واحد رستو بچي ٿو، تہ ان جو مقابلو ڪرڻ لاءِ دنيا جا پورهيت هڪ ٿين. تڏهن ئي دنيا جي ڪروڙين انسانن جي قاتل ۽ ظالم سرمائيدارائي نظام کي ٽوڙي سگهجي ٿو. هن نظام کي ختم ڪري، دنيا جي 6 ارب آبادي کي آزاد ڪرائي سگهجي ٿو. ڪامريڊ لينن هن نظريي کان بخوبي واقف هئو، ان ڪري هي هميشہ سويت انقلاب کي عالمي انقلاب جي پسمنظر ۾ ڏسندو هئو. ڪامريڊ لينن جي چونڊ لکڻين، جلد نمبر 27,26 ۽ 28 ۾ هن سويت ڪانگريس، ٽريڊ يونين انٽرنيشنل، عالمي وفدن ۽ ٻين مختلف موقعن تي گهٽ ۾ گهٽ 12 پيرا واضح نموني چيو هئو، تہ ”سويت يونين جو انقلاب تڏهن ئي زنده رهي سگهي ٿو، جڏهن سڄي دنيا ۾ انقلاب اچن، جڏهن يورپ ۾ انقلاب اچن، جڏهن يورپ جي دل جرمني ۾ انقلاب اچي، جيڪڏهن هي انقلاب نہ ٿا اچن، تہ پوءِ سويت يونين جو انقلاب اڪيلو رهجي ويندو ۽ هن جي چوڌاري ڦريل سرمائيدار ملڪ، هن کي ختم ڪري ڇڏيندا.“ هن کان علاوه، ڪامريڊ

ٽراٽسڪي پڻ عالمگيريت جي نظرياتي تصديق ڪندي، گهٽ ۾ گهٽ 30 ڀيرا مختلف موقعن تي چيو هئو، تہ ”سويت يونين کان علاوه دنيا اندر ٻين هنڌن تي انقلاب اچڻ ئي سويت يونين جي بچڻ جي واحد ضمانت آهي.“ ڪامريڊ ٽراٽسڪي، جرمن انقلاب 1923ع ۽ چيني انقلاب 1927ع دوران عملي طور ڪوشش پڻ ڪئي هئي.

ڪامريڊ لينن ۽ ٽراٽسڪي جي نظريي جي سچائي ان وقت صحيح ثابت ٿي، جڏهن سويت يونين کي ختم ڪرڻ لاءِ دنيا جي 21 سامراجي ملڪن پنهنجي فوجن ساڻ، سويت يونين تي حملو ڪيو. هتي پورهيتن طرفان آندل پر امن انقلاب کي ختم ڪرڻ لاءِ سرمائيدارن زبردست فوجي طاقت استعمال ڪئي ۽ لڳاتار ٽن سالن تائين هي جنگ هلي. هن جنگ دوران ئي ڪامريد لينن مارڪسي نظريي جو استعمال ڪندي، سڄي دنيا جي پورهيتن کي سويت انقلاب بچائڻ جي اپيل ڪئي. سويت يونين خلاف جنگ ۾ وڙهندڙ پورهيت سپاهين کي خاص اپيل ڪئي. نتيجي ۾ نہ صرف سڄي دنيا اندر سويت يونين خلاف فوجي جنگ تي پورهيتن احتجاج شروع ڪيو، پر آمريڪا، برطانيہ، فرانس ۽ ٻين سامراجي ملڪن جي پورهيتن عملي طور سخت مزاحمت ڪئي. هٿيارن سان ڀريل بحري جهازن اڳيان پاڻ کي ٻڌي ڇڏيو ۽ جهازن کي سويت يونين ڏانهن وڃڻ نہ ڏنو. هنن زبردست هڙتالن جي ذريعي مزدورن، حملي آور فوجن جي سپلاءِ بند ڪري ڇڏي. فوجي سپاهين پڻ ڪامريڊ لينن جي اپيل ورنائيندي، سويت يونين خلاف جنگ ۾ وڙهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي فوجي آفيسرن خلاف بغاوتون شروع ڪري ڇڏيون. ڇو تہ سويت يونين جو انقلاب جنهن نظريي جي بنياد تي برپا ٿيو هئو، اهو ڪنهن هڪڙي ملڪ ۾ سوشلزم بجاءِ، عالمي سوشلسٽ انقلاب جي، هڪڙي ڪڙي هئو.

ٻئي طرف ڪامريڊ ٽراٽسڪي ساڍن ٽن لکن جي بدحال فوج کي پنهنجي انقلابي عمل ذريعي، صرف 18 مهينن اندر 50 لکن جي سرخ فوج ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. جنهن سفيد فوج سان گڏسويت يونين جي هزارين ڪلو ميٽرن تي پکڙيل سرحدن تي آمريڪا، برطانيہ، فرانس ۽ پولينڊ سميت 21 ملڪن جي سامراجي فوج کي سوين مختلف محاذن تي شڪست ڏيئي، پورهيت راڄ کي بچائي ورتو. (ياد رهي، تہ سويت يونين اندر خانہ جنگي کي وڌائڻ لاءِ روس جي سرمائيدارن ۽ جاگيردارن ۽ زار جي فوجي جنرلن پاڻ ۾

گڏجي سفيد فوج جوڙي ورتي هئي جنهن کي دنيا جي سمورن سامراجي ملڪن ۾ سرمائيدارن جي مدد ۽ حمايت حاصل هئي.) هن جنگ ۾ 5 لک بالشويڪ جيڪي سرخ فوج ۾ مجبورن ڀرتي ڪيا ويا هئا، اهي شهيد ٿي ويا. هي بالشويڪ سوويتن اندر ڪم ڪندڙ جانباز هئا. هي سوويتون فيڪٽرين ۽ ڪارخانن اندر ڪم ڪندڙ پورهيتن فوجي سپاهين ۽ هارين جي چونڊيل نمائندن تي مشتمل هيون. هنن سوويتن ۾ صحيح ڪم نہ ڪندڙ نمائندي واپس گهرائڻ جو اختيار حاصل هئو. هنن بالشويڪ ڪارڪن جي شهادت کان پوءِ يڪدم جيِ اهو خال ڀرڻ ڏاڍو مشڪل هئو. ان ڪري هنن جي جاءِ تي اقتدار جي حَوسَ رکندڙ ڪيترائي مفاد پرست، چور دروازي کان سوويتن جي ڪميٽين اندر ۽ بالشويڪ پارٽي ۾ بہ گهڙي آيا ۽ سوويتن جي انتظام ۾ خلل پيدا ڪيو.

پورهيتن جي عالمي اتحاد، يڪجهتي ۽ سرخ فوج جي عظيم طاقت جي ڪري سوويت يونين بچي تہ ويو، پر جهڙوڪر نہ بچيو!! جو تہ هن جنگ ۾ پورهيت راڄ جو جيڪو نقصان ٿيو، اهو هر طرح کان وڏو نقصان ۽ برداشت کان ٻاهر هئو!!!

انقلاب کان اڳ سوويت يونين هڪ پٺتي پيل ملڪ هئو، جيڪو زار حڪومت ۾ پهرئين عالمي جنگ دوران سخت تباهہ ٿيو ۽ انقلاب کان پوءِ دنيا جي 21 ملڪن جي جنگ دوران ٿيل نقصان،- ملڪ اندر سخت معاشي بحران پيدا ڪري ڇڏيو. ملڪ اندر ڏڪار جهڙي صورتحال پيدا ٿي پئي ۽ وري سوويتن اندر ڪم ڪندڙ بالشويڪن جي جاءِ تي موقعي پرستن جي اچڻ جي ڪري، سوويتن اندر خلل پيدا ٿيڻ شروع ٿيو ۽ وري انتظام صحيح نہ ٿيڻ جي ڪري، ملڪ اندر شين جي کوٽ ۾ اجا اضافو ٿيو. جنهن ڪري شين جي ضرورت ۽ کهرج اجا وڌي. ان سان ملڪ ۾ سماجي بيچيني بہ ڏينهون ڏينهن وڌندي وئي. اهڙي طرح هتي رياستي آفيسر شاهي پلجڻ ۽ آهستي آهستي مضبوط ٿيڻ، لڳي ۽ نظرياتي زوال عملي طور تي شروع ٿي ويو.

ايڪويهن سامراجي ملڪن کي جنگ ۾ شڪست ڏيڻ کان پوءِ، بچي ويل سوويت يونين، هڪ طرف نظرياتي ظور زوال طرف ڏڪجڻ لڳو ۽ آفيسر شاهي هتي پنهنجي معروضي شڪل ۾ تيزي سان وڌڻ لڳي، تہ ٻئي طرف 1923ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي سيڪريٽري جنرل سويلي موف جي وفات

ٽيڻ ڪان پوءِ، جڏهن جوزف اسٽالن کي ان جي جاءِ تي سيڪريٽري جنرل بنايو ويو، تہ هن پنهنجي اقتدار کي مضبوط ڪرڻ لاءِ، شعوري طور تي نظرياتي انحراف جو عمل شروع ڪيو. جنهن سان آفيسر شاهاڻي نظام کي، تمام وڏي تقويت ملڻ شروع ٿي. اهڙا موقعي پرست، جيڪي انقلاب کان اڳ بالشويڪ پارٽي جا دشمن هئا، اهي هاڻ پارٽي ۾ چور دروازي کان داخل ٿي، اسٽالن جا اهم مشير بنجي ويا. انهن ۾ مارتينوف، يارو سلاوسڪي ۽ واني شنسڪي قابل ذڪر آهن.

ڪامريڊ لينن جي 1924ع ۾ وفات ڪانپوءِ اسٽالن لاءِ سمورا رستا صاف ٿي ويا. هو پارٽي جي ڪنهن صلاح ۽ مشوري کان سواءِ، حڪومتي فيصلن ۾ بہ پنهنجي مرضي مسلط ڪرڻ لڳو. 1924 کان 1926ع تائين هن وڏي ديده دليري سان ۽ شعوري طور تي، سوويتن اندر، بنا چونڊن جي، پورهيتن بجاءِ، پنهنجي پسند جا ماڻهو مقرر ڪيا. ان کان سواءِ هن جا سمورا عمل، مارڪسزم جي روح ۽ اساس خلاف هئا. سوويتن ذريعي پورهيتن جو جيڪو انتظامي ڍانچو هئو، اهو متاثر ٿيڻ ڪري، سڄو انقلاب تباهہ ٿي رهيو هئو. ان کان بہ وڌيڪ هاڃيڪار عمل اسٽالن اهو ڪيو، تہ پورهيتن جي عالمي تنظيم، ٽين انٽرنيشنل جي اصولن اندر، مارڪسزم جي بين القواميت جي نظريي جي ابتڙ، "هڪ ملڪ ۾ سوشلزم" جو نظريو، 1928ع ۾ شامل ڪرايو. يعني اسٽالن دنيا جي پورهيتن کي هڪ هنڌ متحد ڪرڻ بجاءِ، جدا جدا ملڪن ۽ قومن ۾ ورهائي ڇڏيو. هن جو خاص سبب سوويت يونين جي پورهيتن کي اڪيلو ڪرڻو هئو ۽ هنن انقلابي پورهيتن جي سپلاءِ لائين بند ڪرڻي هئي، تہ اهي متان، اسٽالن جي آفيسر شاهاڻي نظام جي خلاف، اٿي کڙا نہ ٿين!! جيڪڏهن اهي اٿن، تہ بہ عالمي سطح تي، بنا مدد جي اڪيلا رهجي وڃن. هن کان علاوه 1936ع ۾ فيڊريشن آف ريڊ ٽريڊ يونينز انٽرنيشنل کي بہ سرڪاري طور ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو. اهڙي طرح هن دنيا جي ٽريڊ يونين کي پڻ پيغام ڏنو، تہ اهي بہ سوويت يونين جي پورهيتن جي مدد لاءِ نہ اچن.

هاڻي تہ اها تعجب جي ڳالهہ نہ رهي هئي، تہ اسٽالن سوچي سمجهي، جرمن 1923ع، برطانيہ 1926ع، چيني 1927ع، فرانسيسي 1936ع ۽ اسپين 1936ع انقلاب ناڪام ڪرايا ۽ انهن ۾ لکين پورهيتن کي شهيد ڪرايو. جيڪڏهن اهي انقلاب برپا ٿين ها، تہ يقين سوويت يونين جا پورهيت بہ اتان

اتساهہ وٺي، پنهنجي ملڪ اندر آفيسر شاهاڻي نظام خلاف، اتي ڪڙا ٿين ها ۽ اسٽالن کي سندس نظام سميت ختم ڪري ڇڏين ها.

هن کان علاوه اسٽالن پاران ٻي عالمي جنگ هلندي، 1943ع ۾ يالٽا معاهدي تي صحيحون ڪرڻ کان پوءِ، پورهيتن جي عالمي تنظيم، ٿين انٽرنيشنل کي، سرڪاري طور تي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. اهو به روسي پورهيتن کي اڪيلو ڪرڻ ۽ عالمي سوشلسٽ انقلاب کي روڪڻ جو خطرناڪ عمل هئو. ان ڪانسواءِ هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جي نظريي تي عمل ڪندي، اسٽالن پاڻ USSR يونائيٽيڊ سويت سوشلسٽ ريپبلڪ (سوشلسٽ ڪميٽين جي اتحاد جي جمهوريہ) جو نالو تبديل ڪري سويت روس رکيو. جڏهن USSR ڪنهن به ملڪ جو نالو نہ هئو، بلڪ اهو عالمي انقلاب سان ڳنڍيل هئو، جيڪو پوءِ پوري دنيا جو نالو ٿي وڃي ها. مطلب تہ هي نظريي کان انحراف جا ڪليل ثبوت هئا. هي سمورا عمل مارڪسزم جي بلڪل مخالف ۽ رد انقلاب جا عمل هئا. جيڪي سويت يونين کان علاوه عالمي سوشلسٽ انقلاب ڏانهن اٿندڙ هر قدم جي راهہ ۾ رڪاوٽ پڻ ثابت ٿيا. تڏهن تہ ڪامريڊ ٽراٽسڪيءَ، 1936ع ۾ ڪتاب "انقلاب سان غداري (Revolution Betayed) ۾ واضح ڪيو هئو، تہ "جيڪڏهن سويت يونين ۾ موجوده آفيسر شاهي جي آمريت جي جاءِ، نئين مزدور انقلاب نہ ورتي، تہ هن جي زوال جي معنيٰ سرمائيدارائڻ رشتن طرف واپسي ۽ صنعت ۽ ثقافت جي زبردست تباهي ٿيندي."

2- انتظامي سبب:

سامراجي ملڪن جي حملي کان پوءِ، سويتن جي بگڙجندڙ ڍانچي سبب، اسٽالن ۽ سندس حوارين کي، اقتدار تي قبضي جو بهانو ڏئي ڇڏيو هئو. هن بالشويڪ انقلاب جو ڪامريڊ لينن پاران متعين ڪيل پاليسيون ۽ اصول ٽوڙي ڇڏيا هئا ۽ ملڪ اندر آمريت جي فضا قائم ڪري ڇڏي هئي. آفيسر شاهي جي مرڪزيت وارو نظام، آمريت جو نئون روپ ڪٽي آيو هئو. سويتن جي چونڊن، بالشويڪ پارٽي جي چونڊن ۽ اقليتي قومن جي حقن بابت پُل ۾ بہ ذڪر ڪرڻ، ڪارڪنن تي تشدد ۽ موت جو سبب بنجي ويندو هئو. اهڙي سفاڪ سوچ هيٺ سويت يونين جا 13 لک بالشويڪ ڪارڪنن قتل ڪيا ويا. انهن ۾ پولٽ بيورو (مرڪزي ڪميٽي) جي 24

اڳواٺن مان 23 اڳواڻ ٻہ شامل آهن. انهن مان صرف هڪ اڳواڻ زنده بچيو هئو، جيڪو اسٽالن، خود پاڻ هئو!!! ڏک جي ڳالهہ تہ اها آهي، تہ هنن سمورن بالشويڪن کي، آمريڪي سي-آءِ- اي ايجنٽ ۽ انقلاب دشمن چئي قتل ڪيو ويو. جڏهن تہ حقيقت ۾ اسٽالن ۽ سندس حواري اقتدار جي نشي ۾، پنهنجي آمراڻي نظام کي قائم رکڻ لاءِ،اهو ايجنٽي وارو فعل، پاڻ ڪري رهيا هئا.

اقليتي قومن جي سلسلي ۾ ٻہ، اسٽالن پاڻ عظيم روس جو داعي هئو، پر ٻين ننڍين قومن جي، قومپرستي جي معمولي اظهار تي بلڪل ڇتو ٿي پوندو هئو ۽ سخت جبر ۽ ظلم تي لهي ايندو هئو. جڏهن تہ قومن جي سلسلي ۾، ڪامريڊ لينن خوداراديت ۽ آزادي وارن اصولن تي سختي سان ڪاربند هئو. 30 ڊسمبر 1922ع ۾ رشين سوشلسٽ فيڊرل سويت ريپبلڪ جي نالي ۾ فيڊريشن وجود ۾ آئي. فيڊريشن جو هي اتحاد، تمام ڍلو ۽ لچڪدار هئو. هي اتحاد يوڪرائن، بيلا روس، جارجيا، آذر بائيجان ۽ آرمينيا جي وچ ۾، گڏيل معاهدي جي بنياد تي قائم ٿيو. پر اسٽالن هن جي اصولن جي ابتڙ، قومن تي جبر ڪرڻ لڳو. ڪامريڊ لينن جي بيماري دؤران ئي اسٽالن پاران جارجياتي حملو ڪرڻ، ٻين قومن کان انهن جو تشخص کسڻ، انهن کي معاشي طور تي پوئتي رکڻ، هنن جي وسيلن کي آفيسر شاهي جي مفادن لاءِ استعمال ڪرڻ، شروع ڪري ڏنو.

جارجيا تي حملي وقت، ڪامريڊ لينن، اسٽالن تي سخت ناراض ٿيو هئو، جنهنڪري هن مرڪزي ڪميٽي کي، اسٽالن کي هٽائڻ لاءِ پڻ لکيو هئو. پر ان تي ان ڪري عمل نہ ٿي سگهيو، جو ان وقت ڪامريڊ لينن بيمار هئو ۽ ٻئي ڪنهن اڳواڻ ۾، اسٽالن کي هٽائڻ لاءِ جرئت ڪو نہ هئي.

هاڻ تہ ڏينهون ڏينهن، آفيسر شاهي جي مرڪزيت واري نظام جو، اقليتي قومن جي خواهشن سان ٽڪراءَ ۾، تيزي ايندي ويئي. ٻئي طرف، اسٽالن جي روسي شائونزم جي غليظ صورت ايرندي رهي. پنهنجي نام نهاد قومپرستي هيٺ ٻين ننڍين قومن سان اهڙو ظلم روا رکيو، جيڪو هن وقت تائين سامراجين جو طريقو هئو. اهو هاڻ اسٽالن لاءِ معمول جو عمل بنجي ويو هئو. سويت يونين جو صدر خروشيف 1956ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي ويهين ڪانگريس ۾ خطاب ڪندي، هن حقيقت تان پردو کڻي ٿو، تہ "اسٽالن ننڍين قومن سان خوفناڪ حد تائين ظلم ڪيا. سويت يونين جي قومن جي

باري ۾، لينن، جيڪا بنيادي پاليسي جوڙي هئي، اسٽالن ان جي سخت خلاف ورزي ڪئي هئي. هن ته نندين قومن جي سموري آبادي کي، پنهنجي اباڻي وطن مان جلاوطن ڪري ڇڏيو هئو. ڊسمبر 1943ع ۾، خود مختيار جمهوريہ ڪالمڪ جي سموري آبادي کي، جلاوطن ڪري ڇڏيو. مارچ 1944ع ۾، سمورن چيچناين، انگوش ۽ ڪريمان جي تاتارين جي ماڻهن کي، جلاوطن ڪري، انهن جي خودمختيار جمهوريائن کي ختم ڪري ڇڏيو. اپريل 1944ع ۾ سمورن بلڪاري ماڻهن کي، زبردستي جلاوطن ڪري، ڏورانهن علائقن ڏانهن موڪليو ۽ هنن جي وطن جو نالو تبديل ڪري "خودمختيار ڪباردين ريپبلڪ" رکيو. يوڪرين جو عوام به ان ڪري جلاوطن ٿيڻ کان بچي ويو، جو هنن جي آبادي تمام گهڻي هئي ۽ انهن کي جلاوطن ڪرڻ لاءِ ايتري جڳهه ڪونہ هئي، نہ تہ اسٽالن هنن کي زبردستي جلاوطن ڪري ها." هنن کان علاوه ڪراچين کي 1943ع ۾ جلاوطن ڪري ڇڏيو. بالٽڪ رياستن، کي تہ، بلڪل تاراج ڪري ڇڏيو. يهودي، جيڪي تاريخ جي ڏارا ۾ سخت ظلمن جو شڪار ٿيا هئا ۽ ان ڪري ئي اهي سڀ مارڪسسٽ بہ بنيا هئا، چو تہ سوشلسٽ نظام ئي، هنن کي برابري جي بنياد تي، جيئڻ جو حق ڏئي ٿو. انهن سان تہ اسٽالن ايترا ويل وهايا، جو هو سويت يونين ڇڏڻ تي مجبور ٿيا. ان ڪري يهودي، 1948ع کان 1952ع تائين جي عرصي کي، اسٽالن جو ڪارو دور سڏين ٿا.

مطلب تہ اسٽالن جي روسي شائونزم واري پاليسي سويت يونين جي نندين قومن سان ويڙن ڪري ڇڏي. ياد رهي تہ اسٽالن پاڻ روسي نہ پر جارجيائي هئو. پر پنهنجي ناجائز ۽ آمراڻي اقتدار کي قائم رکڻ لاءِ، عظيم روسي قومپرست بنجي پنهنجي حڪمراني کي توانائي بخشي رهيو هئو. اهو ئي تہ قومپرستي جو خراب عنصر آهي، جنهن ۾ پاڻ سواءِ ٻيون سڀئي قومون نيچ بنايون وڃن ٿيون!!

اسٽالنزم جي ڪري، سويت يونين زا دؤر وانگر قومن جو قيد خانو بنجي ويو هئو. اسٽالن جي آفيسر شاهاڻي نظام، نندين قومن جو معاشي استحصال پڻ ڪيو هئو، جنهنڪري هنن قومن جي عوام ۾، سويت يونين جي موجوده ڍانچي مان فراريت جا جذبات وڌڻ لڳا. آخر ۾ سويت يونين جي ٽٽڻ ۾، هي عنصر بہ، مکيہ سبب بنجي ويو هئو.

3. معاشي سبب:

نڪولس زار جو روس، انتهائي پوئتي پيل ۽ پهرئين عالمي جنگ جو تباهہ ٿيل ملڪ هئو. سويت يونين جي انقلاب کان پوءِ بہ هي مسلسل جنگ جي حالت ۾ رهيو. 21 سامراجي ملڪن جي جنگ، هن جي رهي سهي ڪسر ڪڍي ڇڏي هئي. جنهن ڪري سخت ڏڪار جي لپيٽ ۾ اچي ويو. هن عرصي دوران خانہ جنگي، سامراجين جي جنگ، سرد موسم، ڏڪار ۽ بيماري جي وڪهي 90 لک انسان موت جو شڪار ٿيا. ملڪ جي معيشيت نازڪ حالت ۾، تباهي جي ڪناري تي پهچي ويئي. ڪچي مال ۽ هنر مندن جي سخت ڪوٽ پيدا ٿي پئي. حقيقتن ۾ هن سموري صورتحال جي ذميواري سامراجين تي عائد ٿئي ٿي. جن پورهيت انقلاب خلاف، مسلح حملو ڪري بنا سبب، سويت يونين جي پورهيت عوام کي، موت جي منهن ۾ اڇلي ڇڏيو.

معاشي طور تي سويت يونين جي ترقي هڪ ناممڪن خواب هئي، جنهن جي تعبير، هڪ خيالي پلاءُ هئي. پر سوشلسٽ معيشيت، ان کي اهڙي تہ تعبير ڏني، جو دنيا جي سرمائيدارن کي ڏندين آڱريون اچي ويون. سچ تہ سوشلزم، انساني ضرورتن جي پورائي جي لاءِ، هڪ منصوبہ بند ۽ هم آهنگ، سماجي پيداوار جي تنظيم جو نالو آهي. منصوبہ بند معيشيت، سويت يونين جي پاتال ۾ پيل پيداوار کي اوچي جبل وانگر کڙو ڪري ڏيکاريو.

پهرئين عالمي جنگ کان اڳ، 1913ع کان 1963ع تائين، 50 سالن ۾ سويت يونين جي صنعتي پيداوار ۾ 52 ڀيرا اضافو ٿيو. جڏهن تہ ان عرصي دوران، آمريڪا ۾ ڇهوڻو ۽ برطانيہ ۾ صرف ٻيڻو اضافو ٿيو. هنن 50 سالن ۾ صنعتي مزدرون جي پيداواري صلاحيت ۾ برطانيہ ۾ 73 سيڪڙو، آمريڪا ۾ 332 سيڪڙو ۽ سويت يونين ۾ 1310 سيڪڙو اضافو ٿيو. 1945ع کان 1964ع تائين، سويت يونين جي قومي آمدني، 570 سيڪڙو وڌي، جڏهن تہ ان عرصي دوران، آمريڪا ۾ صرف 55 سيڪڙو وڌي. ياد رکڻ گهرجي تہ ٻنهي عالمي جنگين ۾ آمريڪا جو ڪوبہ نقصان نہ ٿيو هو، هن جي مقابلي سويت يونين بلڪل تباهہ ڪيو ويو هو. هن جا 3 ڪروڙ کان مٿي ماڻهو ماريا ويا هئا ۽ وڏي حد تائين مالي تباهي ڪئي ويئي هئي، پوءِ بہ آمريڪا کان 515 سيڪڙو وڌيڪ قومي آمدني، صرف منصوبہ بند معيشت جو ڪمال آهي. 1970ع تائين سويت يونين ۾ 46 لک گريجوئيٽ شاگرد هئا. جن مان 2 لک 57 هزار

گريجوئيٽ انجنيئر هئا. جڏهن ته آمريڪا ۾ صرف 50 هزار انجنيئر هئا. هڪ لک آبادي لاءِ آمريڪا 150 ڊاڪٽر، برطانيه ۾ 110 ڊاڪٽر ۽ سوويت يونين ۾ 205 ڊاڪٽر خدمت لاءِ موجود هئا ۽ 1978ع تائين ڊاڪٽرن جو تعداد 9 لک 29 هزار هو. جڏهن ته، اسپتالن ۾ 22 لکن کان مٿي بسترا موجود هئا. آمريڪا جي مقابلي ۾ سوويت يونين وٽ چوڻا سائنسدان موجود هئا. آڪٽوبر 1957ع ۾ سوويت يونين ئي سڀ کان پهرئين خلائي سيارو (اسپيوتنڪ) خلا ۾ موڪلي، سڄي دنيا تي برتري حاصل ڪئي.

معيشت جي ترقي جي ڪري، معيار زندگي ۾ لڳاتار بهتري ايندي ويئي. اخبار گارڊين 17 آگسٽ 1981ع ۾ ايف هاليندي جي ڪتاب "ٻي سرد جنگ جي تياري" جي انگن اکرن موجب 1978ع تائين، سوويت يونين جي 82 سيڪڙو خاندانن وٽ ٽيليويزن، 78 سيڪڙو خاندانن وٽ فرج، 70 سيڪڙو خاندانن وٽ واشنگ مشين، في ڪس رهائش جي جاءِ 13 اسڪوائر ميٽر، في ڪس گوشت جو استعمال 57 ڪلو گرام، في ڪس پاچيون 90 ڪلو گرام، في ڪس پٽاٽا 120 ڪلو گرام، في ڪس ماني يا اناج جو 140 ڪلو گرام استعمال هو. رهڻ جي جاءِ جو ڪرايو، پگهار جي 6 سيڪڙو جي برابر هو. ڪراين ۾ فقط، هڪ ڀيرو اضافو 1928ع ۾ ڪيو ويو. تازو 1996ع تائين، 17 ڊالرن ماهوار تي فليٽ ڪرائي تي ملندو هو. گئس، بجلي، ٽيليفون ۽ پاڻي جون سهولتون جهجهي تعداد ۾ ميسر هيون. ڊبل روٽي جو في ڪلو صرف 16 پينس ۾ ملندو هو. کنڊ ۽ ٻين ڪاڌي جي شين جي قيمتن ۾ صرف آخري ڀيرو 1955ع ۾ اضافو ٿيو. گوشت ۽ کير مکڻ جي قيمتن ۾ پڻ 1962ع ۾ هڪ ڀيرو اضافو ٿيو. سموريون کاڌي پيتي جون شيون هر انسان جي پهچ لاءِ آسان بڻايون ويون هيون. مهانگائي ۽ بيروزگاري جو هتي نالو نشان نه هو!!!

ٻي عالمي جنگ کان پوءِ 1975ع تائين سوويت يونين، ٻين شاهوڪار ملڪن جي ڀيٽ ۾ ٻيڻي ترقي ڪئي. هن دؤر ۾ في ڪس آمدني ۾ 160 سيڪڙو اضافو ٿيو ۽ في ڪس آمدني 4110 ڊالر هئي. سماجي خرچن جي مد ۾ 400 سيڪڙو اضافو ٿيو ۽ رهائش لاءِ 5 ڪروڙ 60 لک فليٽ تعمير ڪرايا ويا. هتي تعليم جي شرح 100 سيڪڙو هئي.

مطلب ته، ٻن عالمي جنگين ۾ 3 ڪروڙ جوانن جي نقصان ۽ اسٽالن پاران 13 لک بالشويڪن جي قتل عام جي باوجود، سوويت يونين جي هي عظيم ترقي، منصوبه بند معيشت جو ثمر هئي. پر هي ترقي به، وڏي وڏي،

نيٺ هڪ هنڌ بيهي رهي ۽ پوءِ هيٺ ڪرڻ لڳي. ڪامريڊ ٽراٽسڪي موجب ”منصوبه بند معيشت جي لڳاتار ترقي ۽ ارتقا جي عمل ۾ پورهيتن جو مڪمل جمهوري ڪنٽرول ۽ انتظام اهڙي ريت ضروري آهي، جيئن انساني جسم لاءِ آڪسيجن لازمي هوندي آهي.“ پر سويت يونين ۾ 1924ع کان پوءِ پورهيتن جي جمهوري ڪنٽرول ۽ انتظام بجاءِ آفيسر شاهي جي سخت پڪڙ ۽ بدعنوان انتظام هيٺ هي ترقي، يقينن هڪ ڏينهن زوال پذير ٿيڻي هئي. آفيسر شاهي جي آمريت، معيشت تي بار بنجڻ شروع ٿي. 1970ع جي ڏهاڪي ۾ سويت يونين جي صنعت 10 لکن کان به وڌيڪ پيداواري شيون ٺاهي رهي هئي. 28 ڪروڙ آبادي جو ملڪ، جيڪو دنيا جي خشڪي جي ڇهين حصي زمين تي ڦهليل هو، ان تي صرف 50 وزارتون ڪم ڪري رهيون هيون. ان ڪري بد انتظامي ۽ پيداواري شين جي ڪوالٽي ۾ گهٽائي اچي رهي هئي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي، ته هنن 10 لک پراڊڪٽس کي آفيسر شاهي منصوبه بند ڪرڻ ۾ ناڪام ويئي. ٻئي پاسي منڊي ۽ نفعي جي لالچ کان پاڪ سماج جي پيداوار ۾ وڏو اضافو آيو، پر بد انتظامي جي ڪري، هن جي پيداوار جو وڏو حصو زيان ٿيڻ لڳو. ان سان گڏ آفيسر شاهي جي بدعنواني ۽ عياشي به چوٽ چڙهي چڪي هئي.

سويت يونين جي صنعت سان گڏ زراعت جي حالت به تسلي بخش نه هئي. جڏهن ته سويت يونين جي زراعت ۾ ايتري صلاحيت هئي، جو اها سڄي دنيا کي اناج مهيا ڪري سگهي ها. پر سويت يونين جي آفيسر شاهي جي آمريت، هتي جي زراعت سان به وڏو جبر ڪيو. بندوق جي زور تي، گڏيل پوک کي هارين مٿان مسلط ڪيو ويو. هن خوفناڪ پاليسي سويت زراعت کي تباهه ڪري ڇڏيو ۽ جبري هارپي هڪ بيگار ڪئمپ جي شڪل اختيار ڪئي هئي، جنهن ڪري اسرندڙ نسل زراعت بجاءِ صنعتن ۽ ٻين شعبن ڏانهن راغب ٿيڻ لڳو. 1980ع تائين پوک ڪرڻ وارن هارين جو تعداد، صرف 20 سيڪڙو رهجي ويو، جن ۾ به پوڙها هاري وڃي بچيا هئا.

1966ع کان 1970ع تائين، اجتماعي فارمن کي 15 لک ٽريڪٽر فراهم ڪيا ويا، جن مان 13 لک 50 هزار ٽريڪٽر خراب ٿي پيا. ان سان گڏ 5 لک هار ويسٽر (لابارو ڪندڙ مشينون) فراهم ڪيا ويا، پر انهن مان به 3 لک 50 هزار خراب ٿي پيا. ان جو سبب هارين ۾ عدم دلچسپي ۽ بي دلي ۽ آفيسر شاهي جي نا اهلي ۽ بد انتظامي هئي. ان ڪري زرعي شعبو گهربل پيداوار

ڏيئي نہ سگھيو. ان کان سواءِ اناج جي پھچ ۽ رسد لاءِ گھربل ٽرانسپورٽ نہ هئي. اناج جا گدام گھربل تعداد ۾ نہ هئا. 1974ع ۾ 18 ڪروڙ ٽن اناج گودامن جي نہ هجڻ جي ڪري ضايع ٿي ويو. جنهن ڪري اهڙي ڏڪار جهڙي صورتحال پيدا ٿي ويئي، جيڪا 32-1931ع ۾ ٿي هئي، جنهن ۾ 70 لک انسان بک وگھي مري ويا هئا. مطلب تہ سوويت يونين جي آفيسر شاهي جي بد انتظامي سوويت زراعت لاءِ هڪ لعنت بنجي چڪي هئي!!.

تاريخ شاهد آهي، تہ هر جبر ۽ آمريت جي دؤر ۾ لازمي طور تي بدعنواني ۾ اضافو ٿيندو آهي. اهڙي ريت هتي جي آفيسر شاهي جي بد عنواني، بد انتظامي، پيداوار جي زيان ۽ 2 ڪروڙ 50 لک آفيسر شاهي جي وڏي تعداد جي سبب، منصوبہ بند معيشت جو دم گھٽجڻ لڳو، مزدور جمهوريت جي نہ هجڻ جي ڪري، سوشلسٽ معيشت جي اوسر (واڌ) جي عمل ۾ رڪاوٽ پئجي ويئي.

هنن سمورن سببن کان علاوه هڪ اهم سبب گھٽو فوجي خرچ بہ هئو. سوويت يونين جي آفيسر شاهي جي پرڏيهي پاليسي بہ آمراڻي طرز جي هئي. سرد جنگ جو فسانو بہ "هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جي اسٽالني نظريي جي ايجاد هو." جنهن هيٺ هڪ طرف دنيا اندر ايندڙ سوشلسٽ انقلابن کي روڪيو ويو، تہ ٻئي طرف سرمائيدار حڪمرانن سان ٻہ طرفہ سمجھوتا ڪيا پئي ويا. اولهہ، اوپر يورپ جي ورهاڱي واري يالٽا ڳالهہ سميت دنيا جي ڪروڙين پورهيتن سان ويساهہ گھاتيون ڪيون ويون. هنن ڳالهين سبب فرانس، اٽلي ۽ يونان ۾ ايندڙ يقيني انقلابن کي قربان ڪيو ويو. جڏهن تہ هنن ملڪن جي سوشلسٽ قيادت ماسڪو جي هٿن ۾ هئي. باقي زباني جمع خرچ واري سرد جنگ تہ سوويت يونين کي عملي طور تي ڪنگال ڪري ڇڏيو هئو. بدعنوان آفيسر شاهي سوويت يونين جي مجموعي قومي آمدني جو 60 سيڪڙو فوجي خرچن تي ڪرڻ لڳي. جيڪو هن آفيسر شاهاڻي نظام جي وِت ۽ قد کان تمام مٿي هو ۽ ان ڪري هنن فوجي خرچن پڻ سوويت يونين جي ڪرندڙ معيشت جي چيلهہ ڇپي ڪري وڌي. (ياد رکڻ گھرجي، تہ سوويت يونين سميت سرمائيدار دنيا جي سمورن ملڪن اندر ٻين شعبن جي ڀيٽ ۾ فوجي خرچن جي آڙ ۾ وڏ ۾ وڏ ڪرپشن ۽ بدعنواني ٿي آهي ۽ اڃا بہ ٿي رهي آهي. هي ئي شعبو حڪمران طبقي لاءِ هميشہ سوني جھرڪي رهيو آهي!!)

1950ع جي ڏهاڪي ۾ سويٽ يونين جي معيشت ۾ 12 کان 15 سيڪڙو ساليانو پيداوار ۾ اضافو ٿي رهيو هو ۽ 1960ع جي ڏهاڪي ۾ اهو اضافو گهٽجي 10 کان 12 سيڪڙو ٿي ويو ۽ 1970ع ڏهاڪي ۾ اچا به گهٽجي 6 کان 8 سيڪڙو تي وڃي پهتو ۽ 1980ع واري ڏهاڪي ۾ گورباچوف جي مشير اقتصاديات ابيل اگبي بگيان جي چوڻ مطابق، اهو اضافو ٻڙي سيڪڙو کان به گهٽجي ويو هئو.

هن بحراني معيشت ۾ سڌارا ڪندڙ ۽ سرمائيدارن وٽ گهڻي مشهوري ماڻيندڙ گورباچوف پروسترائيڪا ۽ گلاسنوسٽ جون پاليسون نافذ ڪيون، پر پوءِ به معيشت نه سڌري. پر اها سڌري به ڪيئن؟ سوشلسٽ معيشت جي نظام ۾ آيل بنيادي خرابين کي ختم ڪرڻ سان... يا سرمائيدارن پاران پيش ڪيل غير پيداواري خرچ گهٽائڻ واري فارمولي هيٺ؟؟ جڏهن ته گورباچوف جي حڪمراني هيٺ، مزدورن جي جمهوريت قائم ڪرڻ ته هڪ ناممڪن فعل هو. باقي اڍائي ڪروڙ آفيسر شاهي جي غير پيداواري تعداد ۾ گهٽائي اچي معيشت کي صرف سهارو ڏياري سگهجي پيو. پر خود آفيسر شاهي جو نمائندو هجڻ جي ڪري، گورباچوف انهن جي ڳچي ۾ هٿ وجهي نه سگهيو. ان ڪري هن سويٽ يونين اندر سرمائيداري لاءِ رستو کولي ڇڏيو!!!

گورباچوف جي پريسترائيڪا ۽ گلاسنوسٽ حقيقت ۾ سڌارن جو نالو نه هئو، پر هنن پاليسين فقط مسئلن جي مٿان پيل پردي کي هٽائي پري ڪيو هئو. جنهن سان استالنسٽ آفيسر شاهي جي سموري عياري ۽ نااهلي ظاهر ٿي پئي!!!.

1990ع جي شروعات ۾ سويٽ يونين جي اقتدار تان ڪميونسٽ پارٽي جو غلبو ختم ڪيو ويو. ڪميونسٽ پارٽي جيڪا اڳئي ئي گورباچوف جي لاشعوري ۽ بي عقلي جي ڪري ڪمزور ٿي چڪي هئي، ان جولاءِ 1990ع ۾ پنهنجو نئون منشور منظور ڪيو، جيڪو مارڪسزم ۽ لينزم بجاءِ سوشل ڊيموڪريسي جي اصولن تي مبني هو.

ان دوران جارجيا ۽ بالٽڪ رياستن ۾ ٽيڻ وارين چونڊن هنن کي خود مختياري طرف ڌڪيو. ليٿونيا ۾ به آزادي جي حق ۾ مظاهرا ٿيڻ لڳا ۽ ڪوئلي جي کاڻين ۾ ٻيهر هڙتالون ٿيون. سويٽ يونين جي نئين معاهدي متعلق جمهوريائن سان ڳالهيون 1991ع تائين جاري رهيون. هي معاهدو جنهن جي توثيق 20 آگسٽ 1991ع تي ٿيڻي هئي، انهن ڏکين ڳالهين جو نتيجو هئي، جن

جو آغاز بالٽڪ رياستن، جارجيا ۽ مالديويا پاران يونين کان علحده ٿيڻ وارن مطالبن جي جواب ۾ ڪيو ويو هو.

گورباچوف پاران سامراجين جي جهولي ۾ ڪرڻ جي ڪري، هڪ سخت گير اسٽالنسٽ نائب صدر گيناڊي زينائيف گورباچوف سرڪار خلاف 19 آگسٽ 1991ع تي هڪ ڪمزور بغاوت ڪئي. هن کي وزير دفاع يازوف جي به مدد حاصل هئي. جنهن ۾ گوربا چوف کي سندس گهر ڪريميا ۾ گرفتار ڪري قيد ڪيو ويو هو. پر هن بغاوت کي رشين فيڊريشن جي صدر بورس يلسن ناڪام بنايو، جنهن کي دنيا جي سمورن سرمائيدارن جي مدد ۽ حمايت حاصل هئي. هن ويڙهه ۾ يلسن جي ڪاميابي، ملڪ اندر طاقت جو توازن تبديل ڪري ڇڏيو. هاڻ گورباچوف ۽ يلسن جي وچ ۾ هلندڙ اقتدار جي ويڙهه ۾ يلسن سوپارو ٿي ويو. گورباچوف عملاً ڪمزور بنجي چڪو هو ۽ سڄي دنيا جي سرمائيدارن جي حمايت، بورس يلسن کي حاصل ٿي ويئي.

ڊسمبر 1991ع ۾ يلسن جي ڪوشش سان ٽن جمهوريائن روس، يوڪرين ۽ بيلا روس گڏجي آزاد رياستن جي دولت مشترڪ (Common Wealth of Indepednce states) جوڙي ورتي. هن ئي مهيني جي آخر ۾ وڌيڪ اٺن رياستن (CIS) ۾ شموليت اختيار ڪئي. هن عمل سان سويت يونين جو نالو به ختم ٿي ويو!!!.

ڪارل مارڪس پنهنجي ڪتاب "سرمائي" ۾ واضح ڪيو هو، ته "پيداواري ذريعا جڏهن ڪنهن هڪ معاشي ۽ قومي ڍانچي ۾ جنم وٺندا آهن ۽ انهن جي ارتقا جي عمل جي رستي ۾، جڏهن قومي حدون يا ڪنهن تنگ نظر نظام جون ديوارون آڏو اچڻ شروع ٿي وينديون آهن، ته انهن سان سڌ سماع ۾ رنڊڪ ٿيڻ سان ئي انهي سماج ۾ پوسٽ، گهٽ ۽ ٽوڙ ڦوڙ پيدا ٿي ويندي آهي ۽ اها ٽوڙ يقينا اڻ ٽر بنجيو وڃي."

سويت يونين ۾ به اهو ڪجهه ٿيو آهي. هي ٽوڙ ڦوڙ مارڪسزم جي نفي نه ٿي ڪري. پر ان جي سائنسي سچائي ثابت ڪري ٿي. سويت يونين ۾ حقيقي سوشلزم نه هئو، پر اهو رد انقلاب جو بهروپ هو، جيڪو اسٽالن جي نظرين سان گڏ ختم ٿي ويو●

# البانيہ جو انقلاب (1997ع)

سويت يونين جي ٽٽڻ ۽ برلن ديوار جي ڊهڻ وقت آمريڪي ۽ يورپي دانشورن وڏي واڪي اعلان ڪيو هو، تہ "سوشلزم، ڪميونزم، طبقاتي جدوجهد ۽ مارڪسزم تاريخي طور تي ختم ٿي ويا آهن، هاڻي ائيندي ڪوبہ انقلاب برپا ڪونہ ٿيندو." اهڙين فتوائن جي وچ ۾ 1997ع ۾ البانيہ جي عوامي انقلاب، نہ صرف انهن دانشورن کي هڪو ٻڪو ڪري ڇڏيو، پر سڄي دنيا جي سرمائيدارن کي بہ حيران ۽ پريشان ڪري ڇڏيو.

البانيہ، يورپ جي بلقاني رياستن مان هڪ ننڍڙو ملڪ آهي، جنهن جي ڪل پکيڙ 11 هزار چورس ميل ۽ آبادي 35 لک آهي. هي يورپ جو غريب ترين زرعي ملڪ آهي. البانيہ 1467ع کان 1912ع تائين عثمانيہ سلطنت جي غلامي هيٺ رهيو آهي، جنهن ڪري هن جو گهڻو حصو مسلمان آبادي تي مشتمل آهي. موجوده البانيہ، جڏهن 29 جولاءِ 1913ع تي آزاد ڪئي پئي ويئي، تہ يورپي سامراجين هن جا بہ ڀاڱا ميسوڊونيا ۽ يونان کي ڏيئي ڇڏيا ۽ باقي بچيل اڌ علائقي کي البانيہ ملڪ قرار ڏنو ويو. آزادي جي باوجود سامراجي ملڪن، اٽلي، برطانيہ ۽ يونان پنهنجي پنهنجي مفادن خاطر هن کي معاشي ۽ سياسي طور تي ڀيجهو بنائي رکيو. 1920ع کان 1924ع تائين هن کي هڪ ڪائونسل ذريعي هلايو ويو ۽ 1925ع ۾ احمد بي يوگي جي بغاوت جي نتيجي ۾، هن کي جمهوريہ بنائڻ جو اعلان ڪيو ويو ۽ احمد بي يوگي کي ملڪ جو پهريون صدر چونڊيو ويو ۽ عجيب ڳالهہ اها آهي، تہ ساڳئي پارليامينٽ 1928ع ۾ احمد بي يوگي کي بادشاهہ قرار ڏيئي تاحيات حڪمران بنائي ڇڏيو!!! اصل ۾ هي هٽ ٺوڪي بادشاهت، پنهنجي ملڪ اندر سامراجي مفاد پالي رهي هئي.

احمد بي يوگي جي حڪمراني دؤران عوام انتهائي غربت ۽ مفلسي ۾ جڪڙجي ويو. جنهن ڪري پورهيت طبقو نظرياتي طور پنهنجي نجات لاءِ ڪجهہ سوچڻ تي مجبور ٿيو ۽ انور هوجا جي قيادت ۾ ڪميونسٽ پارٽي

جوڙي ميدان تي نڪري پيو. ان دوران 7 اپريل 1939ع ۾ اٽلي حملو ڪري البانيه تي قبضو ڪري ورتو. هي حملو به ٻي عالمي جنگ جي ڪارڻن مان هڪ هو. هن جنگ دوران ڪميونسٽ پارٽي جي نوجوانن يوگوسلاويه سان گڏجي اٽلي خلاف وڏي ويڙهه وڙهي. ٻي عالمي جنگ ۾ اٽلي کي شڪست ملڻ جي نتيجي ۾ ڪميونسٽ پارٽي البانيه کي آزادي ڏياري. ان ڪري هن جي اڳواڻ انور هوجا کي ملڪ جو سربراهه چونڊيو ويو. البانيه جي ڪميونسٽ پارٽي سخت گير اسٽالنسٽ پارٽي هئي. هي 1961ع تائين ماسڪو نواز رهي ۽ ان کان پوءِ مائو نواز بنجي ويئي. انور هوجا جي 40 سالہ حڪمراني هڪ جابرانہ اسٽالنسٽ آمريت هجڻ جي باوجود، منصوبہ بند معيشيت ۽ نجي ملڪيت جي خاتمي جي ڪري، البانيه ڪافي حد تائين ترقي ڪئي. صنعتي پيداوار ۾ 125 ڀيرا اضافو ٿيو. تعميراتي صنعت ۾ 263 ڀيرا ۽ بجلي جي پيداوار ۾ 323 ڀيرا اضافو ٿيو. ان کان علاوه تعليم ۽ صحت جون سهولتون مفت هيون، زراعت ۾ بي انتها ترقي ٿي. دريائن ۽ واهن کي پڪو ڪيو ويو. هنن وڏين ڪاميابين جي باوجود، تنگ نظر اسٽالنسٽ پاليسي ۽ پورهيتن بجاءِ آفيسر شاهي جي ڏانچي جي ڪري، البانيه دنيا جي ٻين جديد ترقي يافتہ ملڪن جي صف تائين پهچي نہ سگهيو.

1985ع ۾ انور هوجا جي وفات کان پوءِ رميز عاليا اقتدار سنڀاليو. پر ان دوران سڄي دنيا اندر اسٽالنسٽ زوال پذيري جو عمل شروع ٿي ويو هئو. سوويت يونين جي ٽٽڻ ۽ برلن ديوار جي ڪرڻ کان پوءِ، يقينن البانيه جي ڪميونسٽن وٽ بہ ڪو لائحہ عمل نہ رهيو هئو، جو هو ملڪ کي ان ڏارا ۾ وٺي وڃن. هي ڪميونسٽ مارڪسزم ۽ لينن ازم واري سوشلسٽ نظريي کان تہ بلڪل وانجهيل هئا، ان ڪري ٻين اسٽالنسٽ ملڪن وانگر البانيه بہ معاشي ۽ اقتصادي بحران جي ور چڙهي ويو ۽ سرمائيداراڻي نظام جي بحالي طرف وڃڻ لڳو. هن نظام جي اچڻ سان جنهن بربادي جنم ورتو، ان ماضي جا سڀئي رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا. بک، بيروزگاري ۽ مهانگائي زبردستي البانيه جي عوام جي قسمت ۾ لکيون ويون، پر ڪيئن ڪير؟ جيستائين ڪو عوامي واقعو جنم نہ وٺي ۽ نيٺ اهو واقعو ڪو آپريٽو سوسائٽيز اسڪينڊل جي صورت ۾ پيش آيو. (جهڙي طرح هتي نواز شريف جي حڪومت ۾ ٿيو هئو.)

1991ع ۾ البانيه ۾ عام چونڊون ٿيون، جنهن ۾ سابق اسٽالنسٽن ڪاميابي ماڻي ۽ ٽن مهينن کان پوءِ هنن پاڻ تي سوشلسٽ پارٽي جو ليبل

لڳايو. مارچ 1992ع ۾ ٻيهر عام چونڊون ٿيون، جنهن ۾ به سابق اسٽالنسٽ سالي بريشا جي جمهوري پارٽي چونڊن ۾ ڪاميابي ماڻي ۽ اپريل ۾ هن کي صدر چونڊيو ويو. آمريڪا ۽ يورپي ملڪن سالي بريشا جي حمايت جو ان ڪري اعلان ڪيو، ته هي آزاد منڊي جو حمايتي آهي.

آزاد منڊي جي ڪري سالي بريشا جي 6 سالہ حڪمراني دوران ملڪ جي معيشيت جو ڏيوالو ئي نڪري ويو. 45 سيڪڙو صنعتون بند ٿي ويون، 50 سيڪڙو زرعي پيداوار گهٽجي ويئي. مهانگائي سو سيڪڙو وڌي ويئي. جيڪا اڳ ۾ منصوبہ بند معيشيت دوران هڪ ڏوهہ هئي، اها هاڻ 30 سيڪڙو کان بہ وڌي ويئي. ان ڪري ملڪ ۾ روزگار نہ هجڻ ڪري 5 لک نوجوان ڏيساور روزگار لاءِ هليا ويا. جيڪي اتان پنهنجي رشتيدارن کي پئسہ موڪلي پنهنجي پنهنجي خاندانن جي ڪفالت ڪندا هئا.

ان دوران البانيہ جي سرمائيدارن، دنيا جي ٻين سرمائيدارن وانگر، بنا سيڙپ ڪرڻ جي سرمايو (ملڪيت) ڪمائڻ جي چڪر ۾، ڪو آپريٽو سو سائٽين ذريعي عوام کي سرمايو لڳائڻ جي ترغيب ڏني. جنهن ۾ هڪ سو سيڪڙو نفعو ڏيڻ جي وڏي لالچ ڏني ويئي. جنهنڪري پورهيتن طرفان ڏيساور کان موڪليل رقمن کان علاوه رٽائرڊ ٿيل ملازمن جي ڪل پونجي، ۽ غريب ماڻهن پنهنجي گهرن سميت اڪثر قيمتي شيون وڪڻي ڪو آپريٽو سوسائٽين ۾ سيڙپ ڪئي، جيڪا ڪل رقم ٻہ ارب ڊالرن کان مٿي هئي. هي بحران ان وقت ڪڙو ٿيو. جڏهن 1996ع ۾ هنن ڪو آپريٽوز ڪمپنين پاڻ کي ڏيوالو قرار ڏنو. جنهن جو مطلب، اهي پئسہ واپس نہ ڪرڻ هئو.

هن بحران جي اعلان وقت، البانيہ جي سرمائيداراڻي نظام جي وڏي حامي ۽ ملڪ جي معاشي بحران جي ذميوار، سالي بريشا کي پارليامينٽ بنا مقابلي اينڌڙ پنجن سالن لاءِ ٻيهر صدر چونڊيو. هن فيصلي عوام ۾ اڃا بہ گهڻي ڪاوڙ ۽ غصو پيري ڇڏيو ۽ ملڪ ۾ سخت بيچيني پکڙجي وئي.

البانيہ جو هي انقلاب، 19 جنوري 1997ع تي مخالف ڌر جي احتجاجي مظاهري سان شروع ٿي ويو. مخالف ڌر جي اڳواڻي ۾ ٽن هزار ماڻهن پوليس جون رڪاوٽون ٽوڙي گادي واري شهر ترانہ جي سڪندر برگ چوڪ ۾ گڏ ٿي ويا ۽ سرڪار مخالف مظاهرو ڪيو. جنهن ۾ بريشا کي ملڪ جي موجوده بحران جو ذميوار قرار ڏنو ويو.

ٽن ڏينهن کان پوءِ البانيہ جي ٻئي شهر لوسيخي ۾ 5 هزار ماڻهن

جلوس ڪڍيو ۽ ان وقت رستي تان لنگھندڙ وزير خارجہ تي حملو ڪيو، جنھن پڇي جان ڇڏائي. ان کان پوءِ ترانہ ۾ ھزارن جي تعداد ۾ عوام رستن تي نڪري آيو ۽ پوليس تي حملا شروع ڪري ڏنا. سرڪاري عمارتن کي باھيون ڏنيون ۽ حڪمران پارٽي جي آفيس کي ساڙيو ۽ انھن جي بنگلن جي ٽوڙ ڦوڙ ڪئي. نيٺ سرڪاري عمارتن ۽ آفيسرن جي تحفظ لاءِ فوج کي گھرايو ويو، پر پوءِ بہ حملا جاري رھيا.

30 جنوري تي مخالف ڌر جي مختلف ڏھن جماعتن ھڪ احتجاجي اتحاد قائم ڪيو. جنھن جا مطالبا تمام سادا ھئا، جيڪي عوامي ضرورتن لاءِ ناڪافي ھئا. ھنن جي مطالبن ۾ مکيہ مطالبو ھي ھئو، تہ ”سالي بريشا پنھنجي حڪومت ختم ڪري، ھڪ فني ماھرن تي مشتمل حڪومت جوڙي.“ پر حقيقت ۾ احتجاج ڪندڙ عوام ھن کان اجا گھڻو اڳتي سوچڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ لڳو. ڇو تہ ھن وقت عوام انقلابي عمل ۾ لٿل ھئو. ۽ انقلابي عمل ئي عوام کي سيکارڻ جو تيز ۽ آسان ذريعو آھي. تڏھن تہ ڪامريڊ لينن چيو ھئو، تہ ”ھڪ مڻ نظريي کان عمل جو ھڪ پاءُ وڌيڪ اھميت وارو آھي.“ عمل ۾ عوام جو شعور تيزي سان اڳتي وڌندو آھي. ان کان علاوہ اھو انقلاب ئي تہ ھوندو آھي، جنھن ۾ پورھيٽ طبقو، پنھنجي ملڪ جي سياستدانن، ججن ۽دانشورن تان ويساھہ ئي ڪٽي ڇڏيندو آھي ۽ انقلاب ۾ پنھنجي مرضي جا پاڻ فيصلا ڪندو آھي.

البانيہ جي گادي واري شھر ترانہ کان شروع ٿيل ھي جدوجھد، ڏکڻ البانيہ جي شھر ولور ۾ 5 فيبروري تي پھتي. ان ڏينھن ڪو آپريٽو سوسائيٽن جي 5 ھزار ڪاتيدارن، پنھنجي بڏل رقمن جي واپسي لاءِ مظاھرو ڪيو ۽ ان دوران مظاھرين جو پوليس سان جھيڙو ٿي پيو، جنھن ۾ ڪنھي پاسن کان ماڻھو زخمي ٿي پيا. ٻئي ڏينھن تي ولور ۾ 30 ھزار ماڻھن جو وڏو احتجاجي مظاھرو ٿيو، جنھن ۾ اڳيئن ڏينھن پوليس پاران پرامن جلوس تي لاٺي چارج ڪرڻ جي جواب ۾ پوليس ٿاڻي جو گھيراءُ ڪيو ويو، تہ پوليس ٿاڻو ڇڏي ڀڄي ويئي. مظاھرين ٿاڻي جو سمورو رڪارڊ ساڙي ۽ لاڪ اپ ۾ قيد ڪيل سمورا قيدي آزاد ڪرائي ڇڏيا. اھڙي طرح ولور ۾ ھي احتجاجي تحريڪ شروع ٿي ويئي.

8 فيبروري تي ترانہ ۾ عوام جي وڏي مظاھري تي پوليس حملو ڪيو ۽ مظاھرين بہ جوابي حملو ڪيو، جنھن ۾ 50 پوليس وارا ۽ 50 احتجاجي

زخمي ٿي پيا. اهڙي طرح هي جدوجهد مخالف ڌر جي هٿن مان نڪري پورهيت عوام جي هٿن ۾ هلي ويئي. هاٽي جلوس ڪيڻ ۽ حملا ڪرڻ جون رٿائون پورهيت عوام پاڻ جوڙي رهيو هئو. هنن پاڻ منجهان احتجاجي ۽ انقلابي ڪميٽيون چونڊي ورتيون ۽ انهن ذريعي هي جدوجهد اڳتي وڌائڻ لڳا.

9 فيبروري 1997ع تي ولور ۾ عوام جي وڏي هجوم، فوج تي حملو ڪري وڌو، فوجين ڀڄي جان بچائي. بعد ۾ فوج ۽ پوليس جا ڪجهه جوان انقلابين سان گڏجي پيا.

11 فيبروري تي ولور ۾ پوليس طرفان گولي ۾ شهيد ٿيندڙ هڪ پورهيت جي جنازي ۾ هزارين پورهيت عوام شريڪ ٿيو. فوج ۽ پوليس خاموش تماشائي بنجي، ڏسندي رهي.

14 فيبروري تي البانيه جي ڏاکڻي شهر فيڊي ۾ 5 هزار پورهيتن جو پوليس سان ٽڪراءُ ٿي پيو، جنهن ۾ 7 پوليس وارا ۽ 3 پورهيت زخمي ٿي پيا.

پهرئين مارچ تي ولور يونيورسٽي ۾ 42 شاگردن تحريڪ جي حمايت ۾ احتجاجي بک هڙتال ڪئي. هن بک هڙتال کي ٽٽائڻ لاءِ پوليس مداخلت ڪئي. ته ان وقت وڏو تعداد ماڻهن جو شاگردن جي حمايت ۾ ٽپي پيو ۽ غير متوقع طور تي پوليس مٿان فائرنگ ٿي، جنهن ۾ 9 پوليس وارا ماريا ويا ۽ باقي پوليس ڀڄي جان بچائي. هن وقت تائين هن جدوجهد ۾ پورهيت، هاري ۽ پيڙهيل طبقا شامل هئا، پر هاڻ شاگردن طرفان هن جدوجهد ۾ شموليت حڪمرانن کي وائڙو ڪري ڇڏيو. يونيورسٽي ۾ واقعي کان پوءِ ڪاوڙيل هجوم ولور جي خفيه پوليس "شڪ" جي هيڊ ڪوارٽر کي باه ڏيئي ساڙي ڇڏيو ۽ اتي قيد ڪيل سمورن قيدين کي آزاد ڪرايو ۽ خفيه پوليس کان هٿيار به کسيا. ٻئي ڏينهن تي عام هڙتال جو اعلان ڪيو ويو. البانيه جي سموري ڏاکڻي حصي ۾ هڙتال ڪامياب ٿي. ان ڏينهن سوين پوليس ۽ فوجي اهلڪارن کان هٿيار به کسيا ويا.

ساڳئي ڏينهن سراندي جي شهر ۾ ٽي هزار کن انقلابي هٿياربند گهمندا رهيا ۽ڪا به مزاحمت سامهون نه آئي. ان ڏينهن جيل تي حملو ڪري 100 قيدي آزاد ڪرايا ويا، ٻه بئنڪون ۽ پوليس جون 6 گاڏيون

ساڙيون ويون. ۽ 400 ڪلاشنڪوف ڦريون. اهڙي طرح البانيه جي ڪيترن پين شهرن ۾ عام هڙتالون ٿيون ۽ پوليس ٿاڻا ساڙيا ويا ويا.

2 مارچ تي ولور جي مظاهرين مطالبو ڪيو، ته پارليامينٽ کي ٽوڙي، نيون چونڊون ڪرايون وڃن، ۽ بريشا کي چونڊن ۾ بيهڻ نه ڏنو وڃي.

3مارچ تي سراندي لڳ دلونيا جي علائقي ۾ بريشا جي هوائي فوج انقلابين مٿان بمباري ڪئي. ان ڏينهن انقلابين ٽئنڪن ۽ هٿيارن جي وڏي ذخيري تي قبضو ڪيو ۽ سرڪار جا 50 سپاهي به گرفتار ڪيا ويا.

5 مارچ تي 15 هزار انقلابين سرندي جو مڪمل ڪنٽرول حاصل ڪري ورتو ۽ 6 بحري جنگي جهاز به پنهنجي قبضي ۾ ورتا ۽ سموري ساموندي ڪناري جو ڪنٽرول سنڀالي ورتو. ان ڏينهن سيتاري شهر به 40 منٽن جي مختصر لڙائي کان پوءِ فتح ڪري ورتو. اهڙي طرح انقلابين البانيه جي ٽن حصن کان وڌيڪ علائقي کي فتح ڪري ورتو. جن ۾ ولور، سراندي، دلوينا، سيتاري، گجي روڪست، تيسي ليني، دلوائن، برات، ڪوڪوو ۽ ٻيا شهر شامل هئا. باقي البانيه جي گادي وارو شهر ترانه بريشا جي قبضي ۾ هئو. جتي پڻ انقلابي، حڪمران ڏر سان ويڙهه ۾ رڌل هئا. هن وقت بريشا 70 سيڪڙو فوج انقلابين سان ملي ويئي هئي. ان ڪري بريشا به صرف سندس خفيه پوليس "شڪ" تي اعتبار ڪرڻ لڳو هئو. هي هاڻ حاضر سروس فوج جا آفيسر هٽائي، ان جي جاءِ تي شڪ جا آفيسر مقرر ڪرڻ لڳو. ان وقت 2 لکن کان مٿي انقلابي هٿياربند هئا، جن وٽ فوجي بحري جهاز، ٽئنڪون، توبون، اينٽي ايئرڪرافٽ مشين گنون، ۽ 10 لک ڪلاشنڪوفون موجود هيون.

انقلابين فتح ڪيل سمورن علائقن ۾ سويت نموني جون ڪميٽيون جوڙي ورتيون هيون، جيڪي جدوجهد کان سواءِ سمورو نظام هلائڻ جون ذميوار هيون. وڏي ڳالهه ته اها آهي، ته هنن ڪميٽين کي گڏائي هڪ متحده قومي ڪميٽي (مرڪزي اداري طور) چونڊي ورتي. جنهن ڪميٽي بريشا کان استعيفي، هڪ مخلوط حڪومت قائم ڪرڻ ۽ چونڊون ڪرائڻ جو به مطالبو ڪيو.

هيڏانهن انقلابين کي منهن ڏيڻ لاءِ بريشا سوشلسٽ پارٽي جي اڳواڻ فينو کي وزيراعظم مقرر ڪيو. ان طريقي سان هي سوشلسٽ پارٽي کي انقلابي ڪميٽين کي ختم ڪرڻ لاءِ استعمال ڪري رهيوهئو، جيڪڏهن

سوشلسٽ پارٽي ۽ انقلابي ڪميٽين ۾ ڪو اختلاف ٿي پوي، ته اها پنهنجي ووٽرن کان به محروم ٿي وڃي. حقيقت ۾ بريشا مڪمل طور تي اقتدار وڃائي چڪو هئو. هو هاڻ صرف سوشلسٽ پارٽي تي انحصار ڪري رهيو هئو. ۽ اها ئي ڪيس تحفظ فراهم ڪري رهي هئي، انقلابين سوشلسٽ پارٽي جي نالي ماتر حڪومت کي مسترد ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن سوشلسٽ پارٽي واقعي به عوامي پارٽي هجي ها، ته پوءِ ڪو مسئلو نه هئو. اها پاڻ ئي عوام جي نجات جو رستو جوڙي وٺي ها. جڏهن ته سواءِ ترانه جي باقي سموري ملڪ تي انقلابين قبضو ڪري ڇڏيو هئو، صرف سوشلسٽ پارٽي جي ڇپ چورڻ جي دير هئي، اقتدار بنا خون خرابي جي، بلڪل پر امن طور تي سوشلسٽ پارٽي حاصل ڪري پئي سگهي. پر هي سوشلسٽ پارٽي به برطانيه جي ليبر پارٽي وانگر نالي کي استعمال ڪري رهي هئي. حقيقت ۾ هن جهڙين پارٽين سڄي دنيا اندر سوشلسٽ نالي کي ته استعمال ڪيو هئو، پر هي سوشلسٽ نظريي جي ڪڏهن به ويجهو نه ويا هئا. جنهن سان پورهيت طبقي جي آزادي ۽ خوشحالي سلهاڙيل آهي. سچ ته اهڙيون پارٽيون پورهيتن جي ويس ۾ سرمائيداري مفادن لاءِ استعمال ٿيندڙ پارٽيون آهن. تڏهن ته هي سوشلسٽ پارٽي به عوام جو ساٿ ڏيڻ بجاءِ، اقوام متحده کي مداخلت جون اپيلون ڪري رهي هئي.

باشڪم فينو جي حڪومت ناڪام ٿيڻ جي صورت ۾، سامراجين اقوام متحده جي منظوري سان 6 هزار ٻاهرين فوج، عالمي ٽاسڪ فورس جي نالي ۾، جنهن ۾ اٽلي، يونان ۽ برطانيه جا فوجي به شامل هئا، 15 اپريل 1997ع تي ترانه موڪليا، پر اهي به 2 لک انقلابين کي بي هٿيار ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿيا. هن چال جي ناڪام ٿيڻ تي بريشا 16 مئي تي پارليامينٽ ٽوڙي. 29 جون تي چونڊون ڪرائڻ جو اعلان ڪيو.

البانيه جي عوامي انقلاب کي آمريڪا ۽ يورپ وارن نظر انداز ڪندي، ان کي ڌوهارين ۽ ڊرگ مافيا جي ڪاروائي قرار ڏيندي، سالي بريشا جي حمايت جاري رکي. جڏهن ته پورهيتن جي پڌل اربين ڊالرن سميت، ملڪ اندر وڌندڙ مهانگائي، بيروزگاري ۽ غربت بابت سامراجين پنهنجون اکيون بوٽي ڇڏيون هيون. هتان جي پورهيتن، هارين، شاگردن ۽ پيڙهيل پرتن تي مشتمل انقلابي ڪميٽيون جوڙي ملڪ جو انتظام انهن ڪميٽين حوالي ڪيو هئو، پر انهن بابت به هنن سامراجين ڪوڙي پروپيگنڊا ڪئي. شرم جهڙي

ڳالهہ اها آهي، تہ هنن جون اخبارون ۽ ٻيا نشرياتي ادارا بہ البانيہ جي پورهيت عوام کي ڏوهاري ۽ فسادي ڪوٺي رهيا هئا. صرف هنن جي هڪ اخبار انڊيپيڊنٽ 5 مارچ جي اشاعت ۾ هن حقيقت کي تسليم ڪندي لکيو، تہ "1991-92ع ۾ اشتراڪيت کان نجات حاصل ڪرڻ کان پوءِ البانيہ ۾ جيڪا بدترين معاشي ۽ سماجي حالت ٿي آهي،ان ۾ آمريڪا هڪ اشتراڪيت دشمن سالي بريشا کي موجوده حيثيت ڏيارڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو." جڏهن تہ هنن جي فساد جي بهاني ۾ سامراجين اقوام متحده کان البانيہ لاءِ ٻاهران فوج موڪلڻ جي منظور ڏياري.

پروگرام موجب 29 جون ۽جولاءِ جي پهرئين هفتي ۾ ٻن مرحلن ۾ عام چونڊون ٿيون. جنهن ۾ سرمائيداراڻي نظام جون حمايتي ٻئي پارٽيون بيٺيون، جنهن ۾ بريشا جي جمهوري پارٽي کي سخت شڪست ملي ۽ سوشلسٽ پارٽي گهڻي اڪثريت سان ڪامياب ٿي ۽ هن جي فاٽوز نانو کي صدر چونڊيو ويو. اهڙي طرح پورهيتن نوجوانن، هارين ۽ پيڙهيل پرتن طرفان آندل انقلاب، بيروزگاري، مهانگائي ۽ بدعنواني جي خاتمي بنا سرمائيداراڻين چونڊن جي نذر ٿي ويو. ان جو مکيہ سبب هي هئو، تہ انقلاب کي فتح تائين پهچائڻ لاءِ ڪا بہ مارڪسسٽ پارٽي موجود نہ هئي، جيڪا پورهيتن جي ڏکن ۽ دردن جو خاتمو ڪري سوشلسٽ انقلاب برپا ڪري وجهي ها. اها بہ وڏي ڳالهہ هئي، جو ڪنهن بہ پارٽي قيادت جي نہ هجڻ، ايستائين ڪنهن بہ ٽريڊ يونين جي موجودگي جي بغير البانيہ جي پورهيتن، هارين، شاگردن معجزي طور انقلاب ڪڙو ڪري ڇڏيو. جيڪو سرمائيدارن جي چال هيٺ في الحال ناڪام ٿي ويو. جيستائين پورهيت طبقو بک ۽ بدحالي جي ور چڙهيل هوندو، تيستائين انقلاب اٽر رهندا●

# انڊونيشيا جو انقلاب (1998ع)

مسلمان ملڪن ۾ وڏ ۾ وڏ ۽ 20 ڪروڙن کان مٿي آبادي رکندڙ ملڪ انڊونيشيا هڪ هزار جزيرن تي مشتمل آهي. اها عجيب ڳالهه آهي، تہ پاڪستان ۽ انڊونيشيا جي حالتن ۽ واقعن ۾ ڪافي حد تائين هڪجهڙائي آهي. ٻنهي ملڪن جو عوام فوجي آمريتن جو ستايل رهيوآهي. ٻنهي ملڪن جو عوام مذهبي بنياد پرستن جي گهيري ۾ رهيوآهي ۽ سرمايادارائي جمهوريت جي خوفناڪ ناڪامي ۽ مقبوليت پسندي (Popularism) جي نااهلي ڏسي چڪو آهي. ان کان علاوه ٻنهي ملڪن جي عوام جا ڪافي سماجي، معاشي ۽ مذهبي قدر مشترڪ آهن.

پندرنهين صدي ۾ عرب واپاري پهريون ڀيرو انڊونيشيا جي ڪنارن تي آباد ٿيا ۽ هن ئي صدي ۾ اسلام تمام تيزي سان انڊونيشيا جي قديم سماج ۾ ڦهليو. اڄ ملڪ جي اڪثريت مسلمان آبادي جي آهي. جڏهن تہ ٻڌ ۽ عيسائي بہ وڏي تعداد ۾ موجود آهن.

سورنهين صدي ۾ پورچوگيز هن ملڪ ۾ آيا ۽ 1511ع ۾ هنن ملاڪاتي قبضو ڪيو ۽ پوءِ جلد ئي پوري انڊونيشيا تي قبضو ڪري ورتو. ڪجهہ عرصي کان پوءِ سندن بيٺڪي ڪمزوري جي ڪري هنن وٽ صرف اوڀر تيمور جو علائقو باقي وڃي بچيو ۽ باقي سڄو ملڪ ڊچ (ولنديزين) ۽ انگريز حڪمرانن جي قبضي ۾ هليو ويو. هالينڊ جي فتح مند ڊچ جي ايسٽ انڊيا ڪمپني 1619ع، ۾ جڪارتہ جو بنياد رکيو. 1798ع تائين هي ملڪ ڊچ حڪمرانن جي قبضي ۾ رهيو. نيپولين سان جنگ دوران برطانيہ 16-1811ع تائين ڪجهہ انڊونيشيائي جزيرن تي قبضو ڪيو. پر پوءِ اهي ڊچ حڪمرانن کي واپس ڪيا. جن انڊونيشيا جو بي انتها استحصال ڪيو. هتي ڊچ حڪمرانن انڊونيشي ٻولي ۽ انگريزن ملايا ٻولي کي فروغ ڏياريو.

ويهين صدي جي آغاز کان ئي انڊونيشيا اندر قومي آزادي جون تحريڪون اڀرڻ شروع ٿيون. ٻي عالمي جنگ دوران 1942ع ۾ جپان انڊونيشيا

تي قبضو ڪري ورتو. پر جنگ ۾ جپان ڪي شڪست کان پوءِ 17 آگسٽ 1945ع تي قومي آزادي جي تحريڪ جي اڳواڻ عبدالرحيم سوئيڪارنو ملڪ جي آزادي اعلان ڪيو. پر ڊچ حڪمرانن آزادي جي اعلان کي ٺڏي، تحريڪ کي ڪچلڻ جو پورو زور لڳايو، پر تحريڪ جي شدت ڏسي، کين کي هٿيار ڦٽا ڪرڻا پيا ۽ انڊونيشيا خالي ڪري ويا ۽ اهڙي طرح 1949ع ۾ هي ملڪ آزاد ٿيو.

سوئيڪارنو جي صدارت هيٺ انڊونيشين نيشنل پارٽي (PNI) اقتدار ۾ آئي، تہ ملڪ ۾ ريڊيڪلائيزيشن جو عمل شروع ٿيو. هن سال چين جو انقلاب بہ برپا ٿيو هئو، جنهنڪري ان جو بہ هتي وڏو اثر پيو. سرخ آ سرخ آ، ايشيا سرخ آ. جو نعرو هندستان، پاڪستان سان گڏانڊونيشيا ۾ بہ گونجڻ لڳو. ڇو تہ هتي جي پورهيت عوام هنن ملڪن جي آزادي جي باوجود، پنهنجي پراڻن حڪمران طبقن کان نجات حاصل نہ ڪئي هئي. سچ تہ هنن ملڪن جي عوام جي حالت بيٺڪي ملڪن جي عوام جهڙي يا ان کان بہ بدتر هئي. هتي جو پورهيت عوام هميشہ معاشي بحران هيٺ دٻيل رهيو.

انڊونيشيا جي ڪميونسٽ پارٽي (PKI) 1920ع ۾ بالشويڪ انقلاب کان متاثر ٿي وجود ۾ آئي هئي، پر چيني انقلاب جي اثر جي ڪري، هن جو بہ جهڪاءُ چيني حڪمرانن ڏانهن گهڻو ٿيو. پنجاهہ جي ڏهاڪي ۾ چين ۽ سويت يونين جي ڪميونسٽ پارٽين کان پوءِ سڄي دنيا ۾ ٽئين نمبر تي (PKI) وڏي پارٽي هئي. هن جا 20 لک ميمبر هئا. هن کي فوج اندر 58 سيڪڙو حمايت حاصل هئي. پر انقلاب برپا ڪرڻ لاءِ جنهن انقلابي شعور، قيادت، لائحہ عمل ۽ اصول پرستي جي ضرورت هوندي آهي. اهي انڊونيشيا جي هن پارٽي کي نصيب نہ ٿيا. جڏهن تہ عبدالرحيم سوئيڪارنو انڊونيشيا جو مقبول اڳواڻ هئو. عام طور تي هي سامراجيت دشمن ۽ سرمائيداراڻي نظام جي خلاف بيان ڏيندو هئو. پر ان جو طريقہ ڪار انقلابي گهٽ ۽ رومانوي (لفاظي وارو) وڌيڪ هئو. هن جو لائحہ عمل ڪامريڊ مارڪس ۽ لينن جي ڏسيل اصولن بجاءِ اسٽالن ۽ مائوزيتنگ جي بنايل اصولن جي پوئلڳي وارو هئو. سوئيڪارنو مائوزيتنگ سان گهاٽا تعلقات قائم ڪري ورتا هئا. هن 1955ع ۾ بنڊونگ ۾ غير وابستہ ملڪن جي پهرئين ڪانفرنس منعقد ڪرائي. چيني حڪمرانن تي پنهنجو اثر وڌايو. پر ان سان سندس ملڪ جي فوج ۽ سندس قومي پارٽي (PNI) جي ئي قيادت جيڪي آمريڪي حمايتي هئا،

اهي سخت ناراض ٿيا. جن جي قيادت (PNI) جو خزانچي سهارتو ڪري رهيو هئو. اهي سڀئي سوئيڪارنو ڪي هٽائڻ لاءِ فڪرمند هئا.

ٻئي طرف مائوزيتنگ ۽ سوئيڪارنو ۾ وڌندڙ تعلقاتن به پنهنجو ڪم ڏيکاريو. ڇا ٿيو جو مائوزيتنگ جي مرحليوار انقلاب جي پاليسي هيٺ ڪم ڪندڙ انڊونيشيا جي ڪميونسٽ پارٽي (PKI) تي چيني حڪمرانن پاران دٻاءُ وڌو ويو، تہ اها سوئيڪارنو جي قومي پارٽي PNI ۾ ضم ٿئي. ان سلسلي ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي جنرل سيڪريٽري ڊي-اين آجت ڪي بيجنگ گهرائي، پارٽي جي انضمام بابت سخت دٻاءُ وڌو ويو. حيرت جي ڳالهہ اها آهي، تہ 1943ع ۾ خود مائوزيتنگ ساڳئي پاليسي هيٺ اسٽالن طرفان ڏنل حڪم، جيڪو چيانگ ڪائي شيڪ جي ڪومنتيانگ ۾ ضم ٿيڻ بابت هئو، اهو مڃڻ کان انڪار ڪيو هئو. جڏهن تہ مائو ساڳئي غلطي دهرائيندي، اهي حڪم جنرل سيڪريٽري ڊي-اين آجت ڪي ڏيئي رهيو هئو. اهو آهي، تاريخ مان نہ سکڻ جو ڏوهہ!!!

سويت يونين جو بالشويڪ انقلاب، ڪنهن ماسڪو يا بيجنگ جي حڪمن تحت نہ پر صحيح نظرئي ۽ درست لائحہ عمل تحت عمل ۾ آيو هئو. فيبروري 1917ع ۾ بالشويڪ پارٽي 8 هزار ميمبرن تي مشتمل هئي ۽ نومبر 1917ع تائين ميمبرن جو تعداد اڍائي لکن تائين پهچي ويو هئو، جن دنيا جو عظيم الشان انقلاب برپا ڪيو. جڏهن تہ انڊونيشيا ئي ڪميونسٽ پارٽي جي ميمبر شپ 20 لکن کان وڌيڪ ۽ 58 سيڪڙو فوج اندر حمايت حاصل هئس، پر پوءِ بہ اها پنهنجو نالو نشان وڃائي ويٺي!!!

مائوزيتنگ جي حڪمن تحت 1965ع ۾ ٻنهي پارٽين PKI ۽ PNI ۾ ضم ٿيڻ جو سلسلو شروع ٿي ويو. سوئيڪارنو جي قومي پارٽي (PNI) جا ڀيا اڳواڻ فوج ۽ سول آفيسر شاهي تي قابض هئا ۽ اهي گڏيل مفاد بہ رکندڙ هئا. هنن جا اهي ئي مفاد هئا، جيڪي سرمائيدارن، جاگيردارن ۽ حڪمرانن جا هوندا آهن، جيڪي پورهيت طبقي جي بلڪل ابتڙ ۽ تضاد وارا هوندا آهن ۽ ٻي خاص ڳالهہ تہ هي سڀئي آمريڪي سي- آءِ- اي جا ايجنٽ ۽ ڊالرن تي پلجڻ وارا هئا ۽ سامراجي سرمائي سان سلهاڙيل هئا.

ٻنهي پارٽين جي انضمام دوران سهارتو، آمريڪي سي-آءِ- اي جي چوڻ موجب ڪميونسٽ پارٽي کان سندس ميمبر شپ جون سڀئي فهرستون حاصل ڪيون. ان کان پوءِ سي-آءِ- اي انڊونيشيا جي اسلامي جماعت

(سراڪت اسلام پارٽي) سان ڊالرن عيوض ڊيل ڪئي ۽ پوءِ فوجي آفيسرن سان گڏجي خوني رات جي رٿا تيار ڪئي. عوام اڳيان بهانو اهو بنايو ويو، تہ ڪميونسٽ پارٽي ملڪ اندر بغاوت ڪرڻ واري هئي. جڏهن تہ اهو الزام سراسر ڪوڙو هئو، ڇو تہ ڪميونسٽ پارٽي جيڪڏهن بغاوت ڪري ها، تہ اها مائو جي چوڻ تي PNI سان انضمام ئي نہ ڪري ها ۽ نہ ئي پنهنجي پارٽي جي ڪارڪنن جون فهرستون حڪمرانن کي ڏئي ها. سچ تہ اها ڪميونسٽ پارٽي جي بزدلي ۽ نظرئي کان انحرافي هئي. جنهنڪري هن کي دنيا جو وڏو سانحو سهڻو پيو.

خوني رٿا موجب 30 سيپٽمبر 1965ع جي رات آمريڪي سي.آءِ.اي جي نگراني ۾ سهارتو پنهنجي فوجي آفيسرن ۽ انڊونيشيا جي اسلامي جماعت جي پگهاردار ڪارڪنن، دنيا جي تاريخ جو وڏو قتلام يعني صرف اٺن ڪلاڪن اندر 15 لک بيگناهہ بي دردي سان قتل ڪياويا. فهرستن ۾ چاڙهيل ڪارڪنن، سندن خاندان، رشتيدارن، همدردن کي بنا ڏوهہ جي ڪٺو ويو ۽ پوءِ انهن کي اجمتاعي قبرن ۾ دفن ڪيو ويو. پوءِ هي خوني راند 1966ع تائين سوئيڪارنو جي برطرفي ۽ سهارتو جي اقتدار تي قبضي تائين جاري رهي. جيڪا اڃا بہ وڌي 32 سالن تائين جاري رهي، جنهن ۾ سهارتو انڊونيشيا جي پورهيت طبقي جو سخت استحصال ڪيو ۽ ان جو رت پيتو!!!

هن خوني رات جي سانحي کان پوءِ ڪنهن بہ نہ سوچيو هئو، تہ سهارتو جي زندگي ۾ انڊونيشيا جو عوام لکن جي تعداد ۾ اٿندو ۽ هن کي ڳچي کان وٺي هيٺ لاهيندو. ان ڪري تہ سهارتو بي الڪو ٿي عوام کي لٽيو ۽ ڦريو. 1998ع تائين هن جي ذاتي ملڪيت جيڪا هن جي ڇئن پٽن ۽ ٻن ڌيئرن جي نالي ٿيل هئي، اها 40 ارب ڊالرن کان مٿي هئي، جيڪا انڊونيشيا جي ڪل قومي پيداوار جي اڌ ملڪيت جي برابر هئي.

يورپ ۽ آمريڪا جيڪي هميشہ دنيا کي مهذبٽي ۽ جمهوريت جو سبق پيا سيکاريندا آهن ۽ انساني حقن جو راڳ پيا آلاپيندا آهن. انهن کي 15 لکن جي معصوم عوام جو قاتل سهارتو تہ صفا شريف زادو نظر آيو. هنن پنهنجي مفادن لاءِ انڊونيشيا کي ايشين ٽائيگر (ايشيائي شينهن) قرار ڏنو. جڏهن تہ حقيقت ۾ هي ڪوئي ڪان بہ ڪمزور هئو. جڏهن سامراجين جي معيشيت ڏڙام ڪري هيٺ ڪري، تہ ايشيائي شينهن بہ ڪِرڙي بنجي ويو!

هن جي سموري تاريخ ۾ پهريون ڀيرو انڊونيشيا جو روپيو ۽ ڊالر جي

پيٽ ۾ 2400 پيرا ڪمزور ٿي ويو. جنهنڪري هڪ ڊالر جي عيوض 11 هزار روپين جي ادائيگي لازمي ٿي ويئي. ان سان بجلي جي قيمت ۾ 60 سيڪڙو، تيل جي قيمت ۾ 47 سيڪڙو، ڪراين ۾ اضافو 71 سيڪڙو ۽ ڪاڌي جي شين ۾ 31 سيڪڙو اضافو ٿيو. هن معاشي بحران ملڪ اندر سخت مهانگائي، پگهارن جي عدم ادائيگي ۽ بيروزگاري جي سنگين صورتحال بنائي ڇڏي. هي قيمتن ۾ اضافو آء-ايم-ايف جي دٻاءَ تحت ڪيو ويو. قيمتن جي اعلان جي چند ڪلاڪن کان پوءِ يعني 4 مئي 1998ع تي هنگاما شروع ٿي ويا. اتر سماٽرا جي شهر ميدان ۾ 170 دوڪان تباهه ڪيا ويا. 38 گاڏين ۽ 21 موٽر سائيڪلن کي باهه ڏيئي ساڙيو ويو ۽ پوءِ سڄي انڊونيشيا اندر ڪارخانن، فيڪٽرين ۽ گودامن کي لٽيو ۽ ساڙيو ويو.

هي احتجاجي تحريڪ ان وقت انقلابي ريلو بنجي ويئي، جنهن وقت مزدورن سان نوجوان شاگرد به گڏجي پيا. جنهن ۾ لکن جي تعداد ۾ شاگرد يونيورسٽين ۽ڪاليجن مان نڪري آيا ۽ سهارتو جي ظالم حڪمراني خلاف اٿي کڙا ٿيا. پهريون واقعو سرامان يونيورسٽي ۾ ٿيو، جتي پوليس سان تضادم ۾ 65 شاگرد زخمي ٿي پيا، گوانا يونيورسٽي ۾ فوج سان جهيڙي ۾ 52 شاگرد زخمي ٿيا پيا، جايا بايا يونيورسٽي ۾ پوليس سان ويڙهه ۾ 12 شاگرد زخمي ٿي پيا، مرويڪا يونيورسٽي، نيشنل ٽيڪنالاجي انسٽيٽيوٽ ۽ اوير جاوا ۾ گولين جي ڏي وٺ ۾ 30 شاگرد ۽ 49 پوليس وارا زخمي ٿي پيا، تري شڪتي يونيورسٽي جڪارتا ۾ پوليس جي گولي ۾ 6 شاگرد شهيد ۽ 20 زخمي ٿي پيا. اهڙي طرح ساهد يونيورسٽي، ڪيلاپا دوا ڪاليج ۽ ٻين سوين شهرن ۾ لکين شاگرد احتجاج لاءِ نڪري آيا ۽ پوليس ۽ فوج طرفان تشدد وارين ڪاروائين جي رد عمل ۾ پاڻ به هٿيار کڻي موٽر سائيڪلن تي سوار ٿي نڪري پيا ۽ انتظاميه کي ششدر ڪري ڇڏيو.

جڏهن ته پورهيت اڳئي هن تحريڪ ۾ شامل هئا، جڪارته ٽريڊ سينٽر جا پورهيت پهريون پيرو ظاهر ظهور هن تحريڪ ۾ شامل ٿيا ۽ ان کان پوءِ جاوا ۾ سرڪاري فيڪٽرين جا پورهيت به پانهن تي ڳاڙهيون پٽيون ٻڌي شامل ٿي ويا. هن کان سواءِ لکن جي تعداد ۾ بيروزگار ۽ پيڙهيل طبقن جا ماڻهو ۽ هاري به شامل ٿي ويا. اهڙي طرح هي هڪ انقلاب ڪڙو ٿي ويو ۽ 20 مئي 1998ع تي جڪارتا ۾ هڪ وڏو احتجاجي مظاهرو ٿيڻو هئو، پر اهو نام نهاد مخالف اڳواڻ امين رئيس طرفان هن مظاهري کي ملتوي ڪرڻ جي

ڪري نہ ٿي سگھيو. هن مظاهري ۾ 50 لکن کان وڌيڪ پورهيتن، شاگردن، هارين ۽ پيڙهيل طبقن جي شرڪت متوقع هئي. جيڪڏهن هي مظاهرو ٿي وڃي ها، تہ سرڪار هن اڳيان يقين بي وس ٿي وڃي ها ۽ پرامن طريقي سان انقلاب برپا ٿي وڃي ها. پر مخالف ڌر جي پارٽين اقتدار ۾ پنهنجي حصي جي خوشبوءِ محسوس ڪري، مصالحت جو رستو اختيار ڪيو. جڏهن تہ انڊونيشيا ۾ ڪا بہ انقلابي پارٽي موجود نہ هئي. باقي ڪميونسٽ پارٽي (PRD) جيڪا ترقي پسند سرمائيدارن جي ڇاري تي پلجي رهي هئي، اها هن انقلاب کي سنڀالڻ جي اهل نہ هئي. هي هڪ سنجيده انقلابي پروگرام، واضح لائحہ عمل، انقلابي سوچ ۽ قيادت کان وانجهيل هئي.

هن صورتحال ۾ 21 فيبروري تي سهارتو استعيفا جو اعلان ڪيو ۽ هن جي جاءِ تي سندس ويجهي ساٿي عبدالواحد حبيبي کي صدر مقرر ڪيو ويو. هن جي مقرري کي شاگردن جي ٽن تنظيمن قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. پر فوجي چيف ڪمانڊر ورانٽو هن کي صدر قبولي ورتو. اهڙي طرح هي انقلاب ناڪام ٿيو، يا في الحال ٽري ويو ۽ ايندڙ وقت ۾ هنن تجربن کي ڪٿي پيهر نمودار ٿيندو●

# عالمي انقلاب لاءِ تهيل
# ٽين پورهيت انٽرنيشنل جو خاتمو

ڪامريڊ استادن ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينگلس سماجي ترقي جو مکيہ قانون دريافت ڪيو، تہ "هڪ سماج ان وقت تائين پنهنجي بقاءَ جو ضامن بڻجي سگهي ٿو، جيستائين اهو پيداواري قوتن کي ترقي ڏياريندو رهي ۽ ڪنهن بہ سماج جو ان وقت تائين خاتمو نہ ٿو ٿئي، جيستائين ان جي اندر موجود ترقي جي سمورن امڪانن جو خاتمو نہ ٿئي". ڪامريڊن جي چوڻ موجب پيداواري قوتن جي ترقي ۾ واحد رڪاوٽ سرمائيدار آهي. جيڪو سرمائي کي پنهنجي نجي ملڪيت ڄاڻائي. ان جو مالڪ بڻجي ويٺو آهي، جڏهن تہ سرمايو گهڻن پورهيتن (سڄي سماج) جي ڪمايل ملڪيت آهي. ٿورن هٿن ۾ هي ناڻو، پيداواري قوتن جي ترقي واري صلاحيت وڃائي ويهي ٿو. ان ڪري ئي هي سماج، بک ۽ بدحالي جي ور چڙهيل آهن. هن سرمائيداري نظام ۾ شروع کان وٺي اڄ تائين سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي عروج جي باوجود غربت جي تناسب ۾ اضافو ٿيو آهي. اڄ دنيا جي 6 ارب آبادي مان اڌ آبادي ماني جي ڳڀي لاءِ آتي آهي. هن نظام ۾ شاهوڪار اڃا بہ وڌيڪ شاهوڪار ۽ غريب اڃا بہ وڌيڪ غريب تر ٿيندو پيو وڃي. ان ڪري هي غير مساوي سماج (سڄي دنيا اندر) واضح طور تي ٻن طبقن ۾ ورهائجي ويو آهي. هڪ مٿيون طبقو ۽ ٻيو غريب (پورهيت) طبقو. جيستائين هن طبقاتي سماج جو خاتمو نہ ٿو ٿئي، تيستائين هن دنيا مان بک ۽ بدحالي جو خاتمو ممڪن نہ آهي. ان ڪري هتي تبديلي اٽر آهي. اها تبديلي سوشلسٽ تبديلي ئي هوندي. جيڪا سرمائيداري نظام کان ترقي يافتہ تبديلي آهي، اها تبديلي پيداواري قوتن جي ترقي اڳيان موجود رڪاوٽون دور ڪري سماج کي هڪ نئين ۽ اعليٰ شڪل ۾ اڳيان آڻي ٿي. ان ۾ ذاتي ملڪيت ۽ قومي رياست جهڙيون رڪاوٽون ختم ٿي وڃن ٿيون. جنهن کان پوءِ سماجي

ملڪيت ڪي اڪثريت جي مفادن تحت رٿابند طريقي سان اڳيان آڻڻ لاءِ رستا کلي وڃن ٿا. هي تبديلي صرف ئي صرف صنعتي پورهيت (پرولتاري)، هارين ۽ سماج جي ٻين پيڙهيل طبقن کي پاڻ سان ملائي، آڻي سگهن ٿا. اها ئي تبديلي سماج جي سمورين گهرجن جو پورائو ڪري سگهي ٿي. هن تبديلي خاطر ڪامريڊ مارڪس ۽ اينگلس دنيا جي پهرئين پورهيت انقلابي تنظيم (انٽر نيشنل) ٺهرائي، جنهن سڄي دنيا جي پورهيتن، خاص ڪري صنعتي طور ترقي يافتہ ملڪن اندر، پورهيتن جي ڪم جي حالتن، ڪم جي وقت ۽ پورهيتن جي زبون حالي ۽ غربت جي خاتمي سان گڏوگڏ سياسي تبديلي لاءِ نظرياتي تربيت پڻ شروع ڪئي. پيرس ڪميون جي انقلاب جي ناڪامي کان پوءِ پورهيتن جي هن عالمي تنظيم، پهرئين انٽرنيشنل کي ٽوڙي، ڪجهہ سالن بعد ٻي انٽرنيشنل قائم ڪئي وئي. ماضي ۾ ڪيل غلطين کي سڌاري، نوان اصول مرتب ڪيا ويا. ٻي انٽرنيشنل دوران ٻہ وڏا ۽ اهم واقعا پيش آيا. هڪ 1886ع ۾ آمريڪي پورهيتن جي روزانو جي 8 ڪلاڪن جي ڏهاڙي مقرر ڪرڻ واري تحريڪ جنهن ۾ پورهيتن ڪم جي خراب حالتن ۽ ٻين انيڪ مسئلن جي حل ۽ سرمائيدارن جي ظالماڻي نظام جي خاتمي لاءِ جدوجهد ڪئي هئي. هن تحريڪ دوران شڪاگو جي مزدورن تي گوليون هلايون ويون. ان واقعي جي ياد ۾ ٻي انٽرنيشنل پهرئين مئي کي پورهيتن جو عالمي ڏهاڙو قرار ڏياريو هئو. جيڪو مطالبو سرمائيدارن کي بہ مجبورن مڃڻو پيو. ٻيو واقعو 1917ع جو سوويت يونين جو انقلاب آهي.

ٻي انٽرنيشنل ۾ ڪامريڊ مارڪس ۽ اينگلس جي وفات کان پوءِ، روس مان لينن، ٽراٽسڪي ۽ پليخانوف بہ ميمبر رهيا. جن اوچي ڳاٽ سان سوويت يونين جو سترنهن انقلاب برپا ڪيو. پر ان کان اڳ پهرئين عالمي جنگ ڇڙي چڪي هئي. ان ۾ ٻي انٽرنيشنل جي ميمبرن، تنظيم جي اصولن سان غداري ڪندي، پنهنجي پنهنجي ملڪن جي سرمائيدار حڪمرانن جي قومپرستي تحت حمايت ڪئي. هن بنيادي نظرياتي انحراف جي ڪري ڪامريڊ لينن ٻي انٽرنيشنل کي ڇڏي، ٽين انٽرنيشنل قائم ڪئي. (ياد رهي تہ هن ٻي انٽرنيشنل جيڪا هاڻي سوشلسٽ انٽرنيشنل سڏجي ٿي، جو نالي ماتر وجود اڄ بہ زنده آهي، جنهن جون، پاڪستان پيپلز پارٽي ۽ برطانيہ جي ليبر پارٽي بہ ميمبر آهن ۽ اهي سرمائيداري نظام جي آبياري ڪري رهيون آهن.) جيتوڻيڪ هنن سوشل ڊيموڪريٽن کي هن عالمي تنظيم جي اصولن

تحت پنهنجي پنهنجي سرمائيدار حڪمرانن سان گڏ بيهڻ بجاءِ، پورهيتن جي عالمگيريت تي قائم رهڻو هئو. جيئن روس اندر ڪامريڊ لينن ۽ ٽراٽسڪيءَ جنگ جي سخت مخالفت ڪئي، پر پنهنجي ظالم حڪمرانن جي قطعي حمايت نہ ڪئي. پر سوشل ڊيموڪريٽن جي برعڪس هنن جنگ دوران ملڪ اندر پورهيتن سان حڪمرانن جي ظالماڻي ڪردار جي پٽ وائکي ڪئي. جنهن ڪري سويت يونين جو انقلاب برپا ٿيڻ ۾ آساني ٿي. جڏهن تہ يورپ جي ٻين سوشل ڊيموڪريٽن اهو ڪيو، جو پنهنجي پورهيتن جي قوت کي قومپرستي جي نالي ۾ سرمائيدار حڪمرانن جي مفادن لاءِ استعمال ڪيو، ۽ مظلوم پورهيت، ظالم حڪمرانن تان اهڙي طرح قربان ڪيا ويا!!! جيتوڻيڪ پورهيتن جي عالمگيريت جي اصولن ۾ ڪٿي بہ اهڙي مڪروهہ قومپرستي جو وجود ئي نہ آهي. هنن سوشل ڊيموڪريٽن جي غداري ۽ ويساهہ گهاتي جي ڪري، نہ صرف پورهيت جدوجهد کي ڪاپاري ڌڪ لڳو، پر سويت انقلاب کان پوءِ اتساهہ وٺندڙ پورهيت قيادتن جو پڻ بحران پيدا ٿي ويو. ان سان نہ صرف سرمائيداري نظام جي عمر ۾ اضافو ٿيو، پر ايندڙ پورهيت انقلابن کي بہ پوئتي ڌڪيو ويو.

ٽين انٽرنيشنل يورپ ۽ ايشيا اندر جدوجهد جو اڻ کٽ سلسلو شروع ڪيو. ڪامريڊ لينن سويت يونين جي جيڪا پرڏيهي پاليسي جوڙي، اها سرمائيدار حڪمرانن بجاءِ انهن ملڪن جي پورهيتن سان ساٿ ۽ سهڪار جي پاليسي هئي. هن نظريي جي مکيہ محور، بين الاقواميت جي جهنڊي کي مستحڪم ڪرڻ هئو. جنهن ڪري جرمني، فرانس، برطانيہ ۽ چين سميت اڪثر ملڪن ۾ انقلاب اٿر ٻڌجي ويا، پر 1923ع ۾ ڪامريڊ لينن جو بيمار ٿيڻ ۽ 1924ع ۾ وفات ڪري وڃڻ ۽ ساڳي وقت جوزف اسٽالن طرفان اقتدار تي ويهڻ ۽ زينوويئف، ڪامينيف ۽ اسٽالن طرفان ٽين انٽرنيشنل تي قابض ٿيڻ ۽ هنن پاران دنيا اندر پورهيت جدوجهد جي هر صحتمند انقلابي عمل جي مخالفت ڪرڻ، جڻ تہ پورهيت طبقي جي مقدر ۾ بدبختي کي لکي ڇڏيو هئو!!! جو تہ هنن ٺهي يارن 1923ع جي جرمن انقلاب، 1926ع جي فرانس ۽ برطانوي انقلابن ۽ 1927ع جي چين انقلاب کي، ڄاڻي ٻجهي شعوري طور رت ۾ وهنجاري ڇڏيو هئو!! ظلم جي انتها تہ ان وقت ٿي، جڏهن 1928ع ۾ اسٽالن، مارڪسزم جي بنيادي نظرئي يعني پورهيتن جي بين الاقواميت تان هٿ ڪڍي ويو ۽ "هڪ ملڪ ۾ سوشلزم" جو نظريو نہ صرف متعارف

ڪرايو. پر ان کي ٽين انٽرنيشنل (ڪامينٽرن) جي اصولن ۾ پڻ سرڪاري طور تي درج ڪرايو ۽ دنيا جي سمورن ملڪن ۾ ڪميونسٽ پارٽين کي ان تي عمل ڪرڻ جي تاڪيد ڪئي وئي. سچ ته هي نظريو منشويڪن جي مرحليوار انقلاب جي تقليد هئو. اسٽالن ۽ سندس ٽين انٽرنيشنل پاران نظربي ڪان انحراف بابت، ان وقت ئي ڪامريڊ ٽراٽسڪي اڳڪٿي ڪئي هئي، ته "جيڪڏهن ٽين انٽرنيشنل هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جونظريو اپنايو. ته ان سان اٽٽڙ طور تي هڪ اهڙو عمل شروع ٿي ويندو، جيڪو دنيا جي هر ڪميونسٽ پارٽي جي زوال سان گڏ، ان جو عمل صرف قومي مصلحت پسندي وارو ٿيندو." ان وقت جي ڪميونسٽ پارٽين جي اڳواڻن ٽراٽسڪي جي هن اڳڪٿي تي ٺٺوليون ڪيون هيون، پر ان نظريي اڄ تائين انهن ڪان اهڙو انتقام ورتو آهي، جو هو هاڻي منهن لڪائڻ ۾ پورا آهن، هنن جون پارٽيون زوال جو شڪار ٿي، قومپرستي ۽ اصلاح پسندي جي رستي تي بلڪل ائين نڪري پيون آهن، جيئن ٽراٽسڪي اڳڪٿي ڪئي هئي. هي عمل ڪو ڪالهه سويت يونين جي ٽٽڻ ڪان شروع نه ٿيو آهي. پر هي عمل ته ٻي عالمي جنگ ڪان اڳ ئي شروع ٿي، چڪو هئو. جنهن ڪري دنيا جون سموريون ڪميونسٽ پارٽيون ان وقت ئي بدترين موقعي پرستي جو شڪار ٿي چڪيون هيون. جنهن ڪري اهي ڏينهون ڏينهن نظرياتي انحراف جي جڪڙ ۾ ڦاسنديون ويون. سواءِ لفظي ڏيکاءَ جي، ته "دنيا جا پورهيت هڪ ٿيو،" دانشوري ۽ فيشن طور استعمال ٿيڻ لڳو. هنن پارٽين وٽ مارڪسزم ۽ لينن ازم جو ڪو هڪ به بنيادي تصور موجود ڪونه هئو.

هن نظرياتي انحراف جي صورت، ظاهري طور تي، ته ان وقت نظر اچڻ لڳي هئي، جڏهن اسٽالن، سويت يونين جي ڪامريڊ لينن جي جوڙيل پرڏيهي پاليسي يڪسر طور تبديل ڪري، پورهيتن جي قاتل حڪمرانن سان سڌا تعلقات رکڻ لاءِ ٻئي هٿ وڌايا. پورهيتن جي سرپرستي ڪرڻ بجاءِ حڪمران طبقي سان تعلقات جوڙڻ جي ڪري انقلاب بجاءِ رد انقلاب جنم وٺڻ لڳو.

جرمن حڪمران هٽلر جي عروج ڪان پوءِ، سويت يونين ۾ نوڪر شاهي جي گرفت کي وڌيڪ مضبوط ڪيو ويو. پنهنجي طاقت کي اڃا به وڌيڪ ڪندي، هي نوڪر شاهي ٽولو، پاڻ کي عوام ڪان بلند ڪان بلند تر ڪندو ويو، ان ڪري جو هيءُ هڪ ته پنهنجي نااهلي جي ڪري عالمي مزدور

طبقي کي شڪست جي تحفي کان سواءِ ڪجهه ڏئي به نه پئي سگهيو، پيو ته هي نوڪر شاهي پنهنجي ملڪن ۾ پورهيت انقلابن جي ئي مخالف بڻجي چڪي هئي، سچ ته اهو آهي، ته اسٽالن جي پاليسين هيٺ هن نوڪر شاهي، خود سويت يونين اندر، بالشويڪ قيادت جي قتل ۽ تيرنهن لکن کان وڌيڪ عام سويت ڪارڪنن جي قتل عام، ڪوڙن ڪيسن ۽ جبري جلاوطنيءَ ذريعي ئي سويت يونين ۾ رد انقلاب جي عمل کي، مڪمل ڪري ڇڏيو هئو! ته پوءِ باقي هن ۾ ڪهڙي اميد رکي پئي سگهجي؟

ٻئي طرف چين جي لکين پورهيتن جي قاتل چيانگ ڪائي شڪ جي ٽين انٽرنيشنل جي اجلاس ۾ شرڪت ۽ٽراٽسڪي کي ان مان خارج ڪرڻ جهڙا فعل پڻ ڪامنٽرن جي ڊيوالپڻي کي ظاهر ڪن ٿا. جيڪڏهن اسان ٽين انٽرنيشنل جي رڪارڊ جو جائزو وٺون، ته هن جا فقط پهريان چار اجلاس ئي صحيح نظريي، درست رخ ۽ عالمگيريت جي لافاني جذبي جو ڏس ڏين ٿا ۽ باقي پوءِ ڪٿي به هنن شين جو نشان به نه ٿو ملي ۽ عملي طور به ڪامريڊ لينن جي دنيا جي پورهيتن جي اتحاد واري پرڏيهي پاليسي جي ابتڙ اسٽالن دنيا جي حڪمرانن سان اتحاد ڪيو!

ٻيءَ عالمي جنگ کان اڳ دنيا جي ڪميونسٽ پارٽين، سويت يونين ۽ نام نهاد جمهوري ملڪن جي وچ ۾ "فاشزم مخالف اتحاد" جڙيو. هن اتحاد جرمن سامراج کي روڪڻ بجاءِ 1936ع ۾ اسپين جي پورهيت انقلاب کي روڪڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو!

هن اتحاد بابت ڪامريڊ ٽراٽسڪي لکيو هئو. "فاشزم جي خلاف ٽين انٽرنيشنل جي شور ۽ غوغاءِ واري کوکلي مهم يه نهايت عياري سان ختم ڪئي ويندي." ڪامريڊ جي هيءَ اڳڪٿي به ان وقت صحيح ثابت ٿي، جڏهن 1939ع ۾ اسٽالن پلٽو ڪائي هٽلر سان ٺاهه ڪري صحيحيون ڪري ورتيون! اهڙي طرح اسٽالن عالمي مزدور طبقي ۽ ٽين انٽرنيشنل سان ويساهه گهاتي ڪئي ۽ هٽلر جي مفادن ۾ امن جي مهم هلائي!

سچ ته هاڻي اسٽالن جي پرڏيهي پاليسي جي بنيادي خاصيت وڃي اها رهي، ته هو پورهيت طبقي جي تحريڪن جو واپار به اهڙيءَ طرح ڪري پيو، جهڙيءَ طرح هو تيل، تماڪ ۽ ٻين شين جو وڪرو ڪندو هجي! هن کي جڏهن فرانس جي حڪمران طبقي جي ضرورت پوي پئي، ته هو فرانسيسي پورهيت طبقي کي ريڊيڪل سرمائيداري جي تابع ڪريو ڇڏي ۽جڏهن جپان

خلاف چين جي مدد جي ضرورت پويس پئي، تہ هو چيني پورهيت طبقي کي ڪومينٽانگ جي تابع ڪريو ڇڏي ۽ جڏهن جرمن جي ضرورت پويس پئي، تہ هو هٽلر هٿان جرمن ڪميونسٽ پارٽي کي گهوگهو ڏياريو ڇڏي!

اسٽالن جي هن پاليسي ۽ ٽين انٽرنيشنل جي بدبوئدار لاش کي، ان وقت اڃا گهڻو نقصان رسيو، جڏهن هٽلر روس تي حملو ڪري وڌو! ۽ اسٽالن 1941ع ۾ ٿيون پيرو پنهنجيءَ خارجہ پاليسي جون رخ تبديل ڪيو. هن ڪميونسٽ پارٽين کي ٻيهر متحرڪ ڪيو، تہ اهي "فاشزم جي خلاف جنگ ۾ جمهوريتن جي حمايت ڪن." هن قلابازيءَ جو وڏو سبب هيءُ هو، تہ اسٽالن آمريڪي ۽ برطانوي سامراج سان پنهنجا تعلقات بهتر نموني جوڙي سگهي!!

اسٽالن طرفان آمريڪي ۽ برطانوي سامراج تي انحصار ڪرڻ سان سرمائيدار اتحادين جو پڻ هن تي دٻاءُ وڌي ويو. خاص ڪري آمريڪي سامراج اسٽالن کان ٽين انٽرنيشنل (ڪامينٽرن) جي خاتمي جي تقاضا ان ڪري ڪئي، تہ هٽلر جي شڪست کان پوءِ، يورپ ۾ سماجي انقلاب جي خطري جي خلاف ڪا مؤثر ضمانت حاصل ڪري سگهجي!

اسٽالن آمريڪي سامراج جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ 1943ع ۾ سرڪاري طور تي ڪامنٽرن (ٽين انٽرنيشنل) کي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. جڏهن تہ ان وقت يورپ اندر يعني فرانس، اٽلي، بيلجيم ۽ ٻين 9 ملڪن اندر جنگ جي تباهي ۽ معاشي بدحالي پورهيت طبقن کي بيچين ڪري ڇڏيو هئو ۽ انقلاب لاءِ حالتون تيار هيون. جهڙي طرح پهرئين عالمي جنگ دوران بالشويڪ پارٽي پورهيت طبقي ۾ پکڙيل بيچيني جو فائدو وٺندي انقلاب برپا ڪيو هئو، اهڙي طرح هتي بہ ممڪن هئو. پر اسٽالن جيءَ هن مجرماڻي پاليسي جي ڪري دنيا جون سيئي ڪميونسٽ پارٽيون بہ اتحادي سامراجين جو حصو بنجي ويون. هن کان پوءِ ٻيءَ عالمي جنگ جي خاتمي تي ٻن سامراجي ملڪن، آمريڪي صدر روز ويلٽ ۽ برطانوي وزير اعظم چرچل سان اسٽالن گڏويهي دنيا جي ڪروڙين مزدور عوام جي جبري غلاميءَ لاءِ يالٽا معاهدي تي صحيحون ڪيون! هن کان پوءِ هر هڪ اڳيان اهو واضح ٿي ويو، تہ ٻن سامراجي ملڪن سان دنيا جي ڪروڙين معصوم عوام جي شڪار جو حصو پٽي وٺڻ لاءِ اسٽالن صحيحيون ڪيون!!

تعجب جي ڳالهہ تہ اها آهي، تہ آمريڪي ۽ برطانوي سامراجن دنيا

اندر چانيل پنهنجي سرمائيداري نظام کي بچائي ورتو. ۽ پوءِ اسٽالن کي ٻانهن وٽ اتحادي رکڻ جي ضرورت بہ محسوس نہ ڪئي ۽ هن کي اتان تڙي ڪڍي ڇڏيو. جنهن کان پوءِ ان نام نهاد سرد جنگ جو آغاز ٿي ويو. اهڙيءَ طرح اسٽالن طرفان اقتدار تي قبضي جاري رکڻ جي حوس جو شڪار ٿيل، ٽين انٽرنيشنل جي خاتمي سان، پورهيت انقلابن جو ڪوڙو سوڙو آسرو بہ ختم ٿي ويو!●

# جديد ٽيڪنالاجي ۽ انقلاب

گذريل ڪجهه عرصي کان هتي جي رسالن ۽ اخبارن ۾ خودڪار مشيني نظام (آٽومائيزيشن) ۽ مارڪسزم جي نظريي کي متضاد ڪري پيش ڪيو پيو وڃي. جيتوڻيڪ هي بحث نئون نه آهي. اسٽالنسٽ ڪردار جي دانشورن، مارڪسزم کان انحراف ٌجي ڪري، اسيءَ جي ڏهاڪي جي شروعات ۾، ايس ٽي آر يعني سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي رويووليوشن جي نالي سان هي بحث شروع ڪيو هئو. اها سڻي ڳالهه آهي، ته ساڳيو بحث ٻيهر ان وقت شروع ٿي رهيو آهي، جنهن وقت ٽيڪنالاجي جي ٽيڪ تي هلندڙ سامراجي نظام پنهنجي پڄاڻيءَ کي پهچي رهيو آهي. هن بابت گهٽ ۾ گهٽ سنڌ جي پورهيت طبقي ۽ سياسي ڪارڪنن کي ضرور واقف ٿيڻ گهرجي.

اهو چيو پيو وڃي ته ترقي يافته ملڪن جي مزدور طبقي انقلاب برپا نه ڪري، پنهنجي وقعت ختم ڪري ڇڏي آهي. جنهن ڪري هاڻي هن جي جاءِ، هڪ ٽيڪنوڪريٽ والاري آهي، جيڪو 50 هزار يا لک کان وڌيڪ مزدورن جي بدلي ڪم ڪري سگهي ٿو. جڏهن ته اهو نه ٻڌايو ويو آهي، ته ٽيڪنوڪريٽ ڪير آهن. اداري جو چيف ايگزيڪيوٽو، ٽيڪنيڪل ڊائريڪٽر، چيف يا سائيٽ انجنيئر، بورڊ آف گورنرز يا خود سرمائيدار، جيڪو ويس متائي ٽيڪنوڪريٽ بڻجي آيو آهي؟

پهرين ڳالهه ته صنعتي انقلاب جي ٻاڦ جي توانائي کان وٺي، ڪمپيوٽر جي استعمال تائين، سموري ڏک ڏوڙ پورهيت طبقو ئي ڪري ٿو، نه ڪو ٽيڪنوڪريٽ. اها ٻي ڳالهه آهي، ته پورهيت طبقي مختلف فني دورن کان گذرندي، جديد ٽيڪنالاجي واري شعور ۽ فهم تي عبور حاصل ڪري ورتو آهي.

جدلياتي ماديت ٻڌائي ٿي، ته هڪ طبقو ئي ٻئي طبقي جي جاءِ والاريندو آهي. ٽيڪنوڪريٽ ڪو طبقو نه آهن ۽ نه ئي هي سماج اندر ڪا پيداوار ڏئي ٿو.

جديد تهذيب يافته سماج، ڪنهن غير طبقاتي سماج جو نه، پر طبقاتي سماج جو نالو آهي. اڄ به هنن ٻنهي طبقن ۾ ايتري طبقاتي ڇڪتاڻ موجود آهي، جيڪا تاريخ ۾ اڳي ڪڏهن به ڪانه ڏٺي وئي آهي.

ترقي يافته ملڪن، آمريڪا ۽ جپان ۾ اجا ڪو اهڙو ٽيڪنوڪريٽ موجود ڪونه آهي. جيڪو اڄ جي 50 هزار يا لک پورهيتن جي عيوض ڪم ڪندو هجي يا مستقبل قريب ۾ سپر ڪمپيوٽر وسيلي ڪم ڪندو. اهو هڪ خيالي پلاءُ ۽ غير سائنسي عنصر آهي. باقي جيڪڏهن انٽرنيٽ، موبائيل فون ۽ رابطي جي شعبي جي ڳالهه آهي، ته ان جون به آپريشن آفيسون آهن، جن ۾ هزارين پورهيت ڪم ڪن ٿا نه ڪي ٽيڪنوڪريٽ.

پيداواري قوت رجعت پرست ڪيئن ٿيندي آهي؟ غير هنرمند پيداواري قوت يا هنرمند پيداواري قوت، ڪنهن به مخصوص سماج اندر ان مرحلي تي فرسوده بڻجي ويندي آهي، جڏهن اها پنهنجي ترقي جي صلاحيت وڃائي ويهندي آهي، هتي موجوده سرمائيداراڻي سماج اندر ترقي جي راهه ۾ رڪاوٽ ٽيڪنالاجي نه، پر خود سرمائيدار آهي، جيڪو سرمائي کي پنهنجي ذاتي ملڪيت چاٿائي ٿو.. جيڪو خود پيداواري وسيلن جو مالڪ آهي. جيڪو اجا تائين ملٽي نيشنل ڪمپنين (هڪ هٿين) ذريعي ناٿو پاڻ وٽ (ٿورن هٿن ۾) ڪٺو ڪري ٿو. هن وقت دنيا جي صرف 200 ماڻهن وٽ اڍائي ارب آبادي جي برابر يا ان کان به وڌيڪ دولت جمع ٿيل آهي. دنيا جي 6 ارب آبادي مان ٻن ارب ماڻهن کان مٿي ماڻهو لنگهڻ ڪٽن ٿا ۽ هڪ ويلي ماني لاءِ لاچار آهن!

باقي ٽيڪنالاجي، جنهن کي انسانذات جي فائدي بجاءِ سرمائيدار پنهنجي مفاد لاءِ استعمال ڪري رهيو آهي. اها سرمائيدارن جي هٿن ۾ هجڻ جي ڪري عوام لاءِ بي فائدي بڻجي وئي آهي.

بي ڳالهه ته اداري يا صنعت اندر جديد ٽيڪنالاجي جي ڪري، جيڪڏهن پنجن هزار پورهيتن جي جاءِ تي پنج سو ماڻهو رکيا وڃن، ته اهي پورهيت ٿي آهن ۽ نه ڪي ٽيڪنوڪريٽ! ڇو ته هنن پورهيتن جي اجرت مالڪ جي نفعي يا انتظامي آفيسر جي پگهار برابر نه آهي. پر اها تمام گهٽو گهٽ آهي.

هن وقت دنيا اندر سرمائيداراڻي نظام جي اڳواڻي ڪندڙ ۽ جديد ٽيڪنالاجي جي حيثيت رکندڙ آمريڪا جي اجرتن بابت "بزنس ويڪ"

رسالي 2001ع ۾ رپورٽ ڏني آهي تہ ”آمريڪي وڏين ڪمپنين ۽ صنعتن جي انتظامي آفيسرن جون پگهارون پنهنجي پورهيت ڪارڪنن جي ڀيٽ ۾ تمام گهٽيونِ آهن ۽ جديد ٽيڪنالاجي جي ڪري هي فرق اجا وڌي رهيو آهي. ائين ڪٿي چئجي تہ ڪمپني جي چيف ايگزيڪيوٽو جي هڪ ڏينهن جي اڌ ڏهاڙي جي پگهار، پورهيت ڪارڪن جي سڄي سال جي اجرت ڪان بہ وڌيڪ آهي. اڄ آمريڪا اندر گهٽ ۾ گهٽ اجرت 5.15 ڊالر في ڪلاڪ آهي. جنهن ڪي 1991ع ڪان اڄ تائين مهانگائي جي شرح سان ڀيٽجي، تہ اها 21 سيڪڙو گهٽ بيهندي ۽ 1980ع ڪان انتظامي عملدار ۽ پورهيت ڪارڪن جي پگهار ۾ فرق 45 ڀيرا وڌيڪ هئو. پر 2000ع ۾ اهو فرق وڌي 531 ڀيرا وڌيڪ ٿي ويو آهي.
” هن رپورٽ مان صاف واضح ٿئي ٿو، تہ جديد ٽڪنالاجي مان فائدو صرف مٿيون طبقو حاصل ڪري پيو ۽ هيٺين پورهيت طبقي ڪي ان جي فائدي ڪان محروم رکيو ويو آهي.

ٻي ڳالهہ، تہ جديد ٽيڪنالاجي جي ڦهلاءَ جي ڪري پورهيتن جي تعداد ۾ گهٽتائي ڪونہ آئي آهي. 1973ع ۾ ترقي يافتہ ملڪن اندر 11 ڪروڙ ۽ 20 لک پورهيت ڪم ڪندا هئا ۽ خودڪار. ڪمپيوٽر اچڻ ڪان پوءِ 1994ع ۾ 11 ڪروڙ 30 لک تعداد ٿي ويو. يعني 10 لک پورهيتن جو اضافو ٿيو آهي. جڏهن تہ ترقي پذير ملڪن اندر 1980ع ۾ 28 ڪروڙ پورهيت ڪم ڪندا هئا ۽ 1994ع ۾ هي تعداد 40 ڪروڙن ڪان بہ وڌي ويو.

ٽين ڳالهہ، تہ دنيا ۾ هلندڙ سرمائيداراڻي نظام جي عالمي معاشي بحران ڪي، جديد ٽيڪنالاجي بہ حل ڪرڻ ۾ ناڪام وئي آهي. هٽرادو سٽيبازي (شيئرز) جي ڪاروبار جي ڦوڪٽي جي هوا نڪرڻ، بعد اها پنهنجي انت ڪي پهچي وئي آهي!!

ايشين ٽائيگرز انڊونيشيا ۽ ملائيشيا، بيمار ڪوئي وانگر هلڻ ڪان لاچار آهن.

برطانيا پنهنجي معيشيت جي واڌ ڪي ٻڙي ڪان هيٺ ڪرڻ ڪان بچائڻ لاءِ جتن ڪري رهيو آهي ۽ بيروزگاري 7 سيڪڙو ڪان بہ مٿي ٽپي وئي اٿس.

سعودي عرب ۾ 1991ع ۾ في ڪس آمدني 18 هزار ڊالر هئي ۽ اها 2001ع ۾ 6 هزار ڊالرن تي وڃي پهتي آهي.

مصر ۾ 35 سيڪڙو آبادي غربت جي ليڪ ڪان هيٺ زندگي گذاري ٿي ۽ 25 سيڪڙو ٻار غربت ۽ غذا جي کوٽ جي ڪري معذور آهن. جپان جنهن

ڪي سرمائيداري جو موٽر فورس چيو ويندو هئو. اهو پنهنجي معيشيت کي ٻڏي کان هيٺ ڪرڻ کان بچائڻ لاءِ پنهنجي مجموعي اثاثن کان به وڏيڪ رقم مارڪيٽ ۾ سيڙائي چڪو آهي. پر پوءِ به اها شرح 1.5 کان وڌيڪ نه چڙهي آهي. هاڻي ته هي موٽر اسٽارٽ به ڪانه ٿي ٿئي!

سرمائيداراڻي نظام جي اڳواڻي ڪندڙ آمريڪا دنيا جي 40 سيڪڙو معيشيت رکندي به، وڏي معاشي بحران هيٺ ڦاٿل آهي. جنوري 2001ع ۾ آمريڪي اسٽيٽ بئنڪ (فيڊرل رزرو بئنڪ) جي سربراهه ايلن گرين اسپين، ڪانگريس ۾ بيان ڏئي، آمريڪين سميت سڄي دنيا کي حيران ڪري ڇڏيو، ته آمريڪا جي معاشي ترقي جي شرح تيزي سان ٻڏي جي طرف وڃي رهي آهي. (ياد رهي ته 1980ع کان 2000ع تائين آمريڪي معاشي ترقي جي شرح سراسري طور تي 5.0 سيڪڙي کان مٿي هئي ۽ 2001ع ۾ هن جو حدف 1.1 سيڪڙو رکيو ويو ۽ هن وقت 2003ع ۾ غير سرڪاري طور تي 0.5 کان به هيٺ وڃي رهي آهي.) ۽ پوءِ دنيا ڏٺو، ته آمريڪا اندر اينرون ۽ ورلڊ ڪام ڪمپنين جي ڏيوالپڻي ۾ آمريڪي سرمائيدار بيهوش ٿي ويا! ۽ لکين پورهيتن جون ڇانٽيون ڪري بيروزگار ڪيو ويو.

آمريڪا جي معاشي اپار جي ويهن سالن جو جائزو وٺنداسين، ته ڏسڻ ۾ ايندو، ته آمريڪا جديد ٽيڪنالاجي کي پورهيت طبقي جي استحصال جي لاءِ هر طرح استعمال ڪيو. غريب ملڪن کان ڪچو مال ايترو ته سستو خريد ڪيو ويو، جيڪو گذريل 500 سالن ۾ به نه ڪيو ويو هئو. حڪمران طبقي جي ملٽي نيشنل ڪمپنين ۽ عالمي مالي ادارن آءِ ايم ايف، عالمي بئنڪ ۽ ايشين بئنڪ وغيره وسيلي دنيا اندر وڏي ڦرلٽ ڪئي. مثال طور آمريڪي سامراج طرفان غريب ملڪن کي ڏنل امداد جي نسبت تمام گهڻو ناڻو وياج ۽ نفعي جي صورت ۾ انهن ملڪن مان پنهنجي ملڪ اندر آندو ويو. جنهن ۾ 1976ع کان 1995 تائين ارجنٽينا کان 251 ارب ڊالر، برازيل کان 570 ارب ڊالر، ميڪسيڪو کان 634 ارب ڊالر ۽ ٻين 100 ملڪن کان 4000 ارب ڊالرن کان مٿي ناڻو شامل آهي.

1994 ۾ عالمي بئنڪ طرفان جاري ڪيل مالياتي رپورٽ موجب 1972ع کان 1992ع تائين 20 سالن ۾ ٽين دنيا جي غريب ملڪن کي ڪل 19 کرب ۽ 35 ارب ڊالرن جا غير ملڪي قرض ڏنا ويا ۽ ان عرصي دوران هنن

غريب ملڪن طرفان 22 ڪرب ۽ 37 ارب ڊالرن جي ادائيگي ڪرڻ جي باوجود، هي ملڪ اڃا 17 ڪرب ڊالرن جا قرضي آهن!

مٿي ڄاڻايل سموري ڪربين ڊالرن جي ناڻي جو فائدو آمريڪا جي مٿئين طبقي کي پيو. هن وقت آمريڪا جي هڪ سيڪڙو آبادي، يعني حڪمران طبقي وٽ ڪُني تيل دولت، پنهنجي ملڪ جي 95 سيڪڙو آبادي جي برابر يا ان کان وڌيڪ ملڪيت آهي.

خودڪار ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي جي اچڻ ڪانپوءِ به، آمريڪي پورهيت طبقي جي استحصال ۾ گهٽتو اضافو آيو آهي ۽ وڌندڙ مهانگائي جي شرح جي پيٽ ۾ پورهيت طبقي جي اجرت ۾ گهٽي گهٽتائي آئي آهي. جنهن ڪري اڪثر آمريڪي پورهيت، ٻه يا ٽي نوڪريون ڪرڻ تي مجبور آهن، اوور ٽائيم جي لالچ ۾ روزاني جي حساب سان هُن کان وڌيڪ ڪم ورتو وڃي ٿو. مثال طور 1973ع ۾ آمريڪا ۾ هر پورهيت جو هفتيوار ڪم 40.6 ڪلاڪ هئو ۽ 1997ع ۾ اهو وڌي 50.8 ڪلاڪ تي ويو آهي..پورهيتن جو هي اضافي ڪم، سندن آرام مان ڪٽوتي ڪري ورتو پيو وڃي، آمريڪا ۾ معيار جي لحاظ کان صحت جي حالت پوئتي 1960ع ۾ پندرهين نمبر تي هئي. جديد ٽيڪنالاجي ڪانپوءِ به يعني 2000ع ۾ هي حالت اڃا به پوئتي پنجويهين نمبر تي هلي وئي آهي!!!

آمريڪي اخبار واشنگٽن پوسٽ موجب صرف آمريڪي گادي واري شهر واشنگٽن ڊي سي ۾ هزارين معصوم ٻار فقط هڪ وقت جي خوراڪ کائن ٿا ۽ ٻيا ڪيترائي صرف سرڪار پاران مليل امدادي خوراڪ تي پلجن ٿا.جيڪا ڏينهن ۾ صرف هڪ دفعو مِلي ٿي ۽ ٻين علائقن جي حالت ان کان به خراب آهي.

ملڪ جا ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي، آٽو موبائيل، ايئر لائينز، اسٽاڪ ايڪسچينج ۽ سياحت سميت اڪثر شعبا مالي بحران جي ور چڙهيل آهن. هِن کان سواءِ سوين آمريڪي ڪمپنيون نه صرف نفعي کان محروم آهن. پر ڏيوالي جي ڪناري تي اچي پهتيون آهن. (سواءِ هٿيارن جي صنعت جي، جيڪا واحد نفعي بخش صنعت بچي آهي. جنهن لاءِ پڻ سامراجي حڪمران دنيا اندر جنگين ۽ عدم استحڪام جو ماحول تيار ڪري رهيا آهن) ان ڪري گذريل ٽن سالن ۾ 32 لک پورهيت برطرف ڪيا ويا آهن. جڏهن ته بيروزگاري جي شرح 6.5 سيڪڙو آهي. جيڪا معاشي زوال جي ڪري اڃان به

وڌي رهي آهي. هتي هي ڳالهه چٽائي سان چوڻ جي آهي، تہ آمريڪا يا سڄي دنيا اندر ڊائون سائيزنگ جي نالي ۾ پورهيتن جون برطرفيون جديد ٽيڪنالاجي جي ڪري نہ، پر سرمائيدارانہ نظام جي غير پيداواري عنصرن، هن جي ڪک مان چاول بدعنواني ۽ معاشي بحران جي ڪري ڪيون پيون وڃن.

عراق جي جنگ خلاف آمريڪا ۽ برطانيا سميت ترقي يافتہ ملڪن جي پورهيتن جو احتجاج، طبقاتي سوچ جو واضح اظهار آهي

ٽورڙن لفظن ۾ ائين ڪٽي چئجي تہ خودڪار ٽيڪنالاجي پورهيت طبقي کي ختم ڪرڻ بجاءِ طبقاتي فرق کي شديد بڻايو آهي ۽ اهو درست آهي، تہ اسٽالن ازم جي رد انقلابي ڪردار جي ڪري، پورهيت طبقو پنهنجو، تاريخي ڪردار ادا ڪري نہ سگهيو هئو، پر اهو ڪردار هاڻ ڀرپور نموني ادا ڪري سگهي ٿو. ان لاءِ وقت ۽ حالتون تيار آهن●

# قومپرستي، مذهب، ادب ۽ انقلاب

**1. قومپرستي**

تاريخي ماديت اسان کي ٻڌائي ٿي، ته موجوده سرمائيداري نظام جي ترقي مذهب ۽ جاگيرداري جي ٻنڌڻن جي ٽوڙڻ سان شروع ٿي هئي. صنعتي ترقي جيڪا 16 صدي ۾ هالينڊ ۽ بيلجيم جي فلانڊز جي علائقي کان شروع ٿي هئي، اها ارڙهين صدي جي آخر ۾ يعني 1789ع ۾ فرينچ انقلاب وقت مذهب ۽ جاگيرداري جي ٻنڌڻن ۾ سوگهي ٿيڻ ڪري، پنهنجي پيداواري صلاحيت وڃائي ويٺي هئي ۽ اها اڳتي وڌڻ کان لاچار بنجي ويئي هئي. تنهنڪري فرينچ انقلاب صنعتي ۽ سماجي ترقي جي راه ۾ رڪاوٽ ڪليسا (عيسائي مذهب) ۽ جاگيرداري نظام کي هميشہ لاءِ ختم ڪري، سموري يورپ لاءِ قومي رياستن جي ڍانچي ۾ سرمائيداري نظام جي ترقي جو رستو کولي ڏنو.

پر سرمائيداري نظام جي اها ترقي به اڳتي هلي، پيداواري وسيلن جي ذاتي ملڪيت ۽ نفعي واري نظام جي ڪري، زوال پذير ٿيڻ شروع ٿي. جنهن سان هڪ طرف سماج اندر بک، بدحالي، بيروزگاري ۽ مهانگائي ۾ واڌ آئي، ته ٻئي طرف سرمايو قومي رياستن جون ٺهيل سرحدون ٽوڙي، هڪ هٿين (ملڪي ڪمپين) جي شڪل ۾ ٻاهر نڪرڻ شروع ٿي ويو. هن قومي رياستن جي ٺهيل صنعتي شين جي ذخيري کي کپائڻ لاءِ مارڪيٽ جي ضرورت وڌي ۽ ان سان وري بينڪي نظام جي شديد گهرج ٿي. يورپ جي سرمائيدار ملڪن جي وچ ۾ بينڪيت متعلق مقابلي بازي پڻ شروع ٿي ويئي. ۽ دنيا جا اڪثر غريب ملڪ، هنن جي تسلط ۾ ڦاسندا ويا. سامراجي ملڪ هنن غريب ملڪن ۾، پنهنجون ٺهيل صنعتي شيون وڪرو ڪرڻ سان گڏ، اتان سستي قيمت تي، ڪچو مال، جنهن ۾ زرعي جنسون، ڪوئلو، تيل، گئس ۾ سون وغيره شامل آهي، ڪڻڻ لڳا. مارڪيٽ جي گهرج، دنيا جي اندر جنگين کي به جنم ڏنو. جنهن ۾ ڪروڙين پورهيت عوام شهيد ڪيو ويو. هن ملڪي

ڪمپنين اڳتي هلي، گهڻ قومي هڪ. هتين (ملٽي نيشنل ڪمپنين) جي شڪل اختيار ڪئي. جنهن سان قومي سرحدون ڪمزور ٿيڻ شروع ٿيون. قومي سرحدن کي ڪمزور ڪرڻ سان، هاڻي دنيا اندر ملٽي نيشنل ڪمپنين پنهنجي طاقت کي اڃا وڌائڻ لاءِ جديد بينڪيت جي جو رخ ڌاري ورتو. ٻاهرين سرمائيڪاري (سيڙپ) ٿيڻ سان، غريب ملڪن صنعت به سخت متاثر ٿيڻ لڳي. جديد سرمائيدار ملٽي نيشنل ڪمپنين جي پيٽ ۾، غريب ملڪن جو ٿهيل شيون، فني معيار ۽ مقدار جي لحاظ کان گهٽ هجڻ جي ڪري، پنهنجي ملڪ اندر به ڇڻ ته اوپريون بنجيو وڃن ۽ انهن جي کپٽ پنهنجي ئي ملڪن ۾ گهٽجيو وڃي، ته اهي ٻاهر برآمد ڇا ڪري سگهندا؟ اهڙي طرح ترقي پذير ملڪن جون صنعتون به بند ٿي رهيون آهن.

يورپ جي اندر قومي رياست جيڪا ترقي ڪئي، اهو حق غريب ملڪن کي نصيب ئي نه ٿيو ۽ غريب ملڪ قومي رياست جي مضبوط ڍانچي کان ئي محروم رهجي ويا. جنهنڪري هنن ۾ اها اهليت ئي نه رهي، ته اهي پنهنجي ملڪن اندر رائج مذهبي جڪڙ ۽ جاگيرداري باقيات کان پنهنجي جند آجي ڪرائين. ٻيو ته ٺهيو، هنن ترقي پذير ملڪن جو قومي سرمائيداري وارو خواب به اڌورو رهجي ويو. ڇو ته هنن ترقي پذير (غريب) ملڪن جو سرمائيدار، جنهن کي ناسمجهي جي ڪري قومي سرمائيدار به چيو وڃي ٿو، پر اصل ۾ اهو قومي سرمائيدار نه آهي، ڇو ته اهو، نه ته مذهبي جڪڙ مان آزاد ٿيو ۽ نه ئي جاگيرداري جي باقيات مان پنهنجي جند ڇڏائي سگهيو، پر ان جي ابتڙ، اڃا به ٽين مصيبت هن جي ڳچي ۾ پئجي ويئي، اهو آهي سامراجي سرمايو. (ٻاهرين سيڙپ) جنهنڪري هاڻ هي (قومي) سرمائيدار هنن ٽنهي پنڌڻ ۾ سوگهو ٿي ويو آهي. ٿورڙن لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي، ته موجوده سامراجيت واري دور ۾ (قومي) سرمائيدار هڪ طرف جاگيرداري جي باقيات سان جڙيل آهي، ته ٻئي طرف سامراج جي سرمائي سان سلهاڙيل آهي ۽ مذهب کان به آزاد نه ٿي سگهيو آهي، ۽ ٽنهي هنڌن تان پنهنجا ذاتي مفاد حاصل ڪري رهيو آهي. تڏهن ته ملڪ جو وزيراعظم ڊوڙي وڃي، ڪنهن مرشد بابا کان پنڌي ٺپرائي ٿو، يا ڏنبو ٿو هٽائي!!!

هاڻ هي طئہ آهي، ته سامراجي سرمايو هن (قومي) سرمائيدار کي پنهنجي سامراجي مقصدن خاطر، پنهنجي چنبي کان سواءِ، جاگيرداري جي باقيات ۽ مذهب کان به آجو ڪرائڻ ئي نه ڏيندو. ان ڪري بقول ڪامريڊ

ٽراٽسڪي جي، تہ ”هي سرمائيدار پنهنجو (قومي سرمائيداري وارو) تاريخي فرض ادا ڪرڻ کان بلڪل قاصر آهي ۽ اهو قومي سرمائيداري وارو فرض يا مرحلو، صرف ئي صرف پورهيت طبقو، پاڻ پنهنجي سوشلسٽ انقلاب ذريعي ئي پورو ڪري سگهي ٿو ۽ گڏوگڏ سوشلسٽ نظام جي بہ تڪميل ڪري سگهي ٿو.“

هاڻ جڏهن، هن سامراجي دور ۾، نہ مضبوط قومي رياست بنجي سگهي ٿي ۽ نہ ئي قومي سرمائيدار، تہ پوءِ قوم جو يا قومپرستي جو نظريو ڪهڙي بنياد تي بيهندو؟؟ سائنسي طور تي هاڻي اهو تصور صرف خيالي ۽ بي بنياد آهي، جنهن جي زمين تي پاڙ ئي نہ آهي!! جاگرافيائي حدن اندر هڪ ٻولي ڳالهائيندڙ اڪثريتي عوام، قوم آهي، تہ پوءِ انهن جي آزادي ڪٿي آهي؟ ويهين صدي ۾ جن بہ قومن، سامراجين کان جاگرافيائي آزاديون حاصل ڪيون، تہ ڇا اهي قومون ۽ ملڪ آزاد آهن؟ ڇا هنن ملڪن جو عوام (قومون) بک، بدحالي، بيروزگاري ۽ مهانگائي کان آزاد آهن؟ جي نہ تہ، پوءِ حقيقت ڪا ٻي آهي! ضرور غريب جي گڏهہ جا آ ٽرمٽيا آهن. غريب پورهيت جي ڪلهي تي ڪالهہ غير ملڪي سامراج سوار هئو ۽ اڄ ملڪي سرمائيدار (يعني سامراجي ناٺي جو ڀاڱي ڀائيوار) سوار آهي!!! ان ڪري اڄ دنيا جا سمورا ترقي پزير (غريب) ملڪ سامراجي ناٺي جي يلغار (والار) هيٺ غلام آهن. ان سامراجي نظام اندر قومي رياست جڙڻ يا قومي آزادي ماڻڻ هڪ خيالي پلاءُ کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ آهي. سماجي سائنس ان جي مڪمل طور تي نفي ڪري ٿي.ها باقي، پورهيت طبقو، جيڪو ڪنهن بہ قوم ( اڪثريتي ٻولي ڳالهائيندڙ عوام) جو 90 سيڪڙو هوندو آهي، يقيني طور تي هي قوم ئي غلام هوندي آهي. باقي ڏهہ سيڪڙو پيداواري وسيلن جو مالڪ حڪمران طبقو، اهو تہ ڪنهن بہ قوم ۾ غلام رهيو ئي نہ آهي، هي صرف ئي صرف اقتدار ۾ حصو گهرندو آهي، ان جي سموري مالڪي چاهيندو آهي. پورهيت عوام سوشلسٽ انقلاب ذريعي اهو قومي فرض بہ پورو ڪري سگهي ٿو. جيئن يورپ اندر صنعتي ترقي جي بنياد تي قومي رياستون وجود ۾ آيون هيون، اهو بہ هن جي (پورهيت طبقي) جي بنياد تي ممڪن آهي. نہ تہ هن وقت سامراجي ملٽي نيشنل ڪمپنين جي يلغار پوري دنيا کي خاص ڪري ترقي پذير (غريب) ملڪن کي معاشي ۽ اقتصادي طور تي يرغمال بنائي ورتو آهي. اهي غريب ملڪ هڪ طرف پنهنجي صنعتي ترقي کان محروم ٿي رهيا

آهن، تہ ٻئي طرف سامراجي ناڻي (غير ملڪي قرضن) جي بوج هيٺيان دٻجي رهيا آهن. هنن جي موجوده حيثيت بہ ڏيوالپڻي ۽ ڏڪار جي طرف ڌڪبي پئي وڃي. اهي ملڪ هاڻي پنهنجي قوم ڪي خوشحالي ڏيڻ بجاءِ مستقل طور تي تڪليفن جو چار آڻي رهيا آهن: بک ۽ بدحالي ختم ڪرڻ بجاءِ انهن کي نشي، ڏوهن ۽ خودڪشين ڏانهن اڇلي رهيا آهن. مهانگائي ختم ڪرڻ ۽ روزگار ڏيڻ بجاءِ انهن کي اٽپورين پگهارن وارين ملازمتن تان بہ برطرف ڪري، بيروزگاري وڌائي رهيا آهن. قوم جي ڌيئرن ۽ ڀيڻن کي عزت ۽ احترام ڏيڻ بجاءِ انهن کي عصمت فروشي تي مجبور ڪري رهيا آهن. هن سنگين صورتحال ۾، جتي سمورا ترقي پذير ملڪ سامراجي ڌن جي غلامي هيٺ هجن، ان سرمائيداري نظام ۾ سڪٽي قومن جي آزادي، جيڪا لکين پورهيتن جي شهادت ۽ لکين نياڻين سان درندگي کان پوءِ حاصل ٿئي!! تہ پوءِ اهڙي آزادي ڪهڙي ڪم جي؟؟ (بنگلاديش وانگر) جتي ساڳيو اڪثريتي طبقو وري بہ سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جو غلام هجي، بک، بدحالي، بيروزگاري هن جو مقدر بنيل هجي!!! باقي هن آزادي ۾ اهو ضرور ٿيندو، تہ ان قوم جي مٿيئن طبقي جا وارا نيارا ٿي ويندا، سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جا ڀاڳ کلي پوندا. هنن جي اڻ سڌي حڪمراني بجاءِ سڌي حڪمراني جا دروازا کلي پوندا. هنن جي وڌيڪ عياشين جا امڪان روشن ٿي ويندا. ماضي جي مقابلي ۾ هاڻي هي پنهنجي ملڪيتن کي ڌهوڻو وڌائيندا. حال جي نسبت ۾ پنهنجي ڌرتي واسين (ڌرتي ڌڻين) تي وڌيڪ ظلم ڪندا. فرق صرف اهو ٿيندو، تہ ڌارين جي جاءِ تي انهن جا ڏيهي دلال حاڪم بنجي ويندا. مطلب تہ هي آزادي، جاگرافيائي حدن جي تبديل ٿيڻ جي باوجود عالمي سامراج، عالمي مالي ادارن ۽ سامراجي سرمائي جي غلام رهندي. (سنڌ جا ڪجھ قوم پرست اهڙي قسم جي آزادي لاءِ آمريڪي سامراج ۾اميدون رکيو ويٺا آهن) هن وقت تائين جو سمورو لقاءُ سيني جي آڏو آهي، تہ دنيا جي هر ترقي پذير رياست سامراج ۽ ان جي ملٽي نيشنل ڪمپنين جي غلامي ۾ آهي ۽ ڏينهون ڏينهن هن جي ڪمزور ٿيندڙ حيثيت جي ڪري، هن جو اقتدار اعليٰ طاقتور سامراج ۽ ان جي هٿ هٿين اڳيان جهڪبو پيو وڃي. هوندئن بہ ڀلا هي ملڪ ڪهڙو آزاد آهن؟ معاشي طور تي پيڙهيل عوام کي آني، ٻياني جي ٽيڪس ۾ ڪا گهٽتائي ڪن ٿا، تہ آءِ ايم ايف ۽ ورلڊ بئنڪ وارا اکيون فوٽاري دٻائين ٿي، تہ عوام کي فائدو ڇو ٿا ڏيو؟ سچ تہ ملڪ اندر پاڻي جي ڍڪ کان وٺي، ماني جي

گرهه تائين، عالمي مالي ادارن جي مرضي سان ٽيڪس مڙهيا پيا وڃن ۽ اهو ڏينهن پري نه آهي، ته هن نظام ۾ سرمائيدار طبقي طرفان شادي ڪرڻ، ٻار ڄڻڻ ۽ ڏاڍيان کلڻ تي به ٽيڪس مڙهيو ويندو ۽ پورهيتن جي رهي سهي خوشي به برباد ڪندو!!!

جيڪڏهن ڪنهن قوم جو سائنسي تجزيو ڪبو، ته بلڪل واضح نموني نظر ايندو، ته قوم جو 90 سيڪڙو ڪان به مٿي پورهيت طبقو. جيڪو هر قوم جي ٻولي ۽ ثقافت جو امين ۽ وارث هوندو آهي، ديس جي هر واهڻ وستي جو محافظ هوندو آهي، پنهنجي وطن خاطر فوجي سپاهي جي ويس ۾ قربان ٿي ويندو آهي، پر امن شهري جي حيثيت ۾ نام نهاد لبرل سياستدانن جي مفادن لاءِ، رستن تي نڪري، پرامن احتجاج ڪندو آهي، ظالم حڪمرانن جون لٺيون، ڪوڙا ۽ گوليون کائيندو آهي، انهن جي خاطر جيل ۾ قيد جون سختيون برداشت ڪندو آهي. مطلب ته، هو پنهنجي وطن جي خاطر تن، من، ڌن ۽ سڀ ڪجهه قربان ڪندو آهي، پر بدلي ۾ ڇا ملندو اٿس؟ ڪوڙا ڏٿا ۽ دلاسا، ته هي وطن توهان جو آهي، هن ڌرتي جا ڌڻي توهان آهيو، وغيره وغيره. پر عملي طور تي هي پورهيت ته زمين جي هڪ به ويسي جا مالڪ نه هوندا آهن جڏهن ته هزارين، لکين ۽ ڪروڙين ايڪڙن جا مالڪ جاگيردار، فوجي جنرل، بيورو ڪريٽ ۽ سرمائيدار هوندا آهن. وطن جي هر شيءِ هنن جي قبضي ۾ هوندي آهي ۽ ان ئي 90 سيڪڙو پورهيت طبقي يعني ڌرتي ڌڻين مٿان سينو تاڻي حڪمراني ڪندا آهن. عالمي سامراج ۽ ان جي ادارن اڳيان، ته اهي نام نهاد حڪمران ۽ اڳواڻ بي وس ۽ لاچار هوندا آهن، پر پنهنجي وطن جي قوم کي ڪچلڻ لاءِ بااختيار هوندا آهن. جيڪڏهن هن ڏهه سيڪڙو حڪمران طبقي جو سائنسي تجزيو ڪجي، ته اهي ڪنهن به قوم جو حصو نه آهن. هي دنيا جي ڪنهن به ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃن، ته هنن کي اتان جي جلد شهريت مليو وڃي، جڏهن ته پورهيتن لاءِ ويزائون به بند هونديون آهن. سچ ته هن طبقي جي نه قوم ۽ نه ڪوئي مذهب هوندو آهي، هي صرف پنهنجا مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ، پورهيت طبقي کي بيوقوف بنائڻ لاءِ، ٽڪساٽ پيا ڪندا آهن، ڪين کي قوم ۽ مذهب جي نالي ۾ هُشيون ۽ ڪوڙي شاباس ڏيندا آهن. هي پنهنجي ملڪ جي ٺهيل شين جي پيٽ ۾ پرڏيهي شيون وڌيڪ استعمال ڪندا آهن، پنهنجي ملڪ اندر (جائزيا ناجائز) ڪمايل ناڻو پنهنجي ملڪ بجاءِ پرڏيهي بئنڪن ۾ رکڻ کي فوقيت ڏيندا آهن، پنهنجا خاندان،

پنهنجي ملڪ ۾ رهائڻ جي بدران، هو ٻاهرين ملڪن ۾ وڌيڪ رهائڻ پسند ڪندا آهن، مطلب تہ هو پنهنجي قوم سان ٻولي، ثقافت، رهڻي ڪهڻي ۽ اٿڻ ويهڻ ۾ هم آهنگ نہ هوندا آهن. پوءِ اهي قوم يا قوم جو حصو ڪيئن ٿيا؟ قومپرستي جو اهڙو نظريو، يقينن پورهيت عوام کي ڀلائڻ لاءِ آهي. اهڙو نظريو پورهيت طبقي جي تباهي ۽ بربادي جو سامان پيدا ڪري ٿو!!!

**2. مذهب:**

هتي اڳ ۾ ئي ذڪر ٿي چڪو آهي، تہ موجوده سرمائيداري نظام جي ترقي تڏهن ممڪن ٿي، جڏهن اهو مذهبي ٻنڌڻن مان آزاد ٿيو. ڇو تہ يورپ جي اندر ڪليسا (عيسائي مذهبي عالمن جي ادارو) مذهبي طور گهٽ ۽ انتظامي طور وڌيڪ ملوث هئي. ان ڪري ان وقت جي مطلق العنان ۽ آمر حڪمرانن سان گڏ، ڪليسا بہ عوام مٿان ظلم ڪرڻ ۾ ڀاڱيائيوار هئي. ان ڪري ڪليسا جو ڪردار بہ ظالماڻو بڻجي ويو هئو. ان ڪري هن جي ظالماڻي ڪردار مان جان ڇڏائڻ ۾، عوام حق بجانب هئو ۽ قومي رياستن جي تعمير هيٺ ڪليسا کي هميشہ لاءِ رياست کان ڌار ڪيو ويو. پر جڏهن سويت يونين جي انقلاب کان پوءِ پورهيتن جي جمهوريہ جي نظام مان مذهب کي ڌار ڪيو ويو، تہ انهن ئي سرمائيدار ملڪن منفي پروپيگنڊا شروع ڪئي ۽ اهڙي بيهوده پروپيگينڊه عيسائي مذهب لاءِ نہ، جيڪو روس ۽ يورپ ۾ وڏ ۾ وڏ مذهب طور ڦهليل هئو، پر ان جي ڀيٽ ۾ يهودين ۽ مسلمانن جي مذهب لاءِ سوشلزم کي وڏو خطرو بنائي پيش ڪيو. ڇڻ تہ مزدورن جي انقلاب سان هي ٻئي مذهب خطري ۾ گهيرجي ويا هجن. جڏهن تہ حقيقت ۾ اهو درست نہ هئو. جنهن جو ثبوت اهو آهي، تہ ڪالهہ جڏهن سويت يونين ٽٽو، تہ ست مسلمان رياستون سندس ڪک مان نڪري پيون!! پر پوءِ بہ سامراجي ملڪن جي حڪمرانن کي خبر هئي، تہ عيسائي مذهب جي استعمال مان هنن کي جيترو بہ فائدو وٺڻو هئو، اهو وٺي چڪا آهن. جڏهن تہ ان جي مقابلي ۾ يهودي ۽ مسلمانن جا مذهب هنن لاءِ سوني جهرڪي آهن. هنن سرمائيدار حڪمرانن کي خبر هئي،تہ هي ٻئي مذهب هنن جي سرمائيداراڻي نظام جو ڪجهہ بہ بگيڙي نہ ٿا سگهن ۽ نہ ئي سندن سماج تي اثر انداز ٿي سگهندا. انڪري هن ٻنهي مذهبن کي دل کولي استعمال ڪيو. ۽ ان ۾سؤ سيڪڙو کان بہ سؤ سيڪڙو ڪامياب ٿيا. يهودين کي اسرائيل اندر ۽ اسلام

کي مسلمان ملڪن اندر استعمال ڪندا رهن ٿا. مسلم حڪمرانن سان گڏ مسلمان عالم به آساني سان هنن سامراجين جي هٿ هيٺ ڪم ڪندا رهن ٿا. مسلم حڪمرانن جا ته اڪيئي سامراجي ملٽي نيشنل ڪمپنين ۾حصا يا شيئرز آهن ٻهر معاملي تي سامراجين کي لبيڪ چون ٿا. باقي رهيا عام ماڻهو انهن جو هنن جوڳو بندوبست ڪيو.

مصر جي صدر جمال عبدالناصر پاران جڏهن 26 جولا 1956ع تي سوئيز ڪينال کي قومي ملڪيت ۾ ورتو ويو، ته برطانيه ۽ آمريڪا جا سندس سان اختلاف وڌي ويا. آمريڪا ته مصر جي اثاثن کي پنهنجي ملڪ اندر منجمند ڪري ڇڏيو. نيٺ آمريڪي سامراج جمال عبدالناصر کي هٽائڻ لاءِ هڪ سازش تيار ڪئي، آمريڪي خارجه وزير فاسٽرڊلس جي نگراني ۾ ڊالرن جي ڪمال سان مصر جا ڪجهه عالم خريد ڪري، اخوان المسلمين نالي هڪ مذهبي محاذ جوڙايو ۽ جمال ناصر جي ترقي پسند عملن خلاف ڪفر جون فتوائون ڏياريون. جيئن 1928ع ۾ برطانوي سامراج افغانستان جا عالم خريد ڪري، امير امان الله خلاف تحريڪ هلرائي هئي. اهڙي طرح آمريڪي سامراج ”اسلام کي بچائڻ لاءِ“ پنهنجي خفيه ايجنسين جي معرفت مهم تي نڪري پيو. هاڻ اها حيرت جي ڳالهه نه رهي، ته مسلمانن جا مذهبي عالم، آساني سان، ڊالرن جي چمڪي تي ، آمريڪا جي نگراني ۾ اسلام کي بچائيندا رهيا. پوءِ ڇو نه انڊونيشيا ۾ ڪميونسٽ پارٽي کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجي 15 لک مسلمان ڀائرن ۽ ڀينرن کي، ڪميونسٽ چئي قتل ڪرٿو پيو، يا افغانستان ۾ انقلابي حڪومت کي ختم ڪرٿو پيو، يا پاڪستان ۾ پ پ پ جي حڪومت کي ڪيرائٿو پيو. ڪٿي به هنن کي هبڪ نه ٿي!!! هاٺي اها به ڳالهه لڪل نه رهي آهي، ته صدام حسين ۽ ملان عمر ڪان وٺي اسامه تائين، سڀني ماڻهن کي، آمريڪا پنهنجي مفادن لاءِ استعمال ڪندو رهيو آهي ۽ هاڻ وري سڄي دنيا تي دهشت ڦهلائڻ لاءِ هٿ ناٺ ڪري رهيو آهي.

هوئن به جيڪڏهن دنيا اندر ڪنهن به مذهب جو سائنسي جائزو وٺنداسين، ته مذهب هر انسان جي ذاتي نوعيت بيان ڪري ٿو ۽ سماجي نه، جيڪڏهن ڪنهن به مذهب کي سماج تي لاڳو ڪجي، ته اهو فطري طور ممڪن نه آهي. ان ڪان سواءِ دنيا جو ڪهڙو به مذهب ڀلي ڪيترو به سهٺو ۽ سپاويڪ ڇو نه هجي، پر اهو سرمائيداري نظام ۽ طبقن کي، ختم ڪرڻ جي صلاحيت ئي نه ٿو رکي ۽ جيستائين طبقا رهندا، ايستائين مٿيون طبقو،

پورهيت طبقي جو استحصال ڪندو رهندو، ۽ اهو به سائنسي طور طئہ آهي، تہ فرد نہ پر هڪ طبقو ئي ٻئي طبقي جو استحصال ڪري ٿو. باقي مذهبي طور تي، خيرات يا صدقو ڏيڻ، هڪ تہ انسان جي توهين ۽ اشرف المخلوقات جي، بي عزتي ڪرڻ برابر آهي. ڀلا ان هوندي بہ، خيرات ڪجهہ فردن ڪي ڪٿي، وقتي فائدو بہ ڏئي، پرمستقل طور تي سڄي سماج ڪي، وقار سان جيئڻ جو حق نہ ٿي ڏئي سگهي!!

جڏهن تہ مارڪسي معيشيت، ڪنهن بہ فرد جي ذاتي مذهب ۾ فرق ڪرڻ بجاءِ، چاهي، اهو يهودي، عيسائي، ٻڌ، مسلمان، سني يا شيعو ڇو نہ هجي، سڀني پورهيتن جي معاشي بنيادن تي تبديلي چاهي ٿي. خوشحالي جو هر سک ڏيڻ ڪان وٺي، پورهيت اقتدار ۾ برابري جو حق چاهي ٿي.

ان ڪري، سوشلزم اندر قومپرستي ۽ مذهب جو بطور جذبي جي، جيڪو فردن جو ذاتي معاملو آهي ۽ هر فرد ان ۾ آزاد آهي، پر بطور نظريي جي، انهن جو سماج جي ترقي اندر ڪو بہ ڪردار نہ آهي ۽ نہ ئي ڪنهن انقلاب ۾ ٿي سگهي ٿو!

### 3. ادب:

هن ڪتاب ۾ مختصرن ذڪر ٿي چڪو آهي، تہ هن طبقاتي نظام اندر گهٽ ۾ گهٽ ٻن صدين ڪان اهڙي ادب جا نشان ملن ٿا، جنهن ۾ شاهوڪار طبقن جي ذاتي ملڪيت ڪي ختم ڪرڻ ۽ غربت مان پورهيت جي جند آجي ڪرائڻ جو عزم دهرايل آهي. پر پوءِ هي ادب جاندار انداز ۾ پنهنجي ترقيءَ جو سفر جاري رکي نہ سگهيو ۽ مختلف وقتن تي هن جي تسلسل ۾ گهٽ وڌائي ٿيندي رهي آهي. ان جو وڏو سبب نظرياتي ابهام آهي، جيڪو اسٽالنزم جي ڪري وجود ۾ آيو هئو. ان ڪري هن دور ۾ لکيل ادب طبقاتي نفرت جو تہ ڏس ڏئي ٿو، پر ان جي خاتمي تي خاموش آهي، يا ان جو مبهم انداز بيان ڪري ٿو. پرهاڻ اها حيرت جهڙي ڳالهہ نہ رهي آهي، تہ هن وقت لکيو ويندڙ ادب، طبقاتي نفرت ڪان بہ وانجهيل آهي يا اجا بہ ان جي ابتڙ ادب لکيو پيو وڃي. هي ادب سرمائيداراڻي نظام ڪي تقويت بخشيندي، ان جي سماجي براين تي هلڪي ۽ برداشت جوڳي تنقيد ڪندي نظر اچي ٿو. هي تنقيد هن نظام اندر واڌو ۽ ڪاٽو ڪان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. هي واڌو ۽ ڪاٽو سرمائيداراڻي نظام جي توازن جا پهلو آهن ۽ هن نظام جي زندهہ

رهڻ جو مکيه سبب به آهن. هتي هي به حيرت جهڙي ڳالهه نه آهي، ته سرمائيداراڻي نظام کي طاقت بخشيندڙ ادب جو گهڻو حصو، دنيا جو پورهيت طبقو ئي، پنهنجي شعوري يا لاشعوري ڪوشش هيٺ تخليق ڪري رهيو آهي. ڇو ته هن طبقي کي تعليم به اها ئي مليل آهي، جيڪا تعليم سرمائيداراڻي نظام جي مفادن تي مبني آهي. هن نظام جي سمورن لکين ۽ ڪروڙين ڪتابن ۾ هڪ به سبق اهڙو نه آهي، جيڪو پورهيت طبقي جي بک، بدحالي، بيروزگاري ۽ مهانگائي جي خاتمي جو ڪو مستقل حل ٻڌائي يا غربت جي خاتمي جو ڪو ڏس ڏئي؟ ڇو ته هن نظام جو سمورو علم، حڪمران طبقن جي اطاعت ڪرڻ ۽ انهن جي غلامي ۾ رهڻ جي پرچار ڪري ٿو. سالن کان ٿيندڙ اهڙي پرچار، پورهيت طبقي کي ذهني طور تي حڪمرانن جي غلامي ڪرڻ کي ازلي ڄاڻائي ڇڏيو آهي. انهن جي فطري جرئت کي پوئتي ڌڪي، انهن کي مستقل طور تي بزدل بنائي ڇڏيو آهي. ان ڪري هن جو زنده شعور به طبقاتي طور تي لاشعور بنيل آهي. پورهيت طبقي جا اهڙا اديب ۽ صحافي اڪثر طور تي هن ظالم سرمائيداراڻي نظام جا مددو ۽ ساٿاري بنيل آهن ۽ هن جبر ۽ ڏاڍ جي نظام جي عمر وڌائڻ لاءِ پنهنجون توانائيون کتب آڻي رهيا آهن. هڪ لحاظ کان هي اديب ۽ صحافي پنهنجي پورهيت طبقي جا دشمن بنيا پيا آهن. شايد ايستائين رهندا، جيستائين هي پاڻ شعوري طور تي ان طبقاتي فرق کي محسوس نه ڪن، ان جي عملي طاقت کي محسوس نه ڪن. پورهيت طبقي سان لاڳاپيل ادبين ۽ صحافين جي طبقاتي طور تي شعوري مداخلت ئي، انقلاب ۾ ڪو موثر ڪردار ڪري سگهي ٿي●

# اصلاح يا انقلاب

سائنس، ٽيڪنالاجي ۽ جديد صنعتن جي باوجود هن سرمائيداري نظام ۾ دنيا اندر جيڪا بک، بدحالي، بيروزگاري ۽ بدامني عروج تي آهي، ان کي ختم ڪرڻ لاءِ بورجوا حڪمرانن سان گڏ سرمائيدارن جي سرپرستي ۾ هلندڙ غير سرڪاري تنظيمون (اين. جي. اوز) پڻ ميدان ۾ لٿل آهن. هنن جو شور ان وقت پڌرڻ ۾ آيو، جڏهن سويت يونين جي ٽٽڻ جي خوشي ۾ سرمائيدارن پنهنجي ڪاري ناڻي مان 16 سيڪڙو خيرات ڏئي، "هنن تنظيمن جي دل کولي مدد ڪئي."

ترقي يافته ملڪن ۾ هنن تنظيمن جو سواءِ ماحوليات ۽ انساني حقن جي تحرڪ جي ڪو خاص ڪردار نه آهي. پر ترقي پذير (غريب) ملڪن اندر ته هنن جو وڏو چرچو آهي. اقوام متحده سميت ترقي يافته ملڪ هنن تنظيمن جي خيراتي فنڊن ۾ دل کولي مدد ڪن ٿا. ان جو مکيه سبب اهو ڄاڻايو پيو وڃي، ته گذريل اڌ صدي کان عالمي مالي ادارن پاران سرڪاري طور تي غريب ملڪن کي ملندڙ قرض ۽ امداد اتان جي آفيسر شاهي، فوج ۽ بورجوا سياستدان پنهنجي بدعنواني جي ذريعي هضم ڪري ويا. جنهن ڪري هي رقمون حقدارن تائين پهچي نه سگهيون. جڏهن ته ترقي پذير ملڪن اندر ڪم ڪندڙ اين. جي. اوز عوام منجهان هجڻ جي ڪري، آفيسر شاهي جي پيٽ ۾ بدعنواني نه ڪري سگهنديون ۽ شاهوڪارن پاران ملندڙ خيرات غريب حقدارن تائين باسلامت پهچي ويندي. هن فارمولي تحت غريب ملڪن اندر غير سرڪاري تنظيمن جي ذريعي ترقي ۽ فلاح جو ڪم شروع ڪيو ويو. ان ڪري هنن ملڪن اندر گذريل ڏهاڪو سالن کان ڪم ڪندڙ هنن تنظيمن گهڻي شهرت ماڻي آهي. هي تنظيمون ريڊيو، ٽيليويزن، اخبارن ۽ رسالن ذريعي اهڙو ڏيکاءُ ڏيئي رهيون آهن، ڄاڻ اجهو هنن غريب ملڪن جي مسڪين ماڻهن کي خوشحال بنايو ويندو! پر عملي طور تي ڇا آهي؟ اها هر ساڃاهه وند کي خبر آهي، ته هي اين. جي. اوز ته آفيسر شاهي کان به اڙيڪاپ نڪتيون آهن. آفيسر شاهي جي ڪميشن جي پيٽ ۾ هنن جي شيئر

(حصي) جو وزن وڌيڪ آهي. ڪنهن به پروجيڪٽ تي رقم خرچ ڪرڻ کان اڳ ۾ وڏندڙ ۽ ڏيندڙ ڌرين جي وچ ۾ شيئر (حصو) طئہ ٿيندو آهي، اهو 40 سيڪڙو تائين هوندو آهي ۽ ان کان پوءِ ٿيندڙ بدعنواني الڳ آهي.

جيڪڏهن هي فرض ڪجي، تہ هي اين. جي. اوز ايماندار هجن ها، تہ ڇا سرڪار جي پيٽ ۾ وڌيڪ ترقي ڪرائين ها؟ يا سراسري طور تي ساليانو وڌندڙ 26 سيڪڙو مهانگائي ختم ڪري سگهن ها، يا هتي وڌندڙ ساليانو 6 کان 12 سيڪڙو تائين غربت جي اضافي کي روڪي سگهن ها، يا هتي ڊائون سائيزنگ، رائيٽ سائيزنگ ۽ نجڪاري ذريعي ساليانو 15 سيڪڙو پورهيتن جي برطرفين کي روڪي سگهي ها، يا ترقي پذير ملڪن جي حڪمرانن پاران 50 سيڪڙو ترقياتي خرچن جي ڪٽوتي جي ڪري جنم وٺندڙ 7 سيڪڙو بيروزگاري کي روڪي سگهن ها، يا معاشي بحران جي ڪري، ٽيل ڪروڙين بيروزگارن کي روزگار ڏيئي سگهنديون؟؟ باقي ڪجهہ غريب عورتن کي سلائي مشينون ڏيڻ، يا ڪارو ڪاري ۽ تعليم جي ڪجهہ پروجيڪٽن سميت انساني حقن جي خلاف ورزي تي مٺي مٺي تنقيد ڪرڻ واري اصلاح مان مٿي ڄاڻايل معاشي مسئلن جو ڪوبہ سڌارو ممڪن ئي نہ آهي.

سرمائيداري نظام جي سرڪاري انگن اکرن موجب دنيا جي ڪل 6 ارب آبادي مان ہ ارب آبادي غربت جي لڪير کان هيٺ زندگي گذارڻ تي مجبور آهي ۽ اڃا بہ ہ ارب آبادي صرف ہ ڊالر روزانہ ڪمائي ٿي. ان حساب سان دنيا جي 4 ارب آبادي جي زندگي جي معيار کي بحال ڪرڻ ۾ هي سرمائيداري نظام ناڪام ويو آهي، تہ ان کي هي اين. جي. اوز ڪهڙي طرح سڌاري سگهن ٿيون. اهو هن رائج نظام اندر ڪنهن بہ لحاظ کان ممڪن ئي نہ آهي. جو تہ هن وقت سرمائيداري اندر هلندڙ معاشي بحران چوٽ چڙهيل آهي. جنهن ۾ اڃان بہ عوام کي وڌيڪ ڇيڀاٽيو ويندو.

اهڙي صورتحال ۾ صرف هڪ ئي حل نظر اچي ٿو، اهو آهي، سوشلسٽ انقلاب جو. جيڪو هن ڍونڍ تي ويل سرمائيداري نظام کي ان جي سمورين بيچڙاين ۽ بدڪارين سميت ختم ڪري، پوءِ استحصال کان پاڪ سوشلسٽ سماج جي تعمير ڪندو. هي انقلاب دنيا جي ڪنهن بہ خطي مان يا ڏکڻ ايشيا جي هن ئي خطي مان اڀري، برصغير جي سوشلسٽ فيڊريشن ۽ پوءِ اڳتي وڌي عالمي سوشلسٽ فيڊريشن جي صورت ۾ ظلم ۽ استحصال کان پاڪ عالمي معاشري کي جوڙي سگهي ٿو●

# طبقاتي جدوجهد جا ڇپايل ڪتاب

| ڪتاب جو نالو | مصنف | قيمت |
|---|---|---|
| 1. مارڪسزم ڇا آهي؟ (اردو) | روب سيول | 100/= |
| 2. مارڪسزم ۽ قومي سوال (اردو) | لال خان | 150/= |
| 3. مارڪسزم ۽ عورت جي نجات (اردو) | آنا مونائوز | 30/= |
| 4. ورهاڱو: ڇا منجي سگهي ٿو؟ (انگريزي) | لال خان | 500/= |
| 5. ڪميونسٽ پڌرنامو (سنڌي) ۽ (اردو) | | 50/= |
| 6. انقلاب (سنڌي) | انور پنهور | 150/= |
| 7. افغانستاب بربريت يا سوشلزم (انگريزي) | ڊاڪٽر زيار | 150/= |
| 8. چين انقلاب جي تلاش ۾ (اردو) | لال خان | 300/= |
| 9. نجڪاري، لڙائي يا موت (سوشلسٽ نقط نظر) | | |
| 10. روس انقلاب ڪان رد انقلاب تائين (اردو) | ٽيڊ گرانٽ | 600/= |
| 11. بالشويڪ، انقلاب جو رستو (اردو) | ايلن ووڊز | 600/= |
| 12. پيپلز پارٽي جو بنيادي منشور (سنڌي) | ذوالفقار علي ڀٽو | |
| 13. عهد حاضر، ڪردار ۽ تناظر (اردو) | لال خان | |
| 14. مارڪسي فلسفو ۽ جديد سائنس (اردو) | ايلن ووڊز/ ٽيڊ گرانٽ | |
| 15. مارڪسزم انفرادي دهشتگردي جي خلاف ڇو آهي (اردو) | ليون ٽراٽسڪي | |
| 16. فاشزم ڇا آهي، انجي خلاف ڪيئن لڙائي ڪجي (اردو) | ليون ٽراٽسڪي | |
| 17. قومي مسئلو ۽ ڪنفيڊريشن (اردو) | لال خان | 200/= |
| 18. ڀٽو جي شهادت جو سبق (اردو) | شاهده جبين | |
| 19. سوشلسٽ انقلاب پاڪستان (اردو) | لال خان | |
| 20. نوجوان ۽ انقلاب (اردو) | ڊاڪٽر زيار | |
| 21. البانيہ جو انقلاب (اردو) | ايلن ووڊز | |
| 22. انڊونيشيا انقلاب، ايشيا جو آغاز (اردو) | ايلن ووڊز | |
| 23. عورت ۽ خاندان (اردو) | ليون ٽراٽسڪي | 40/= |
| 24. ڪاپي ڌر جو ڪميونزم، هڪ ذهني عياشي جي بيماري (اردو) | لينن | 50/= |
| 25. رياست ۽ انقلاب (اردو) | لينن | 200/= |
| 26. منهنجي زندگي (اردو) | ليون ٽراٽسڪي | 600/= |



اڄ پورهيتن ۽ مظلوم طبقن جي نوجوانن لاءِ دنيا جي انقلابن کي سمجهڻ ۽ انهن جو تجزيو ڪري، هڪ انقلابي لائحہ عمل جوڙڻ، سوشلسٽ انقلاب لاءِ هڪ لازمي فرض بنجي ويو آهي. ڪامريڊ انور پنهور انقلابن جي تجربن تي مشتمل هن ڪتاب ذريعي ان علم جو بنياد فراهم ڪيو آهي.... هن ڪتاب ۾ نہ صرف هنن انقلابن جي ڪاميابين ۽ ناڪامين جا داستان آهن، پر انهن جي سائنسي تجزئي سان، سببن ڪي پڻ مارڪسي نقطہ نظر سان بيان ڪيو آهي.... ايندڙ انقلابين جي لاءِ نہ صرف انقلاب ڪي سمجهڻ، پر ان ڪي برپا ڪرڻ جو لائحہ عمل پڻ هن ڪتاب ۾ واضح طور تي جهلڪي ٿو.

لال خان


The Class
Struggle
Publication

Hyderabad: P.O.Box No: 247, GPO, Hyderabad.
Head Office:105 Mangal Mension, Royal Park, Luxmi Chowk, Lahore. Tel: 0426316214




Price: Rs. 150-00